حصو ٻيو
جلد 2

# ذاتين، قومن ۽ قبيلن جي انسائيڪلوپيڊيا

سنڌ ۾ رهندڙ ذاتين، قومن ۽ قبيلن جو تاريخي، سماجي ۽ نسلياتي جائزو، تحقيقي شجرن سميت






محقق ۽ مؤرخ

اياز پاڳٽ

# مگريو

مگريا ذات جو پني قبيلي سان تعلق آهي مگريا راجا جيسلمير بجير راءِ پني جي پٽ مگر راءِ جي اولاد آهن. بجير راءِ پني کي اولاد ڪونہ ٿيندي هئي. ڪنهن ولي الله کيس دعا ڪئي، جنهن ڪان پوءِ سندس گهر واري کي پيٽ ٿيو. ٻار ابا ستن مهينن جو هو تہ پيٽ اندران آواز ايندو هو لاالہ الاالله ۽ جڏهن ٻار ڄائو تہ مڪمل ڪلمو پڙهي مسلمان ٿيو.

چون ٿا تہ مگر راءِ ابا پيٽ ۾ هو تہ بجير راءِ تي مغلن ڪاهہ ڪئي ۽ هو مارجي ويو، سندس راڻي مرتئي جو ٻڌي دستور موجب ستي ٿيڻ لاءِ ڏاگهہ تي چڙهي تہ باهہ جو تاءُ اچڻ تي ٻارڙو ڄمي پيو "مگرمان" پيدا ٿيو تنهن ڪري مگريو سڏيو. مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي هن قبيلي مان هو.

## پاڙا

(1) سارنگ
(2) ڪيتا
(3) ڪينئرا
(4) وريا
(5) سوجا
(6) پيگارا
(7) رتا
(8) وڏڻ
(9) پونئيرا
(10) چنر
(11) مليا
(12) طلاقيا
(13) ساهڙ
(14) سڪا
(15) گانگا
(16) ڪڪڙ
(17) مرڪيا
(18) پاتو
(19) گوڏير
(20) ڪلا
(21) ساڍر
(22) سومر
(23) سگر
(24) پورا
(25) ڪندو
(26) چٽڙ
(27) پٽيا
(28) ترڪا
(29) سانورا
(30) چيٽا
(31) لاڳيري
(32) سومرا
(33) ڪدر
(34) جوٽا
(35) گرراج
(36) جهوجا
(37) روهڙ
(38) حسڻ
(39) وسڻ
(40) ڏارا
(41) وڪيا
(42) درس
(43) رامڪا
(44) آسڪون
(45) پيڳا
(46) پٽپار
(47) تتا
(48) جمناڻي
(49) جوڏا
(50) ساڍ
(51) گهيڙا
(52) لعل
(53) مڪڻ پوٽا
(54) موسيٰ پوٽا
(55) وڪيي پوٽا
(56) ويرم پوٽا
(57) هارو

# ٻڌ

ٻڌ ذات واري اسان جي فهرست ۾ سمه قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. ٻڌ ذات ايتري قديم ۽ پراڻي آهي جيترو ٻڌ مذهب ۽ سڏارڻ گوتم ٻڌ پراڻو آهي.

گوتم ٻڌ 550 سال قبل مسيح ۾ ٿي گذريو آهي. جنهن منو شاستر ۽ ويدا مذهب جي متڀيد واري نظرئي قانون ۽ اصولن کي ٽوڙي نئون پيغام ۽ مذهب ڏنو. گوتم ٻڌ نرواڻ کان پوءِ پنهنجي مذهب جي پرچار جي سلسلي ۾ سنڌ آيو هو ۽ سنڌين پنهنجي نجات ان ۾ سمجهي ۽ ان جا پيروڪار بڻجي ويا جانجو سنڌ ٻڌ مذهب جو مرڪز بڻجي ويو. جڏهن محمد بن قاسم سنڌ ۾ داخل ٿيو هو ته ڪيترن سنڌين ۽ سنڌي قبيلي بنا ڪنهن مزاحمت ۽ ويڙهه جي ان جي آڌ مڃي هئي ڇاڪاڻ ته راجا چچ ناانصافي ڪئي هئي برهمڻ مت کي زور وٺرايو جنهن ۾ هڪ دفعو اڳ سنڌين سان زيادتيون ٿيون هيون ۽ ڪين شودر جي لقب سان نوازيو ويو هو. انهي ڪري سنڌين پنهنجي نفرت ۽ ڪاوڙ جو اظهار ڪندي محمد بن قاسم جو ساٿ ڏنو. ڪن جي مطابق هي جت قبيلو جو هڪ پاڙو آهي.

سنڌ جي شودر قبيلن مان هڪ قبيلي پنهنجي سڃاڻپ گوتم ٻڌ سڏارڻ سان ڳنڍي ڇڏي ۽ هنن ٻڌ سڏائڻ شروع ڪيو. انهي ٻڌ قبيلي جي باقيات اڄ به مسلمان ٿيڻ باوجود پنهنجي نسلي سڃاڻپ ٻڌ برقرار رکي آهي ۽ ٻڌ سڏرائن ٿا. هي هن وقت سڄي سنڌ ۾ وارهه تعلقي ۽ نوشهروفيروز تعلقي ۾ موجود آهي ان ڪانسواءِ قديم سنڌ جي علائقي ناڙي ۽ ڏادڙ ۾ ڄاموٽ ڪتابچي مطابق، ميرپور، گندا واهه ۽ ٻين هندن تي رهن ٿا. جن جو تعداد ٽن هزارن کان وڌيڪ آهي.

# چاولہ

چاولہ ذات ويدا مذهب جي مڃڻ وارن جي هڪ ذات آهي بنيادي طور هو قديم سنڌين جي اولاد آهن. جيڪي راءِ دور ۽ برهمڻ دور ۾ سنڌ جي گادي اروڙ يا الور ۾ رهندا هئا. جڏهن محمد بن قاسم برهمڻ آباد کي فتح ڪري اروڙ جي طرف وڌيو تہ هي عربن جي خوف وچان اروڙ خالي ڪري موجوده بهاولپور ۽ ملتان جي پاسي هليا ويا ۽ مستقل طور اتي رهي پيا. هنن کي اروڙ ونسي چيو ويندو آهي.

سنڌ مغل دور کان پوءِ ڪلهوڙن جي وقت ۾ ساهہ پٽيو تہ ڪلهوڙا حڪمرانن جي خواهش تي قديم سنڌين واپس ورڻ شروع ڪيو جن ۾ چاولہ ذات وارا بہ هئا. ڪاڪي پيرو مل جي چواڻي تہ هو ميرن جي دور تائين واپس ايندا رهيا. جن مان ڪي لاڙڪاڻي، سکر ۽ شڪارپور ۾ رهيا ۽ ڪي انهن مان نئي طرف هليا ويا. هو لکي ٿو تہ شڪارپور جو شهرين هندن پهريان وسايو تن ۾ چاولہ ذات وارا بہ هئا. هڪ چوڻي آهي تہ:

"چگهہ، ماکيجا، چاولہ، چوٿين ذات بجاج"

چاولہ ذات جو سڏي ان بابت اي ڊي ميڪليگن لکي ٿو تہ اروڙن جو هڪ پاڙو، چاولہ جو لفظي مطلب آهي چانور تيار ڪرڻ وارو شايد چاولہ ذات وارن جا وڏا قديم دور ۾ سارين مان چڙاهي ڪري چانور تيار ڪندا هئا. جنهن ڪري مٿن نالو پيو چانور چڙهڻ يا تيار ڪرڻ وارا اها سندن سڃاڻپ ٿي ويئي ۽ هو چاولہ سڏجڻ لڳا. هو 1947ع ۾ پاڪستان ٺهڻ جي ڪري هندستان لڏي هليا ويا پر انهن مان ڪجهہ خاندان اڄ بہ ڪشمور، لاڙڪاڻي ۽ ڪراچي ۾ رهن ٿا.

# پتافي

پتافي ذات سنڌ ۾ رهندڙ بلوچ قبيلن مان هڪ قبيلو آهي ايم لونگ ورٿ ڊيمز لکيو آهي ته پتافي جي نسب جو کو به تعين نه ٿي سگهيو.هو ڊيره غازي خان ۾ گورچاڻي جيڪي اصل ۾ سومرا آهن تن جو هڪ پاڙو آهي.بلوچستان تاريخ کي آئيني ۾ جسٽس خدابخش مري پتافي کي گورچاڻي جو پاڙو ڄاڻائي ٿو.

مرزا قليچ بيگ قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو ۾ پتافي ذات بابت لکي ٿو هو کورائي بلوچ جي هڪڙي شاخ آهي. شيخ صادق علي پڻ هن کي کورائي قبيلي جو هڪ پاڙو ڪري لکي ٿو. اسان پڻ هن کي کورائي جو پاڙو ڪري لکيو آهي پر جڏهن ذاتين جي تحقيق جي سلسلي ۾ اٿل پٿل ڪئي سين ته ايم لونگ ورٿ ڊيمز جي خيال جي تائيد نظر آئي ته هن جي اصليت چٽي نه آهي ۽ کورائي قبيلو پڻ هڪ ننڍو قبيلو آهي ۽ پتافي قبيلي جي برابر آهي. ٻنهي ۾ هڪ ڳالهه مشترڪ آهي ته هو اڪثر سرائڪي ڳالهائيندا آهن.

پتافي نالو ۽ لفظ قديم سنڌي ٻولي جي قريب نظر اچي ٿو نه ڪي بلوچي لفظ آهي. سنسڪرت يا قديم سنڌي ۾ ٻه لفظ آهن. هڪ پَتَ ۽ ٻيو پتا. پهرين جي معنيٰ آهي. يقين ڪرڻ ڀروسو ڪرڻ ۽ ٻي لفظ جي معنيٰ آهي پيءُ، والد، پتافي، پت يا پتا مان نڪتو آهي. جنهن جو مطلب آهي جنهن تي يقين ڪيو وڃي يا پيءُ، وڏو ۽ خاندان جو سربراهه. ٻنهي صورت ۾ پتافي مقامي نسل جو هڪ قبيلو لڳي ٿو. هي سرائڪي ٻولي ڳالهائيندا آهن. هي ڪنهن قديم سنڌين جي اولاد مان آهن. جنهن جي ثابتي جسٽس خدابخش مري ۽ لونگ ورٿ ڊيمز جي لکڻين مان ملي ٿي ته هو گورچاڻي قبيلي مان آهن. گورچاڻي قبيلو اصل ۾ سومرا آهن.

۽ هي مقامي نسل مان هجڻ ڪري ان جي ويجهو آهي. هي سنڌ ۾ پنوعاقل، گهوٽڪي ۽ مير ماٿيلو تعلقي ۾ اڪثريت سان رهن ٿا.

## پاڙا

(1) جرواڻي (2) حاتماڻي (3) ڪتالاڻي
(4) براهيماڻي (5) ماڻڪاڻي (6) جنهگلاڻي
(7) سر موراڻي (8) ٿولراڻي (9) ٿلراڻي
(10) امگيراڻي (11) گوڪيا واڻي (12) پانوناڻي
(13) چاڪراڻي (14) جيوٽائي (15) گهنور راڻي
(16) پتافي

# مشوري

مشوري ذات وارا پنهنجو پاڻ کي بگٽي قبيلي جي مسوري پاڙي مان چوارائيندا آهن. جيئن هو بگٽي قبيلي جو حصو بڻجي سگهن. پر حقيقت ۾ ائين نه آهي. مسوري ۽ مرهٽا جيڪي هندستاني قبيلا آهن جيڪي بگٽين سان گڏجي ويا آهن. خود بلوچ نسب تي تحقيق ڪندڙ تسليم ڪن ٿا ته بگٽي قبيلي ۾ گهڻائي غير بلوچ جي آهي ۽ اڪثريت مقامي نسل جي ماڻهن جي آهي. تنهن ڪري اهو باور ڪرائڻ ته مشوري بگٽي قبيلي مان آهن ۽ بلوچ نسل سان تعلق رکن ٿا سراسر غلط آهي.

حقيقت اها آهي ته مشوري ميان نصير محمد ڪلهوڙي جا خاص ماڻهو آهن جڏهن ميان نصير محمد ڪلهوڙو فريد خان ياڳت ۽ ٻيا اورنگزيب جي قيد مان ڇٽي نڪتا هئا ته راجستان جي جت قبيلي "ميسري" جي مدد سان سنڌ پهتو هو ۽ پوءِ اهي جت هميشه لاءِ وٽس رهي پيا ۽ واپس راجستان نه ويا. اهي هت ميسري مان ڦري مشوري ٿي ويا.

ميان نصير محمد ڪلهوڙو جو مشوري ذات وارن تي وڏو اعتماد ۽ ڀروسو هو ۽ جڏهن هو ڳوٺ کان ٻاهر نڪرندو هو ته هو انهن سان گڏ سفر ڪندو هو ۽ سنڌن اٺن تي سواري ڪندو هو. هنن جي ڪتان اهو ڪم به مقرر ٿيل هو ته جنهن واٽ سان ميان نصير محمد جو قافلو گذرندو هو، تن ڳوٺن جي ماڻهن کي اهو اطلاع ڏيڻ ته ميان نصير محمد ڪلهوڙو اچي ٿو ۽ ساڳي وقت جاسوسي ڪرڻ ته ڪٿي واٽ تي مغل لشڪر جا سپاهي يا ميان جا دشمن ته لڪي نه ويٺا آهن.

تنهن ڪري هو هميشه ميان، ان جي ساٿين ۽ لشڪر جي اڳيان هلندا هئا ۽ ڪڏهن ته وڏي واڪي ميان جي اچڻ جو بار بار اعلان ڪندا هئا. ان ڪري به ڪين ميسري مان مشوري چيو ويو جنهن جو مطلب هو مشهوري ڪرڻ وارا ڪنهن جي چاڻ ڏيڻ وارا.

سنڌ جا مشوري انهن ميسري ذات وارن جي اولاد آهن. جيڪي راجستان کان ميان نصير محمد ڪلهوڙي سان گڏ آيا هئا. مسٽر اي ڊبليو هيوگز سنڌ گزيٽيئر ۾ هنن کي سنڌي قبيلن ۾ شمار ڪيو آهي.

اڄ به ڳاڙهي ۾ ميان نصير محمد ڪلهوڙو جي مزار جا مجاور ۽ سنڀاليندڙ مشوري آهن جن جا اتي ڳوٺ آباد ٿي ويا آهن. ۽ هو پاڻ کي ميان جا فقير چورائيندا آهن.

ذاتين جي انسائيڪلو پيڊيا ۾ خير محمد ٻرڙي لکيو آهي ته لاڙڪاڻي وارو مشهور مشوري بزرگ جت قوم مان آهي." ان جو نالو مولوي محمد قاسم مشوري هو جنهن جي درگاهه مشوري شريف ۾ آهي. جڏهن مشورن ان تي اعتراض ڪيو ۽ ٻرڙي کي گهٽ وڌ ڳالهايو ته هو پنهنجي اصل موقف تان ڦري ويو.

ڪي مشوري پاڻ کي ڊومڪين ۽ ڳاڏهن ۾ شمار ڪندا آهن، جيڪي پڻ مڱڻهار ۽ جت نسل مان آهن، اهو چوڻ ته مشوري بگٽي قبيلي مان آهن سراسر غلط بيانيءَ تي مبني آهي. هي سنڌ ۾ دادو ، لاڙڪاڻو، خيرپور ۽ حيدرآباد ضلعن ۾ رهن ٿا. سنڌن مادري زبان سرائڪي اٿن. ان ڪانسواءِ روزمره ۾ سنڌي به ڳالهائيندا آهن. هنن مان مشهور بزرگ ۽ اولياءِ پير محمد قاسم جن آهن، جنهن جي درگاهه مشوري ڳوٺ ۾ آهي. سندس وڏي مريدي آهي.

# سرهندي

سرهندي نہ ڪنهن قبيلي جو پاڙو ۽ نہ وري ڪنهن ذات جي نک جيئن تہ ذاتين تي نالو ڪنهن ماڳ، مڪان، ڪرت، ذات ۽ ڪنهن خاندان جي وڏي يا مشهور نالي واري پويان نالي تي سڏيو ويو تيئن سرهندي بہ پنجاب جي شهر سرهند جي پويان سرهندي سڏجن ٿا.

سنڌ ۾ سرهندي پير سڏجن ٿا جن جو نسبي تعلق خلفاءِ راشده جي ٻي نمبر خليفي حضرت عمر رضي الله عنه سان ڳنڍيو وڃي ٿو. هنن جو مورث اعليٰ امام احمد رباني مجدد الف ثاني هو جنهن جي اولاد مان ڪجهہ فرد ڪنهن سببن جي ڪري هندستان آيا ۽ سرهند شهر ۾ وڃي رهيا. جنهن ڪري سنڌن اولاد سرهندي سڏجي ٿي. جن مان ڪجهہ ٽنڊو سائينداد ۽ ڪامارو ۾ هجرت ڪري آيا جن کي "سرهندي پير" سڏن ٿا. اها سنڌن هاڻي ذات جي سڃاڻپ ٿي ويئي آهي.

مٽياري جي سرهندي پيرن مطابق سرهندي پير سڀ کان اول مٽياري ۾ آيا ۽ پوءِ اتان ٻي هنڌ ويا. انهيءَ ڪري مٽياري جا سرهندي پير سنڌ ۾ انهن جا وڏا آهن.

هن خاندان جي سنڌ ۾ مستقل سڪونت اختيار ڪرڻ بابت حقيقت اها آهي تہ هن خاندان جي هڪ بي بي صاحبہ جيڪا پير آغا عبدالرحيم سرهندي جي پڦي هئي، حج تي ويندي وفات ڪري ويئي جنهن وصيت ڪئي هئي تہ مرڻ کان پوءِ منهنجو اٿ پاڻ مرادو جتي ويهي رهي اتي ڪيس دفن ڪيو وڃي. سندس اٺ منزل ڪندو اچي موجوده مٽياري شهر جي اتر اوڀر جي ڪنڊ ۾ ويٺو، جتي هينئر ان بي بي صاحبہ جي قبر آهي.

پير آغا عبدالرحيم 1293ع ۾ پٽن عبدالحليم ۽ محمد عظيم سان گڏجي حج ڪري افغانستان جي آبائي شهر قنڌار ۾ واپس آيا، جتي سندن ولادت 1222 هجري ۾ نجراب جي هنڌ ٿي هئي. جيئن تہ افغانستان جون حالتون خراب ٿي ويون ۽ حڪومت بہ تبديل ٿي وئي جنهن ڪري هن هميشہ لاءِ قنڌار کي الوداع ڪري مٽيارن ۾ اچي رهيا جتي سندن پڦي جي قبر هئي. چون ٿا تہ سندس پڦي خواب ۾ هدايت ڪئي هئي تہ هو سنڌ ۾ لڏي اچي مستقل طور مٽياري ۾ رهائش اختيار ڪن. ان کان پوءِ هو هميشہ لاءِ سنڌ جا ٿي ويا جتي آچر رات 24 جماداالاول 1314 هجري ۾ 92 ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪيائين.

اهڙي طرح سان سرهاڙي ضلعي سانگهڙ وارا سرهندي پير بہ اصل ۾ جلال آباد افغانستان ۾ رهندا هئا جتي سندن وڏو خواجہ اڪرم جان دفن ٿيل آهي، هو اتان لڏي پهريان جهرڪ ضلعي ٺٽي ۾ آيا، جتان پوءِ ٻچيري ضلعي نوابشاھ ۾ زمين خريد ڪري اچي ويٺا جنهن کان پوءِ هو سرهاڙي اسٽيشن جي ويجهو زمين خريد ڪري خواجہ پير محمد فريد جان سرهندي جي نالي سان ڳوٺ ٻڌي ويهي رهيا، مٿين بزرگ جي اتي مزار آهي. هن جو وڏو فرزند حڪيم عبدالغفور سرهندي طب جي حوالي سان مشهور هو.

هن خاندان مان پير غلام رسول مجدد سرهندي تحريڪ خلافت ۾ ڀرپور حصو ورتو هو. ان ڪانسواءِ سرهاڙي ضلعي سانگهڙ وارن مان حڪيم عبدالغفور سرهندي هاري حقدار تحريڪ جا روح روان هئا. اڄ بہ پير غلام مجدد بابا سائين پنهنجن وڏن جي مان کي مٿانهون ڪيو پيو اچي ۽ اسلام جي سربلنديءَ لاءِ پاڻ پتوڙڻ پيا ۽ انسانيت ۽ شرافت جا پيڪر آهن.

هنن جي سنڌ ۾ مختلف هنڌن تي پيري مريدي آهي، لاڙڪاڻي جا اسراڻ هنن جا مريد آهن. خانبهادر غلام محمد خان اسراڻ جي وقت ۾ سرهندي پير هر سال لاڙڪاڻي ۽ خيرپور جوسي ايندا هئا. انهي دوران هنن وارھ تعلقي ۾ ديهہ ٽرڙي حاجران ۾ منهنجي والد کان 300 جريب زمين خريد ڪئي جيڪا اڄ تائين وٽن اٿن.

# شجرو سرهندي بزرگ مٽياري سنڌ



## سلسلو اولاد پير غلام رسول سرهندي



## شجرو سرهندي پير پشاور

سلسلو اولاد خواجہ شمس الدين



## شجرو اولاد حضرت عمر رضہ (طبقات ابن سعد ۽ التنبيہ والاشراف جي مطابق)



**نوٽ: پير سرهندين جا شجرا محترم سائين پير غلام مجدد بابا سائين مٽياري وارن جي مهرباني سان مليا**

**تفصيل اولاد امجاد**

**قطب الرحمان خواجه شاهه عبدالرحيم (آغا صاحب) قبه والاقدس الله سره العزيز (مٽياري شريف)**

- حضرت خواجه عبدالحليم رحه حاجي آغا صاحب (سجاده نشين)
  - پير آقا غلام مجدد پيرزاده (سجاده نشين)
    - حضرت شاهه غلام رسول سرهندي (سجاده نشين)
      - بيبي امت الرحمان (نياڻي) — منسوب حضرت غلام الله بن حضرت محمودالحسن جان سرهاڙوي
      - عبدالله غلام مجدد بابا سائين (سجاده نشين)
        - حضرت بابجي غلام رسول
        - شاهه محمد صفي الله
        - محمد عڪاشه
        - غلام حسنين
        - 3 نياڻيون
      - حضرت غلام محمد (غلام جان)
      - حضرت علي شير غازي آغا
      - حضرت غلام نبي مير جان
        - غلام نقشبند
        - 2 نياڻيون
      - محمد فرخ شاهه (شاهه جي)
        - غلام مصطفي
      - مولانا عبدالحليم حضرت جان
        - محمد حسان شاهه
  - حضرت غلام نبي رحه جان فقير زاده (لاولد)
  - حضرت غلام حسين جان (شيرين آغا)
    - حضرت آغا عبدالرحيم
    - حضرت عبدالوهاب
    - 3 نياڻيون
    - صبغة الله شاهه آغا
    - عبدالحي
    - عبدالباسط
    - پنج نياڻيون
  - حضرت محمد عمر جان گل آغا
  - حضرت نثار احمد دلير آغا شجرو الڳ ڏنل آهي
    - عمر فاروق
    - صديق اڪبر
    - دختر
  - حضرت عبدالباقي جان (جان آغا)
    - حضرت غلام جيلاني
      - حضرت محمد عمر (گل آغا)
- حضرت خواجه فضل قيوم رحه (فدا مجدد)
  - حضرت شاهه غلام اسماعيل
  - حضرت محمد يوسف جان (سندن اولاد قنڌار ۾ موجود آهي)
- حضرت خواجه محمد عظيم جان رحه (ولاد نه ٿيو)
- حضرت خواجه محمد علي جان رحه
- حضرت آقا احمد علي خان رحه (منو جان)
  - نياڻي
- حضرت آقا فتح علي جان رحه
  - بيبي امت المجيد منصوب حضرت، اسد الله جان (ملير ڪراچي)
    - حضرت محمد ضياءالحق
      - حضرت خورشيد احمد
        - غلام رفيع الدين
        - ٽي نياڻيون
    - پنج نياڻيون
- حضرت آقا شير علي جان (لاولد)
- حضرت آقا غلام علي جان (لاولد)
- 3 نياڻيون





سلسلو اولاد نثار احمد دلبر آغا
حضرت نثار احمد دلبر آغا
حضرت عبدالقادر
حضرت محمد يعقوب جان
حضرت محمد ايوب جان
حضرت محمد موسيٰ جان
هڪ نياڻي
حضرت محسن جان
حضرت حسن جان
حضرت محمد سعيد
حضرت علي احمد
حضرت غلام ضياءالدين
حضرت فرخ شاهه (اڃا اولاد ناهي)
حضرت غلام دستگير
حضرت احد علي
يارهن نياڻيون
حضرت محمد اسحاق جان
حضرت محمد زبير
حضرت محمد رضا
نياڻي
حضرت محمد ايوب
ٻه نياڻيون
حضرت سعيد
حضرت نويد
5 نياڻيون
حضرت محمد رفيق
حضرت غلام محمد
حضرت نظام الدين
5 نياڻيون
حضرت انضمام الحق
6 دختر
حضرت غلام محي الدين
حضرت شهاب الدين
حضرت غلام بهاءالدين
حضرت غلام مصطفيٰ
6 نياڻيون
حضرت محمد موسيٰ (آغا)
حضرت منصور احمد
حضرت فضل ڪريم
حضرت فضل رحيم
ٻه نياڻيون
شاهه رخ
ٻه نياڻيون
حضرت فضل قيوم
حضرت فضل ربي
حضرت عبدالنبي
ٽي نياڻيون
حضرت امان الله
حضرت محمد معصوم
ٽي نياڻيون
محمد خالق
نياڻي
حضرت محبوب ربي
حضرت محمد حارث
حضرت محمد اسد
6 نياڻيون
حضرت عبدالرفي
حضرت عبدالحق
حضرت عبدالصمد
حضرت محمد عظيم
حضرت غلام مرتضيٰ
حضرت غلام مجتبيٰ


شجرو اولاد خواجه عبدالرحمان ـ ٽکڙ ٽنڊو سائينداد)
حضرت خواجہ شاہ فضل الله قدس سره
غلام قيوم جان
حضرت خواجہ عبدالرحمان
حضرت شاہ عبيدالله مکي
حضرت خواجہ عبدالرحمان عليہ الرحمہ
خواجہ محمد حسن جان
خواجہ محمد حسين جان (ناري وارا حضرات)
حضرت عبدالله جان (شاہ آغا)
حضرت عبدالستار جان شجرو الڳ ڏنل آهي
حافظ محمد هاشم جان شجرو الڳ ڏنل آهي
حضرت محمد حنيف جان
9 نياڻيون
حضرت غلام علي
مولوي غلام نبي
حضرت محمد سعيد جان
4 نياڻيون
ولي محمد
دوست محمد
4 نياڻيون
حضرت عبدالحميد جان
3 نياڻون
خالد سعيد جان
مسعود سعيد
محمد سجاد
عبدالرشيد
محمد اشفاق
سعدالله
ساجد جان
ماجد جان
12 نياڻيو
محمد سالڪ
احمد سعيد
سرمد سعيد
سعد بن سعيد
2 نياڻيون
محمد حسن جان
2 نياڻيون
ابراهيم جان
2 نياڻيون
حضرت عبدالوحيد جان
فضل احمد جان
نثار احمد جان
عبدالرحمان جان
4 نياڻيون
عبدالله جان
عبيدالله
3 نياڻيون
محمد مدني
وقاص احمد
2 نياڻيون
ثاقب جان
عاقب جان
3 نياڻيون
غلام علي جان
وجهہ احمد
صفي احمد


سلسلو اولاد عبدالستار جان (ڪڪ ٿنڊو سائينداد)
حضرت عبدالستار جان
حضرت مسيح الله جان
حضرت ڪليم الله جان
حضرت ذاڪر خليل الله
حضرت اسد الله جان
حضرت محمد صديق جان
حضرت محمد عثمان
حضرت غلام فاروق جان

**سلسلو اولاد حافظ محمد هاشم جان (ٽکڙ ننڍو سانينداد)**

حضرت حافظ هاشم جان

- صفي الله جان
  - ٻه نياڻيون
- محمد عابد جان
  - شاهد جان
  - نياڻيون
- محمد حامد جان
  - نياڻيون
- ٻه نياڻيون

حضرت محمد حنيف جان
بن
خواجہ محمد حسن جا رحہ
بن
خواجہ عبدالرحمان جان رحہ

- محمد حنيف جان
  - ٽي نياڻيون
- محمد مجيب جان
  - امير حمزه
  - هک نياڻي
- محمد فريد جان
  - عبدالله جان
  - محمد علي جان
  - هک نياڻي
- حفيظ الله جان
- ارشد جان
- عبداللطيف جان
  - محمد حسن
  - محمد حسين
- محمد جان
- محمد علي جان
- 9 نياڻيون





## سلسلو اولاد حضرت شاهه عبدالله مڪي۔ (ٽنڊو سائينداد ڪنري)

حضرت شاهه عبيدالله عليه الرحمة (مڪي) جو ڪجهه اولاد ته افغانستان ۾ رهيو. هتي سنڌ ۾ ٽنڊو سائينداد (ڪنري) ۾ سندن ٻه فرزندن جو اولاد موجود آهي. تصفيل هن ريت آهي: (غلام مجدد بابا سائين)



## سرهندي حضرات (ننڍو محمد خان) وارن جو شجرو

حضرت شاه حبيب الله سرهندي رحه
(بمبئي وارا)

حضرت عبدالقدوس جان رحه
(شيرين آغا)

- عبدالسلام جان
  - احمد جان
    - محمود جان
      - احمد جان
      - ظفر جان
      - ارشد جان
    - مقصود جان
    - مسعود جان
    - مشهود جان
  - غلام قيوم جان
    - صادق جان
      - آصف جان
      - زبير جان
      - انس جان
      - اويس جان
    - مصدق جان
      - منصور جان
      - محسن جان
      - احسن جان
      - افغان جان
    - شاهد جان
    - زاهد جان
  - حبيب الله
    - نجيب الله
      - فهد جان
      - فواد جان
      - مسعود جان
      - حماد جان
    - سيف الله
  - غلام محمد جان
    - فياض جان
    - عبدالقدوس جان
    - يوسف جان
    - طاهر جان
    - طارق جان
- عبدالغفار جان
  - عبدالباقي جان
    - محمدعاصم جان
      - بلال احمد
      - سهيب جان
  - عظيم الله جان
    - عزيز الله جان
      - مصعب جان
    - حفيظ الله جان
  - امين الله
    - غلام عمر جان
      - عبدالغفار جان
      - عمير جان
    - سالم جان
      - شاه احمد
      - شاه قيوم
    - محمد مسلم
      - محمد حسن
    - سلمان جان
  - محمد انور
    - محمد منور جان
      - محمد حارث
    - محمد نعمان
- غلام عمر جان
  - عبداللطيف جان
    - محمد عالم جان
    - محمد فيصل
    - جمال جان
    - ثاقب جان
  - عبدالجبار جان




حضرت مجددي (پير سرهندي) سرهاڙي ضلعو سانگهڙ وارن جو شجرو
حضرت خواجہ غلام اڪرم جان فاروقي سرهندي
خواجہ محمد فريد جان سرهندي
حضرت غلام قنبر جان
ٻہ نياڻيون
حضرت شمس الدين (لاولد)
تيرنهن نياڻيون
حضرت حڪيم عبدالغفور جان
حضرت عبدالرحمٰن جان
حضرت محمود الحسن جان
حضرت عبدالرحيم جان
هڪ نياڻي
محمد انور جان
مصطفيٰ رافت جان
فرحت ڪمال
اوصاف المعر جان
عبدالغفور
محمد طلحہ
محمد طلحہ
حضرت پير خالد رفعت جان
ابوالخير جان
حاجي محمد يونس جان
محمد فريد جان
تيرنهن نياڻيون
محمد يوسف جان
محمد موسيٰ جان
غلام الله جان
عبدالله جان
حبيب الله جان
هدايت الله جان
عنايت الله جان
مرحوم صبغت الله (لاولد)
محمد عاطف
محمد دائود جان
ابو طلحہ سڪونت باڊہ آهي)
آصف جان
ڪاشف
محمد طاهر
احمد فراز
عبدالرحمٰن
زين العابدين
ٻہ نياڻيون مصطفيٰ عمر جان طارق رفعت عمر طلعت جان عثمان علي جان
عبدالوحيد جان
عبدالناصر جان
محمد راشد
محمد سلمان
محمد شعيب
علي حيدر
مدثر حسين
محمد زيد
محمد زوهيب
صدام حسين
احسان الله
زبير
ظهير
اظهار
عبدل اول جان
محمد جنليل جان
عبدالرافع جان
سميع الله جان
انوار الله جان
مجتبيٰ جان
اسد الله جان
احمد الله جان
عرفان الله
محمد طلحہ
صبغت الله
حزب الله
پنج نياڻيون
سعد الله جان
نجيب الله جان
غلام مرتضيٰ محمد مشعل محمد سعيد
محمد فاروق
غلام حسين
حامد الله
محمد ابراهيم
محمد الياس
عبدالباسط
رفيع الله
حبيب الله
محمد باسط
محمد يحيٰ


شجره حضرات پير سرهندي گوٺ ملير ڪراچي
حضرت ضياءُ احمد جان عليه الرحمة
حضرت عبداللطيف
حضرت غلام الله
حضرت حجت الله
3 نياڻيون
حضرت اسد الله جان
صبغت الله
عبدالفتاح
غلام مرتضيٰ
احمد الله
حزب الله
عبدالحڪيم
عبدالڪريم
غلام مصطفيٰ
عبدالرئوف
محمد آصف محمد ڪاشف
هڪ نياڻي
عبدالجليل جان
عبدالجبار جان
محمد اڪرم
عبدالعزيز
عبدالڪريم
عبدالحفيظ
عبدالحليم
عبدالغني
فضل احمد
نور احمد
عبدالواحد
شمس الحق
عبدالحق
عبدالرحمان
عبدالرحيم
هڪ نياڻي
محمد اسلم
(مفتور آهي)
عبيدالله
غلام مجدد
غلام مصطفيٰ
غلام مجتبيٰ
غلام رسول
هڪ نياڻي
عبدالله
3 نياڻيون
سيف الله مرحوم
ضياءُ الله مولانا
احسان الله
حامد الله
ظفر الله
نصرالله
احمد الله
فرمان الله
رفيع الله
عتيق الله
خليل الله
هڪ نياڻي
شهزاد جان
محمد علي
عبدالباسط
محمد حسين
3 نياڻيون
عبدالغفور
عبدالقادر
عبدالرسول
عبدالصمد
3 نياڻيون
غلام رسول
عطاءُ
عبدالواحد
عبدالاحد
نياڻيون
عنايت الله
محب الله
حفيظ الله
امان الله
محمد حارث
محمد مظهر
محمد نعمان
هڪ نياڻي
عبدالشڪور
عبدالصبور



شجره حضرات پير سرهندي ناراويلي (سامارو) ضلعو عمرڪوٽ
حضرت خواجه عبدالرحمٰن قدس سره (ٽکڙ) حيدرآباد
خواجه محمد حسين جان
خواجه محمد حسن جان
محمد اسماعيل جان روشن
محمد يعقوب جان (اولاد فوت ٿيا)
4 نياٽيون
عبدالمجيد جان
خواجه محمد ابراهيم جان
محمد اسحاق جان ساقي
محمد حسين
احمد حسين
اقبال حسين
نضل حسين
خالد حسين
نذير حسين
الطاف حسين
شاهد حسين
آفتاب حسين
اميد حسين
ڏھ نياٽيون
عبدالعليم
سعد حسين
محمد حسن
عمر فاروق
2 نياٽيون
فاران حسين
2 نياٽيون
احمد حسين
2 نياٽيون
غلام رسول جان
نور احمد جان
نثار احمد جان
قدوس احمد جان
اشفاق احمد جان
اشتياق احمد جان
6 نياٽيون
اسماعيل جان
عبدالرحمان جان
غلام مجتبي
غلام مجدد
غلام جيلاني
8 نياٽيون
اسحاق خان
3 نياٽيون
ٻه نياٽيون
متقد احمد
مدثر احمد
مبشر احمد
مظهر احمد
مظفر احمد
2 نياٽيون
افتخار احمد جان
محمد ناصر جان
محمد زبير جان
محمد طلحه جان
8 نياٽيون
مسرور احمد
مصباح احمد
عبدالرؤف جان
آفاق احمد
فيصل جان
فهد جان


سلسلو پير سرهندي نارا ويلي
ولي الله جان
رفيع الدين
حجت الله
محمد موسيٰ جان
4 نياڻيون
محمد رامع
محمد خاشع
محمد قانت
ثناءالله جان
7 نياڻيون
خليل الله
عبدالله
غلام الله
اڪرام الله
انعام الله
امان الله
محمد ايوب جان
3 نياڻيون
عبدالرحمان
جوادالرحمان
حمادالرحمان
سجادالرحمان
عطا محمد يعقوب جان
4 نياڻيون
محمد عمر جان
شاهجهان
غلام معصوم
خورشيد احمد
عطاءُ الله جان
2 نياڻيون
انوار احمد جان
محمد عيسيٰ جان

# نول+ نول پٽي

نول ذات وارا ڇهن سئو سالن کان وٺي سنڌ ۾ رهڻ ڪري سمہ قبيلي جو هڪ پاڙو چورائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا آهن. شيخ صادق علي هنن کي سمن ۾ شمار ڪيو آهي. سنڌ جي ذاتين تي تحقيق ڪندڙ بہ هنن کي سمہ قبيلن مان سمجهن ٿا پر حقيقت ۾ هي پٽي راجپوت جو هڪ پاڙو آهي جيڪو پڻ هڪ قبيلي جي صورت اختيار ڪري ويو. هن ذات وارن جي اڪثريت پنجاب ۾ رهي ٿي جيڪي پنجابي ڳالهائن ٿا.

نول عربي ٻولي جو لفظ آهي. فيروز اللغات جي مطابق هن جي معنيٰ آهي. بي مثال، نادر، نو عمر ۽ خوبصورت عطا بخش بہ آهي. پروفيسر محمد خان جي مطابق راجستاني ٻولي ۾ نول بهادر ۽ دلير کي چوندا آهن. ميان محمد صديق دي لينڊ آف ٿوريورز (ٻن دريائن جي سر زمين) ۾ لکيو آهي تہ نول قبيلي جو تعلق يونان جي فوج سان آهي جيڪا سڪندر اعظم سان گڏ آئي هئي. اهي يونان جي بحري فوج سان تعلق رکندڙ هئا جنهن کي نيول چيو ويندو هو ۽ نيول مان نول ٿي ويو جو انهن مان ڪيتري فوجي هت رهي پيا هئا. اهو بہ چيو وڃي ٿو تہ نول سردار پنهنجي پٽڪي کي نو ور ڏيندا هئا جنهن ڪري نون وارن واري مان نول سڏجڻ لڳا. اهو بہ هڪ خيال آهي تہ سنڌ جي ماٿهن پنجاب کان نون آيل کي نول سڏيو يعنيٰ ٻاهران کان نوان آيل فرد يا ڪٽنب. انهي ڪري هو نول ذات جا ٿي ويا پر در حقيقت ۾ هو پٽي ذات جا هئا ۽ پوءِ نول پٽي سڏجڻ لڳا. پر اسان جي تحقيق موجب پٽي قبيلن مان هڪ قبيلو نول بہ آهي جيڪو راجا پٽي جي اولاد مان راجا نول راءِ يا راجا نول ديو جي پويان. سندس اولاد نول چورائي ٿي.

اي ڊي ميڪليگن پنجاب جي قبيلن ۽ ذاتين ۾ لکيو آهي تہ هي هڪ زراعت ڪار قبيلو آهي. جن سيالن کان ٻهريان چناب درياءَ جي پاسن ۾ پيل زمينن تي قبضو ڪيو.

هو بيڪا نير جي راجا ڏن مان آهن جيڪو جهنگ ۾ اچي رهيو. هي علائقو برهمڻ سلطنت جو حصو هو. نول انهي راجا ڏن جو پٽ هو.

جيمس ٽاڊ جي مطابق راجا نول ديويا راجا نول راءِ راجا پٽي جي يارهين پيڙهي ۾ هو ۽ راجا پاهو جو پٽ هو. مهر محمد بخش نول بہ پنهنجي لکيل ڪتاب "تاريخ قبيلہ نول راجپوت" ۾ ان کي اوليت ڏني آهي. هو لکي ٿو تہ نول جيسلمير ۽ بيڪانير جي علائقي ۾ پيدا ٿيو. هو هڪ وڏو راجا هو. هن جا پنج پٽ هئا. (1) شاهہ ديو (2) قول ديو (3) مال ديو (4) ابو ۽ (5) نشدي. هو لکي ٿو تہ نول راءِ کي ڇهہ پٽ هئا. (1) هري (2) ٿري (3) جگي (4) ڀبتي (5) اوسي ۽ (6) لوسي، قصور طرف رهندڙ نول پاڻ کي هري جي اولاد ٻڌائيندا آهن. سندن ڳوٺ جو نالو هري جانول آهي. باقي پنجن پٽن جي اولاد راجستان، سنڌ، پنجاب، ڪشمير ۽ ٻين علائقن ۾ رهي ٿي. راجا نول راءِ جي اولاد خانداني جهڳڙن جي ڪري بيڪانير مان نڪتي ۽ 1206ع کان 1462ع تائين جهنگ جا حڪمران رهيا.

نول قبيلو ڪڏهن اسلام قبول ڪري مسلمان ٿيو تنهن جي ڪا بہ پڪي ثابتي ڪو نہ آهي. انهي سلسلي ۾ مهر محمد بخش نول پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ 1206ع ۾ راجا ڏن جو پٽ راجا توڏر ٻهريون نول حڪمران هو جيڪو مسلمان ٿيو. هن جي راءِ جي مطابق نول قبيلي وارا ان کان پوءِ بہ مختلف وقتن تي مختلف بزرگن ۽ ولي الله جي معرفت دين اسلام ۾ داخل ٿيندا رهيا. هن جي مطابق حضرت بهاءُ الدين ذڪريا 27 رمضان 566 هجري (1171ع) تي پيدا ٿيو ۽ 661 هجري (63-1262ع) تي وفات ڪئي. هي اهو دور هو جڏهن نول قبيلو مسلمان ٿيو ۽ جهنگ ۾ برسر اقتدار هو. ٻين جو خيال آهي تہ نول قبيلي وارا جيئن تہ حضرت سلطان باهو. حضرت

شاجيونہ، حضرت بابا فريد ۽ حضرت مخدوم جهانيان جا معتقد آهن جنهن مان ثابت ٿئي ٿو تہ نول قبيلي جا فرد انهن جي هٿان بہ مسلمان ٿيا هوندا. مهر محمد بخش جو خيال آهي تہ هو شهاب الدين غوري جي وقت ۾ پهريون دفعو مسلمان ٿيا. نول قبيلي وارا هندو ۽ مسلمان آهن.

نول سنڌ ۾ 16 صدي عيسوي ۾ اچڻ شروع ٿيا ۽ 1947ع تائين مختلف وقتن تي پنجاب جي مختلف جڳهن تان ايندا رهيا جيڪي سنڌي معاشري سان ائين ملي ويا جو هننڪي پنهنجن پرين ڳوٺن ۽ عزيزن جي بہ ڪا خبر ناهي ۽ هنن سنڌين سان مٽيون مائٽيون ڪيون، جنهن ڪري سمہ قبيلي جو حصو ٿي ويا ۽ پنجاب کي هميشہ لاءِ وساري ڇڏيو. هو سنڌي ۽ سرائڪي ڳالهائن ٿا ۽ سنڌ ۾ خيرپور ميرس، نوشهروفيروز، حيدرآباد، ڄامشورو. سانگهڙ، نوابشاهہ ۽ حيدرآباد ضلعن ۾ پنهنجن ڳوٺن ۽ ٻين سان گڏجي رهن ٿا. سنڌ جو مشهور شاعر محمد رمضان [illegible] وارن نول ذات وارن مان آهي ۽ اداسي نول بہ هڪ شاعر اهي. جنهن جي شاعري تصوف سان ڀري پئي آهي.

## شجره نول پٽي


مل پسايو (عرف پائي راؤ)
هاندن
راجا پاهو
راجا نول راءِ (سندس اولاد نول راجپوت سڏرايو)
راجاڏن
راجا توڏر (جيڪو مسلمان ٿيو)
راءِ قبول خان
راءِ ڪبير خان (گورنر ملتان ۽ اچ شريف)
راءِ ڪالو خان
مبارڪ خان
سجاول خان
نورنگ خان
حاڪم جهنگ
ملوخان
حاڪم دهلي
۽ سپه سالار
سارنگ خان
حاڪم ملتان
۽ ديبال پور
عادل خان
حاڪم لاهور
ولي داد خان
سيالن نول قبيلي
خان جهنگ جو
علائقو کسي ورتو.
سيف الدين
خداداد خان
هي ٻئي پائر تيمور لنگ هٿان مارجي ويا.

**سلسلو اولاد نول پتي**



## خاندان پٽي جا قبيلا

(1) الپسيال پٽي (2) اتيرا پٽي (3) اٽرا پٽي
(4) اٺاري پٽي (5) انڪپال پٽي (6) اوپلال پٽي
(7) بنگيال پٽي (8) پورح پٽي (9) پلوال پٽي
(10) پاپا پٽي (11) پوجہ پٽي (12) پارٹ پٽي
(13) ڀهاڙ پٽي (14) ہر آر پٽي (15) توڙياتون پٽي
(16) تاوٽي پٽي (17) تگڙ پٽي (18) جهڪڙ پٽي
(19) جرار پٽي (20) چنڙ پٽي (21) چيدو پٽي
(22) ڌاريوال پٽي (23) ڏمال پٽي (24) ڊول پٽي
(25) ڏال پٽي (26) رانجها پٽي (27) راجها پٽي
(28) رنڌاوا پٽي (29) سڌار پٽي (30) سرمور يا پٽي
(31) سويہ پٽي (32) سمور پٽي (33) سنگران پٽي
(34) سنڌانوا ليہ پٽي (35) سانسي پٽي (36) سچرا پٽي
(37) ڪلس پٽي (38) ڪانجو پٽي (39) ڪلچا پٽي
(40) ڪرو ٺانہ پٽي (41) ڪير پٽي (42) ڪليار پٽي
(43) ڪليال پٽي (44) ڪلوال پٽي (45) گڏ گوڙ پٽي
(46) گجرال پٽي (47) گهلو پٽي (48) ڳنواس پٽي
(49) لڏڙ پٽي (50) راهو پٽي (51) لعل پٽي
(52) رڪڻ پال پٽي (53) مهر پٽي (54) متو پٽي
(55) موهڙ پٽي (56) ملتاني پٽي (57) مهتہ پٽي
(58) منج پٽي (59) مترا پٽي (60) مير پٽي
(61) مور پٽي (62) موهور پٽي (63) ميجر پٽي
(64) نون پٽي (65) نيسبال پٽي (66) نجره پٽي
(67) وتو پٽي (68) وملي پٽي (69) هونجن پٽي
(70) هنيار پٽي (71) هرل پٽي (72) اوڏ پٽي
(73) خيالي پٽئي (74) پنگسي پٽي (75) سهراب پٽي
(76) ٽانوري پٽي (77) ميڪن پٽي (78) جانداهي پٽي
(79) سمہ پٽي

# مشائخ پوٽا

مشائخ، شيخ جو جمع آهي. عرب ۾ شيخ، بزرگ، الله واري ولي الله، عالم دين لاءِ استعمال ٿيندو آهي. ڪا بہ ذات يا قبيلو نہ آهي. ٽنڊو آدم ضلعي سانگهڙ طرف مشائخ پوٽا رهندا آهن جن جو خاص ڳوٺ جان محمد مشائخ پوٽو آهي، جيڪو سنڌوءَ جي قديم وهڪري تي جنهن کي مقامي ماڻهو "مورياٽي ڍورو" سڏيندا آهن اتي موجود آهي.

مشائخ پوٽا، هڪ عالم، بزرگ ۽ ولي الله هوتي مشائخ جي نسبت سان ان جي اولاد مشائخ پوٽا سڏجي ٿي، جيڪي اصل ۾ لاکو ذات جو هو، ڪن جي مطابق سمون هو. سندس شجرو هوتي پٽ لاکو پٽ پاٽو پٽ آمر پٽ مناهيو آهي.

اٺين صدي هجري سان هن بزرگ جو تعلق آهي. تحفة الڪرام ۾ هن بزرگ جو ذڪر آهي تہ هو پيرن جو پير هو، اڪثر مٿي کان پيرن تائين ڳاڙهو لباس پائيندو هو ۽ تير ڪمان هٿ ۾ هوندو هوس. مير علي شير قانع سندس هڪ ڪرامت جو ذڪر ڪيو آهي تہ هو هڪ ڳوٺ ۾ ويو جنهن جي چڱي مڙس جو پٽ ڪتي ڪنهن پري هنڌ تي ويل هو. ان لاءِ هو فقير فقراءِ ۽ الله لوڪن کان دعا گهرائيندو ۽ خير خيرات ڪندو رهندو هو. اتفاق سان جنهن ڏينهن هڪ جماعت کي دعا واسطي گڏي ڪري دعوت ڪارائي رهيو هو تہ شيخ هوتي لاکو بہ اتي پهچي ويو جيڪا ڳالهہ انهن کي نہ وڻي ۽ ڪيس حقارت سان ڏسڻ لڳا ۽ سندس ڪنهن بہ پرگهور نہ لڌي جنهن تي ڪاوڙ ۾ اچي هنن کي چيو تہ اوهان کي انهيءَ مهل تائين دعوت کائڻ حرام آهي جيستائين هن جو پٽ حاضر نہ ٿا ڪريو، جيڪڏهن اوهان نہ ٿا ڪري سگهو تہ اهو ڪم هن جي حوالي ڪن. هنن جند ڇڏائڻ لاءِ تہ هو ناممڪن کي ممڪن ڪيئن ڪري سگهندو چيائون اهو ڪم تنهنجي حوالي آهي.

شيخ هوتي هڪدم ڇوڪري کي ٻانهن کان وٺي پيش ڪيو، جيڪو ان وقت تيل وٺڻ لاءِ بازار وچي رهيو هو. شيخ هوتي الله تعالىٰ جي حڪم سان اهو معجزو ڪري ڏيکاريو جنهن کان پوءِ هو مشهور ٿي ويو.

چون ٿا تہ جتي سندس مزار آهي اتي درياءَ جي ڪناري مهاڻو قبيلي جي پاڙي "مورياٽي" وارن جو ڳوٺ هو، جتي اڳ ۾ ئي هڪ بزرگ "ميو ساند فقير" ويٺل هو جنهن جي مزار پڻ ڍوري جي ڪنڌي تي آهي. تنهن کي چيو تہ ويٺلن کي ٻئي پاسي ويهاريو جيئن جاءِ ٿي. جنهن تي درويش "ميو ساند" چيو فقير سائين توهان جو نالو اڳ ۾ ٿا ڪريون ۽ اسان پويان ٿا ويهون، تنهن ڪانپوءِ اهو ماڳ مشائخ هوتي جي نالي سان سڏجڻ لڳو.

مشائخ هوتي لاکو کي چار پٽ هئا. ميون مُبو، ميون محمد قاسم، ميون محمَد ۽ ميون احمد. جن کي مير علي شير قانع شيخ محمد ۽ شيخ احمد ڪري لکي ٿو. جن مان شيخ محمد هميشہ آزاد، سنڌ جي ناليوارن بزرگن ۽ وڏن اوليائن مان آهي ۽ شيخ احمد هميشہ عبادت ۽ مجاهدي ۾ ڪوشان رهندو هو ۽ هڪ گهڙي بہ ذڪر کان خالي نہ هوندي هيس ۽ هو شيخ هوتي جو خليفو هو. ٻنهي بزرگن جون مزارون پيءُ جي مزار لڳ آهن.

سنڌ جي مشهور سمہ حڪمران ڄام نظام الدين ننڊو 811 هجري، شيخ هوتي ۽ شيخ احمد جي قبرن تي مزار جوڙايون هيون.

شيخ هوتي لاکو جي پٽن جي، جيڪا اولاد ٿي سندس نسبت سان مشائخ پوٽا سڏي ويئي. جيڪي ٽنڊو آدم، ٽنڊوالهيار، شهدادپور، ڪپري ۽ قاضي احمد تائين مختلف هنڌن ۽ ڳوٺن تائين ڦهليل آهي.

# چارڻ

چارڻ قديم سنڌي، جنهن کي موجوده دور جا عالم سنسڪرت چون ٿا. تنهن جي مطابق اصل لفظ چٽرا آهي جنهن جي معنيٰ آهي ڳائڻو. پڻ، چارڻ اهو طبقو آهي جيڪو جنگ جي وقت شعر و شاعري ڪري، ڳائي ۽ فوجين جي همت افزائي ڪري ۽ قومي غيرت جاڳائي، چارڻ جي اها بہ اصطلاحي معنيٰ آهي. شاعر، گيت نگار، موسيقار ۽ قومي گيت ڳائڻ وارو.

هن ۾ مختلف ذاتين جا ماڻهو اچي وڃن ٿا پر پيشي ۾ هڪ طبقي سان تعلق هجڻ ڪري هڪ ذات بڻجي ويئي آهي. سنڌ ۾ چارڻ قصن، ڪهاڻين، شجرن ۽ واقعن کي پنهنجن بيتن ۾ زنده رکندا آهن، تنهن ڪري انهن جي وڏي حيثيت ۽ اهميت آهي.

لاڙڪاڻي ضلعي ۽ لاڙ ۾ هنن جا پنهنجا ڳوٺ آهن. هي پنهنجو اباڻو پيشو ترڪ ڪري، نون ڌنڌن ۽ ڪرتن ۾ لڳي ويا آهن. چاڪاڻ تہ هن جديد دور ۾ انهن جي اهميت نہ رهي آهي. شاهہ عبداللطيف جو هڪ بيت آهي جنهن ۾ چارڻ جو ذڪر آهي:

ڏاتار ۽ مڱڻي، ڪو نہ وسيلو وچ
سائي تال تنندن جي سائي چارڻ چت
جي هتي جي هٿ نہ ڳال مڙائي هيڪڙي

# ڪماڻ

ڪماڻ، چتور جي راجا جو خانداني لقب آهي، هتي هي مانجهند تعلقي ۽ ڄامشوري پاسي جي ذات آهي. ممڪن آهي تہ هي چتور کان لڏي اچي سنڌو درياءَ جي ڪچي ۽ ڪناري تي آباد ٿيا هجن ۽ پنهنجي راجا جي خانداني لقب کي سڃاڻپ طور استعمال ۾ آندو هجي، جيڪو بعد ۾ ذات ۾ تبديل ٿي ويو. هاڻي هي سمہ قبيلي ۾ شمار ڪيا وڃن ٿا.

# ارباب

هي اصل ۾ ذات جا نهڙي آهن. هنن کي ٽر جو بادشاهه چيو ويندو آهي. يعني ٽر جا مالڪ. ڪين "ارباب" لقب سان سڏيو ويندو آهي. لفظ ارباب عربي ٻولي جي رب (خدا) يعني خدا جو جمع آهي. عرب جا جابر حڪمران کي ارباب حڪومت چوندا آهن. ٽر جا راهمون ٻه ارباب ڪوٺيا ويندا آهن. پر سنڌ ۾ ان جو مطلب، محترم، شان وارو، وڏماڻهپ وارو، عزت دار انهيءَ ڪري سنڌ ۾ ارباب جي معنيٰ آهي محترم، پر خاص ماڻهو يا ماڻهن لاءِ جن ۾ وڏماڻهپ هجي. وڏماڻهپ جو مطلب سڀني جي سار سنڀال لهڻ ۽ پرگهور ڪرڻ وارو، جيئن گهر جو وڏو.

# ڪوکر

ڪوکر راجپوت آهن شيخ صادق علي مطابق رائوڙ قبيلي مان سمہ آهن. شاهان گجر جو مصنف کين جت لکي گجرن ۾ شامل ڪري ٿو. ڪي ڪوکر پاڻ کي غزني کان آيل قطب شاهہ (جيڪو حضرت علي جي ٻي ڪنهن زال جي اولاد مان هو) جي پٽ محمد جي اولاد چورائيندا آهن. جيڪو اعواڻ ذات جو مورث اعليٰ آهي. هن جي اڪثريت پنجاب ۾ رهي ٿي. انهن مان ڪي هتي لڏي آيا ۽ آباد ٿي ويا. ڪوکرن جي روايت مطابق تہ هنن جي وڏن جي هڪ رياست جمون ۾ منگلا ديوي جي قلعي ۾ هئي. پوءِ خيرپور تي قبضو ڪيو. خيرپور جي نسبت سان انهن ڪوکر چورايو يعني خيرپور وارا. اڪثر محققن قطب شاهہ واري روايت کي رد ڪيو آهي ڇاڪاڻ تہ ڪوکر پهريان مسلمان ڪو نہ هئا. اها هڪ من گهڙت ڪهاڻي آهي.

حقيقت ۾ ڪوکر قديم سنڌ جي سنڌي قبيلن مان هڪ آهي جن جو مورث اعليٰ شري ڪرشن هو، جنهن جي اولاد جي نسل مان سمہ، جاڙيجہ ۽ ڀٽي آهن، هن قبيلي جو تعلق ڀٽي خاندان واري شجري سان آهي ۽ چندر بنسي خاندان سان تعلق آهي، ٺاڪر ڪاهن سنگهہ بلاوريہ لکيو آهي تہ ”هي انتهائي بهادر، دلير ۽ نڊر چندر بنسي راجپوت آهن.“ محترم جيمس ٽاڊ لکي ٿو تہ ”يادؤ بدلجي ڀٽي ٿي ويا، يادؤ جي نسل ۾ قبيلو ڀٽي آهي ۽ قبيلو جاڙيجو انهن ٻنهي جي تاريخ هڪ آهي، ڇاڪاڻ تہ هو اولاد ڪرشن آهن. جيئن تہ ڪرشن جو مشهور و معروف لقب سيام يا سامہ هو، جو هو ڪٽڪ رنگو يعني سانورو هو، انهيءَ جي ڪري جاڙيجي قبيلي وارن کي سامہ پوٽو جو لقب مليل هو جيڪو بعد ۾ بادشاهي لقب سمہ مشهور ٿي ويو. جڏهن سنڌ ۾ رهندڙ جاڙيجہ سمہ مسلمان ٿي ويا تہ هن پنهنجو تعلق اسلام سان ائين ڳنڍي ڇڏيو جو پنهنجو نسلي تعلق شام، عرب ۽ ايران سان ملائي ڇڏيو ڪن تہ پاڻ کي ايراني نسل سان ثابت ڪرڻ لاءِ ايران جي جمشيد سان ناتو قائم ڪري ورتو ۽ جام جمشيد پويان جام سڏايو. اهڙي طرح سان سيام بدلجي جام ٿي ويو، پر ان جي ٻي بہ حقيقت اها هئي تہ ڪرشن جي زال جامل مان هجڻ ڪري جام مشهور ٿيا ۽ اهي غلط بيانيون ۽ غلط فهميون اڻ ڄاڻ تاريخ نويسن ۽ انساب جي عالمن پيدا ڪيو، دراصل يادؤ يا جادؤ جيڪي هڪ ئي خاندان جا ٻہ نالا آهن انهن جي نسل سڄي قديم سنڌ ۽ هند ۾ هر هنڌ ڦهليل آهي. جيئن يادو، سردار ڪرولي، ڀٽي سردار جيسلمير، جاڙيجہ سردار ڪڇ ۽ ڀڄ ۽ سمہ سنڌ.

رائوڙ جن بابت شڪ آهي تہ هي مشهور معروف خان ڪسڪي جي نسل مان آهن. هن جو شجرو ڪشن پٽ راما جو بيان ڪيو ويندو آهي. انهيءَ صورت ۾ هي سورج بنسي آهن پر ان تي سخت اختلاف آهي ۽ چون ٿا تہ اهي اولاد ڪشن نہ آهي. بقول ٽاڊ ”جيئن تہ هو ڪيوشٽ آهن پر انهن کي اولاد ڪشب خاندان سورج بنسي سمجهندا آهن ۽ چوندا آهن تہ اهي هڪ خون بها جي عيوض ۾ ورتل عورت جي اولاد آهن ۽ اهو ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن تہ اهي اولاد هري ڪشپ شيطان جي اولاد مان آهن، پر ان جي باوجود انهن جي اصليت اها آهي تہ اهي خاندان چندر بنسي، ڪشن يا اولاد اجميت باني قنوج جي آهن.“ هو وڌيڪ لکي ٿو تہ شجره نويسن هنن کي ڪو سڪ جي نسل مان سمجهيو آهي جنهن جو ڪو بہ ثبوت ڪونهي، انهن جو درحقيقت وطن جيڪو ثابت ٿيو آهي اهو قنوج آهي ۽ رائوڙ چندر بنسي آهي جنهن جا چوويهہ (24) پاڙا (هاٿي قبيلا) آهن. جيئن ڏانڏل، ٻڌيل (ٻڌ؟)، چڪٽ (چڪتو-چغتو) ڏورا، ڪوڪرا (ڪوکر) بدورا، ڇاچيرا، رام ديو، ڪبيريا، هتونديا، هلاوت، سون دو، ڪنڇيچا، ميو هولي، گوگاديو، مهي (ماهي، ملهي، ملي) ڇاڇي، سنگا، مورسيہ (مور، موريا) جوت سيا، جورا وغيره.

جيمس ٽاڊ جي مطابق ڪوڪر يعني ڪوڪر راٺوڙ قبيلي جو پاڙو آهي جيڪي چندر بنسي راجپوت آهن. ان حقيقت کي سرتاج التواريخ جي مصنف به قبول ڪيو آهي ۽ لکيو آهي ڪوڪر راجپوت بنيادي طور راٺوڙ نسل سان تعلق رکن ٿا. راٺوڙ قبيلو هن وقت موجوده سنڌ ۽ راجستان جي سرحدن تي رهي ٿو. شايد گڏيل قديم سنڌ جي وقت به سنڌن اهو ماڳ هجي، اڄ به راٺوڙ ۽ ڪوڪر سنڌ جي راجستان جي سرحدن ويجهو ڪافي آهن. مشهور چيني سياح هيون سانگ هنن کي ڪوڪيلو سڏي ٿو. نندو لعل پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي ته: "اوپرندو راجپوتان، قديمي طور تي ڪوڪر علائقو سڏي ويندو هو." سنڌن حڪومت جي گادي جو هنڌ بار مير هو جيڪو جوڌپور ۾ آهي، مسٽر جيمس برگ ان حقيقت کي تسليم ڪندي لکيو آهي "اوپرندو راجپوتانه ڪوڪر قبيلي وارن جو هو. آئين اڪبري جي موجب "اڪبر جي سالار شهباز خان ڪوڪر يعني ناگپور جي راجا، ماڌو کي اڪبر جو مطيع ۽ فرمانبردار بڻايو جيڪو راجستان جو حصو هو جنهن مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته ڪوڪر قديم سنڌ جا رهواسي هئا ۽ اهو چوڻ غلط آهي ته ڪوڪر جو تعلق پنجاب سان آهي ۽ اتان نڪري سنڌ يا ٻي هنڌ ويا آهن پر انهن جي وڏي اڪثريت جو پنجاب ۾ رهڻ ڪري اهو تاثر پيدا ٿيو آهي پر جنهن دور ۾ هو يعني سڪندر مقدوني کان اڳ ۾ وڃي انهن علائقن ۾ آباد ٿيا تنهن ڪري اتان جا سڏيا ويا پر نسلي طور سنڌي آهن ۽ تاريخ راجپوت ڪوڪر واري جو اهو چوڻ سراسر غلط بياني تي مبني آهي ته راٺوڙ، ڪوڪر جي هڪ شاخ يا پاڙو آهي ۽ ڪوڪر، راٺوڙ، سسوديا، گهلوٽ، گوهل، جاڙيجه ۽ سمه راجپوتن جو شجري 1600 قبل مسيح جي ايراني شهنشاهه جمشيد سان ملي ٿو. اهو مفروضو هاٿي پراڻو ۽ رد ٿي چڪو آهي. طبقات ناصري ۾ جامع التواريخ جي حوالي سان لکيل آهي، ڪوڪر بنيادي طور هندو يعني سنڌي آهن.

ڪوڪر قبيلي مان هڪ طبقو پاڻ کي ڪوڪر قطب شاهي چورائيندو آهي، جنهن متعلق تاريخ اقوام پونڇ ۾ محمد دين فوق لکي ٿو "اعواڻ قوم جي حالات مان معلوم ٿئي ٿو ته عون قطب شاهه جي هڪ بي بي زينب نالي سان هئي. هي نو مسلم هڪ ڪوڪر راجپوت رئيس جنهن کي ڪوڪرن راجا ڪلڪ لکيو آهي تنهن جي ڌيءَ هئي، ان کي هن مان چار پٽ ٿيا سڀ کان وڏو مزمل علي جو ڪلڪان جي نالي سان سڏيو، ڇاڪاڻ ته سندس والده زينب ڪلڪ جي رهڻ واري هئي، جنهن ڪري ان جي نسبت سان ڪلڪان چورايو، ٻيو پٽ جنهن جو نالو دُريتيم عرف جهان شاهه هو، جيئن مزمل جي نالي سان ڪلڪان ڪوڪر مشهور ٿيا، تيئن جهان شاهه جي نالي تي هڪ ڪوڪرن جو قبيلو جهان شاهي ڪوڪر چورايو. بي بي زينب مان قطب شاهه جي ٽئين پٽ جو نالو دمان علي هو، اهو به پنهنجي ماءُ ڪوڪر جي نسبت سان دمان عرف ڪوڪر سڏيو. انهن سڀني ڀائرن جي اولاد قطب شاهي ڪوڪر سڏجي ٿي.

حقيقت ۾ اهي اعواڻ ئي آهن ڇاڪاڻ ته اولاد جي نسبت پيءُ سان هوندي آهي. ممڪن آهي ته اهو هڪ گهڙيل قصو هجي ان جو حقيقت سان ڪو به تعلق نه هجي ۽ ڪنهن اعليٰ عرب جي نسل مان ٿيڻ لاءِ اهو قصو تيار ڪيو ويو هجي، اهڙا به ڪوڪر موجود آهن جيڪي قطب شاهه جي وڏي پٽ محمد جي اولاد مان هجڻ جي دعويٰ ڪندا آهن ۽ پاڻ کي ڪوڪر غزني چورائيندا آهن. ان سڏائڻ جو ڪهڙو سبب آهي اڄ تائين ظاهر نه ٿيو آهي. جيئن مان عرض ڪيو ته قديم سنڌين جي ذاتين جڏهن پنهنجو اباڻو مذهب ڇڏ ۽ منومت ڇڏيو ته هنن پنهنجي اصليت کان به انڪاري ٿيا ۽ پنهنجو نسب ڪنهن نه ڪنهن نموني سان عرب جي ڪنهن نالي واري خاندان سان ڳنڍي ڇڏيو جنهن ڪري من گهڙت ڳالهيون ۽ داستان تيار ٿي ويا. اهڙي طرح سان هي به هڪ من گهڙت قصي کان وڌيڪ نه آهي.

حقيقت هي آهي ته هي پڻ ۽ راٺوڙ- سنڌ ۽ راجستان جي سرحدن مان نڪري ڪڏهن ڪشمير ويا ۽ پوءِ ڪوڪر جي نئين نالي سان سڏجڻ لڳا. هڪ روايت ته اها آهي ته رياست جمون ۾ موجود منگلا ديوي جي قلعي ۾ رهندا هئا ۽ پوءِ خيرپور تي قابض ٿي ويا. ان جي نسبت سان خيرپور مان بدلجندا، ڪوڪر ۽ پوءِ ڪوڪر ٿي ويا.

تاريخ اقوام پونڇ ۾ تاريخ نسب نامه ڪوڪر ان جي مصنف ملڪ سراج جي حوالي سان ڪوڪر ذات جي بڻ بنياد متعلق هڪ شعر جي حوالي سان لکيل آهي:

"قوم آن شمس منور هست کهوکهر ز ابتدا
بعد ازاں گشتہ سیال از سال جد باصفا
لفظ کهوکهر فی الاصل خونخوار بد ار جهاں
هندیاں کهونکهار گف تند به تخفیف زبان
پس مخفف گشت آں گروید کهوکهر مشتهر

دراصل نامش زمان شااست بن قطب دهر

چونکه آں مرد بهادر بُد هشتر برو پهلوان

زاں اسلب عُرفش بلند خونخوار مشهور زماں

متين شهر جي مطابق ڪوڪر جي اصليت ڪونڪار ۽ ڪونڪار جو بنياد خونخوار ٻڌايو ويو آهي. محمد دين ان متعلق پنهنجي راءِ ڏيندي لکي ٿو تہ شعرن ۾ جيڪو بيان ڪيو ويو آهي اهو ناقابل قبول غير مصدقہ آهي هڪ طرف چيو وڃي ٿو تہ زمان علي جي ماءُ ڪوڪر ذات جي راجپوت رئيس جي ڌيءُ آهي جنهن ڪري ماءُ جي نسبت سان ڪوڪر سڏيو ويو ۽ ٻئي طرف لکيو ويو آهي تہ جيئن تہ زمان علي هڪ وڏو پهلوان هو ان ڪري ماڻهن متس نالو خونخوار رکي ڇڏيو جيڪو پهريان ڪونڪار ۽ پوءِ ڪوڪر ٿي ويو. اها مستند ۽ قابل قبول نہ آهي ۽ اهو ممڪن آهي تہ راجپوت قوم ۾ ڪو ڪوڪر نالي وارو شخص ٿي گذريو هجي ان جي نالي سان سندس والده ڪوڪر مشهور ٿي وئي هئي.

ڪوڪر، لفظ ۽ ان جي بنياد ۽ معنيٰ مفهوم ۽ مطلب ڏانهن ڪنهن جو ڌيان ئي نہ ويو آهي جنهن ڪري ڪنهن ان کي ڪشمير جي ڳوٺ خيرپور جي پويان ڪوڪر سمجهو، ڪنهن خونخوار، بهادر ماڻهو جي لفظن جي بدل ۽ بگهاڙ کي ڪوڪر ڪري لکيو ۽ ڪنهن جي مطابق ڪوڪر ڪنهن جدامجد جو نالو هو جنهن جي اولاد ان جي نسبت سان ڪوڪر چورايو.

هن جي اصليت آهي تہ ڪوڪر جو تعلق، ڪنهن علائقي ۽ خاص هنڌ ڏانهن آهي، ڪوڪر جڏهن راجستان يا راجپوتانہ ۽ سنڌ جي سرحد علائقي مان ڪشمير، پنجاب ۽ ٻين علائقن ڏانهن ويو تہ ڪوڪر ئي چورايو. جيڪڏهن ائين نہ هجي ها! تہ هو جن علائقن ۾ هاڻي رهن ٿا، اتي سندن سڃاڻپ يا ذات بہ مختلف هجي ها! پر ائين نہ آهي، جت بہ آهن ڪوڪر سڏجن ٿا جنهن مان ثابت ٿئي ٿو تہ انهن کي لڏپلاڻ کان اڳ بہ انهيءَ نالي واري ذات سان سڃاتو ويندو هو. متين ذات جو نالو علائقي جي نسبت سان آهي.

جيئن تہ ڪوڪر راٺوڙ قبيلي جو هڪ پاڙو هو. تنهن ڪري اسان راٺوڙ لفظ جي ڇنڊڇاڻ ڪري ضروري سمجهون ٿا. راٺوڙ- ر+ٺوڙ- جيڪو نڪتو آهي راٺ مان جنهن جي معنيٰ آهي سخت، پڪو، مضبوط وغيره. هي مضبوط ۽ سخت جان ماڻهو جن جو اصل وطن راجپوتانہ يا راجستان آهي، اهي اتي ڪنهن، ڪنڊ يا ڪنهن علائقي جا رهواسي يا باسي هئا. اهو سندن ذات جي نالي مان ظاهر آهي ڪوڪر- ڪو+ر.

ڪور معنيٰ ننڍي وادي ۽ ڪو فيروز اللغات جي مطابق ٻٽ يا واري جي دڙي کي چيو ويندو آهي. نوراللغات جي مطابق ٻٽ ڪانسواءِ غار، ڪڏ، جبل جي اندرين ڪوکلي حصي کي چئبو آهي. مطلب ڪو يعني ٻٽن ۽ ان جي آس پاس غارن، پاٽيءَ جي ڪڏن ۽ جبلن تي رهڻ وارو. اهو علائقي جي سڃاڻپ آهي ۽ اهڙو علائقو رڳو ٿر ۾ ئي ٿي سگهي ٿو. ر- سندن بنيادي ذات- راٺ ۽ پوءِ راٺوڙ جي نمائندگي ڪري ٿي. ڪوڪر جي پوئين ڪر يعني اهي راٺوڙ جيڪي ٻٽن وارن وادين ۾ پنهنجي مال ۽ متاع سان رهن ٿا. ڪور جي معنيٰ بہ ڏنار آهي. پهرين ڪو، هنن جي مذهبي سڃاڻپ جي نشاني آهي جيڪا ڪو؟ڙ جو مخفف آهي. ڪوڙ، شوديوتا جي پوڄا ڪرڻ وارن جي تلڪ کي چئبو آهي. هاڻي واضح ٿي ويو تہ ڪوڪر جو صاف ۽ واضح مطلب آهي شوديوتا جي راٺوڙ قبيلي جا اهي فرد يا خاندان جيڪي ٻٽن جي وادين ۾ رهن ٿا. جڏهن هو پنهنجا ماڳ ڇڏي نڪتا تہ سندن سڃاڻپ ڪوڪر جو مطلب ٿي ويو ٿر جا بهادر، نڊر ۽ مضبوط ماڻهو. اها سندن علائقائي سڃاڻپ هئي. اڄ بہ سنڌ ۽ راجستان جي بارڊر واري علائقي کي جنهن جو گهڻو حصو هندستان جي سرحد اندر آهي. ڪوڪر علائقو سڏجي ٿو، انهيءَ ڪري پاڪستان اندر ريلوي جي آخري اسٽيشن کي ڪوڪراپار سڏيو ويندو آهي. يعني ڪوڪر علائقي ڏانهن ويندڙ رستو يا لنگهہ اهو علائقو سندن مذهبي ۽ قبيلائي سڃاڻپ جو ثبوت آهي. اهو نالو اڄ کان سوين سال اڳ سندن مقامي ۽ پاڙيسرن رکيو هوندو ۽ اهو چوڻ غلط آهي تہ ڪشن جي ٽين پشت مان راجا بستا، جنهن کي ڪوڪر بہ ڪري لکن ٿا ان جي اولاد مان آهن.

هي ڪڏهن مسلمان ٿيا ان لاءِ ڪا بہ پڪي شاهدي ۽ ثبوت ڪونهي پر اهو ممڪن آهي تہ جڏهن شهاب غوري سنڌ ۽ راجپوتانہ تي ڪاهہ ڪئي هئي جنهن ۾ هزارين ماڻهو هن جي لشڪر هٿان مارجي ويا ۽ سندن مال ملڪيت ڦريو لٽيو ويو انهيءَ دؤر ۾ خوف ۽ بچاءَ واسطي ڪافي قومون، ذاتيون ۽ قبيلا ۽ فرد مسلمان ٿيا هئا.

هن جي هندستان ۾ داخل ٿيڻ کان اڳ ۾ ڪوڪر قبيلو جوڌپور کان وٺي ڪشمير تائين ٽولن ٽولن جي صورت ۾ پکڙجي چڪو هو، جن شهاب الدين جي لشڪر کي ڪافي نقصان رسايو هو ۽ هن بہ پلاند ۾ ڪوڪر قبيلي جي سون ماڻهن کي قتلام ڪيو هو ۽ ڪين هر طرح سان تنگ ڪندو هو،

جنهن ڪري هنن وجهه وٺي جهلم درياءَ جي اولهندي ڪناري تي ڏمياڪ وٽ 3 شعبان 602 هجري مطابق 15 مارچ 1206ع ۾ سندس خيمي ۾ گهڙي قتل ڪري ڇڏيو. جنهن تي هاڻي ائٽمي سائنسدان قدير خان پنهنجي خرچ سان مزار جوڙائي آهي چون ٿا ته قدير خان جا وڏا شهاب الدين غوري سان گڏجي آيا هئا.

اڪثر محققن جو چوڻ آهي ته کوکر قبيلو مشهور بزرگ حضرت بابا فريدالدين گنج شڪر جي هٿان مسلمان ٿيو، ڪن جي مطابق هو پير عبدالقادر جيلاني جي خليفي حضرت قطب شاهه جي دعوت اسلام ڏيڻ تي مسلمان ٿيا، ڪن جي مطابق ته جڏهن خوارزم جو حڪمران سلطان جلال الدين 1221ع کان 1224ع جي درميان، چنگيز خان ۽ ان جي لشڪر جي خوف کان جان بچائي سنڌ ڏانهن ڀڳو ۽ چغتائي خان ان جو پيڇو ڪندو آيو. جن قبيلن خاص طور اتر پنجاب وارن کيس پناهه ۽ مدد ڏني. تن سندس هٿ هيٺ اسلام قبول ڪيو جنهن ۾ خاص طور کوکر راجا راءِ سل هو. محمد دين فوق جي مطابق هن قبيلي جي گهڻن ماڻهن مغل عهد حڪومت ۾ دين اسلام اختيار ڪيو.

تاريخ ۾ هنن جي پنهنجي الڳ حيثيت رهي آهي، تاريخ اقوام پونڇ ۾ آهي ته پاڪ ۽ هند ۾ جيترا راجپوت قبيلا موجود آهن، انهن مان سڀ کان وڌيڪ بهادر ۽ سرفروش قبيلو کوکر آهي. هندو، مسلمان ۽ يورپي تاريخدان انهن جي عظمت دبدبي ۽ شان و شوڪت جي تعريف ڪئي آهي. رامائڻ، مهاڀارت، ارٿ شاستر، راج ترنگي ۽ غير ملڪي سياحن جي سفرنامن ۾ سندن تعريف ٿيل آهي.

سلطان محمود غزنوي جي جڏهن راجا انندپال سان جنگ ٿي هئي، ان جي لشڪر ۾ ٽيهه هزار فوجي جوان هئا جن اوچتو محمود غزنوي جي فوج تي حملو ڪري ان جا چار هزار سپاهي ماري ڇڏيا هئا.

مسٽر راورٽي نوٽس آن افغانستان ۽ بلوچستان ۾ لکي ٿو ته هي سرڪش ۽ معروف قبيلو کوکر ئي هو جنهن سلاطين دهلي کي هلائي ڇڏيو هو. هي کوکر قبيلو ئي هو جنهن سان سلطان محمود غزنوي جون جنگيون ٿيون هيون.

طبقات ناصري جنهن جو انگريزي ۾ ترجمو راورٽي ۽ فارسي کان اردو ۾ مولانا غلام رسول مهر ڪيو آهي. تنهن ۾ لکيل آهي ته سلطان معزالدين غوري سن 518 هجري (1185ع) ۾ جڏهن ٻيهر لاهور تي حملو ڪيو ۽ واپس وڃي رهيو هو ته سيال ڪوٽ جو قلعو حسين خرميل جي حوالي ڪيو، جنهن ڪري غزنوي خاندان جي حڪمراني صرف لاهور تائين محدود ٿي ويئي هئي، ان جي حڪمران ملڪ خسرو مختلف قبيلن جي فوج گڏ ڪري ان تي حملو ڪيو هو، جنهن ۾ پڻ کوکر قبيلي وارا شامل هئا. جيڪڏهن ڪشمير جو راجا چڪرديو بروقت ان جي مدد نه ڪري ها ته خسرو ملڪ ڪامياب ٿي وڃي ها! راورٽي، پنهنجي ترجمي ۾ وضاحت سان لکيو آهي ته سلطان شهاب الدين 5 ربع الاول 602 هجري مطابق 1204ع کوکرن جي باغيانه سرگرمين کي روڪڻ لاءِ غزني کان روانو ٿيو ۽ انهيءَ مهيني جي 25 تاريخ تي پشاور پهتو، جتان نهايت تيز رفتاري سان جهلم جي علائقي ۾ رهندڙ کوکر قبيلي وارن تي حملو ڪيو جن مهارت مستعدي ۽ جوان مردي سان ان جو مقابلو ڪيو ۽ غوري فوج کي شڪست ڏيڻ واري هئي. جيڪڏهن بروقت قطب الدين ايبڪ جي فوجي مدد نه پهچي ها! هو شڪست کائي جهنگ ۾ پيچي ويا ۽ غوري لشڪر انهن کي قابو ۾ ڪرڻ لاءِ جهنگ کي باهه ڏيئي ڇڏي پر هو سڙندي مري ويا پر پنهنجي جيئري هٿ نه ڏنو. ان وقت هنن جو اڳواڻ راجا سل هو.

چنگيز خان جڏهن سلطان جلال الدين خوارزم شاهه کي ڀڄايو ته هن سنڌ ۾ پناهه وٺڻ لاءِ اوڏانهن جو رخ ڪيو جنهن کي کوکر قبيلي وارن نه رڳو پاڙ وٽ پناهه ڏني پر هن جي فوج ۾ شامل ٿي ويا ۽ جڏهن هن بکر جي حاڪم ناصرالدين قباچه تي حملو ڪري اچ تي قبضو ڪيو ته کوکر سپاهي راجا قلغ خان جي سالاري ۾ گڏ هئا.

تاريخ مبارڪ شاهي ۾ آهي ته کوکر قبيلي جي سربراهه راجا شيخا خان 796 هجري مطابق 94-1393ع ۾ لاهور تي قبضو ڪري پنهنجي خودمختيار حڪومت قائم ڪري ورتي. هنن جو امير تيمور لنگ سان به برابر چڪريون رهيون. هي وادي نمڪ يا جبل جود جي انهيءَ علائقي ۾ وڃي آباد ٿيا جتان هميشه ٻاهرين لشڪر دهلي، هند ۽ سنڌ ئي ڪاهه ڪئي آهي جنهن ڪري ڪڏهن هو انهن سان مهاڏو اٽڪائيندي نظر اچن ٿا ته ڪڏهن انهن جا ٻانهن ٻيلي آهن.

سن 1632ع ۾ راجستان جي علائقي چتوڙ ڳڙهه کان کوکر قبيلي جو سردار فتح چند لڏي اچي کوهستان نمڪ (جوڌ) جي علائقي جهلم ۾ اچي ويٺو، جيڪو مسلمان ٿيڻ کان پوءِ دادن خان جي نالي سان سڏيو ويو جنهن جي نالي تي پنڊ دادن خان موجود آهي. هن متعلق THE PUNJAB

CHIFS ۾ ليپل ايچ گرفن لکيو آهي. "هن پنهنجي نالي جي نسبت سان پنڊ دادن خان شهر تعمير ڪيو. هن جي منتخب ڪيل علائقي ۾ پهريان جنجوعہ قبيلي جا ماڻهو رهندا هئا، جن ڪي عارضي طور جالب راجپوت قبيلي وارن بي دخل ڪيو جيڪي ڪوڪر قبيلي جي اچڻ کان ڪجهہ عرصو اڳ پهتا هئا. اهو علائقو قبائلي جهيڙن جي ڪري ويران ۽ برباد ٿي ويو ۽ لوڻ جو ڪاروبار بند ٿي ويو ۽ ڪو بہ اتي اچڻ لاءِ تيار ڪو نہ هو. اهڙي صورتحال ۾ ڪوڪر قبيلي جي سرواڻ دادن خان پنڊ دادن خان ۾ ويهي علائقي تي حڪمراني ڪئي، جنهن کان پوءِ اهو شهر جلد لوڻ جي ڪاروبا جو مرڪز بڻجي ويو.

راجا دادن خان ڪي ٿي پٽ هئا جن جي اولاد احمد آباد ۽ پنڊ دادن خان ۾ رهي ٿي. هن جو وڏو پٽ راجا شفيع خان، پنڊ دادن کان اٽڪل ڏهہ ڪلوميٽر پري اتر اوڀر ۾ جنجوعہ قبيلي وارن جي حملن کان روڪڻ لاءِ دامن ڪوهہ ڳوٺ شفيع آباد قائم ڪري اتي قلعو تعمير ڪيو. جڏهن تہ هن جي پاءُ فتح محمد اتان کان 3 ڪلوميٽر پري گجر نالي ڳوٺ آباد ڪيو ۽ پنڊ دادن خان ۾ هڪ قلعو تعمير ڪرايو. ان کان پوءِ هن جي پونيئرن مختلف ڳوٺ آباد ڪيا ۽ پنهنجو اثر ۽ رسوخ وڌايو.

هن ئي خاندان جو راجا غضنفر علي تحريڪ پاڪستان ۾ قائد جو ويجهو ساٿي هو. ڪوڪر پنهنجن علائقن ۾ وڏو اثر و رسوخ رکندڙ آهن. هي سنڌ، راجستان کان علاوه پنجاب جي مختلف علائقن ۾ رهن ٿا پر هنن جي پنجاب ۾ اڪثريت مرڪز پنجاب، جهلم ۽ جناب دريائن جي وچ وارن علائقن ۾ آهي. سنڌ ۾ رهندڙ ڪوڪر اڪثر سنڌي ٻولي ڳالهائيندا آهن، ڪٿي ڪٿي سنڌي سان گڏ سرائڪي بہ ڳالهائيندا آهن. بهاولپور جي ڪوڪر قبيلي ۾ هڪ پاڙو مسڻ بہ آهي.

ڪوڪرن کي شهاب الدين غوري ڏاڍو تنگ ڪيو هو جنهن ڪري هو ڪائنس کان ڏاڍا خفا هئا ۽ انتقام وٺڻ لاءِ وقت جي انتظار ۾ هئا. جيتوڻيڪ سندن قبيلي جي اڪثريت سردار سوڌو هڪ مسلمان بزرگ جي طفيلي مسلمان ٿي چڪا هئا. ڪوڪرن جو مسلمان ٿيڻ جو سلسلو محمود غزنوي جي دور تائين جاري هو. چون ٿا تہ پنڊ دادن خان ڪوڪرن جي هڪ سردار جي نالي تي آهي جيڪو جهانگير جي عهد ۾ اتان جو حاڪم هو. اها بہ روايت آهي تہ ڳڙهہ چتوڙ جي هڪ هاردا راجپوت ڪوڪر فتح چند جڏهن مسلمان ٿيو تہ هن پنهنجو نالو دادن خان رکيو ۽ هن پنڊ دادن خان کي ٻيهر تعمير ڪيو.

2 شعبان 602 هجري تي سلطان شهاب الدين غوري درياءِ سنڌ جي ڪناري "برمهيڪ" جي هنڌ سندن هٿان قتل ٿي ويو. ڪوڪرن پنهنجي قتل عام جو بدلو ورتو.

1393ع ۾ محمود شاهہ ولد ناصر الدين شيخا ڪوڪرن سان وڙهڻ لاءِ سارنگ خان کي موڪليو جنهن لاهور ۾ هنن کي شڪست ڏني ڪوڪر جڏهن مسلمان ٿيا تہ کين گهگهڙ بہ سڏيو ويو. تاڊ هنن کي راٺوڙ ۽ راجپوت جي شاخ سمجهي ٿو. سنڌ جا ڪوڪر پنجاب کان آيل آهن ۽ انهن جي اولاد آهن.

هندستان جي تاريخ ۾ ڪوڪرن جو تمام گهڻو ذڪر ٿيل آهي. هي تيمور لنگ سان بہ سامهون ٿيا جيڪو آڪٽوبر 1398ع ۾ هنن جي علائقي ۾ آيو هو. ڪوڪرن جا راولپنڊيءَ کان وٺي موجوده سرگوڌا تائين قلعا ۽ علائقا هئا. اڪبر مغل جي وقت ڪوڪرن وٽ 5 محلا ۽ 10 پرڳڻا هئا.

**خاص پاڙا:**

1- هرل
2- گهمرا
3- ڪالو
4- پٽي
5- ڪوڪر
6- گهگهر
7- سجراءِ
8- مسڻ
9- پنرايو
10- ٻير
11- لڌهڻ
12- ڪوڪوراٽي
13- نسواڻ
14- جت
15- ونگا
16- روهڙ
17- چچ

### ڪوکر قبيلي جي حڪمرانن جي فهرست:

(1) راجا ننڊا-1008ع
(2) راجا اشي- 1135ع
(3) راجا راڄڙ راءِ- 1152ع
(4) راجا اسپ هر- 1186ع
(5) راجا سرڪاهه- 1199ع
(6) راجا مندر- 1205ع
(7) راجا سل- 1206ع
(8) راجا قتلغ خان- 1240ع
(9) راجا لاهر- 1267ع
(10) راجا لکن- 1330ع
(11) راجا حيدر- 1341ع
(12) راجا گل چند- 1344
(13) راجا سهج راءِ- 1350ع
(14) راجا شيخا خان- 1380ع
(15) راجا نصرت خان- 1398ع
(16) راجا جلال خان- 1407ع (نائب راجستان)
(17) راجا جسرت خان- 1428ع
(18) راجا بير خان- 1472ع
(19) راجا مبارڪ خان- 1481ع
(20) راجا پيلو خان- 1493ع
(21) راجا ڪمال خان- 1582ع
(22) راجا سعيد خان- 1582ع
(اڪبر بادشاهه طرفان لاهور جو نائب)
(23) راجا اجمير خان - 1599ع
(24) راجا دادن خان - 1623ع
(25) راجا الله قلي - 1681ع

## شجرو ڪوکر سلسلي جا شاهي حڪمران



# پگھيو

پگھيا سمہ خاندان جي وڏن قبيلن مان هڪ قبيلو آهي جن جي اڪثريت سمہ چوَرائيندي آهي. اصل ۾ سماٽ جون چار مکيہ شاخون آهن. هڪ سمہ ٻيو انڙ، ٽيون ابڙا ۽ چوٿون پگھيا. سمہ وري مختلف قبيلن ۽ پاڙن ۾ ورهائجي ويا آهن جيئن، جوکيہ، نومڙ، رونجها، ڪوريجا، سميجہ وغيره جيڪي پڻ ڄام جو لقب اختيار ڪندا آهن. اهڙي طرح انڙ جيڪي ڄام فيروز انڙ جي اولاد چورائن ٿا اهي پڻ سماٽ جي پڳدار هجڻ جي دعويٰ ڪندا آهن پر هاڻي حقيقت ۾ اهي صرف انڙن جا پڳدار ۽ سردار ئي رهجي ويا آهن. هو بہ ڄام لقب اختيار ڪندا آهن.

ابڙا پڻ سماٽ جي هڪ مک شاخ آهي. جيڪي راجستان، ٿر کان وٺي سنڌ ۽ بلوچستان تائين ڇانيل آهن. انهن جو پڳدار يا سردار مدئجي پرسان ترائي ۾ رهندڙ ابڙا خاندان سان تعلق رکندڙ ڪماريا چيا ويندا آهن. جيڪو ابڙن جو وڏو پاڙو ليکيو ويندو آهي. ساڳي وقت منگراڻي بہ سرداريءَ جا دعويدار آهن ۽ ابڙو جي هڪ اڪثريت جا وڏا آهن.

سماٽ جي چوٿين وڏي قبيلي، پگھيا جن جو تعلق، ڪڇي ڪانسواءِ ٻين علائقن سان آهي. فتح پور جي ڄاماڻي پگهين جي خانداني شجري موجب ڄاماڻي سردان جي فهرست ۽ موجوده وقت ۾ موجده فرد.جيڪي هاڻي فتح پور ۽ ڏوڪريءَ ۾ رهن ٿا. مالي ڪمزوري جي ڪري هنن جي ماضيءَ جي حيثيت باقي ڪو نہ رهي آهي. ان جي جاءِ تي ٻيا سردار ٿي ويا آهن پر اڄ بہ هنن وٽان خانداني خوشبو اچي ٿي.

وقت هميشہ ڪنهن جو ساٿ نہ ڏنو آهي تاريخ عروج ۽ زوال جي قصن سان ڀري پئي آهي. ڪي فرد، ڪنٻ، ذاتيون ۽ قبيلا ختم ٿي ويا پر اڄ بہ هي خاندان زوال پذير هوندي بہ ويل نہ وڃائيندا آهن ۽ انهن وٽ خانداني خصلتون موجود آهن ۽ نشاني طور ڪجھ شيون اڄ بہ محفوظ آهن.

منهنجي تحقيق موجب، ڄام، ڄامزادا، ڄامائي، ڄاماڻي ۽ چادر ڏٺي انهن جا لقب آهن، جيڪي هاڻي پاڙي جي صورت اختيار ڪري ويا آهن.

هنن (ڄاماڻن) وٽ مختلف مهرون ۽ سَندون آهن، خاص ڪري سندُن جي حالت خراب آهي، انهن مان هڪ نقل ڪري ڏجي ٿي. هنن وٽ اهو سندَي ثبوت بہ موجود آهي جيڪو اورنگزيب جي دؤر سان تعلق رکي ٿو. ڄاماڻي سردار دوست محمد پگھيو فتح پور ۾ سنڌو درياءَ مان زمينون آباد ڪرڻ لاءِ هڪ قليل مدي ۾ واھ کوٽرايو هو جنهن کي "مهڙو" سڏيو ويو پر جڏهن هن ۾ ٻيڙيون ۽ غوراب هلڻ شروع ٿيا تہ ان کي غورابو سڏيو ويو. جيڪو اڄ بہ موجود آهي ۽ سنڌو جو واهڙ بڻجي وهندو آهي.

مشهور بزرگ مخدوم سعدي موساڻي هن ذات مان آهي. انهن جو ماضي قريب ۾ وڏو گهراڻو،'ڪنوري وارا پگھيا آهن جن مان "مرحوم عبدالمجيد خان پگھيو" هو جنهن جي نالي تي ان وقت جا ماڻهو ڪنيندا هئا. هو هڪ نالي وارو زميندار هو، جنهن جي ظلم جو مثال اڄ تائين ڏنو وڃي ٿو. هن جي پوين مان موسيٰ خان پگھيو، سندس خاندان. مان مرحوم عبداللطيف پگھيو ۽ واحد بخش پگھيو جو خاندان آهي. ڪن جي مطابق پگھين جو پڳدار گهراڻو ڄام سڏرائيندو آهي پر هو هاڻي غريب هجڻ ڪري پاسيرو ٿي ويا آهن. وارھ وارن پگھين مان ملان عزيز الله عرف گامڻ مشهور ٿي گذريو آهي. ماڻهو ڪيس سچ چوڻ ڪري گامون سڏيندا هئا. هي تحريڪ هجرت ۾ جان محمد جوڻيجي سان گڏ ڪابل ويو ۽ اتي فوت ٿي ويو. سندس پٽن مان ملان عبدالله پگھيو جيڪو منهنجي پيءُ جو دوست هو ۽ سندس پياءُ حبيب الله مشهور هئا ۽ ان ڪانسواءِ سندن پياءُ رحمت الله پگھيو مشهور پيري هو. سندن پوين مان عبدالعزيز، عزيز الله ۽ حليم الله پگھيو وارا آهن.

مرحوم عبدالله ٻگهيو ۽ مرحوم حبيب الله ٻگهيو جي سياست ڪرڻ تر جو هڪ پهاڪو بڻيل آهي. هي قبيلو ڇهن حصن تي مشتمل آهي. هڪ ڄاماڻي ڪنرو، ٻيو ڳڇيرو ٽيون ۽ چوٿون الي وال، آل وال وارن مان وارهہ جا ٻگهيہ آهن. ڳڇيرو وارن مان نور محمد وڪيل ۽ موجوده وقت محمد پريل ٻگهيو نالي وارا ٿي گذريا. انهيءَ ڪانسواءِ اديب ۽ عالم رسول بخش ڳڇيرائي پڻ آهي.

## اياز ياڳت ڪي ٻگهيو قبيلي ۽ ڄاماڻي خاندان متعلق ڄام قربان ٻگهيو جو لکيل معلوماتي خط:

## ٻگهين جي تاريخ جو مختصر جائزو:

سنڌ ۾ وسندڙ قبيلن ۽ ذاتين منجهان ٻگهيا قبيلو ۽ ذات بہ هڪ آهي جنهن جو تعلق سما قبيلي سان آهي. سمہ قبيلو جيڪو سنڌ ملڪ جي حڪمران قبيلن ۾ شمار ٿئي ٿو، جنهن جي مختلف دؤرن ۾ نہ صرف سنڌ جي مختلف علائقن ۽ پرڳڻن تي پر پوري سنڌ ملڪ مٿان بادشاهي ۽ حاڪميت رهي جن جي دؤر کي تاريخ ۾ سنڌ جي خوشحالي ۽ امن وارو سونهري دؤر سمجهو وڃي ٿو. ان دؤر ۾ ڪيترائي بيشمار اڻ ڳڻيا سخي سردار ۽ بهادر ٿي گذريا جن جي لازوال ڪارنامن ۽ اعليٰ ڳڻن کي نہ صرف ان وقت جي بزرگن، عالمن سينہ بہ سينہ نسل در نسل منتقل ڪيو آهي، پر ان دؤر جي شاعرن، سگهڙن، اديبن، پڻن، توڙي پانن وڏي ادب ۽ احترام سان ڳهٽو سارا هيو ۽ ڳايو آهي ۽ انهن سخي سردارن جي سخاوت ۽ سرويچن، جهونجهارن، سورهن ۽ ڪويفن جي بيباڪيءَ ۽ بهادريءَ کي پڻ جيڪي سنڌ ملڪ جي تاريخ جا جيئرا جاڳندا ڪردار ۽ ڪارنامہ آهن، تن کي سنڌ جي مبصر ۽ پارکو شاهہ عبداللطيف پنهنجي ڪلام ۾ وڏيڪ چٽي طرح بيان ڪيو آهي جن جي ڪردارن ۽ ڪارنامن جو مطالعو اسان کي سنڌ جي تاريخ جاگرافي تهذيب ۽ تمدن جي پهلوئن ڏانهن وٺي وڃي ٿو. چو تہ انهن عظيم انسانن جي عملن. ڪردارن جو هڪ هڪ پل تاريخ جي سيني ۾ سانديل آهي، چو تہ تاريخ انهن جي ڪردارن ۽ ڪارنامن جو آئينو آهي، پر جيئن جيئن انهن جي نسل ۾ واڌارو ايندو ويو تيئن هر هڪ ڪٽنب يا قبيلو ڌنڌي ڪرت ڪري يا وري پنهنجي ڳوٺ، شهر يا پنهنجي وڏي جي نالي پٺيان الڳ ذات ۾ شمار ٿيڻ لڳو. اهڙي طرح ٻگها قبيلو بہ ڄاڪري بن سمي جي اولاد مان آهي، جنهن کي 12 پٽ هئا جنهن مان هڪ جو نالو ٻاگهہ/ ٻگهيا هو جنهن جي اولاد پنهنجو پاڻ کي پيءُ جي نسبت سان ٻگهيو سڏرايو.

مغل بادشاهہ شاهجهان جي دؤر حڪومت ۾ "ٻگهيہ" سميجا ڪل ۾ شامل هئا جن جو ذڪر تاريخ جي ڪتاب تاريخ مظهر شاهجهاني ۾ ٿيل آهي جيڪو ڪتاب جي صفحي نمبر 12 ۽ صفحي نمبر 170 ۾ ٻگهين کي سميجہ ۽ ٻکيجا (ٻگهيا) ڪري لکيو ويو آهي. ساڳيو ذڪر ڪمشنر سنڌ شيخ محمد صادق علي انصاري پنهنجي ڪتاب سنڌ بلوچستان ۽ افغانستان ۾ رهندڙ مسلمان قبيلن جو مختصر تاريخي ۽ روايتي خاڪو جي صفحي نمبر 88 ۾ ۽ محترم سائين اياز ياڳت صاحب پنهنجي ڪتاب سنڌ ۾ رهندڙ ذاتيون قومون ۽ قبيلا جي صفحي 502 ۾ ٻگهين کي سمان ڪل ۾ شامل ڪيو آهي. پر ڪن مؤرخن ۽ محققن جو رايو آهي تہ ٻگهيا عرب نسل منجهان آهن، ٻگهيا لفظ اصل ۾ بغيا آهي جيڪو پوءِ ٻگهيو ٿيو آهي جيڪو ٻگهيا قبيلي کي عرب نسل هئڻ جي تائيد ڪري ٿو چو تہ بغيہ لفظ اصل ۾ عربي آهي جنهن جي معنيٰ آهي وڏي مراد ۽ مقصد وارو هن قبيلي جا ماڻهو حجاج بن يوسف جي دؤر ۾ محمد بن قاسم سان سنڌ فتح ڪرڻ وقت گڏ آيا هئا. سندن وڏو يوسف نالي هڪ درويش صفت ماڻهو هو جيڪو سنڌ ۾ سنڌ جي مهمانوازي ڏسي ڪري سنڌ ۾ رهي پيو جنهن جي قبر سرحد ۾ آهي سندس اولاد بغيا لفظ مان ڦري پوءِ ٻگهيو ٿيو آهي جيئن تميم مان ٿهيم ٿي ويا آهن تہ ڪي وري محقق ۽ مؤرخ ٻگهيا قبيلي کي بڪا قبيليٰ جو ڄاڻائن ٿا بڪا اصل ۾ مڪي شهر کي چيو ويندو آهي. بڪا، بڪا لفظ جي معنيٰ روئڻ واري جاءِ يعني گنگهار پنهنجي گناهن جي معافي الله پاڪ کان مڪي جي شهر "ڪعبة الله" ۾ وڃي وڻندا آهن، هي بڪا قبيلو محمد بن قاسم جي دؤر ۾ سنڌ ۾ آيو. سنڌ ۾ رهڻ کان پوءِ بڪا علائقي جو سڏرائڻ لڳا جو پوءِ بڪا کان ڦري بڪيجا ٿيا يعني بڪ+جاءِ= روئڻ واري جاءِ جا رهاڪو جي پوءِ بڪيجا ذات جي نالي سان مشهور ٿيا هي ماڻهو مال ڌاري پنهنجو گذر سفر ڪندا درياهن ۽ سنڌ ۾ ڍنڍ تي وڃي ويهندا هئا تہ ٻگيا سڏجڻ لڳا جن مان ڦري ٻگهيا ۽ ٻگهيا سڏجڻ ۾ آيا تہ ڪي وري محقق تاريخ تحفة الڪرام جي ڪتاب جي صفحي نمبر 34 جو حوالو ڏيندي چون ٿا تہ جنهن وقت محمد بن قاسم سنڌ ۾ آيو هو تہ ان وقت سنڌ جي علائقي (لوڏيا) جو والي ڪاڪو بن ڪو تڪ هو جتان جي سيني پڙوڪن کي پڪو هو جي نالي

سان سڏيندا هئا جنهن جي اولاد کي ٻکو+جا چيو ويندو هو اڪثر استعمال ڪرڻ ڪان پوءِ ٻکيجا ٿيو هو جيڪو قبيلو پوريءَ سنڌ ۾ ٻکيجا ذات سان مشهور ٿيو هو تنهن ڪري تاريخ مظهر شاهجهانيءَ ۾ ٻگهين کي ٻکيجو ڪري لکيو ويو آهي. ڇاڪاڻ ته عربيءَ ۾ ٻ ۽ گھ ڪونهي ۽ فارسيءَ ۾ به ٻهگئي کي ٻکيجو ڪري لکيو ويو آهي.

ٻکيجا قبيلي جا ماڻهو درياهي ڍنڍين، ڍورن تي رهندڙ هئا جتي هو مڇي يا پکي ماري گذران ڪندا هئا. هي وڏا ڍاڳيا ۽ مالوند ماڻهو هئا جو ڏڪئي وقت ۾ ڪو ڍور وڪڻي پنهنجي ضرورت پوري ڪندا هئا ڍنڍين ۽ ڍورن تي ويهڻ ڪري ٻگا سڏجڻ ۾ آيا ٻگا، ٻگيا لفظ جي معنيٰ آهي ماڻهو جيڪي تلائن تي ويهڻ وارا جن مان ڦري ٻگهيا ٿيا، ڇو ته ٻگيا پاڙو اڃا تائين ٻگهين ۾ آهي جيڪي موري جي پاسي رهن ٿا جنهن جي لفظي معنيٰ آهي اڇو يعني اڇوري رنگ وارو ٿي سگهي ٿو ته ٻگو لفظ اڪثر استعمال ڪري ٻگو لفظ مان ڦري ٻگهو ۽ ٻگهي مان ڦري ٻگهيو ٿيو هجي. ڇو ته ٻگو، ٻگيو ۽ ٻگهو ٻگهيا ذات ۾ عام نالو آهي، جيئن ڊاڪٽر نبي بخش سنڌي لغات جي جلد پهرين ۾ لکيو آهي ته ٻگا، ٻگيا، ٻگها ۽ ٻگهيا سنڌي مسلمانن جون ذاتيون ۽ نالا پڻ آهن. ان مان ظاهر ٿيو ته ٻگهيا سنڌ جي پراڻي ذات جا سماٽ قبيلي جي مکيہ شاخ آهي جنهن جا 132 پاڙا آهن جهڙوڪ: ڏناٽي، مريداڻي، پنجاٽي، لطيفاٽي هي ضلعي ڏهرڪيءَ جي تعلقي گهوٽڪي جي پاسي ڳوٺ جان محمد ۽ ڳوٺ ڄام جهندو ٻگهيو ۾ رهن ٿا. سرڪاري رڪارڊ موجب ڪين دنگئي ٻگهيا ڪري سڏيو ويندو آهي، ڇاڪاڻ جو ڏهرن ۽ مهرن جي زمينن جي دنگ تي ويٺل آهن.

جڏهن اوٻاوڙي ۽ ماٿيلي جي ڏهرن ۽ ماڇين جي ماٿيلي جي مهرن سان سنہ 1521ع ڌاري زمينن جي تڪرار تان ويڙهاند لڳي ته ٻگهين جي چيف سردار ڄام جکري ڏهرن جي سردار کي پنهنجي قبيلي جا 25 گهر مدد طور موڪليا هئا ان ويڙهاند ۾ مهرن کي شڪست آئي هئي جنهن تي ڏهرن جي سردار کين انعام طور ڪافي زمينون ڏنيون هيون جنهن ڪري هو اتي ئي پنهنجي وڏن جي نالن سان ڳوٺ ٻڌي ويهي رهيا.

مرزا- ٻکيجا ۽ ڪارڙا شهر شڪارپور ۽ ان جي آس پاس ۾ رهن ٿا ۽ ضلعي لاڙڪاڻي جي تعلقي ڏوڪري ۽ باقراڻي جي ڳوٺ حبيب ٻگهيو، خان محمد ٻگهيو، رحيم بخش، گڏ، ڪنوري، ڪاراڻي ۽ ٻٽڙا ۾، مغراڻي، ڏهراڻي، برهماڻي، گنجاڻي، منداڻي، آڍاڻي، عارباڻي، گڏائي، ڪنورائي، متو، سهڙا، ڍورائي، گاهياڻي، نصراڻي، ڪبڙاڻي، ممڻاڻي، منهاڻي، موساڻي، متو، گورڙا، ٻٽڙا، متا، لورا، ٽپريا، دوندڻ، ڏٻاڻي، شيدي، ٻوڪاڻي، (ڄام، ڄامزادا، ڄامائي ڄام ۽ چادر ڏٺي اهي پنجئي لقب ۽ پاڙا ڄام سردارن جائي آهن ڪين علائقي جا ماڻهو انهن پاڙن ۽ لقبن سان سڏيندا آهن) ماڪاڻي، ڇتاڻي، راڻيجا، لکوجا، ٻاٽپوٽا، رنگ، سٺر، سماڻي، ٻگا، تعلقي موري جي آس پاس ۾ رهن ٿا.

خميساڻي، پرياڻي ضلعي دادو جي ڳوٺ شاهہ حسڻ، گدو باغ ۽ جوهيءَ ۾ رهن ٿا جڪريجا ۽ فاضلاڻي ضلعي نوابشاهہ مناهجا سرخي شاهاڻي، گيداڻي سوڍراڻي خيرپور ناٿن شاهہ ميهڙ ۽ قاضي احمد جي پاسي رهن ٿا. انهن سيني جي سڃاڻپ صرف ڳوٺ ڏنڌي ڪرڻ ڪري يا پنهنجي وڏي جي نالي پنيان ٿي آهي پر اهي سڀ هڪ ئي برادريءَ ٻگهيا جا فرد آهن، جيڪي نسل در نسل صدين ڪان وٺي ڄامن جي نالن سان سڃاتا وڃن ٿا، جن جا وڏا ٺٽي لڳ دڙي ۽ ٻني ماڏي، وٺجي منڇر ڍنڍ ٺڳڙ باغبان ۾ رهندڙ هئا. سندن مرڪزي شهر ٺڳر باغان ۽ دڙو لهواڻو سندن پونيئر هن وقت تعلقي ڏوڪري جي ڳوٺ فتح پور ۽ شهر ڏوڪريءَ ۾ رهن ٿا. سندن حسب نسب سنڌ جي ڄامن حڪمرانن سان وڃي ملي ٿو جن سنڌ تي 175 سال حڪومت ڪئي. (ڇو ته ڄام سنڌ جي سمن حاڪمن جو لقب آهي جيڪي سندن رشتي ۾ رهيا تن ڄام ڇو لقب اختيار ڪيو باقي سماٽ جي ٻين عام ذاتين وارن کي مير، رئيس وڏيري جو لقب مليو جيڪا ڳالهہ ٻگهيا قبيلي جي تائيد ٿي ڪري ته ٻگهيا عرب نہ بلڪ سمي نسل منجهان آهن، ڇو ته ڄام جو لقب بہ سماٽ قبيلي جي نسل کي ئي مليل آهي جيڪو پهرين ڏاڪي ولد سمي ولد انڙ ولد لاکي ولد لاکيا رولد اوڍي ولد اوڍار کي مليو هو.

ٿي سگهي ٿو ته عرب نسل جي باقيات جون سمن سان مٽيون مائٽيون ٿيل هجن جنهن جي بناءَ تي سميجي نسل ۾ ضم ٿي ويا آهن جي پوءِ سميجو سڏرايو هجين پراڻين ٿي نٿو سگهي. ڇاڪاڻ جو عمرڪوٽ جي ريگستاني علائقي جا ٻگهيا جيڪي ٿر جي مختلف ڳوٺن ۾ رهن ٿا سي اڪثر ڪري سميجو سڏرائيندا آهن پر پڇڻ تي پنهنجو پاڙو ٻگهيو ٻڌائيندا آهن جي ٻگهيا عرب هجن ها. سميجو سڏرائڻ جي ڪهڙي ضرورت هين. ان مان ظاهر ٿيو ته ٻگهيا عرب نہ بلڪ سنڌ جي قديم ذات سمي نسل منجهان آهن، جن جا قومي

سردار ڄام ۽ ڄاماڻي سردار آهن. جيڪي هن وقت غريب آهن انهن جي غربت جي موقعي جو فائدو وٺي اهي ماڻهو سردار سڏرائڻ لڳا جن جي وڏن کي خود ڄامن سردارن علائقائي لحاظ کان قبيلي جو مک بڻايو ته جيئن قبيلي جي عام ماڻهن جا ٿورا کي گهڻا مسئلا حل ٿي سگهن پر انهن مان جن کي وقت جي حاڪمن سان وفادارين جي عيوض ملڪيتون ۽ جاگيرون مليون ته هو خود به خود پنهنجو پاڻ کي ٻ ڳون ٻڌرائي قبيلي جا سردار بڻجي ويهي رهيا پر انهن جي وڏن مان ڏهن ٻارنهن پيڙهين تائين ڪنهن به هڪ نه سردار سڏرايو ۽ نه وري سرداريءَ جي دعويٰ پيش ڪئي، ڇو ته انهن وٽ سردار هئڻ جو ڪو به ثبوت موجود ڪو نه هو ۽ نڪي هن وقت جي سردارن وٽ ڪو ثبوت موجود آهي جي هنن وٽ ڪو ثبوت موجود هجي ها ته سندن وڏا به ضرور سردار سڏجن ها يا سڏائين ها! ڄامن سردارن کي به هر وقت جي حاڪم حڪمرانن وٽان وڏين ملڪيتن، جاگيرن ۽ ملڪ جي علائقائي رياستن تي وڏن عهدن نافذ ڪرڻ لاءِ ڪيتريون ئي بيشمار آڇون ٿيون پر هنن زماني جي ڪنهن به حڪمران بادشاهه جي ڪنهن به قسم جي ڪا به آڇ نه قبولي پر هنن هميشه وقت جي بادشاهن اڳيان ڏيل ڏڪويل مظلوم ماڻهن جي حقن جي بي خوفيءَ ۽ بهادريءَ سان ڳالهه ڪئي. هنن ڪڏهن به پنهنجي مصلحتن خاطر سچ ۽ سونهن جو سودو نه ڪيو هميشه سچ ۽ حق جا، امن ۽ خير جا، متلاشي ۽ عاشق رهيا. هنن هميشه قبيلن جي انهن عظيم بهادر ماڻهن جيان جن هميشه ڌرتيءَ جي بقاءَ جي جنگ لڙي تيئن هنن به پنهنجي ڌرتيءَ ۽ ڌرتيءَ جي ماڻهن جي امن ۽ سلامتيءَ لاءِ زماني جي حاڪم حڪمرانن سان مهاڏو اٽڪايو گهر ڪان بي گهر ٿي دربدر واري زندگي گهاريندا رهيا پر مايا جي موهه ۾ ملڪيتون نه ميڙيون. جيڪڏهن هو ڌارين حاڪمن توڙي ڏيهي حاڪمن سان سمجهوتو ڪن ها ته پاڻ يا سندن پونئير هن وقت وڏين ملڪيتن جا مالڪ هجن ها پر هنن ڪڏهن به ڪنهن سان ڪنهن به قسم جو ڪو به سودو پنهنجي مفادن خاطر ڪو نه ڪيو. هميشه پنهنجي ذاتي مفادن کي ملڪ ۽ قوم جي مفادن لاءِ ڪتب آندو پنهنجي پوين لاءِ به اهي وصيتون ڇڏي ويا ته مايا جي موهه ۾ اچي پنهنجو پاڻ کي گمراهه نه ڪجو جيڪو به ٿي سگهيو ته بنا ڪنهن فرق جي مسڪينن مظلومن جي مدد ۽ خدمت ڪجو. ڇو ته ڪنهن به قبيلي جي سرداري يا اڳواڻي انهن ماڻهن کي سونهين ٿي جيڪي خالق جي مخلوق کي فتني ۽ فساد کان پري رکي صلح واري زندگي گذارڻ لاءِ ميٺ ۽ محبت جا سبق ڏين ٿا. اسان کي ڄامن سردارن جي اصليت جو پتو شاهه بيگ ارغون جي خط مان جيڪو سردار ڄام ڪاهوءَ کي لکيل آهي ۽ اسان کي ڄامن سردارن جي اصليت جو پتو سندن وٽ موجود شاهه بيگ ارغون جي خط مان جيڪو سردار ڄام ڪاهوءَ جي نالي ہي سند جيڪا علاؤالدين خلجي سرداز ڄام فتح خان ۽ ٽئين سند عالمگير اورنگزيب طرفان سردار ڄام دوست محمد کي ملي جن جو ترجمو تعلقي ڏوڪريءَ جي ڳوٺ راوت خان ڪيڙو جي حڪيم محمد خان ڪيڙو ڪيو جيڪو عربي، فارسي ۽ سنڌي ٻوليءَ جو طب سان گڏ وڏو ڄاڻو ۽ ماهر هو جيڪو ڄاماڻي سردارن جو خانداني حڪيم هو، اهي ترجمه هڪ بنديءَ تي لکيل آهن جڪي هتي تفصيل وارا بيان ڪيا وڃن ٿا. باقي اصلي اهي ٽئي سندون ۽ خط ۽ ان سان گڏ چار مهرون جيڪي سردار ڄام جکرو- سردار ڄام ڪاهو- سردار ڄام فتح خان ۽ سردار ڄام دوست محمد جي نالي سان هيون ۽ هڪ شيٽ ٽامي جي جنهن تي سردارن جا نالا ۽ شجرو لکيل هو ۽ هڪ خنجر جنهن تي قسمين، قسمين جا موتي ۽ پٿر لڳل هئا، جن کي ڄام سردار پنهنجي قومي ميراث سمجهي نسل در نسل پنهنجي ساهه کان وڌيڪ سانڍيندا رهيا پر ڪنهن عام ماڻهوءَ کي نه ڏيکاريندا هئا، پر افسوس جو 5-4-2014 ڄام قربان علي عرف ڄام ننڊو جي گهر کي لڳل ڌاڙي اهي سڀ شيون سوني زيورن سان گڏ هڪ پيتي ۾ پيل هيون جيڪا هڪ الماڙيءَ ۾ رکيل هئي سا ڌاڙيل گهر ڏٺين کي پنهنجي ضابطي ۾ آڻي کڻي ويا. ان ڌاڙي جي مذمت خبر لڳاتار سنڌ جي اخبارن ۾ اٽڪل روءِ ٻه مهينا ايندي رهي جنهن ۾ چوري ٿيل سامان جو ذڪر ٿيندو رهيو پر ان قومي ورثي وارين قيمتي شين کي شو نه ڪيو ويو انڪري ته متان سياسي طور تي اهي شيون ڏٻجي نه وڃن.

**خط جو ترجمو:**

عزت ماب سردار ڄام ڪاهو جيئن ته اسان سنڌ خاص، خاص قبيلائي سردارن ۽ وڏين درگاهن جي گادي نشينن کي آگاهي ڏئي چڪا آهيون ته توهان پنهنجي ملڪي حاڪمن جي ساٿ ڏيڻ بجاءِ اسان جو ساٿ ڏيو ۽ اسان جي هٿ سٽ ۾ مڪمل طور پنهنجي قبيلي سميت شريڪ ٿي وڃو اسان توهان کي پنهنجي علائقي جي حاڪميت بخشينداسين. تنهن ڪري

توهان پنهنجي قبيلي جي ماڻهن کي اسان جي لشڪر جي منهن مقابل ٿيڻ کان روڪيو ته جيئن هو اسان جي بهادر سپاهين سان وڙهڻ بجاءِ اسان جي فوجي لشڪر جو ساٿ ڏين. اسان توهان سان مسلمانيءَ جي حيثيت سان واعدو ۽ اقرار ٿا ڪريون ته اسان جڏهن هن ملڪ جون واڳون سنڀاليون ته اسان پنهنجي حڪومت ۾ نه صرف توهان پر توهان جي قبيلي وارن معزز ماڻهن کي به نامزد ڪنداسين پر ملڪ جو هٿ آيل مالي غنيمت مان به توهان ۽ توهان جي قبيلي وارن بهادر جوانن ۽ غريبن کي اهو ڪجهه ڏينداسين جيڪو توهان جي سوچ ۽ سمجهه کان مٿاهون هوندو.

اميد ته توهان اسان جي هن سٽ ۾ ضرور شامل ٿيندا.

توهان جو خيرانديش
(شاهه بيگ ارغون)

شاهه بيگ ارغون جي خط جي جواب ۾ جيڪو خط سردار ڄام ڪاهوءَ لکيو اهو خط ته موجود ڪونهي پر ان خط جو متن سندن پونيئرن کي پنهنجي وڏڙن جي ٻڌايل روايتن موجب ياد آهي جنهن ۾ سردار ڄام ڪاهوءَ ارغون شاهه بيگ کي لکيو هو ته "توهان جنهن نموني هن امن جي ڌرتيءَ جون سرحدون اورانگهڻ چاهيو ٿا اهو اسلامي شرعي قانون جي ملڪي قانون جي خلاف آهي، توهان جن ماڻهن کي خريدڻ چاهيو ٿا. تن کي اسين به ڄاڻون ٿا پر اسين انهن وڪامڻ وارن منجهان ناهيون جو توهين اسان کي لالچن جي لوڀ ۾ سهانا خواب ڏيکاري خريدي سگهو. اوهان جا اهي ڏيکاريل سبزباغ اسان جي آڏو بي معنيٰ آهن. انهن جي اسان وٽ ڪا به حيثيت ڪانهي، ڇو ته اسان هن ملڪ جي حفاظت ۽ بقاءَ لاءِ سرن جا نذرانا ته ڏئي سگهون ٿا پر توهان جي لالچن ۾ اچي وڪامجي نٿا سگهون.

هيءَ سند علاؤالدين خلجي سردار ڄام فتح خان کي سندن عدل ۽ انصاف سان علائقي جي ماڻهن جا فيصلا ڪرڻ جي عيوض ۾ ڏني هئي. جڏهن سردار ڄام فتح خان علاؤالدين خلجي کي چيو هو ته "انسان جي زندگيءَ جو سڀ کان وڏو ۽ سٺو عمل خدا جي خلق کي انصاف ڏيڻ ۾ آهي."

سند جو ترجمو:

"ٻين سند جيڪا عالمگير اورنگزيب سردار ڄام دوست محمد کي ڏني هئي."

مغل حڪمرانن سنڌ ملڪ جي سمورن رياستن پرڳڻين ۽ علائقن تي پنهنجي مرضيءَ موجب جيڪو ڏن مڙهيو هو سو اڪثر طور زراعت جي پيداوار مان حاصل ڪري دهليءَ جي حڪمرانن کي ڏنو ويندو هو، پر پاڻيءَ جي اڻاٺ ڪري سنڌ جون ڪيترين ئي رياستن جون زمينون غير آباد ٿيڻ لڳيون انڪري جو هڪ ته برساتيون گهٽ پوڻ لڳيون ۽ ٻيو ته درياهي رخ تبديل ٿيڻ ڪري هتان جي ماڻهن جي معاشي حالت تمام نازڪ ٿي وئي جنهن ڪري دهلي حڪمرانن کي سنڌ ملڪ مان آبيانو گهٽ ملڻ لڳو، ڪٿان ته وري مور ڳو ملڻ ئي بند ٿي ويو ڇو ته سنڌ ملڪ جي زراعت سيلابي چرخي ۽ باراني طريقن سان ٿيندي هئي. مطلب ته فصلن جو دارو مدار برساتن ۽ سيلابن تي هوندو هو ان ۾ هتان جي ماڻهن جي ڪو به قصور ڪو نه هو ڍل يا آبيانو نه ڏيڻ هتان جي ماڻهن جي مجبوري هئي پر آبياني ۽ ڍل گهٽ ملڻ جي صورت ۾ مغل حڪمرانن هتان جي مقامي ماڻهن کان ڏاڍ ۽ جبر جي آڌار تي زمينون ڦرڻ شروع ڪيون ته ڪن ماڻهن مٿان ڳرا ڏنڊ وڌا ۽ هتان جي ڪيترن ئي علائقن جي عام توڙي قبيلن جي مک سردارن کي وڏيرن ۽ پيرن کي حڪومت جو باغي قرار ڏئي کين نظربند ڪيو ته حڪومت خلاف آهستي، آهستي بغاوتون جنم وٺڻ لڳيون. ساڳيو حال نگر باغبان پرڳڻي رياست جي ماڻهن جو به هو جنهن ۾ نگر باغبان جي والي سردار ڄام فتح خان پڳهيو کي به مغل حڪمرانن گرفتار ڪرائي هندستان جي قيدخاني ۾ قيد رکيو هو. هن تي الزام هو ته سردار ڄام فتح خان هتان جي ماڻهن کي نه صرف حڪومت خلاف ڀڙڪائي ٿو پر ماڻهن کي ڍل نه ڏيڻ لاءِ پڻ چئي باغي بڻائي ٿو ڪيس هڪ شرط تي آزادي ملي سگهي ٿي ته هو علائقي جي ماڻهن کي ڍل ڏيڻ لاءِ آماده ڪري حڪومت خلاف ماڻهن کي ڀڙڪائڻ بند ڪري ۽ پنهنجي وزن برابر قيمت ادا ڪري حڪومت جو ساٿ ڏئي ٻي صورت ۾ کيس عمرقيد يا سزائي موت ڏني ويندي. سردار ڄام دوست محمد جنهن کي پنهنجي پيءُ سردار ڄام فتح خان پنهنجي گرفتاريءَ کان ڪجهه ڏينهن اڳ پنهنجي مٿي تان سرداريءَ جو بار لاهي ڪيس سرداريءَ جي پڳ ٻڌرائي هئي تنهن علائقي جي ماڻهن کي ڪٺو ڪري پاڻ سان گڏ پئسا ڪٺي پنهنجي پيءُ جي آزاديءَ لاءِ دهلي حڪمرانن وٽ پهچي آزادي گهري. سردار ڄام فتح خان کي ڪانٽي ۾ وجهي توريو ويو جنهن جي وزن ۾ ڪينو 1100 هزار تريون ڪيس 11 هزاريءَ جو

لقب ڏئي آزاد ڪيو ويو. سردار چاڪر دوست محمد ۽ ساٿس گڏيل ساٿين مغل شهنشاهه کان گهر ڪئي تہ پاڻيءَ جي اڻاٺ آهي زمينون بنجر بڻيل آهن جنهن ڪري حڪومت کي ڍل ڏيڻ جي لائق نہ رهيا آهيون، زمينن کي آباد ڪرڻ لاءِ پاڻيءَ جو بندوبست ڪرڻ حڪومت جو ڪم آهي، ٻي صورت اسان ڍل نٿا ڏئي سگهون.

اورنگزيب عالمگير ڪين خاطري ڏياري تہ مان جلد پاڻيءَ جو بندوبست ڪرائيندس. سردار چاڪر دوست محمد ۽ سندس ساٿي سردار چاڪر فتح خان کي آزاد ڪرائي پاڻ گڏ واپس وٺي آيا.

ڪجهه هفتن اندر اورنگزيب عالمگير ٺڳر باغبان ۾ آيو ۽ اچي ڪليل دربار لڳائي پوري علائقي جا ماڻهو دربار ۾ پهنجا، پنهنجا مسئلا کٽي اچي حاضر ٿيا پر سڀ کان وڏو مسئلو سيني لاءِ زمينن کي آباد ڪرڻ لاءِ پاڻيءَ جو هو جڏهن اهو مسئلو سيني ماڻهن گڏجي بادشاهه اڳيان پيش ڪيو تہ اورنگزيب عالمگير ماڻهن کي چيو تہ اوهان سيني مان ڪو بہ ماڻهو درياهه کان ٺڳر باغبان تائين 24 ڪلاڪن اندر واهه کوٽرائي زمينن کي آباد ڪرڻ لاءِ پاڻي آڻيندو ان کي نہ صرف حڪومت طرفان هن رياست جو والي بڻائبو پر زمينن جو سمورو آبيانو ۽ ڍل ۽ سرڪاري زمينون پڻ انعام طور ڏنيون وينديون. دربار ۾ ويٺل سيني ماڻهن جون اکيون سردار چاڪر دوست محمد ۾ کتل هيون تہ ان کانسواءِ ٻيو ڪو بہ 24 ڪلاڪن ۾ واهه نٿو کٽائي سگهي. دربار ۾ ويٺل ماڻهن مان ڪنهن بہ هڪ ماڻهو 24 ڪلاڪن ۾ واهه کٽائڻ جي جي هام نہ هنئين پر سردار چاڪر دوست محمد اورنگزيب عالمگير کي چيو تہ مان 24 ڪلاڪن اندر درياهه کان ٺڳر باغبان تائين واهه کوٽرائڻ جو ڪم ان شرط تي ڪرائي سگهان ٿو تہ مونکي ڪجهه ڏينهن جي وقت جي مهلت ڏني وڃي تہ جيئن مان ڪو بندوبست ڪري وٺان ڪيس حڪومت طرفان هفتي جي مهلت ملي هن يڪدم پوري علائقي جي ماڻهن کي ڪٺو ڪري جنهن ۾ ڳوٺن جا وڏيرا مير هاري ناري شامل هئا. سڀ کان پهرين درياهه کان ٺڳر باغبان تائين ماپ ڪئي. ماپ جي آڌار تي ماڻهن جي ورهاست ڪري حڪومت جي ماڻهن جي نگرانيءَ ۾ واهه کوٽرائڻ شروع ڪيو جيڪو 24 ڪلاڪن جي مقرر وقت کان اڳ ڪجي ويو. ماپ جي لحاظ کان ان واهه جي ويڪر 10 فوٽ ۽ ڊيگهه 5 ميل ٻڌائي وڃي ٿي جنهن کي درياهه جي منهن مان نڪرڻ ڪري منهڙو واهه ڪري سڏيو ويندو هو جيڪو آهستي، آهستي پاڻيءَ جي تيز وهڪرن ڪري ويڪرو ٿيڻ لڳو تہ ان ۾ واپارين جا ٻيڙا اچڻ لڳا چو تہ سنڌ ملڪ جو واپار زميني رستن کان علاوه درياهہ سنڌ ۽ سمنڊ مان جهاز راني ذريعي ٿيندو هو جنهن ۾ سنڌ جي واپارين جا تعلقات پوري دنيا جي ملڪن سان هوندا هئا. واپاري شيون ٻيڙن رستي آنديون ۽ ٻاهرين ملڪن ڏانهن موڪليون وينديون هيون ۽ سامان جي رسد لاءِ ان وقت عام طور تي اٺ استعمال ٿيندا هئا. واهه جي وڏي ٿيڻ ڪري علائقي جا ماڻهو منهڙو ۽ غورابو ڪري سڏيندا هئا. ان واهه مان ٻيا بہ اٽڪل 8 واهه ٻڌايا وڃن ٿا جيڪي سردار چاڪر دوست محمد ٻڳهئي ڪٽايا جن جي ذريعي علائقي جي ديهن جون ڪيترين ئي غير آباد زمينون آباد ٿيڻ لڳيون، جن جي آباديءَ سان علائقي جي ماڻهن ۾ تمام گهڻي خوشحالي آئي پر سانوڻيءَ جي مند ۾ سال بہ سال آهستي آهستي درياهہ جي پاڻيءَ جي تيز وهڪرن ڪري اهي واهه لٽجي ويا جنهن جا آثار هن وقت موجود ڪونهن پر اڄ تائين علائقي جي ماڻهن وٽ انهن واهن جون ڳالهيون ڳائبيون آهن، باقي منهڙي واهه يا گورابي جا ڪجهه آثار اڄا بہ سائين نانگل شاهه بخاري جنهن جو ميلو قلندر شهباز جي ميلي سان گڏ ساڳي تاريخ تي لڳندو آهي، تہ جا ماڻهو سائين نانگل شاهه کي قلندر شهباز جو ماسات چوندا آهن. سائين جي مزار جي ڏکڻ ۾ سندس فقير پيرڻ جي گهرن لڳ اڄ بہ موجود آهي. ان واهه جو افتتاح اورنگزيب عالمگير پاڻ ڪيو هو ۽ پنهنجي واعدي موجب سردار چاڪر دوست محمد کي انعام طور ٺڳر باغبان رياست جي حڪومت سنڀالڻ جون واڳون ۽ وڏي جاگير جي سند لکي عطا ڪئي سند پڙهي سردار چاڪر دوست محمد واپس ڪندي چيو تہ ”هيءَ ڌرتي خدا جي آهي جنهن تي سمورن انسانن جو هڪ جيترو حق آهي، چوتہ هيءَ ڌرتي پوري ڪائنات جي انسانيت جي ماءُ آهي تنهن ڪري مونکي نہ هن علائقي جي حڪومت ڪرڻ جي ضرورت آهي نہ ئي تنهنجي ڏنل ڪنهن لقب جي ۽ نہ وري ڪنهن جاگير جي چو تہ اسين هن ڌرتيءَ جا ماڻهو اصل کان ڏيڻ سگهيا آهيون ٻين کان وٺڻ نہ سگهيا آهيون، اسين گهرندا ان کان آهيون جيڪو پوري ڪائنات جو مالڪ ۽ خالق آهي تون زماني جو حاڪم سونکي چا ڏيندين.“

سردار چاڪر دوست محمد جنهن جي شادي ايران مان ايران جي شاهي خاندان آغا پٺاڻن مان ٿيل هئي جنهن جو پاڙو آچاريا هو هي پنهنجي وڏڙن جيان درويش صفت ماڻهو هو،

هن پنهنجي سموري حياتي عالمن، فاضلن، صالحن، درويشن ۽ عام غريبن ماڻهن جي خدمت ۾ گذاري هي علم حلم سخا ۽ ڪرم جو صاحب هو هن جي سخاوت بهادري ۽ مروت وڏي مشهور هئي، هن پنهنجي حال ڪان بي حال ٿي انسانن جي خدمت ڪئي. هن پنهنجي ديني ۽ دنوي تعليم نہ صرف سنڌ پر دهلي ۽ ايران مان پڻ حاصل ڪئي. هي طب ۽ تاريخ جو وڏو ڄاڻو هو. هن مٿان ديني اثر گهڻو هو اهوئي سبب هو جو هن پنهنجي شهر ٽکڙ باغبان جيڪو 301 ايڪڙ تي مشتمل هو وڏو ديني مدرسو قائم ڪيو. هن مدرسي ۾ نہ صرف ٽکڙ باغبان جا ٻار پر پوري علائقي جي ڳوٺن جا ٻار تعليم حاصل ڪندا هئا. هن مدرسي ۾ 10 وڏا عالم رکيل هئا، جيڪي ٻارڙن کي عربي، فارسي، سنڌي ٻولي پڙهائڻ سان گڏطلب، فلسفي تفسير ۽ ادب جا سبق پڻ ڏيندا هئا، جن جي رهائش جو بندوبست پڻ ٿيل هوندو هو، جنهن جي نگهباني ۽ سرپرستي ۽ خرچ سردار چام دوست محمد پاڻ ڪندو هو. هر مهيني جي پهرين تاريخ تي وڏي خيرات ڪندو هو، پنهنجي قبيلي جي ماڻهن جي ڪا شادي ٿيندي هئي تہ گهوٽ ۽ ڪنوار کي پنهنجي طرفان ٻہ وڳا 2 تسبيون ۽ 2 مصلا موڪليندو هو ۽ علائقي جي غريب نياڻين خاص ڪري بيواهہ عورتن جي نياڻين جي ڏاج جو بندوبست پاڻ ڪندو هو. پاڻ طب ۽ تاريخ جو وڏو ڄاڻو ۽ ماهر هو. سندس بہ ڪتاب باب الشفا ۽ سنڌ جي تاريخ ۾ سنڌ جي قبيلن جو ڪردار نالي قلمي ڪتاب سندن پونئرن وٽ موجود هئا، سندن حويلي جي پر ۾ گلڻ ميربحر جي گهر کي باھ لڳڻ سبب سڙي ويا پر اصل ۾ اهي ڪتاب حڪيم محمد خان ڪيڙو جو پٽ حڪيم محمد چتل ڪيڙو ويٺل راوت خان ڪيڙو پڙهڻ لاءِ کڻي ويو جيڪو حڪمت جي ۽ تاريخ جي وڏي ڄاڻ رکندو هو. سندس وفات ڪانپوءِ اهي ڪتاب سندن پونيئرن گم ڪري ڇڏيا. جيڪي گهڻي ڪوشش جي باوجود سردار چامن کي ملي نہ سگهيا.

چاماڻي سردارن جون جاگيرون ڏارين حاڪمن پنهنجي ڪارندن جي چرچ تي قرڻ شروع ڪيون جنهن ڪري سندن وٽ ملڪيتون ۽ جاگيرون نہ رهيون.

## سند مغل جو نقل

زبده الامثال سردار چام دوست محمد بوڪيہ سبب بسيت عالي متعالي اميدوار....ورثي....بوده داند ڪہ دريولا ازراه تفصيل رسيدارد.....بي دين.....آن زبدة الا ماثل بدسؤر سابق بحال فرموديم بايدڪہ خود را زميندار مستقل انجاد داستہ ڪسان ياريديو....بهمہ ترين و ڪسان افغان رادرحد رسينداري خود دخل يذهد ورسد غلبہ ڪماعہ جهنميان از تعلقہ زميندار او نرسدان شاء المستعان زمستان موڪب ظفر نظر عالي متعالي زينت بخش آن ضلع خواهد شدو برڪہ بامفسدان مسطور رفاقت دارند اسير يا قتيل خواهند شد درين باب از جناب عالي متعالي تاڪيد اڪيد داند ڪہ باعث بهود دين و دنياي او دين است دو ازدهم شهر ذي حجہ سنہ ٤٦ ان جلوس مقدس تحرير شد.

اندازه نقل تاريخ جو آهي
7 اپريل 1705ع— 12 ذوالحج 1116هجري
اورنگزيب عالمگير

## چاماڻي ٻگهين جو شجرو




30- جام غلام نبي (جام ننڍو)
31- جام قرباني علي (جام ننڍو)
نياٽي
جام ڏتي بخش
ٽي نياٽيون
جام نزاڪت علي
جام اظهر علي
سنڌو
32- جام سارنگ علي (جام جکرو)
جام سرمد جام مهراڻ جام صداقت علي جام حسيب علي جام سجاد علي جام ياسين علي
جام علي رضا
جام علي جان
جام علي اصغر
ٻه نياٽيون
نياٽي
الاهي بخش
محمد پريل
سبحان علي
تاج محمد
برڪت علي
جام علي محمد
قادر بخش
جام علي محمد
جام غلام قادر
نور محمد
لاولد
نياٽي
جام دوست محمد
جام امام بخش
بخش علي
چنيسر
طالب حسين
ٽي نياٽيون
ٽي نياٽيون
جام نصير احمد
ظهير احمد
رفيق احمد
جام شفيق احمد
طفيل احمد
جام آفاق
ٽي نياٽيون جام عرفان علي جام عارف حسين جام فراز

## محمد پريل ٻگهيو ويٺل ڳوٺ پنيل ٻگهيو لڳ پراڻو ڳچيرو ديهه ماڙي تعلقو مورو جو خانداني شجرو



## وارھ جي ملان عزيز الله عرف گامڻ خان جي آکھ



مرحوم عبداللطيف پگهيو جي آکهه- نئين گڏ- تعلقو ڏوڪري



**پاڙا:**

(1) پترا (2) ڏوڏڻ (3) هاليا
(4) ڪاراڻي (5) ڪيراڻي (6) حمٽاڻي
(7) ننداڻي (8) پاراڻي (9) سهرا
(10) پميلاڻي (11) ڏوڏي جا (12) ملان ٽي
(13) بکوجا (14) سهڙا (15) هرڙا
(16) ڪنورائي (17) گڏائي (18) ملهوجا
(19) سيٺهر (20) راڻي جا (21) تماچي
(22) بگا (23) ماڪاڻي (24) مغيراڻي
(25) مغراڻي (26) ڪانڌڙا (27) ناگر
(28) پنيلاڻي (29) فاملاڻي (30) حميراڻي
(31) مينهاڻي (32) لکوجا (33) ياڻ پوٽا
(34) ڪوٽاڻي (35) ٻڪرار (36) جهيجا
(37) ميراڻي (38) هوندلاڻي (39) ديشي
(40) پٽڙا (41) گجاڻي (42) رنگ
(43) سرهاڻي (44) دايا (45) نداڻي
(46) آدماڻي (47) چتاڻي (48) ستاباڻي
(49) شيخاڻي (50) اوٺاڻي (51) جماڻي
(52) ڇڳارا (53) گرا (54) گيمبلاڻي
(55) بهادڻي (56) ٻگهيه (57) آفساڻي
(58) گاماڻي (59) پمياڻي (60) سنجراڻي
(61) محبتاڻي (62) فيضاڻي (63) ٺلاهي
(64) نندواڻي (65) جوجهاڻي (66) ياڻ پوٽا
(67) شير خاناڻي (68) گڏاڻي (69) پرياڻي
(70) مرزا (71) ڏيپر (72) ساهڙ
(73) متو (74) ممٽاڻي (75) قيصراڻي
(76) والياڻي (77) مدراڻي (78) گوداڻي
(79) ڳهاياڻي (80) ڄاماڻي (81) ڪاهڙائي
(82) ڏناڻي (83) مريداڻي (84) لطيفاڻي
(85) جهنداڻي (86) جاناڻي (87) موساڻي
(88) نصراڻي (89) ماڪاڻي (90) چتاڻي
(91) خميساڻي (92) صدراڻي (93) فاضلاڻي
(94) شاخاڻي (95) ڪبڙاڻي (96) پوڪاڻي
(97) برهماڻي (98) گنجاڻي (99) منڌاڻي
(100) عارباڻي (101) گلاباڻي (102) آياڻي
(103) منگراڻي (104) ڏهراڻي (105) متاڻي
(106) سوڍراڻي (107) ڏڀاڻي (108) ٻٽاڻي
(109) طيباڻي (110) ورنداڻي (111) گهٽاڻي
(112) ڪوهاڻي (113) دوداڻي (114) ارغاڻي
(115) شڪوراڻي (116) صفدراڻي (117) ڄامائي
(118) طالباڻي (119) لولائي (120) ڪڙائي
(121) ڪارڙا (122) گوراڙا (123) ٻٽڙا
(124) جاڙا (125) پترا (126) گر
(127) ڏوڏيجا (128) جڪريجا (129) بڪيجا
(130) مناهجا (131) سرخي (132) موڳا
(133) سماٽي (134) لورا (135) ٽپريا
(136) متا (137) شيدي (138) ڄام
(139) ڄامزادا (140) چادر ڏٽي

# اوڏ

قديم سنڌ جي مصنف ڪاڪي ڀيرو مل لکيو آهي. اوڏ معنيٰ اڏيندڙ. هي مهين وارن جي نسل مان آهن. هو لکي ٿو ته سنڌ ۾ هن وقت جيڪي اوڏ آهن اهي اصل ۾ ڏکڻ هندستان ۾ هئا. اتر هندستان ۾ اچڻ کان اڳ ۾ جنهن هنڌ ويٺا هئا. ان کي اوڏ ديس سڏيندا هئا جنهن کي هاڻي ”اوڙيسا“ چون ٿا.

جنهن جي تصديق اوڏ اتهاس ۾ آهي، جنهن ۾ حوالي سان لکيل آهي ته اوڏ، اتڪل ۽ اڙيسه (اوڙيسا) هي ٽيئي هڪ نالي جا نالا آهن. پادري مسٽر شيرنگ هندو ٽرائبس ۽ ڪاسٽ يعني هندو قبيلا ۽ ذاتين ۾ لکيو آهي ته اتڪل ۽ اوڏ جو پاڙو يانڪ ڪشپ آهي. سنسڪرت انگريزي ڊڪشنري موجب اتڪل اڄ ڪلهه جي اڙيسه کي اڙيسه جي رهڻ وارن کي اتڪل سڏجي ٿو. مسٽر شيرنگ جي مطابق اتڪل جو نالو ئي اوڏ آهي. هڪ ٻئي هنڌ واضح نموني لکيل آهي ته اڙيسه س پُورس اوڙ + ديش- اتڪل ڀارت جو هڪ سمنڊ ڪناري علائقو آهي جيڪو ڇوٽا ناگپور جي ڏکڻ ۾ آهي. اوڙيسا جي علائقي بابت شري برهم پرا ۾ آهي ته ڏکڻ سمنڊ جي ويجهو اوڙ ديش مشهور آهي وڌيڪ تصديق گجراتي ڊڪشنري ۾ ٿيل آهي ته اتڪل-جو ٻيو نالو اوڏ هو جيڪو هاڻي اڙيسه پرديش سڏجي ٿو. اوڏ ذات، قبيلي ۽ نالي تي اهو اوڏ ديش اوڙيسيا سڏجي ٿو جيڪو اڄ به هندستان جي نقشي تي موجود آهي.

اوڙيسيا يا اوڏ ديش يا اوڏ نالو ڪيئن پيو، تنهن متعلق روايت آهي ته قديم دؤر ۾ زالون مڙس جي مرڻ کان پوءِ زنده رهڻ عيب سمجهنديون هيون ۽ پاڻ کي ان جي امانت سمجهي زنده پاڻ کي باهه ۾ ساڙي ڇڏينديون هيون، جنهن کي ستي چيو وڃي ٿو، مسٽر جيمس ٽاڊ جي کوجنا مطابق ستي ٿيڻ جي رواج جو بنياد وجهندڙ جت ذات وارا هئا. جت مهين جي دؤر جو هڪ جنگجو قبيلو هو جيڪو بعد ۾ ڪنهن جي بهادري جي بهادر هجڻ جي لقب طور استعمال ٿيڻ لڳو ۽ اهو اعزاز ۽ تمغو بڻجي ويو. قديم سنڌين اهو رواج تڏهن اختيار ڪيو. جڏهن ڌارين جا ڪٽڪ سنڌ ۾ ڦرمار ڪرڻ ۽ قبضي خاطر ايندا هئا ۽ سنڌي جوڌا وڙهندي مارجي ويندا هئا، انهن عزت، غيرت، وقار ۽ سربلندي لاءِ اهو فيصلو ڪيو ته جڏهن ڌاريا مڙس مٿيرن کي ماري يا جنگي قيدي بڻائي پنهنجي تلوار جو ڪاچ بڻائن ۽ پوءِ انهن ننگن ۽ دنگن تي قابض ٿي وڃن، اهي زالون جن مڙس ڪانسواءِ ڪنهن جو منهن نه ڏٺو هو، تن تي قبضو ڪري پنهنجي آغوش ۾ آڻن تنهن ڪري انهن جي عزت ۽ آبرو کي غيرن کان بچائڻ لاءِ اهو فيصلو ڪيو ويو ته مڙس يا ورن جي مرڻ کان پوءِ ان جي زال يا زالون پنهنجي لڄ بچائڻ ۽ ان جي حفاظت خاطر زنده پاڻ کي باهه ۾ ساڙي ڇڏن جنهن کي ستي سڏيو ويو، روايت موجب مهاراجا آهوڪ جي مرتئي کان پوءِ سيني زالن ستي ٿيڻ جو فيصلو جن ۾ هن جي ننڍي راڻي پيٽ سان هئي، جنهن ڪر ان جي پنڊتن فيصلو ڏنو ته هوءَ ان حالت ۾ ستي ٿي نه ٿي سگهي جو ان جي پيٽ ۾ هڪ انسان پلي رهيو آهي جنهن جي مرتئي سان هڪ ساهه بيگناهه مارجي ويندو جيڪو هڪ پاپ آهي، ان ڪري اها راڻي ستي ٿي نه ٿي سگهي.

روايتن جي موجب راڻيءَ جي پٽ جو نالو سگر رکيو ويو، جنهن جي پالنا ۽ تربيت مهارشي اور جي ڪئي جنهن ڪري هن اور جي جو نالو پنهنجي نالي سان ڳنڍي ڇڏيو، جنهن ڪري ان جي پڻن جي اولاد کي سندس نسبت سان اورڙ سڏيو ويو جيڪو چوندي چوندي اورب ۽ پوءِ اوڙب ٿي ويو جيڪو مخفف ٿي اوڙ ٿيو جيئن قديم سنڌي ۾ پر اڄ به عام رواجي طور ڙجي اچار کي ڏم ۾ تبديل ڪندي يا اچاريندي خبر نه پوندي آهي. انهيءَ ڪري اوڙ کي اوڏ به ڪوٺيو ويو جيڪي بعد ۾ عام ٿي ويو پر انهن اباڻي ۽ موروثي ملڪ يا علائقي کي اوڙيسا سڏيو ويو. جنهن کي اسان اوڏ ديش به

چئي سگهون ٿا.

راجا سگر جي شاهي خاندان ۾ هجڻ ڪري ڪي دعويٰ ڪن ٿا ته هو راجپوت نسل مان آهن. جڏهن ته منهنجي تحقيق موجب سنڌ سلطنت جي زوال ڪان پوءِ جيڪا ڏوهه راجائن واري جنگ لڳي هئي، ان ۾ مقامي قبيلن جن ويڙهه ۾ شرڪت ڪئي آهي، انهن جي پوئين نسل ڪي راجپوت ۽ جت سڏجي ٿو، انهيءَ ڪري شاهان گجر جي مصنف لکيو آهي ته راجپوت ۽ جت هڪ آهن.

اوڏ اتهاس ۾ اها به دعويٰ ڪئي ويئي آهي ته ايوڌيا جي راجا ڀاڳيرٿ جي نسل مان آهن، مسٽر آر اي اين شٿوون لکيو آهي ته اوڏ راجپوت ڪتريه ونس سان تعلق رکڻ جي دعويٰ ڪن ٿا ۽ چون ٿا ته راجا ڀاڳيرٿ جي اولاد مان آهن ۽ جيڪو راجا سگر جو پٽ هو. پنجاب جي ذاتين ۾ ڊينزل ابٽسن ۽ اي ڊي ميڪليگن پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي ته اوڏ ذات وارن جي دعويٰ آهي ته اهي ڀاڳيرت جي نسل مان آهن، جنهن اهو قسم کنيو هو ته هو هڪ کوهه مان ٻيو دفعو پاڻي نه پيئندو انهيءَ ڪري هو روزانو هڪ نئون کوهه کوٽيندو هو. تانجو هو هڪ ڏينهن کوٽائي ڪندو رهيو ۽ وري واپس نه وريو. هنن جو عقيدو آهي ته هڪ ڏينهن هو ظاهر ٿيندو تيستائين هو اڇوت ٿي رهندا. انهيءَ جي باوجود هنن جي دعويٰ آهي هو راجپوت آهن. ڪتاب راس مالاجي مطابق اوڏ راجپوت شاخ مهاراجا ڀاڳرت جي نسل مان آهن.

منهنجي راءِ موجب مقامي ذاتين ۽ قبيلن ۾ هاڻي اهو رواج وڌي رهيو آهي ته جيڪڏهن هو مسلمان آهن ته پنهنجو نسبي تعلق ڪنهن عرب جي وڏي ۽ مشهور ۽ قبيلي سان جوڙن، پر جيڪڏهن ان ۾ ڪامياب نه ٿي سگهن ته پوءِ يقينن ايران جي ڪنهن قديم قبيلي مان ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، اهڙي طرح سان هندو مت سان تعلق رکندڙن جي اڪثريت اها دعويٰ ڪندي آهي ته اهي برهمڻ يا ڪتري نسل سان تعلق رکندڙ آهن، انهيءَ نسبي برتري جي ڪوشش ۾ اوڏ ذات مان به ڪن ڪوشش ڪئي آهي ته هو راجپوت يا ڪتري نسل مان آهن. جڏهن ته مان راجپوت نسل چورائڻ يا سڏجڻ جي اصل حقيقت پڌري ڪئي آهي.

سر جارج ڪيمبل جي مطابق "جڏهن پرشرام جي مهاراج ڪترين ڪي مارائڻ شروع ڪيو ته ڪيترائي ڪتري پنهنجي جان بچائڻ لاءِ اصل ذات بجاءِ اوڏ ذات سڏائي." جنهن مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته ڪتري ۽ اوڏ هڪ ذات نه آهن نه وري نسلي تعلق هڪ اٿن جنهن ڪري ته هو اڇي اوڏن ۾ لڪا هئا. حقيقت اها آهي ته قديم سنڌي نسل مان آهن جن پنهنجي نسلي رسم ۽ رواج ۽ اصليت ڪي اڄ تائين محفوظ رکيو آهي ۽ سندن ٻولي اوڏڪي پڻ قديم سنڌي ٻوليءَ جي لهجن مان هڪ آهي. لوڪ رام ڏوڏيجا لکيو اهي ته اوڏڪي ٻوليءَ ۾ سنڌي ۽ مارواڙي لفظ مليل سليل آهن. سندن نسلي ۽ خانداني ڪرت جي ڪري چوڻي آهي ته "اوڏ مٽيءَ جا ڪوڏ."

اوڏ قديم سنڌ جا باشندا آهن ۽ قديم سنڌ انهن جو اصل وطن هو جنهن جون سرحدون اوڙيسيا تائين هيون جتي سندن گهٽائي هئي، جنهن ڪري پنهنجو الڳ علائقو قائم ڪري پنهنجي قومي سڃاڻپ ڪي برقرار رکيو. ان ڪانسواءِ هي راجستان، دهلي، پنجاب، هرياڻه، مڌيه پرديش ۽ ٻين علائقن ۾ موجود آهن.

سنڌ ۾ پهريان هي هڪ هنڌ ڪو نه رهندا هئا ۽ روزگار جي تلاش ۾ هڪ هنڌ ڪان ٻي هنڌ ويندا هئا پر هاڻي انهن جي اڪثريت مستقل طور هڪ هنڌ رهي ٿي.

هو اصل ۾ هندو آهن سنڌ ۾ ٻهراڙين ۾ ڪچا گهر اڏڻ جو ڪم ڪندا آهن، ڪنهن زماني ۾ ڪچا ڪوٽ ۽ قلعا به هنن ڪان اڏرايا ويندا هئا. اڄ ڪلهه پنهنجي اباڻي ڪرت ڪانسواءِ ٻيو ڪم ڪار به ڪندا آهن.

اوڏ مردن ڪي ساڙيندا نه آهن پر قبر ۾ حقي، چلم سميت گوڏن ڀر ويهاري سڌي ڪڏ ڪٽي دفن ڪندا آهن پر اها رسم به ڪن ڪٽنبن ۾ هئي جيڪا ترڪ ڪري چڪا آهن. هاڻي انهن مان ڪيترا آفيسر، ڊاڪٽر ۽ اديب آهن.

## سنڌ ۾ رهندڙ اوڏ ذات وارن جا پاڙا

(1) ڪروڙ
(2) سروڻ
(3) مجوڪا
(4) ڪليها
(5) بيروڪا
(6) جيپڙوت
(7) ڏيوات
(8) گڏائي
(9) ٺگيئا
(10) چوڙا
(11) مڏاهي
(12) ڪونڌڙي
(13) ڍهاگ
(14) جيئاڻي
(15) ساڏي
(16) ڏوڏيئا
(17) آڏيسي
(18) ڳڙگٽ
(19) پاٽيهيا
(20) ڀاٽي
(21) پرمار
(22) سولنڪي
(23) چوهاڻ
(24) راٺوڙ
(25) تونهر
(26) رنگا
(27) ضروري
(28) ڪڏاولار
(29) ڏيرڪا
(30) پاتائين
(31) هاساڻي
(32) جيستاڻي
(33) نگليئا

راجستان جي اوڏ ذات وارن جا پاڙا جيڪي پاڻ کي راجا سگر جي اولاد سڏائيندا آهن، جن ۾ اڪثر پاڙا سنڌ ۾ رهندڙ اوڏن جا بہ آهن.

(1) ڪڏاولا (سنڌ ۾ بہ) (2) ڪلهيا (سنڌ ۾ بہ) (3) اڏيسي يا اديسي (سنڌ ۾ بہ) (4) ڳڙڳٽ (سنڌ ۾ بہ) (5) مڏائي (مڏهي) (سنڌ ۾ بہ) (6) شرواڻ (سرواڻ) (سنڌ ۾ بہ) (7) مجوڪا (سنڌ ۾ بہ) (8) جيپڙوت (سنڌ ۾ بہ) (9) ڳندالي (10) بيڪا (11) ڪمبرا (12) سورا (13) يوڏا (14) نهر (15) منگل (16) گلوالي (17) لولا.

**هنن کان علاوه ٻيا پاڙا اوڏ اتهاس موجب:**

(1) بمبالي (2) بارور (3) بيلدار (4) برپالي (5) بوردا (6) بوتيا (7) بورڏا (8) بياوت (9) چچيا (10) چترا (11) چنتال (12) دليري (13) دائو (14) ديروال (15) دوداڻي (16) ڍنڍيا (17) گاهير وار (18) گنگواڻي (19) گوهل (20) گندلي (21) هدا (22) هنسو (23) جادوت (24) جياڻي (25) ڪناد (26) ڪاليا (27) ڪانتيوال (28) ڪيسرو (29) ڪروار (30) ڪٽي (31) ڪنگر (32) مدوٽا (33) ماڏا (34) ماڏواڻي (35) ملواڻ (36) ملڪ (37) مهلا (38) مهگاڻي (39) مگري (40) ناگيا (41) ناپا (42) نروڪا (43) نيليوال (44) نور (45) نونگوٽي (46) نوٽي (47) اوٽرس (48) راٺيرا (49) سنگاوت (50) سرگاڻي (51) شنڌليا (52) سوڏيا (53) سراوڻ (54) سلڪاڻي (55) ٽانود (56) ٽاهيا (57) ٽهال (58) تمريل (59) واورو (60) واويجا.

# مورو- مورا

مورو ۽ موريا ذات وارن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ اهي بنيادي طور هڪ ئي ذات آهي پر اسان جي تحقيق موجب اها راءِ غلط آهي. مورو يا مورا ۽ موريا بہ الڳ الڳ ذاتيون آهن جن جو نسلي تعلق بہ علحده آهي.

شيخ صادق علي جي تحقيق ۽ ڪرجنا ۽ معلومات جي مطابق هن ذات جو تعلق سمہ قبيلي سان آهي. روايت موجب هوٿي پٽ انڙ کي ارڙهن پٽ هئا جنهن جي هڪ زال مان مورو، جيسر، بهڻ، مبيجو ۽ وسڻ پٽ هئا. انهيءَ مورو جي اولاد پنهنجي مورث اعليٰ جي نسبت سان مورو ۽ مورا سڏجي ٿي. جڏهن تہ موريا سمہ ۽ مهاڻي نسل ۾ شمار ٿين ٿا پر انهن جو وڏو ڪو ٻيو آهي. ان لاءِ ڏسو موريو ذات.

تحقيق موجب مٿين روايت درست ۽ صحيح آهي جو نوشهروفيروز ضلعي ۾ اهي ذاتيون آباد آهن. اهو بہ چيو وڃي ٿو تہ مورو شهر تي نالو مورو ذات جي نالي پويان پيل آهي.

**پاڙا:**

1- ڀيمر
2- ٽاريئا
3- جوٽا
4- موڙا
5- موڏا
6- مورائي
7- موجائي
8- موريجو

# موريو

موريو ذات سمه قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. جنت السنڌ ۾ مولائي شيدائي دستور موجب لکي ٿو ته هو عرب کان آيل مغيره جي اولاد آهن. شيخ صادق علي انهن کي سمه، شمار ڪري ٿو. هن عرب نسل جا ماڻهو ۽ ذاتيون الڳ ڏنا آهن. انهن ۾ موريو ذات نه آهي. اي ڊي ميڪليگن موريو ذات کي مور -مورن ۽ مورادي جي نالن سان لکي ٿو ۽ ٻڌائي ٿو ته هو زراعت پيشه جت آهن.

مولوي عبدالمالڪ شاهان گوجر ۾ موريا ذات کي گجر جو هڪ پاڙو ڄاڻايو آهي ۽ هو لکي ٿو ته هو اصل ۾ راجپوت نسل جا ماڻهو آهن. جيڪي دريائن جي ڪنارن تي رهندا آهن. ڪچون ۽ مڇي جو شڪار ڪندا آهن. هي ڪنهن زماني ۾ شاهي لشڪر کان جدا ٿي جهنگ ۽ بر جو رخ اختيار ڪيو اهڙي طرح هي پنهنجي ذات ۽ قبيلي کان الڳ ٿي ويا ۽ ٻيو پيشو اختيار ڪرڻ تي مجبور ٿيا.

موريو ذات وارن لاءِ اها به روايت آهي ته هو چندر گپت موريا جي خاندان مان آهن. جنهن ڪري موريو سڏجن ٿا. مسٽر جيمس ٽاڊ جنهن راجستان جي قديم ذاتين ۽ قبيلن تي اڄ کان ٻه سؤ سال اڳ تحقيق ڪئي تنهن جي مطابق چندر گپت جي ذات موريا. تڪشڪ جو هڪ پاڙو آهي جنهن کي شيش ناگ به چوندا آهن. موريا مور مان نڪتل آهي جنهن جي معنيٰ آهي زمين تي مالڪ ٿي ويهڻ. زوري قبضو ڪرڻ. انهيءَ ڪري ٽاڊ تڪشڪ کي غاصب قوم ڪري لکيو آهي پر اڪثر محققن ۽ عالمن ان راءِ کي رد ڪيو آهي. عام طور تي هن ذات کي ”موريو فقير“ ڪري سڏيو ويندو آهي ۽ ڪنهن بزرگ جو نالو ”موريو“ هو. ان جي خليفن جي اولاد کي ”موريو“ بزرگ جي نسبت سان موريو فقير سڏيو ويو جيڪا پوءِ نسبت ذات ۾ بدلجي ويئي.

جڏهن ته موريا ذات سان تعلق رکڻ وارن جي دعويٰ آهي ته هو چندر گپت موريا جي خاندان ۽ ذات مان آهن ۽ اسان جو انهيءَ قديم ذات سان نسلي تعلق آهي ۽ اسان دريائن جي ڪناري تي تڏهن کان وٺي وينا آهيون جڏهن اشوڪ اعظم، بادشاهي ڇڏي ٻڌ مذهب اختيار ڪيو ۽ گادي تي پنهنجي هڪ وزير کي ويهاريو ان کان اڳ ۾ هن پنهنجي دؤر حڪومت ۾ پنهنجي قوم جا ماڻهو ملڪ جي مختلف حصن ۾ موڪلي ڇڏيا هئا جن جي ذريعي واپار به ڪيو ويندو هو ۽ محصول به اوڳاڙيو ويندو هو جيئن ته انهيءَ دؤر يا پراڻي وقت ۾ واپار جو وڏو ذريعو سامونڊي ۽ دريائي رستا هئا انهيءَ ڪري اڄ به موريا ذات وارن جا اڪثر ڳوٺ درياءَ ۽ سمنڊ جي ڪناري لڳ آهن.

اسان جي راءِ موجب موريو اصل ۾ مهاڻو آهي جن جو تعلق مهين واري دور سان آهي. هي هاڻي پنهنجو اباڻو پيشو ترڪ ڪري چڪا آهن . هن ذات جو مهاڻو قبيلي مان هجڻ جي تصديق شيخ صادق علي به پنهنجي ڪتاب ۾ ڪئي آهي ۽ مهاڻو ذات وارن جي فهرست ۾ شامل ڪيو آهي. هنن اهو پيشو ڪڏهن ترڪ ڪيو تنهن جي تصديق نه ٿي ٿئي. سنڌ جا اڪثر قبيلا راجپوت نسل جا ئي سڏيا ويندا آهن جنهن جو مطلب بهادر ويڙهو.

سنڌ ۾ هن ذات وارن جي اڪثر آباد لاڙڪاڻي ضلعي ۾ رهي ٿي ان کان علاوه ڪوٽ قبوليو ڪشمور، شڪارپور، خيرپور ۽ ڄامشورو ضلعن ۾ آباد آهن. ڪنڊيارو تعلقي ۾ ڳوٺ ڪنڌر ۽ نارو شاهه ۾ ڪافي تعداد ۾ رهن ٿا. ڪراچيءَ ۾ سنڌن قديم ڳوٺ هو جيڪو ڪائوڙ، گلشن حديد روڊ تي موجود هو، ان کان سواءِ اسٽار گيٽ لڳ پڻ موريا ڳوٺ اڄ به موجود آهي.

موريا ذات ۾ ڪيترا فقير، بزرگ ۽ الله لوڪ ٿي گذريا آهن، جنهن ڪري سندن ذات سان فقير جو لقب گڏجي ويو

آهي. جيئن تعلقي رتوديرو ۾ پير الهه رکيو موريو، پير قادن موريو، پير سليمان موريو، ڪنديارو تعلقي ۾ ميان باري موريو، ميان اودل موريو.

هن کان علاوه ڳوٺ موريا فقير لڳ نئون ديرو ۾ قلندر لال شهباز جي دونهين نالي درگاهه موجود آهي. جتي اڄ به عقيدت مند اچن ٿا ۽ ان جي خاڪ مان بيمار شفاياب ٿين ٿا. محترم عنايت الله موريو وڪيل جي مطابق روايت موجب قلندر لال شهباز سيوهڻ وارو ۽ ڪنڊياري جو ميان باري موريو ڳوٺ موريا ۾ اچي پير الله رکيو موريو وٽ مهمان ٿيا ۽ اتي جنهن جاءِ تي ويهندا هئا، اتي سياري جي موسم ڪري باهه ٻرندي هئي جيڪا اڄ تائين ٻرندي رهي ٿي جنهن کي قلندر شهباز جو دونهون چيو وڃي ٿو.

پنهنجي تر ۾ پير مورين فقيرن جون مختلف ڪرامتون ۽ معجزا مشهور آهن ۽ سندن خادمي مريدي اڄ تائين برقرار آهي جن ۾ چاچڙ، سهتو، ماڇي، ڀٽي، ڪانڌڙو ۽ چنجٽي ذات وارن جي اڪثريت آهي.

### پاڙا:

1- آراڻي
2- بکراڻي
3- سڏاڻي
4- چنداڻي
5- نوراڻي (نوراڻي وڏو ۽ پڳدار پاڙو آهي.)

## چندرگپت موريو جو هڪ مليل نسلي شجرو

آش (آس)

↓

ڪش (ڪوش)

- پٽ — ٻٽ قبيلي جو جدامجد
- ڏهر — مختلف قبيلين جو جدامجد
- دار — ڊار قبيلي جو جدامجد
- تانتر — تانتري قبيلي جو جدامجد
- ماڪر — ماگري قبيلي جو جدامجد
- ڪاشر — عرف ڪاشي مختلف قبيلين جو جدامجد
- پر — پرتي قبيلي جو جدامجد
- نائيڪ — ناڪ يا نائيڪ قبيلي جو جدامجد

پٽ ↓

- سودرن
- سندمان

سودرن ↓

- راجا جنڪ (قبيلي جو پهريون سردار)
- شنڪني ڏهر

راجا جنڪ ↓

- راجا سنجي نر (ڪابه اولاد ڪونه)
- راجا اوڪنند ← راجا دامودر ← راجا ديال گونند (چندرگپت موريو هٿان قتل ٿيو.)

شنڪني ڏهر ↓

جياد ڏهر ← راجا ڪل ڪندرا عرف گاگندرا (جنهن گنڌارا شهر جو بنياد وڌو.) ← چندرگپت موريو (جنهن لاڙڪاڻي ۾ سڪندر مقدوني لاءِ پهرين بغاوت ڪرائي، جو هو پنهنجي قبيلن سميت اتي آباد هو.)

چندرگپت موريو ↓

- راجا بندوسار — سنڌ ۽ هند جو راجا
- سنڌ جو راجا هو پوءِ هند طرف وڌيو.
- راجا مرهن ديو — ڪشمير جو راجا
- راجا ڪامو ديو — هي به ڪشمير جو راجا بڻيو

↓

- مهاراجا اشوڪ (جنهن سڄي هندستان تي حاڪميت ڪئي ۽ ٻڌ مذهب اختيار ڪيو.) ↓
- راجا سنگرام چندر — ڪشمير جو راجا لاولد
- راجا الارڪ چندر (پاءِ ڪانپوءِ تخت تي ويٺو) ↓↓




مهاراجا اشوڪ
راجا گونال
راجا جلوڪ
راجا هند
راجا دامودر
نامعلوم
راجا سپندي
راجا هند
راجا نرندرا
راجا الارڪ چند
راجا برم
راجا بيڪن چندر
راجا پگونت چندر
ڪابہ اولاد ڪونہ
راجا اپي مينو
پندت رتناگر ۽ ٻين تاريخ نويسن جي مطابق هن ڪشمير تي صرف ہ هفتا راج ڪيو ۽ هڪ وڏو زلزلو آيو جنهن ۾ تباهي ٿي ۽ هو حضرت سليمان عليہ السلام جي اولاد مان ڪنهن بزرگ سان بابل ڏانهن هليو ويو.
ڪشمير جو راجا جنهن جي 23 سالہ حڪمراني دوران چندرا نالي برهمڻ هندستان کان اتي ويو جنهن راجا کي مهاڀاش جي تعليم ڏيئي ہڌ ڌرم مان هندومت ڏانهن راغب ڪيو ۽ 150 قبل مسيح ۾ هندومت اتي پير کوڙيا.

# شيخ

انگريزن جي دور ۾ جيڪي هندو ۽ غير مسلم تبليغ ۽ بزرگن جي تعليم تربيت ۽ واعظ ڪري مسلمان ٿيا، تن کي شيخ سڏيو ويو مطلب دين اسلام اختيار ڪرڻ ڪري مٿانهون درجو ڏنو ويو. هنن ۾ وڏو تعداد هندن جو آهي. جهڙي طرح قرمطي فرقي وارن کان متاثر ٿي لوهاڻا مؤمن بڻجي ميمڻ ٿي ويا اهڙي طرح انگريز دور ۾ هندن مان مسلمان ٿيڻ وارن کي شيخ جو لقب ڏيئي الڳ سڃاڻپ ڏني وئي. اڄ تائين ڪيترا شيخ اهڙا آهن جن جو خاندان مذهبي طور ورهايل آهي. هڪڙا هندو آهن ته ٻيا شيخ مسلمان، نو مسلم کي ٻه شيخ سڏيو ويندو آهي پل کهڙي به مذهب سان تعلق رکندڙ هجي. شيخ اتر سنڌ ۾ وڌيڪ آهن. انهن ۾ اڄ به اهڙا ٻڌي آهي جيڪا ميمڻ، خواجه، بوهرا ۽ ٻين واپاري طبقن ۽ فرقن ۾ آهي هنن جي اڪثريت پنهنجي ذات وارن کانسواءِ ٻئي ڪنهن ذات واري سان مٽي مائٽي ڪو نه ڪن، پر ڪجهه خاندان پنهنجي ذات کان ٻاهر سنگ ڏيڻ شروع ڪيا آهن.

حقيقت ۾ شيخ عربي لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي بزرگ يا سردار، عربن جا امير گهراڻا شيخ جي لقب سان سڏيا ويندا آهن. ڪيترا ڪٽنب اهڙا به انهن ۾ شامل ٿي ويا آهن جيڪي نوان مسلمان نه آهن پر ٻين ذاتين سان تعلق رکندڙ آهن پر شيخ لفظ ۽ لقب کان متاثر ٿي شيخن ۾ شامل ٿي ويا آهن.

اي ڊي ميڪليگن پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته جيڪي عمومي طور اسلام قبول ڪندا آهن. اهي پنهنجي اصل ذات بدلائي شيخ چورائيندا آهن ۽ هڪ فارسي چوٽي موجب ”مان گذريل سال ڇهڙو هيس، هن سال شيخ آهيان ۽ جيڪڏهن قيمتون سٺيون مليون ته ايندڙ سال سيد ٿي ويندس.“

هو وڌيڪ لکي ٿو ته ڪيترين ڪمتر مسلمان قبيلن ۽ ذاتين عرب نسل هجڻ جي دعويٰ ڪئي پر پوءِ به پنهنجي اصلي قبائلي نالي سان سڃاتا وڃن ٿا. اسان جي تحقيق موجب شيخ ذات ٽن گروهن ۾ ورهايل آهي. هڪ شيخ، ٻيو ڇهڙو شيخ ٽيون سنجوڳي شيخ.

(1) شيخ:- هي اصل ۾ ذات جا شيخ ڪو نه آهن پر سندن کي پرهيزگاري مذمت ۽ ڪنهن ٻي سبب جي ڪري سرڪاري يا راجوٽي طور مليل لقب جنهن جي معنيٰ آهي باعزت، محترم، قابل احترام. جيئن ته پيران پير دستگير جي نالي اڳيان شيخ لڳايو ويندو آهي. هاڻي به عرب ۾ شيخ جو لقب استعمال ٿئي ٿو.

شيخ لقب ڏنل جي اولاد بعد ۾ شيخ سڏجي ٿي ۽ بعد ۾ لقب ذات ۾ تبديل ٿي وڃي ٿو.

(2) ڇهڙو شيخ:- هي اڪثر، درياءَ جي ڪنارن ۽ ڪچي واري علائقي ۾ رهندا آهن. سندن ڪم ڪانن مان چڪون وغيره ٺاهڻ ۽ لئي مان مختلف شيون ٺاهڻ آهي. هي بنيادي طور ڏفير ذاتين مان آهن جيڪي مسلمان ٿيڻ ڪري شيخ سڏيا ويا پر اصل ۾ پنهنجي ڪرت نه ڇڏيو. هنن کي ڏفير شيخ به چوندا آهن. انهيءَ کانسواءِ غير مسلم ذاتيون جيڪي صفائي وغيره جو ڪم ڪندا آهن تن کي ڇهڙو شيخ چيو وڃي ٿو.

(3) سنجوڳي شيخ:- سنجوڳ جي معني آهي. ميل ملاقات، اتفاقي ملاقات، موقعو نصيب ۽ قسمت. پر ان جي مفهومي معنيٰ آهي، موقعي مان ۽ مناسبت سان پاڻ کي تبديل ڪرڻ ۽ مٽائڻ ، ٻين سان شامل ٿيڻ، پاڻ کي بدلائڻ.

اهي غير مسلم جيڪي پنهنجو دين مٽائي مسلمان ٿيا، انهن کي سنجوڳي شيخ چيو ويندو آهي. جيڪي هن وقت واپاري ۽ شاهوڪار شيخ آهن، اهي پاڪستان ٺهڻ کان اڳ يا پوءِ مسلمان ٿيا ۽ اهي جيڪي تبليغ ۽ اسلام کان متاثر ٿي مسلمان ٿيا انهن کي سنجوڳي شيخ چيو وڃي ٿو جن جي اڪثريت لاڙڪاڻو ، گمبٽ ۽ شڪارپور ۾ آهي.

انهي کانسواءِ اهي مسلمان گهراڻا به شيخ سڏجن ٿا جيڪي ڪنهن، ڪرت، پيشي، علمي قابليت ۽ سماجي ۽ ڀلائي جي ڪمن ڪري انفرادي حيثيت رکن ٿا، جيئن ڊاڪٽر محمد حسن شيخ لاڙڪاڻي واري جي گهراڻو، جيڪي ذات جا شيخ نه آهن پر هن جا وڏا ڳوٺ ڦيڙا آريجا جا مشهور حڪيم هئا، جنهن ڪري سندس گهراڻي علمي ۽ حڪمت جي قابليت ڪري شيخ سڏجندا هئا جيڪا بعد ۾ انهن جي سڃاڻپ بڻجي وئي ۽ هو شيخ سڏجڻ لڳا. اهڙي طرح سان محترم مشتاق احمد نيشنل بئنڪ وارو جو گهراڻو ترڙي محبت جو نالي وارو ۽ معتبر گهراڻو هو جن کي عزت مان شيخ چوندا هئا. اها اڄ انهن جي سڃاڻپ ٿي وئي آهي ۽ شيخ سڏجن ٿا.

# سيال

اصل ۾ سيال جهنگ ۽ سيالڪوٽ جا رهواسي آهن. هي پهنور راجپوت آهن ۽ راءِ شنڪر جي اولاد آهن. جيڪو الهه آباد ۽ فتح پور جي وچ واري شهر دارا ننگر جو رهاڪو هو. پهنور جو هڪ پاڙو اتان لڏي جونپور آيو. جتي راءِ شنڪر پيدا ٿيو. هن کي ٽي پٽ هئا. هڪ سيو ٻيو ٽيپو ۽ ٽيون گهيسو جنهن مان جهنگ جا سيال، شاهه پور جا ٽوانا آهن ۽ ڳوٺ پنڊي گهيب جي گهبن جو نسل به اتان هليو. اها به روايت موجود آهي ته راءِ شنڪر کي هڪ پٽ سيال هو ۽ اهي شنڪر ۽ سيال جا رڳو جدي مائٽ آهن. راءِ شنڪر جي مرڻ کان پوءِ سندس مائٽن جي وچ ۾ وڏيون لڙايون لڳيون، سندس پٽ سيال علاؤالدين غوريءَ جي وقت ۾ موجوده پنجاب ۾ لڏي آيو. سيال ذات لاءِ جنرل ڪننگهم جو رايو آهي ته هو سيال ڪوٽ جي پٽي راجا "ارسالو" جي اندوسٽين مخالف "ارجا هودي" جي اولاد مان آهن. شاهان گجر جي مصنف هنن کي جٽن ۾ شمار ڪيو آهي.

تاريخ راجپوت قبائل جي مطابق راءِ شنڪر جو هڪ پٽ سيو 1243ع ۾ پاڪ پتن ۾ اچي رهيو، ان راجا جي اولاد پاڻ کي سيال چورايو انهن مان راجا مه پال هو جنهن 1380ع ۾ منڪيره جو ڳوٺ ٻڌو، ان جي چوٿين پيڙهي ۾ پرمل خان هو جنهن جهنگ سيال آباد ڪيو انهيءَ ڪري ان علائقي کي سيالن جو اباڻو وطن چيو ويندو آهي جتان سڄي ملڪ ۾ ڦهلجي ويا.

مسٽر "سٽيڊمين" جي مطابق هو پهنور راجپوت جو هڪ قبيلو آهي ۽ هو راءِ شنڪر جي اولاد آهن هو بابا فريد پاڪ پتن واري هٿان مسلمان ٿيا. بابا فريد 1264ع ۾ وفات ڪئي. ان جي دعا سان درياءَ جهلم ۽ چناب جي وچ واري علائقي تي حڪمراني ڪئي.

هو اصل ۾ پنجاب سان وابسته قوم آهي. جيڪي اڪثريت ۾ سيال ڪوٽ ۽ جهنگ ۾ رهن ٿا. جيڪو هنن 1808ع تائين طاقت جي زور تي حاصل ڪري ورتو هو. مهاراجا رنجيت سنگهه 1810ع ۾ سيالن جي آخري خان احمد خان کي گرفتار ڪري هنن جي چيلهه ڀڃي وڌي ۽ هنن لڏپلاڻ ڪئي ۽ شايد انهي دور ۾ سيال سنڌ خاص طور اتر سنڌ ۾ اچي پهتا. هنن جو ڪنهن زماني ۾ وڏو عروج هو ۽ هو پنهنجي علائقي جا مالڪ ۽ حاڪم سمجهيا ويندا هئا. هي اصل ۾ مالوند ۽ زراعت پيشه ماڻهن جو قبيلو آهي. هنن مان ڪي لڏي سنڌ ۾ آيا ۽ هميشه لاءِ هتان جا ٿي ويا. هي سنڌي ۽ سرائڪي ٻولي ڳالهائن ٿا ۽ هيراج سندن وڏو پاڙو آهي. سنڌ ۾ رهندڙ سيالن مان بکو ديرو، فريد آباد ۽ سمي وارا مشهور آهن.

## پاڙا

1- ٻيپيرا 2- ٻلال 3- سندا 4- سيانچ 5- سٽيال 6- ڪلي 7- پتر 8- پرواني 9- سيال 10- جنيانا 11- ڏلاٽي 12- ڏب 13- ڏڏي 14- سرگاني 15- ڪملانا 16- ڪمياٽي 17- مگهياٽي 18- ملاٽا 19- ملاٽي 20- لوڏارا 21- نواب 22- جلگاٽي 23- ڪک 24- ڪڪ 25- راڻ 26- مونمل 27- علياٽي 28- ڏول 29- ٻنگر 30- هراج 31- اوپاڙا 32- باجر

# منگراڻي

منگراڻي ابڙا قبيلي جي وڏن پاڙن مان هڪ آهي. مونگر خان جي اولاد هجڻ ڪري منگراڻي سڏجن ٿا. هنن جي اڪثريت ڪڇي، ڍاڍر واري پاسي آهي ۽ ڪجهه سنڌ ۾ رهن ٿا، هنن جو سردار حبيب ڳوٺ ۾ رهي ٿو.

هڪ روايت موجب ”ڪبڙ خان ابڙو عرف ڪمر ابڙو جي اولاد ڪماريا سڏجن ٿا. اهڙي طرح هن جي ئي ڀاءُ منگر خان جي اولاد منگراڻي سڏجڻ ۾ آئي. ابڙو وڏ وڙو“ جي مصنف لکيو آهي تہ اها روايت صحيح ناهي ۽ ٻنهي جي وچ ۾ وڏي عرصي جي وٿي آهي. اسان جو رايو آهي تہ اهو منگر خان پهريون هوندو ۽ جنهن جو ذڪر احمد شاهہ ابدالي ۽ سکن جي جنگ ۾ آيو آهي، اهو ٻيو منگر خان هوندو. اسان وٽ خاندانن ۾ وڏن جا نالا انهن جي فوتگي بعد نندن مٿان رکيا ويندا آهن، تنهن ڪري ان کي رد ڪرڻ جو ڪو بہ جواز نظر نہ ٿو اچي.

احمد شاهہ ابدالي ۽ سکن واري ٻي لڙائي جنهن کي دو آبي واري جنگ سڏيو وڃي ٿو تنهن ۾ منگر خان ابڙي جو ذڪر هيئن آيو آهي:

مونگر ابڙه سو ڪرده ابڙها
در آن رز مگہ بد چو تند اژدها.

ترجمو: ”ابڙن جو اڳواڻ منگر ابڙو هن جنگ ۾ ڦوڪٽ ڪندڙ اژدها نانگ وانگر هو، معنيٰ وڏي بهادريءَ ۽ مڙسيءَ سان وڙهيو.“

هن شعر مان ثابت ٿئي ٿو تہ هن جو درجو سردار برابر هو ۽ هو ابڙا سردار هو. نہ ڪنهن ٻئي سردار ماتحت هو. هن جي پوين متعلق انگريز سرڪار لکيو آهي تہ ”هو ابڙا قبيلي جي منگراڻي پاڙي جو سردار آهي ۽ هڪ معزز زميندار آهي.“

جيئن ڪماريا ابڙا دعويٰ ڪن ٿا تہ هو ابڙا قبيلي جا سردار آهن. تيئن ڪافي عرصو اڳ منگراڻي ابڙا بہ چوندا هئا تہ ابڙا قبيلي جا اصل سردار اسان آهيون. اسان جي تحقيق ۽ راءِ موجب ڪماريا ۽ منگراڻي ابڙا قبيلن جا ٻہ مکيا پاڙا آهن. انهن جا وڏا ڪنهن عرصي ۾ هڪ ٻئي جا ويجها عزيز يا ڀائر هوندا، جڏهن سندن وڏو فوت ٿي ويو تہ ڪبڙ خان ابڙو ۽ منگر خان ابڙو پنهنجي ملڪيت ورهائڻ سان گڏ پنهنجي برادري کي بہ الڳ الڳ ڪري ورهائي ڇڏيو هوندو. ڪن روايتن موجب منگراڻي موجوده سنڌ جي حدن مان نڪري قديم سنڌ جي حدن ڏانهن هليا ويا هئا ۽ پوءِ گهڻي عرصي بعد وري واپس ٿيا پر انهن جي اڪثريت موجوده بلوچستان جي حدن ۾ رهي پئي.

مقامي روايتن موجب منگراڻي کي سردار جي حيثيت حاصل هئي پر مالي ڪمزوري جي ڪري هو پوئتي هٽي ويا ۽ انهن جي جاءِ ڪمارين والاري، هڪ ٻي روايت موجب ڪماريا، ابڙو جي ڪنهن بہ پاڙي جا پڳدار نہ آهن اهي ڪمي يعني مزدوري ڪرڻ ڪري ڪماريا سڏيا ويا. جيمس ٽاڊ راجستان ۾ ڪمار جي معنيٰ برائي ۽ جوئاري لکي آهي. اسان جي تحقيق موجب ابڙو قبيلي جا اصل سردار ۽ وڏا منگراڻي ابڙو وارو پاڙو آهي. جيڪي هن وقت نوشهري ابڙو ۾ رهن ٿا. انهن مان امان الله خا پڳدار آهي ۽ ڪڇيءَ ۾ عبدالله خان منگراڻي آهي. وارهہ جا ابڙن مان ڪندبو وارا منگراڻي آهن ۽ انور آباد وارا جيها ابڙو آهن.

## منگراڻي شجرو



## منگراڻي ابڙو جو شجرو ـ قائم خان جو خاندان

- منگر راءِ
  - قائم خان
    - اسماعيل خان
      - فتح خان
        - حيدر خان
          - فتح محمد
            - شفيع محمد
              - حيدر خان (پيو)
                - فتح خان
                  - جمع خان
                  - شفيع محمد خان
                - عبدالله خان
                  - خان محمد
                    - رشيد احمد
                    - خادم حسين
                    - حاڪم علي
                  - عبدالرحمٰن
                  - موسيٰ خان
                    - عبدالله خان
                      - موسيٰ خان
                    - عيسيٰ خان
                    - قائم خان
                    - رمضان خان
                    - بختيار خان
                    - غلام رسول
                    - اختيار خان
                - سعد الله خان
                - عبدالقادر
      - شير محمد
        - جان محمد
          - در محمد
            - حضور بخش
    - محمد علي
    - شڪر خان
      - ڄام خان
  - ابراهيم خان
    شجرو الڳ ڏنل



# اهي ذاتيون جيڪي ڪرت ۽ ڌنڌي جي ڪري سڏيون ويون

(1) آخوند: استاد
(2) قاضي: جج – مصنف – عدالت ڪرڻ وارا
(3) درزي: ڪپڙا سبڻ وارا
(4) دايو: گڏهن تي مٽي يا سرون ڍوئڻ وارا- هاٿي مناٽي ۽ جو ڪيه سڏائن ٿا.
(5) ڌوبي: ڪپڙن کي ڌوئڻ وارا- هي اڪثر ڪم سومرا ڪندا هئا پر هاڻي صنعت جو درجو وٺي چڪو آهي، تنهن ڪري هر هڪ اهو ڪم ڪري ٿو. هاڻي شاهوڪار ماڻهو اهو ڪم ڪن ٿا ۽ صنعت جو درجو مليل آهي.
(6) ڏوڏي: کير کپائڻ وارو- وکرو ڪرڻ وارو
(7) ڊکڻ: ڪاٺ جو ڪم ڪرڻ وارو – هي اڳي ڪم صرف سومرا ڪندا هئا پر هاڻي ٻين ذاتين وارا هي ڪم ڪن ٿا.
(8) حجم: ڇِهر ڪرڻ، وار لاهڻ ۽ راڇن جو ڪم ڪار ڪرڻ وارو هنن کي منگي بہ چوندا آهن، اج ڪلهه هي سڀ ذات جا چورائن ٿا. ۽ هاڻي ٻيون ذاتيون بہ هي ڪم ڪن ٿيون.
(9) ڪلئي گر: ٿامي ۽ ٻين ٿانون کي جن کي ”ڪٽ“ (زنگ) لڳي وڃي تن کي ڪلئي ڪري صاف ۽ قابل استعمال بڻائڻ وارو.
(10) ڪاسائي: جانور ۽ ڍور کهڻ وارو، گوشت وڪڻڻ وارو.
(11) رنگريز: رنگ ڪرڻ وارو، ڪپڙن وغيره کي رنگ ڪرڻ وارو
(12) ڪوري: آڏواٽي تي ڪپڙو ٺاهڻ وارو، هي ڪم هاڻي مشن ڪري ٿي .
(13) ڪنير: (مٽي مان ٿانوَ ٺاهڻ وارو ۽ ان کي باهہ تي پچائڻ وارو، هي مهين جي دور کان وٺي ذات آهي ۽ هنن جو قديم ڪتابن ۾ ذڪر ٿيل آهي. هاڻي جيڪي هي پيشو ڇڏي ويا آهن. ابڙو ۽ سمو چورائن ٿا.
(14) لباڻو: جهنگ مان ڪاٺ ڪٽي ٻارڻ لاءِ ڪپائڻ وارو.
(15) چهواڻ: جهنگ مان وڻ وڍڻ وارو
(16) لنگهو: مڱڻهار جو ٻيو قسم- دهل وڄائڻ وارو.
(17) لوهر: لوهہ مان مختلف ڪتب ايندڙ سامان ٺاهڻ وارو.
(18) مڱڻهار: شادي براتي تي دهل، شرنايون وڄائڻ وارا.
(19) ميراسي: ڳائڻ وارا.
(20) موچي: جوتا ٺاهڻ وارا- پراڻا ۽ ڦاٽل جوتن کي مرمت ڪرڻ وارا. جوتا پالش ڪرڻ وارا.
(21) نانوائي: مٺائي وغيره ٺاهڻ وارا
(22) نيرولي: ڪپڙن کي حسب منشا رنگ ڏيڻ وارو.
(23) نوناري: لوڻ ٺاهڻ وارا- گڏهن تي سرون ۽ مٽي ڍوئڻ وارا.
(24) پاٽولي: ريشمي ڪپڙو ٺاهڻ وارا.
(25) رازو: جايون ٺاهڻ وارو. اوستو.
(26) سنگتراش: پٿر ڪٽڻ وارو.
(27) سونارو: سون مان زيور ٺاهڻ وارو.
(28) سرهيو: عطر ۽ خوشبو کپائڻ وارو.
(29) عطار: نسخن مان دوائون ٺاهڻ وارو ۽ زخم جي ملم پٽي ڪرڻ وارو.
(30) ڪمان گر: ڪمان ۽ تير ٺاهڻ وارو.
(31) ڪلال: شراب ۽ ٻين نشي وارن شين کي ٺاهڻ وارو.
(32) آگرو: لوڻ ٺاهڻ وارو.

# غلام ذاتيون

(1) گدو: پراڻي دور ۾ زميندارن، رئيسن ۽ پيرن جي اها اولاد جيڪا سندن جي عيش و عشرت ڪري ناجائز پيدا ٿي. ڪين گڏيل نسل به چيو ويندو آهي.

(2) گولا: غلام عورتن جي ناجائز اولاد ۽ تنهن جي اولاد مان جيڪا اولاد ٿي.

(3) خاصخيلي: بادشاهه يا وقت جي حاڪم جا مخصوص ماڻهو جن تي خاص ڪم رکيل هوندو هو. وڌيڪ تفصيل لاءِ ڏسو خاص خيلي.

(4) شابراڻي: خاص ماڻهن لاءِ مخصوص ڪم لاءِ مقرر ڪيل.

(5) ٽوٽاڻي: جاگيردارن، نوابن ۽ شاهوڪار ماڻهن جا نوڪر، چاڪر هاڻي پنهنجي ذات مٽائي چانڊيه، ابڙا، سمه، وغيره سڏائن ٿا انهن جي محفلن ۾ قصا، ڪهاڻيون ۽ چرچن يوڳن جا ٽوٽڪا ٻڌائڻ وارا.

# ڊيڊ

هي ذات به مهين واري دور جي آهي، جيڪي هاڻي هتي ذري گهٽ ختم ٿي ويا آهن، ويهه سال ڪن اڳ هي نظر ايندا هئا، جيڪي شڪارن جي روپ ۾ ايندا هئا ۽ مئل ڍورن تان چمڙا وغيره لاهيندا هئا. شايد ڪنهن ٻي ذات ۾ شامل ٿي ويا هجن ۽ ڪولهي، باگڙي سڏائيندا هجن.

مرزا قليچ بيگ لکيو آهي ته هي گهٽ درجي جا هندو آهن ۽ گجرات ۽ راجپوتانه جا رهواسي هئا. ذڪار جي ڏينهن ۾ سنڌ ۾ آيا هئا ۽ ٿرپارڪر ۾ رهن ٿا. 1901ع جي آدمشماري ۾ 70,678 هئا. پر هاڻي نظر نه ٿا اچن. شايد ٿر کان ٻاهر گهٽ نڪرن ٿا.

# تامل

تامل، تلنگا جيڪي هندستان ڏي رهندڙ زبردست قوم آهي، هيءُ مهين جي دور واري نسل جي نشاني آهن، جڏهن آرين سنڌ سلطنت کي تباهه ڪيو ته هو سندن آڏ مچڻ بدران هندستان طرف هليا ويا ۽ اڄ تائين پنهنجو وجود برقرار رکيو پيا اچن.

تمدن هند جو مصنف لکي ٿو ته دراوڙ هو، هڪ ذات يا قبلو ناهي پر قومن جو هڪ گروهه آهي. هو لکي ٿو ته دراوڙن ۾ اعليٰ طبقو تاملن جو آهي، گڏيل دراوڙ طبقن جو هندستان ۾ تعداد ڪروڙن ۾ آهي انهن ۾ تامل، تلنگا ۽ مالا باري شامل آهن.

هنن جي ٻولي ۾ قديم سنڌي مهين جي دور جا لفظ گهٽائي ۾ آهن. هي سيلون ۾ به رهن ٿا. جيڪي آزادي جي ويڙهه وڙهن ٿا ڪين تامل ٽائيگر سڏيو وڃي. هنن جا چند گهر سنڌ ۾ ٿر، ڪڇ ۽ ڪراچي ۾ رهن ٿا.

مطلب ته تامل سنڌ سلطنت جي دؤر جي ماڻهن جي اولاد آهن جن جو اصل رنگ گندمي يا ڪٽڪ رنگو آهي جن کي عام طور سانورو يا اڇو ڪارو چيو ويندو آهي. گستاؤلي بان لکي ٿو ته هي اهي ماڻهو آهن جن مان توراني نسل سڏيندڙ آهن. هن جي مطابق توراني سنڌين جي اولاد آهن.

# پانڊو

مها ڀارت جو مصنف بياس دهلي جي حڪمران ”سنتو“ جو واحد پٽيلو اولاد هو جيڪو مهاڻي جي پيٽ مان هو، تنهن کري ڪيس حرامي اولاد ڪوٺيو ويو. ڪيس باقي 75 ڏيئرون هيون، ”وچترا وارا“ کي ڪو به پٽ جو اولاد ڪو نه هو هن جي ٽن ڏيئرن مان هڪ جو نالو ”پانڊي“ هو. جيئن سنتن جي اولاد مان بياس ڪانسواءِ ڪو به مرد نه هو تنهن ڪري هن (پنهنجي ڏيءُ) پانڊي سان شادي ڪئي جتان ”پانڊو“ نسل شروع ٿيو. هڪ ٻي روايت مطابق، انهن ٽن ڇوڪرن مان هڪ غلام جي ڏيءُ هئي، اهي پرده اندر رهنديون هيون، غلام جي ڏيءُ جا هن لاءِ تحقيق ڪرڻ ضروري هئي ان لاءِ بياس کي چيو ويو ته

هو ان کي ڳولهي ته امير جي نطفي مان ڪهڙيون آهن. بياس ٽنهي ڇوڪرن کي گهرائي اگهاڙو ٽيڻ جو حڪم ڏنو، ان مان پهرينءُ اکيون شرم کان ٻوٽيون، جنهن مان هستناپور جو بادشاهه انڌو ذرت پيدا ٿيو، ٻي پانڊي هئي جنهن مان اولاد پانڊو ”شروع ٿي ٽين ٻي شرم نڪتي جنهن لاءِ چيو ته هو اصل خاندان مان ناهي تنهن مان ”ٻِدر“ اولاد پيدا ٿي. تاتاري نسل ان جي اولاد مان چيو وڃي ٿو.

پانڊو ذات مان سنڌ ۾ ڪيترا قبيلا رهن ٿا جي مختلف نالن سان آهن، جن جو ذڪر پنهنجي جاءِ تي ڪيو ويو آهي.

# شودر

شودر مهين جي دور جي قبيلن مان هڪ آهي، آريا هنن کان نفرت ڪندا هئا، ڇاڪاڻ جو هي انهن جي آڻ نہ مڃيندا هئا ۽ جڏهن هو حڪومت ڪرڻ جي قابل ٿيا تہ هنن کي داسيو ۾ شامل ڪري ڇڏيو. بيطلموس هنن کي سودراءِ قبيلو سڏيو آهي.

شودر- جنهن کي منومت ۾ برهما جي پيرن مان پيدا ٿيندڙ لکيو ويو آهي. تنهن جي لغتي، منطقي ۽ مفهومي معنيٰ آهي. ويدانت سوتر جي مطابق شودر ٻن حصن جو مرڪب آهي. يعني هڪ شوڪ معنيٰ ڏک ٻيو درا جنهن جو مادو درو معنيٰ گهڙڻ يا داخل ٿيڻ. مطلب اهي جن اندر ڏک گهڙيل آهي. ڏک سان ڀريل پنهنجي ڏکن ۾ ورتل- يعني ڏکايل ماڻهو.

پراڻن جي برهمڻي روايتن موجب بہ شودر جو مادو شڪ آهي جنهن جي معنيٰ ڏکايل آهي. جن کي ڏک پهچايو ويو، جن کان جسماني مشقت ورتي وئي، جيڪي برهمڻ جي آڏو بي شرم ۽ ڪمزور هئا. ٻڌي روايتن موجب بہ خوفزده ۽ ذليل جي آهي. موجوده دور جا عالم هن اصطلاحي معنيٰ ڪن ٿا تہ شودر جو مادو شوئي، معنيٰ ڦهلجڻ. درا معنيٰ ڀڄڻ- يعني اهو شخص جنهن جي زندگي گندگي ۾ ڀريل هجي ۽ اتان نڪرڻ جي ڪوشش ڪندو هجي. ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلي جي مطابق شودر يا سودر سنسڪرت جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي صاف ڪرڻ، صفائي ڪرڻ وارو.

منهنجي راءِ جي مطابق شودر طبقي جو بنيادي تعلق مذهبي بنياد تي هو. جڏهن آرين سنڌ تي ڪاهہ ڪئي هئي تہ ان وقت قديم سنڌي توحيد پرستي واري آخري ڏاڪي تي هئا ۽ هوشو ديوتا جا پوڄاري هئا، جڏهن تہ هن جو ديوتا اندر هو جيڪو غارت گيري، ڦرلٽ ۽ مارا ماري جو هيرو هو جنهن ڪري هنن شروعات ۾ پاڻ ۽ قديم سنڌين ڪي مذهبي بنيادي ورڇي الڳ الڳ ڪري ڇڏيو. مقامي ماڻهو يعني قديم سنڌي شودر سڏيا ويا، شودر ٻن لفظن جو مرڪب آهي. شو+ در= شوَ معنيٰ- شو ديوتا، شو ديتا جا پوڄاري ۽ در معنيٰ، گهر، گهر جا، ترجا، اصل مطلب شو ديوتا جي ديس جا اصل باشندا. شو ديوتا جا پوڄاري جنهن کي شو قبيلو يا شو جا پوئلڳ سڏيو ويو آهي. اصطلاحي معنيٰ ٿيندي اهي مقامي ويڙهاڪ جيڪي شو ديوتا جا پوڄاري هئا. انهيءَ ڪري تہ آڻ نہ مڃڻ وارن کيٰ منومت ۾ شودر ڪري لکيو ويو. مطلب، قديم سنڌ جا اهي باشندا جيڪي شو ديوتا جا پوڄاري هئا. تن آڻ نہ مڃي. بهادر، نڊر، غيرتمند، وطن پرست.

منهنجي تحقيق موجب شودر يا شودرا ۽ اهو قبيلو آهي جنهن آرين سان مقابلو ڪري راجپوت نسل جو بنياد وڌو. وڌيڪ لاءِ پڑهو تاريخ سنڌ جلد پهريون حصو ٽيون. هي قديم سنڌي ماڻهن جي اولاد هئا. اڄ انهن مان اسان وٽ سوين ذاتيون آهن جيڪي وڏي مان ۽ شان واريون آهن ۽ پاڻ سان گڏ لقب چامر لڳائن ٿيون.

مرهٽو شودر ذات مان آهن. مرهٽو سنسڪرت جي لفظ مهاراشٽر مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي "عظيم حڪومت" تمدن هند جو مصنف ان بابت چوي ٿو تہ "اهو نالو ۽ اهي قومون جيڪي ان نالي سان سڏيون وڃن ٿيون، ايتريون قديم آهن جو انهن جي خبر بہ نہ ٿي پوي." تاريخ ۾ مرهٽن جو نالو سترهين صدي عيسوي ۾ آيو جڏهن هڪ سپاهي "شيوا" جي قيادت ۾ سندس قوم گڏ ٿي ۽ مغل حڪمرانن جو ننڊون حرام ڪري ڇڏيون.

شودرن ۾ ڪيتريون قديم ذات شمار ٿين ٿيون. جيڪي بعد ۾ پنهنجو نالي چمڪائي ويون ۽ انهن مان ڪيترن حڪومت ڪئي. تمدن هند جو مصنف لکي ٿو تہ جن کي "توراني" چيو وڃي ٿو اهي اصل ۾ مرهٽا آهن.

سنڌ تي حڪومت ڪندڙ "راءِ" گهراڻو بہ اصل ۾ شودر هئا جن ڪي تاريخ نويسن "شود راءِ" سڏيو. سنڌ جي سمہ قبيلن ۾ اڪثر قبيلا "شودر" هئا. منوجي قانون موجب سڀ ڪان هيٺيون ۽ نيچ طبقو شودر هو ۽ اهي زرعي غلام هئا. رگ ويد ۾ شودر جو ڪو بہ ذڪر ڪونهي. ڊاڪٽر رام شرن شرما لکيو آهي تہ جن ڏنڌن جي رگ ويد ۾ تعريف آهي ۽ ان جي ساراهہ ڪئي آهي ۽ ڪين معزز سمجهيو ويندو هو اهي پالي تحريرن ۾ شودر شمار ڪيا ويا آهن. هو وڌيڪ لکي ٿو تہ ان ۾ ڪو بہ شڪ ڪونهي تہ آريا ڪاريگرن جي اولادن ڪي جن پراڻو پيشو اختيار ڪيو هو. انهن جو درجو گهٽائي شودر جو درجو ڏنو حقيقت ۾ شودر هڪ مفتوح قبيلي ڪي سڏيو يو هو، انهن جو ذڪر هيروڊٽس ۽ يوناني تذڪره نگارن بہ ڪيو آهي. ڊاڪٽر رام شرن شرما لکيو آهي تہ ڏهن بادشاهن جي جنگ ۾ مشهور هيرو "شودر هو" اهو بہ لکيو ويو آهي تہ ويڙهن ۽ بهادر قبيلن جي ماڻهن ڪي شودر سڏيو ويو.

# سميجو

سمہ قبيلو جيئن تہ سوين پاڙن ۽ هزارن نکن ۾ ورهائجي ويو آهي. جيڪي هاڻي مڪمل ذاتيون بڻجي ويون آهن. سميجہ بہ انهن مان هڪ آهي جيڪو هاڻي ٻين سنڌي قبيلن وانگر هڪ قبيلو ٿي ويو آهي، جنهن جا پڻ ڪيترا پاڙا ۽ نکون آهن هاڻي اهو سمہ نہ پر سميجہ سڏجن ٿا. باقي سمہ اهي چورائن ٿا جيڪي حجم، لوهر ۽ مڱڻهار وغيره جن پنهنجون اصلي ذاتيون گهٽ ذات واري سمجهي تبديل ڪيون آهن. تنهن ڪري سمہ سڏائڻ وارا اڪثر تبديل ڪندڙ ذات وارا آهن باقي سمہ جي اصلي شاخن وارا جيئن، انڙ، سميجہ وغيره پاڻ کي نج سمہ قبيلي مان شمار ڪندا آهن پر هو رڳو سمہ نہ سڏائيندا آهن.

سميجہ قبيلي جي حقيقت اها آهي تہ رائڌڻ جي پٽ سمون جي اولاد مان آهن، رائڌڻ کي نوَ (9) پٽ هئا. 1- سمون 2- ابڙو 3- چنيسر 4- منهو 5- لوتيار 6- ڏهر 7- هنگورو 8- لاکو ۽ 9- پلي.

سمون پنهنجي ڀائرن کان مراد چاوڙي جي ڌيءَ بيگ ٻائي سان شادي ڪرڻ جي مسئلي تي اختلافن ڪري هميشہ لاءِ لڏي وڃي نصرپور ويٺو. روايتن موجب سموَن بيگ ٻائي چاوڙي جي بهادري جي هاڪ ٻڌي پهہ ڪيو تہ هو ان سان ضرور شادي ڪندو. سمون لائنون لهڻ لاءِ ڀائرن سوڌو ڇڄ وٽي جيسلمير جي طرف ڳوٺ سمجهاڙيلي جي مڱڻراءِ جي گهر وڃي رهيا هئا رتو چاوڙو جي ڳوٺ جنهن کي رتوڪوٽ سڏيو ويندو هو، اتي سمون جو گهوڙو ٽاهہ ڪائي وٺي ڀڳو جنهن کي جهلڻ لاءِ نوڪر چاڪر وٺي پويان لڳا پر هو ان کي قابو نہ ڪري سگهيا، ايتري ۾ رتو چاوڙي جي ڀائيٽي يعني مراد چاوڙي جي ڌيءَ بيگ ٻائي جي سامهون اچي ويو جنهن جهلي ڪري ڪيس قابو ڪيو. گهوڙي جي سئس اهڙي بهادري جي ڳالهہ سمون سان ڪئي جنهن پهہ ڪيو تہ مڱڻراءِ جي ڌيءَ سان شادي ڪرڻ کان اڳ بيگ ٻائي سان لائنون لهنديس. هن اهڙو ذڪر ڀائرن سان ڪيو جن ڪيس پهريان مڱڻراءِ جي گهران شادي ڪرڻ لاءِ چيو جنهن واسطي ڇڄ نتِ کان آئي آهي ۽ بعد ۾ بيگ ٻائي جو سڱ گهربو جيڪڏهن ائين نہ ڪنداسين تہ ماٺهو ٽوليون ڪندا.

انهيءَ مسئلي تي ڀائرن جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿي پيا ۽ سمون ڀائرن کان ناراض ٿي هليو ويو. ڀائرن بہ پاڻ ۾ فيصلو ڪري سمون کي پڳ ٻڌرائڻ بجاءِ "پلي" کي ٻڌرائي. روايتن موجب هن هڪ ئي رات ۾ پهريان بيگ ٻائي چاوڙي سان لائنون لڌيون ۽ پوءِ وڃي مڱڻراءِ جي ڌيءَ سان شادي ڪئي ۽ هو ٻئي ڪنوار وٺي اچي هميشہ لاءِ نصرپور ۾ رهيو، جيڪا سندس اولاد ٿي نالي جي نسبت سان سميجہ سڏي ويئي جيڪا هاڻي مختلف ذاتين ۽ پاڙن جي نالي سان سڄي سنڌ ۾ رهي ٿي. سميجہ بنيادي طور سمہ قبيلي جو هڪ قبيلو آهي جيڪو پنهنجي وقت نهايت سرڪش ۽ دلير هو. تاريخ مظهر شاهجهاني ۾ سيوهڻ پرڳڻي جي احوال ۾ انهن جو ذڪر ٿيل آهي. تنهن جي مطابق اهي ان پرڳڻي جي احوال ۾ انهن جو ذڪر ٿيل آهي تنهن جي مطابق اهي ان پرڳڻي ۾ اڪثريت سان رهندا هئا، جيڪي سرڪار سان سرڪشي ڪرڻ سان گڏ مقامي راڄن سان بہ ڏاڍ مڙسي ڪندا رهندا هئا ۽ خاص ڪري لاکو ذات وارن کي ڏاڍو تنگ ڪيو جنهن ڪري هو لڏپلاڻ ڪري اچي سن ۽ مانجهند وٽ ويٺا جتي اڄ تائين ڳوٺ ٻڌي رهيا پيا آهن.

يوسف ميرڪ لکي ٿو سيوهڻ واري قلعي سان ٻارنهن پرڳڻن جو لاڳاپو آهي جن مان اٺ پرڳڻا درياهہ جي هن پر قلعي طرف ۽ باقي ٽي پرڳڻا درياهہ جي پرئين پاسي آهن. درياهہ جي هن پر وارن انن پرڳڻن مان سڀ کان وڏو پرڳڻون باغبان آهي جنهن ۾ اٺ (8) ذاتيون رهن ٿيون. ملڪ، پنهور،

ابڙا، سميجہ، جوڻيجہ، پريا، ٻڪيجا ۽ ٽيپا. انهن مان سميجہ ۽ ٽيپا سرڪش ۽ بهادر قوم هئي جنهن کي هو شومر ڪري لکي ٿو، جيڪي ڍل ان صورت ۾ ڏين ٿا جڏهن عملدارن انهن جي مٿان اچي ڪڙڪن ٿا نه ته هو ڪجهه به ڏيڻ لاءِ تيار نه آهن. هو سيوهڻ جي چوٿين پرڳڻي ۾ پڻ اڪثريتي راڄ سميجہ ٻڌائي 8 ذاتين مان 3 ذاتين جو تعلق سميجہ قبيلي وارن مان آهي جن ۾ ٻڪيجا، ٽيپا ۽ راهه پوٽا جن مان سميجہ ۽ ڀنور اڪثريت سان رهن ٿا. اهڙي پنجين پرڳڻي ٻوبڪ ۾ پڻ 7 ذاتين مان 3 ذاتيون سميجن جون اهن جيئن دل، ٻڪيجا ۽ پچا. حط ۽ لاڪاڻ ۾ پڻ اڪثريتي راڄ سميجا هئا جيڪي حڪومتي حڪمن کي ٺڏي ڇڏيندا هئا ۽ هميشه سيوهڻ جي حاڪم جي مٿي جا سور هئا. يعني بهادر، مڙس ماڻهو هي سنڌ جي مارشل قبيلن ۾ شمار ٿئي ٿو.

سميجہ سمن جو هڪ وڏو قبيلو آهي جيڪو درياهي پيٽ ڪانسواءِ نصرپور، دادو ۽ ٺٽ ۾ اڪثريت سان رهي ٿو باقي سڄي سنڌ ۽ راجستان ۾ موجود آهن. هي نو مسلم سوڍن جي اولاد آهن. هڪ روايت موجب سمو پٽ رائدن (راڏڻ) به شاديون ڪيون هيون. هڪ سنڌ مان ۽ ٻي جيسلمير مان- سنڌ واري گهر واريءَ جي اولاد جا هيٺيان پاڙا آهن.

## پاڙا

(1) ڪيهر سميجہ (2) چارو سميجہ (3) ٿوها سميجہ
(4) هوٿي سميجہ (5) سانگي سميجہ (6) ٻجا سميجہ
(7) ڏيڙيا سميجہ (8) ڪيبر سميجہ (9) ٽيپا سميجہ
(10) ساؤند سميجہ (11) جناوسائود سميجہ (12) انڙ سميجہ
(13) ريل سميجہ (14) راهو سميجہ (15) دل سميجہ
(16) راڄڙ سميجہ (17) اوٺا سميجہ (18) چپرا سميجہ
(19) لوٽيجا سميجہ (20) ڪرڏيا سميجہ (21) سينهڙ سميجہ
(22) ويسر سميجہ (23) راهه سميجہ (24) هنگور سميجہ
(25) درس سميجہ (26) پلي سميجہ (27) گاڙهاڪ سميجہ
(28) ٻڙد سميجہ (29) چچر سميجہ (30) هاليپوٽا سميجہ
(31) پاٽو سميجہ (32) ڳاها سميجہ (33) آريسر سميجہ
(34) لوها سميجہ (35) ڪوراڙ سميجہ (36) ساهيو سميجہ
(37) تگور سميجہ (38) ڪبر سميجہ (39) عيسب سميجہ
(40) پاتل سميجہ (41) نندا سميجہ (42) گوپو سميجہ
(43) اڪا سميجہ (44) قيصريا سميجہ (45) رتا سميجہ
(46) توڳاچي سميجہ (47) جهنڊائي سميجہ

## جيسلمير واري گهر واري جي اولاد جا هيٺيان پاڙا آهن.

(1) ٻتڙ (2) توڳاچي (3) لنجا
(4) ناٿا (5) سوئنرا (6) رتن
(7) قاسماڻي (8) طاهرائي (9) ڏتا
(10) پيئنر (11) ڪينئرا (12) اجا
(13) پرما (14) سانگن (15) گوهڙ
(16) ڪبر (17) ندا (18) شيها
(19) گوپا (20) راهو (21) رتا
(22) ڪنر (23) ڪلو (24) پاتل
(25) ساتل (26) عيسب (27) ٻجير
(28) درس (29) ويڌا (30) پسايو
(31) وڪيا (32) ساهيا (33) گاهيا

## سميجن جو شجرو
## سليمان پاڻ مطابق




تيپو
ڏيرو
راڄڙ
اولاد راڄڙ سميجا
اوٺو
اولاد وائي اوٺا سميجا
سينهڙو
اولاد سينهڙا سميجا
ڪرڏيو
اولاد ڪرڏيٺا سميجا
ڳاڙهاڪ
اولاد ڳاڙهاڪ سميجہ
لوئيجو
اولاد لوئيجو سميجو
پلي
اولاد درس پلي سميجہ
چيپرو
اولاد چيپرا سميجا
اوٺو
اولاد اوٺا سميجہ
اسحاق
ڪابہ اولاد ڪونہ
پنيو
اولاد مگسي سڏجي ٿي
سميجہ آنڌل مک شجري تان
پاٿون
هوٿي
اولاد هوٿي سميجا
پڙد
اولاد پرد سميجا
منهي
راڻڌڻ
اولاد هنگور سميجا
ويسر
اولاد ويسر سميجا
پريو
اولاد راهہ وارا سميجہ
چچر
جوٹو
اولاد ويسر سميجا
ڳاهو
اولاد ڳاها سميجا
پاٿو
اولاد پاٿو سميجا نصرپور وارا
امر
تگودر
اولاد چچر سميجا
تنڙ
اولاد آريسر سميجا، حسن رڪن، مومن، نوردين، آرادين، اچڻ، ڪاڇڻ






Scanned with CamScanner



هٽڙ
ڪلو
صدر
لڌو
ڪندر
ينيو
متو
لجو
اولاد لجا سميجا
يارو
انڙ
سايون
اپيڙ
سونرو
امصل
گوڏو
پسايو
وسايو
گجڻ
باڪوتوگاچي
اولاد توگاچي سميجا
جهنڊو
اولاد جهنڊائي سميجا
ساڱڻ
سميجو
گهڙ
اجو
پرمون
ينيرو
ڪيئمرو
بندو
اولاد ندا سميجا
گوپو
اولاد گوپا سيمجا
اڪو
اولاد اڪا سيمجا
راهو
اولاد راهو سميجا
حسن
اولاد قيصرتا سميجا
رتو
اولاد رتا سميجا

# سنيو

سنيا سمہ قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. جيڪو هاڻي هڪ قبيلي جي صورت اختيار ڪري ويو آهي. سنيا ذات وارن جو خيال آهي تہ هو اصل ۾ ستين نسل جا آهن. جيڪي ترڪ، تاتار ۽ منگول چيا وڃن ٿا. هو ستين يا ستيو مان فري سنيو، پارسي ۽ عربيءَ ۾ ستيو سڏيا ويا.

سنڌ ۾ عرب دور کان پوءِ ذاتين بدلائڻ ۽ حسب نسب ڪنهن پرڏيهي قبيلي سان ڳنڍڻ جو رواج پيو جنهن ڪري سنڌي قبيلا عرب، ايراني، يوناني ۽ تاتاري ٿي ويا پر هت اڄ بہ عرب، ايراني، يوناني، منگول، ذات وارا ورلي نظر ايندا يا ملندا پر سنڌ جون قديم ذاتيون، سمہ، جت، مهاڻو، ڀيل، باگڙي، ڪولهي، ماڇي ۽ ٻيا اڪثريت ۽ گهڻائي ۾ آهن. جيڪو اهو ثبوت آهي تہ هت مقامي ماڻهو ۽ قديم نسل وارا اڪثريت ۾ رهن ٿا. جيڪڏهن ائين نہ هجي ها ۽ پرڏيهي اڪثريت ۽ گهڻائي ۾ هجن ها تہ انهن جون ذاتيون، رسم و رواج، سوڻ ۽ ساٽ رائج هجن ها. پر ائين ڪو نہ آهي. باقي سنڌي پنهنجو پاڻ کي پرڏيهہ مان آيل چئي ذهني عياشي ڪن ٿا.

ستين تاريخي طور سنڌ ۾ ڏيڍ صدي قبل مسيح خيبر لڪ کان هندستان جي سرحدن ۾ داخل ٿيا هئا جن کي ارلي هسٽري آف انڊيا جي مصنف سمٿ جي مطابق سفيد هن لوڪن تباهہ ۽ برباد ڪري ڇڏيو. تاريخي طور اهي شاهديون ۽ ثبوت موجود آهن تہ سنڌ ۾ جيڪي بہ ٻاهريان حملہ آور يا قومون آيون اهي دائمي طور هت رهي نہ سگهيون، ڇاڪاڻ تہ سنڌين جي مزاحمت، آبهوا جو نامواقف هجڻ ۽ هميشہ سنڌوءَ جي چاڙهہ ڪري سيلابي صورت هجڻ. اهي ئي وڏا سبب آهن جو ڌاريا سنڌ ۾ هميشہ لاءِ رهي نہ سگهيا. بہ هزار سال اڳ ۾ اينڊز قوم جو وجود تہ ٿيو پر نرديڪي دور ۾ اينڊز ارغون ترخان ۽ مغلن جو هتي وجود ملڻ بہ مشڪل نہ پر ناممڪن آهي تہ پوءِ ستين جي باقيات جو سنڌ ۾ هجڻ هڪ وڏو ڪوڙ ۽ پنهنجو پاڻ کي ڌوڪو ڏيڻ جي برابر آهي.

هن کان اڳ ۾ بيان ڪيل سيٺار ذات ۽ گجر ۾ تفصيلي بحث ۽ بيان ٿي چڪو آهي. گجر بہ پاڻ کي ستين جي نسل مان هجڻ جي دعويٰ ڪن ٿا پر هو ثابت ڪري نہ سگهيا. اهڙي طرح هت عرب سڏائيندڙ بہ ناڪام ٿي ويا آهن. ڇاڪاڻ تہ بقول لئمبرڪ سنڌ ۾ جتن، سمن ۽ قديم ذاتين جي ماڻهن ۽ قبيلن جي گهڻائي آهي ۽ اهي اڪثريت ۾ آهن.

سنيو سنڌي لفظ سيٽ مان نڪتو آهي. جنهن جي معنيٰ آهي اهو واپاري ۽ شاهوڪار جيڪو وقت ضرورت ۽ مهل تي پنهنجي تر وارن کي ورياج ۽ ڪنهن شيءِ جي عيوض روڪ رقم يا ضرورت واري شيءِ مهيا ڪري ڏيڻ. سنيو ۽ سيٺار ساڳي قبيلي سان تعلق رکن ٿا جنهن جو ذڪر سيٺار ذات ۾ ٿيل آهي. هي نج سماٽ قبيلن مان آهن جيڪي راجپوت سان تعلق رکن ٿا.

حقيقت ۾ سنيو ۽ سيٺار هڪ ذات جا مختلاف نالا آهن.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) چاڪي | (2) ٻيلائي | (3) پودرائي |
| (4) ڪشيرا | (5) مانڊريا | (6) لويا |
| (7) دوداڻي | (8) ايرقاڻي | (9) محمد پوٽا |
| (10) جانواڻي | (11) پلينائي | (12) ممڻ |
| (13) پٽيلائي | (14) واڍائي | (15) ٽنائي |
| (16) ريڊار | (17) فاصلاڻي | (18) ڳوڳاڻي |
| (19) مريداڻي | (20) ٻلالي | (21) منداڻي |
| (22) ڪنپائي | (23) ڏٻائي | (24) صابوناڻي |
| (25) ٻناڻي | (26) چنگاڻي | (27) پيدوڻاڻي |
| (28) ڪر | (29) مواتي | (30) ٻڊاڻي |
| (31) ٻوتار | (32) ڊانڊي | (33) موالي |
| (34) ٻڊاني | (35) يعقوباڻي | (36) علوداڻي |
| (37) پيرياڻي | (38) ستاباڻي | (39) ٽوڙهياڻي |
| (40) لوهيڙا | (41) ولايتي | (42) ابناڻي |
| (43) پنجواڻي | (44) جعفراڻي | (45) ڪيراڻي |
| (46) ڪاراڻي | (47) لالاڻي | (48) لولو |
| (49) تنباڻي | (50) گهينچ | |

# سيٽار - سٽيا

سيٽار ذات وارن جو تعلق جهالايا جهالو قبيلي وارن سان آهي جنهن جو ذڪر مون هن ڪتاب ۾ ڪيو آهي جيڪي اصل ۾ گرنار جا رهواسي هئا. هنن جو لقب راڻا هو. سيٽار پاڻ کي ڀٽي جي اولاد سوڍي مان سمجهندا آهن جن جو وڏو جهالو، جنهن جو شمار راجپوتن جي پهرين 36 شاهي قومن ۾ ٿئي ٿو ۽ ان ڪانسواءِ جهالا قوم جي ٻي شاخ مڪواڻو بہ شاهي فهرست ۾ شامل آهي.

جهالو جنهن مان سيٽار ذات وارا آهن سنڌ، گرنار ۽ راجستان جي قديم قوم آهي. اهو چوڻ ۽ لکڻ تہ سراسر غلط آهي تہ هو منگول خاندان جي سٿين مان آهن. جنهن جي تصديق ڪنهن بہ طرح تاريخي ۽ علمي طور نہ ٿي ٿئي. 1934ع پنجاب جي مولوي عبدالمالڪ هڪ ڪتاب شاهان گجر لکيو هو جنهن پڻ سنڌ جي ڪيترن قومن کي سٿين جي اولاد ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي پر هو اهڙا دليل ۽ ثابتيون ڏيئي نہ سگهيو جو ان جي موقف کي سچ سمجهجي. هن ان ڪتاب ۾ بہ جهالو يا جهالا ذات وارن کي سٿين ۾ شمار نہ ڪيو آهي. حقيقت اها آهي تہ هي راجپوت نسل سان تعلق رکندڙ آهن. البتہ ٽاڊ مختلف حوالا ڏنا آهن جنهن ۾ شڪ ڏيکاريو اٿئين تہ هو سٿين مان ٿي سگهن ٿا پر پاڻ ئي پنهنجي موقف کي رد ڪري، چيو "اهي اصل ۾ گرنار جا رهواسي هئا." ان جو مطلب تہ جهالو جنهن مان سيٽار ذات وارا آهن ۽ اصل ۾ سنڌي قوم جو حصو آهن. منهنجي خيال موجب هو ۽ راءِ ڏياج ساڳي پيڙهي سان تعلق رکن ٿا ۽ سندن ڏنل شجرو جنهن ۾ هو ڀٽي جي خاندان مان آهن غلط آهي. جنهن کي درست ڪرڻ گهرجي.

تاريخ ريگستان ۾ رائچند هريجن سيٽارجي وڏي جهالو جي پاڙي مڪواڻو يا مڪرانو جي راجا ويرو ويهياس جو ذڪر ڪيو آهي جيڪو "ڪڇ جي ڪيرٽي گڍ" جو حڪمران هو جيڪو سومرن جي حڪمران همير سومري جو همعصر هو. هو حاشيہ ۾ وضاحت سان لکي ٿو ڪيرٽي گڍ ڪڇ نہ پر ٿر ۾ هو ۽ مٺيءَ کان اٺ ڪوهہ (هاٽوڪا 24 ڪلوميٽر) ڏکڻ طرف هو جتي ڪيس مڪواڻو وير ويهياس جي پٽ جي ڪوٽ جا نشان موجود هئا. جن کي رائچند پاڻ ڏٺو هو. شايد ڪي ليکڪ ان کي ڪڇ ۾ ان ڪري شمار ڪن ٿا تہ هن حصي جي گهڻي ايراضي ڪڇ جي حڪومت سان لاڳاپيل هئي.

جيمس ٽاڊ تاريخ راجستان ۾ لکي ٿو "جڏهن اڪبر مغل راڻا پرتاب تي حملو ڪيو تہ جهالو (پهريون) هن جي ڀرپور مدد ڪئي جنهن ڪري هن پنهنجي ڌيءَ ڪيس پرڻائي ڏني، جنهن کان پوءِ ڪيترن راڻن پنهنجون نياڻيون جهالو جي اولاد ۽ مائٽن کي پرڻائي ڏنيون. پوءِ گهڻي وقت تائين جهالو جو خاندان ٿر ۽ ڪڇ ۾ رهيو ۽ انهن جي اولاد اڄ تائين اتي موجود آهي.

جهالوجي خاندان مان ڪجهہ گهراڻا ڪهڙن سببن جي ڪري ڪڏهن ڪڇ ۽ ٿر مان نڪري سنڌ ڏانهن آيا ان جو تفصيل ڪونہ ٿو ملي پر 1125ع کان پوءِ جڏهن سوڍا سڄي ٿر ۽ ڪڇ تي قبضو ڪري ويا، انهن جي لڏپلاڻ ٿي هوندي يعنيٰ سمن جي دؤر ۾ سنڌ ۾ داخل ٿيا (اڪبر مغل جي دؤر کان اڳ) هو ڪڪرالي، ڪاري ۽ ٻين هنڌن سمن جو زور ڏسي سمہ حڪمرانن جي مرضي سان لس ٻيلي طرف آباد ٿي ويا ۽ پوءِ سندن اولاد سيٽار ۽ ٻيا سنڌ، پنجاب ۽ بلوچستان جي علائقي ۾ آباد ٿي ويا.

ڪاڇي جي ڪن علائقن ۾ اڪثر ماڻهو ڪنهن خاص ڪم جي ماهر ڪاريگر کي "سيٽار" سڏيندا آهن. ڊينزل ابٽسن لکي ٿو مزدوري ڪرڻ وارن کي "تر ڪان" ڪوٺيو ويندو آهي ۽ سيٽار مزدور کي چيو ويندو آهي.

مهاراجا رنجيت سنگهہ جڏهن ملتان تي حملو ڪيو تہ

سيٺار ذات وارن ملتان جي گورنر نواب مظفر جو ساٿ ڏنو هو. هي رياست بهاولپور جي نواب ۽ ملتان جي گورنر نواب مظفر جي خاص ماڻهن ۾ شامل هئا ۽ سندن خانداني لقب "چام" هو. ليه جي گزيٽيئر مطابق

Origin Belonging to The Satha and Sumra Sattled in Layya (سمات) A Mixed Tribe of Jat.

جڏهن انگريزن 1849ع ۾ سکن کي شڪست ڏيئي پنجاب کي پنهنجي بادشاهي ۾ آندو ته سٺا يعني سيٺار اتي صدين کان آباد هئا. هي پنجاب ۾ ستاوان، مظفر ڳڙهه، ڪوٽ ادو، خانيوال، وهاڙي، جهنگ ۾ آباد آهن.

گونگا ذات سمن قبيلن ۾ شمار ٿئي ٿي جيڪي اصل ۾ سيٺار آهن قديم سنڌ جي لسبيلي واري علائقي تي رونجهن کان پوءِ گونگن پاڙي واري حڪومت ڪئي. لسبيلي جي تاريخ ۾ چام دينار ۽ چام عيسب نالي وارا ٿي گذريا آهن. انهن جون سيٺار ذات جي گونگا پاڙي مان شاديون ٿيل هيون. گونگا لسبيلي ۾ هڪ طاقتور قبيلو رهيو آهي.

سنڌ ۾ هنن جو مشهور شهر سيٺارجا آهي. ان ڪانسواءِ هي ٽنڊو محمد، سجاول، ساڪرو، ٻهارا، ڪارو، بلڙي شاهه ڪريم، ڏاندرو موري، ڏاڏون، شاهپور جهانيان، ڪراچي، لاڙڪاڻو، گهوٽڪي، دادو، نوشهروفيروز ۽ ٻين هنڌن تي رهن ٿا.

## پاڙا

(1) سيٺار (2) سٺار (3) سيٺير
(4) سيٺار (5) سيٺو (6) سٺيا
(7) سٺيار (8) سٺيو (9) سيٺيا
(10) سٺاري (11) سيٺي (12) دوسوواٽي
(13) گونگا (14) جهلا (15) چگير پوٽا
(16) رئيس پوٽا (17) زونر (18) مندراٽي
(19) پيروز پوٽا (20) وهريا (21) ميران پوٽا
(22) مظفراٽي (23) چاڪي (24) ڪٺيرا
(25) پيلائي (26) واڍائي (27) ودوئاٽي
(28) ٺوڙهياٽي (29) موالي (30) پونگراٽي
(31) ڊانيدي (32) لوهيڙا (33) هاٽاٽي
(34) مريداٽي (35) ڪر (36) جانواٽي
(37) ابناٽي (38) منوئاٽي (39) راهه بخشاٽي
(40) مانڊريا (41) ٺوائي (42) لريا
(43) ريدار (44) پٽيلا (45) چوڌرائي
(46) پٽيل (47) محمد پوٽا (48) واٽيا
(49) دلواٽي (50) دينواٽي (51) هيراٽي
(52) ڪوڏڙا (53) گهينچ (54) پارائي
(55) ڪوڪي (56) مونئاٽي (57) مونئاٽي (58) مندٻاٽي
(59) لرباب (60) ڪانيائي (61) گولاٽي
(62) ڪانپائي (63) گهل پوري (64) بلالي
(65) ڊٻائي (66) ڪلر پوري (67) ملا ڪاتياري
(68) علوداٽي (69) پوتار (70) پيرياٽي
(71) پيروئاٽي (72) ايرفاٽي (73) پٽائي
(74) رڪوئاٽي (75) رونٽي (76) چنگاٽي
(77) ٻڍاٽي (78) برانچي (79) پليغاٽي
(80) ٻٽاٽي (81) پارائي (82) پنجواٽي
(83) ڪارائي (84) لاٽاٽي (85) ڪيراٽي
(86) جعفراٽي (87) وڏيراٽي (88) ساڪرائي
(89) يوسفاٽي (90) ستاباٽي (91) ولايتي
(92) تنباٽي (93) ممڻ پوري (94) بيگاٽي
(95) صابواٽي (96) ڪٽاٽي

# شجرو سيٺار ۽ واسطيدار ذاتيون

سام

جادم

راسم — پوپٽ — ڪجپت — هسپت

(راسم) سندس اولاد گرنار ۽ ڪڇ وارا سمه

پوٿينرن مان جهالو — پوٿينرن مان راءِ ڪنوات

(پوٿينرن مان جهالو): مڪواڙو — سوڊو

(راءِ ڪنوات) → راءِ داس المعروف راءِ ڏياچ → نوگهن

سوڊو → گنگو → جهالو

(جهالو): پيروز — زومڪ — ميران

(زومڪ): وهريو — سيٺار — الانو (الهڏنو) — مدفر (مظفر)

وهريو: سندس اولاد وهريو عرف وهريا

سيٺار: سندس اولاد سيٺار ۽ ٻيا

الانو (الهڏنو) → جمن دوسو: سندس اولاد دوسوواڻي سڏجي ٿي جيڪي سيٺارن ۾ شامل ٿي ويا آهن

مدفر (مظفر): سندس اولاد مدفراڻي ۽ مظفراڻي





# پيرزادو

پيرزادو جو مطلب آهي پير جي اولاد. اڪثر اهي پير جيڪي سيد نہ آهن. سنڌ ۾ گھڻا پير ۽ ولي الله مقامي نسل سان تعلق رکندڙ آهن، جن جي اولاد کي عزت ۽ احترام وچان اصل ذات بدران ان پير ۽ بزرگ جي اولاد هجڻ ڪري "پيرزادو" چيو ويندو آهي يعنيٰ پير يا پير جي پوٽاڻ ان جي ذات سميجو، ڪنڀر، لانگاهہ، سمون، ڀگهيو، ياڳٽ، چانڊيو، ڪوسو، ڏهوٽ، لنجار، هوتي، لاڪو ۽ ڇڇڙو وغيره چيو نہ هجي. انهي ڪانسواءِ پير جي خاص خليفن، مريدن ۽ خدمتگارن کي بہ پيرزادو چيو ويندو آهي. يعنيٰ اهي پير جي گادي سنڀاليندڙ، جنهن ڪري هو اصل ذات سڏجڻ بدران پيرزاده سڏجندا آهن ۽ سندن اولاد پيرزادو ٿي ويندي آهي. جيئن ٻلهڙي جي جا پيرزاده جيڪي روينيو رڪارڊ مطابق شيخ آهن (ڪڇي جا شيخ) ڪن جي مطابق سهتا قبيلن جي شيخا پاڙي سان تعلق اٿن پر مخدوم جمال الدين جي مريد هجڻ ۽ ان جي مزار جي سارسنڀال لهڻ ڪري پيرزاده سڏجي ويا. اصل ٻلهڙي جي درياءَ سنڌ جي ڪپ تي هئي جيڪا درياءَ جي پائڻ ڪري ختم ٿي ويئي.

مخدوم جي خليفن ۽ مريدن سندس ميت کي قبر سوڌو اتان کڻي اچي نئين ٻلهڙي جي ۾ رکيو جيڪا مهين جي دڙي پرسان آهي.

سکر جا پيرزاده مشهور آهن جيڪي جيلاني بزرگ شاهہ خيرالدين پراڻي سکر واري جي خليفي ميان جمال الدين جي اولاد آهن، جن مان ميان عبدالستار پيرزادو 22 مئي 1953ع کان 8 نومبر 1954ع تائين سنڌ جو وڏو وزير ٿي رهيو. سندس وڏ وزارت ون يونٽ ٺهڻ جي مخالفت ڪري سازش جي هيٺ ختم ڪئي وئي هئي. پير علي محمد راشدي هن متعلق لکيو آهي:

"سنڌ جي مهذب ڪان مهذب سپوتن مان هڪ هو. ولايت مان بئريسٽري پاس ڪري اچي سنڌ جي سياست ۾ گھڙيو. سکر ميونسپلٽي جي وائيس پريزيڊنٽي ڪان هلي مرڪز جي وزارت تائين پهتو."

پيرزادو عبدالستار 4 جولاءِ 1907ع ۾ ڄائو ۽ 25 آگسٽ 1974ع ۾ وفات ڪري ويو. سندس اولاد مان مشهور وڪيل ۽ ذوالفقار علي ڀٽو جو ساٿي عبدالحفيظ پيرزادو آهي. (جيڪو تازو وفات ڪري ويو آهي.) ان ڪانسواءِ نالي وارو وڪيل عبدالمجيب پيرزادو بہ هن جو ئي فرزند آهي. هي سکر جو نالي وارو خاندان آهي.

لاڙڪاڻي جو محمد درزي پيرزادو بہ پنهنجي وقت جو نالي وارو هو. جنهن جي لاڙڪاڻي جي سيني اهم ۽ وڏن شخصيت سان ذاتي تعلقات هئا.

پاڪستان جو هڪ نالي وارو وڪيل محترم شريف الدين پيرزادو جنهن جو برهان پور جي سنڌي اولياءَ ۽ پاٽ جي بزرگ مسيح اولياءَ عيسيٰ جندالله پاٽائي جي خليفي حضرت شيخ برهان الدين برهانپوري جي اولاد مان آهي.

اهڙي طرح مگرين، پهنور ۽ ٻين ذاتين مان بہ پيرزاده ٿي ويا آهن. انهن جو پيرزاده سڏائڻ جو وڏو سبب اهو بہ بيان ڪيو وڃي ٿو تہ انهي ذات سڏائڻ سان سندن تعلق قريش قبيلي سان ٿي وڃي ٿو. پر حقيقت ۾ نہ هو سيد آهن نہ قريش ۽ نہ وري ڪاهي ذات، اهو اصل ۾ مقامي ذات جي نسل مان آهن. سنڌ اندر ڪافي پيرزاده ذات وارا رهن ٿا ماڻهون کين پير چوندا آهن.

## شجرو سڪر جو پيرزادو خاندان



## سلسلو اولاد ميان محمد اڪرم (مرحوم عبدالحفيظ پيرزاده جو خاندان)



## سلسلو اولاد ميان محمد اڪرم (گادي ڏٽي خاندان)



## سلسلو اولاد ميان عبدالمجيد



## شجرو شريف الدين پيرزادو وڪيل- ڪراچي



# هڪڙو

هڪڙا ذات وارا راجستان جي ٿـل دريا هاڪڙو جا رهواسي جڏهن سنڌ ۾ لڏي اچي آباد ٿيا تہ اباڻي درياهہ جي نالي سان هڪڙا چورايو يعني هاڪڙو درياهہ جي پاسي جا رهڻ وارا اها هنن جي ذات بہ هئي. هنن متعلق هڪ ٻي روايت ملي ٿي تہ هي راجا جگديو جي اولاد مان سورج ونشي آهن هن جو وڏو هڪ يا هڪل هو. هن قوم جو راجا "برڻ" پنهنجي پائرن کان ناراض ٿي گجرات هليو ويو ۽ اتي مٿرا ۾ رهيو. اتي هن قوم جي نالي هڪ ڳوٺ هڪڙا موجود آهي.

ڊپٽي ڪمشنر گجرات جي مطابق هڪڙا سڪندر مقدوني جي اولاد آهن، جڏهن سڪندر مقدوني سنڌ ۾ آيو هو تڏهن هن هڪ راجڪماري سان شادي ڪئي هئي، جنهن مان ڪيس هڪ پٽ ٿيو، جنهن جي اولاد مان راجا "ڪنگ" خراسان جو چڪمران ٿيو. هن جي اولاد مان راجا جگديو جي شادي مٿرا جي راجا جي ڌيءَ سان ٿي، جيئن تہ مٿرا جي راجا کي ڪو بہ پٽ نہ هو تنهن ڪري جگديو کي راجا بڻايو ويو، جنهن جي چوڏهن پشتن حڪومت ڪئي. انهن راجائن مان هڪڙو راجا "گودام" هو جنهن جي اولاد هڪڙا چورايو گودام جو پٽ راجا پوان، ان جو پٽ سنگانہ جيڪو مٿرا ۽ ننگر ڪوٽ جو حڪمران ٿيو. ان جي اولاد مان راجا برن هو جنهن "برنالن" شهر جو بنياد رکيو. انهن علائقن ۾ اڄ بہ هڪڙا ذات وارا رهن ٿا.

سنڌ ۾ ايندڙ هڪڙا انهن جي اولاد آهن. جن مان قمبر جي هڪڙي ميجر دوست محمد پنهنجي وقت ۾ وڏو نالو ڪيرايو هو. هڪڙا سنڌ ۾ ضلعي لاڙڪاڻي ، شڪارپور ۽ ان جي آسپاس ۾ رهن ٿا.

# عباسي

حضرت عباس ﷺ علمدار جي اولاد کي سنڌس نالي جي نسبت ڪري عباسي چوندا آهن. سنڌ ۾ بني اميه جي زوال کان پوءِ عباسين جي حڪومت قائم ٿي. انهي وقت ۾ ڪيترا حاڪم ۽ عملدار بغداد کان سنڌ ايندا رهيا جيڪي عرب نسل جا هئا. انهن جي اولاد مان جيڪي هتي رهي پيا، اهي اج عباسي چورائن ٿا. ڪلهوڙن بہ پنهنجو نسب عباسي حڪمرانن سان ڳنڍڻ لاءِ عباسي سڏرايو هو. انهي ڪري اج بہ ڪلهوڙا پاڻ کي عباسي چورائيندا آهن. عباسي ذات ۾ اڪثريت ڪلهوڙن جي آهي جيڪي چنا نسل مان هئا يا اهي عباسي ٿي ويا جيڪي پنهنجي ذات لڪائڻ گهرندا آهن. تاريخ جي مطالعي مان معلوم ٿئي ٿو تہ حضرت عباس رضہ يا ابو السفاح عباسي جي خاندان مان ڪو بہ سنڌ ۾ نہ آيو هو ڇاڪاڻ تہ جڏهن عراق تي عباسي خليفہ هئا تہ سنڌ مزاحمت جي باهہ ۾ ٻري رهي هئي ۽ سنڌي سيدن جو طرف هئا جنهن ڪري هو عباسي خلافت ۽ عباسن جا سخت مخالف هئا. تنهن ڪري ان زماني ۾ ڪنهن شاهي عباسي فرد جو سنڌ ۾ اچڻ ناممڪن آهي ۽ پوءِ جيڪي عباسي چورائي سنڌ ۾ داخل ٿيا، اهي چند فرد ۽ افراد هئا جيڪي اج تائين ظاهر ظهور آهن. پر ڪلهوڙن جو عباسي ٿيڻ، هڪ وڏو ڪوڙ آهي.

حضرت عباس جي نسل مان ابو السفاح کان وٺي زوال بغداد يعني 656 هجري ۾ هلاڪو خان جي حملي تائين، جنهن ۾ عباسي خليفي مستعصم بالله کي هلاڪو خان هاٿي جي پيرن هيٺان چيپاٽي مارائي ڇڏيو. 37 خليفن حڪومت ڪئي ۽ انهن مان ڪجهہ فردن مصري ۽ عباسي راڄ قائم ڪيو. انهن سيني جي اولاد کي عباسي سڏيو ويندو آهي. جيڪي عرب ۾ هاشمي ۽ قريشي سڏجن ٿا ۽ سنڌ وارا انهن کي عباسي ڪري لکن ٿا.

## شجرو عباسي خاندان




ابو العباس المتعصد بالله
احمد المكتفي بالله
عبدالله الموثق بالله
جعفر أبو الفضل
المقتدار بالله
محمد
محمد اصغر
ابو العباس الراضي
ابو منصور القاهر بالله
ابراهيم
المتقي بالله
المطلع فضل
قائم
اسحاق ابو العباس
القادر بالله
ابو جعفر عبدالله
القاسم الامر بالله
احمد ابو العباس
المستهطر بالله
عبدالله ابو القاسم
المتصدي بالله
محمد ابو عبدالله
المتقضي الامربالله
فضل ابو المنصور
المسترشد بالله
يوسف المستهد بالله
ابو حسن المتقضي بالله

## عباسي خلافت جي حڪمرانن جي فهرست:

1- عبدالله بن محمد السفاح 132 هجري کان 136 هجري (50-749ع کان 54-753ع)
2- ابو جعفر عبدالله منصور 136 هجري کان کان 158 هجري تائين (54-753ع کان 75-774ع تائين)
3- محمد بن منصور المهدي 158 هجري کان 169 هجري تائين (75-774ع کان 86-785ع تائين)
4- موسيٰ بن مهدي الاهادي 169 هجري کان 170 هجري تائين (786ع..................)
5- ابو جعفر هارون رشيد 170 هجري کان 193 هجري (786ع کان 09-808ع تائين)
6- امين الرشيد 193 هجري کان 198 هجري تائين (---- کان 14-813ع تائين)
7- مامون رشيد 198 هجري کان 218 هجري تائين (---- کان 833ع تائين)
8- معتصم بالله 218 هجري کان 227 هجري تائين (---- کان 42-841ع تائين)
9- واثق بالله 227 هجري کان 232 هجري تائين (---- کان 847ع تائين)
10- متوڪل علي الله 232 هجري کان 247 هجري تائين (---- کان 861ع تائين)

هن جي دؤر ۾ سنڌ عرب سلطنت ۽ خلافت کان آزاد ٿي ويئي.

11- منتصر بالله 247 هجري کان 248 هجري تائين (---- کان 862ع تائين)
12- مستعين بالله 248 هجري کان 251 هجري تائين (---- کان 865ع تائين)
13- معتز بالله 251 هجري کان 255 هجري (---- کان 869ع تائين)
14- مهتدي بالله 255 هجري کان 556 هجري (---- کان 870ع تائين)
15- معتمد علي لله 256 هجري کان 279 هجري تائين (---- کان 892ع تائين)
16- معتضد بالله 279 هجري کان 289 هجري تائين (---- کان 902ع تائين)
17- متڪفي بالله 289 هجري کان 295 هجري تائين (---- کان 08-907ع تائين)
18- المقتدر بالله 295 هجري کان 320 هجري تائين (---- کان 932ع تائين)
19- القاهر بالله 320 هجري کان 322 هجري تائين (--- کان 934ع تائين)
20- الراضي بالله 322 هجري کان 329 هجري تائين (---- کان 940ع تائين)
21- المتقي الله 329 هجري کان 333 هجري تائين (---- کان 944ع تائين)
22- مستڪفي بالله 333 هجري کان 334 هجري تائين (---- کان 945ع تائين)
23- مطيع الله 334 هجري کان 363 هجري تائين (---- کان 974ع تائين)
24- الطائع الله 363 هجري کان 381 هجري تائين (---- کان 991ع تائين)
25- قادر بالله 381 هجري کان 422 هجري تائين (---- کان 1031ع تائين)
26- قائم بامر الله 422 هجري کان 467 هجري تائين (---- کان 1075ع تائين)
27- المقتدي بامر الله 467 هجري کان 487 هجري تائين (---- کان 1094ع تائين)
28- مستنظهر بالله 487 هجري کان 512 هجري تائين (---- کان 1118ع تائين)
29- مسترشد بالله 512 هجري کان 529 هجري تائين (---- کان 1135ع تائين)
30- راشد بالله 529 هجري کان 530 هجري تائين (---- کان 1136ع تائين)
31- مستنظهر الامر الله 530 هجري کان 555 هجري تائين (---- کان 1160ع تائين)
32- مستجد بالله 555 هجري کان 575 هجري تائين (---- کان 1180ع تائين)
33- مستضي بامر الله 566 هجري کان 575 هجري تائين (--- - کان 1180ع تائين)
34- ناصر الدين الله 575 هجري کان 622 هجري تائين (---- کان 1225ع تائين)
35- ظاهر بامر الله 622 هجري کان 623 هجري تائين (---- کان 1226ع تائين)
36- مستنصر بالله 623 هجري کان 640 هجري تائين (---- کان 1242ع تائين)
37- مستعصم بالله 640 هجري کان 656 هجري تائين (---- کان 16 جنوري 1258 تائين)

جنهن تي هلاڪو خان حملو ڪري بغداد کي تباهه ڪري ڇڏيو ۽ عباسي خلافت جو خاتمو اچي ويو.

## مولانا جان محمد عباسي جو ڪٽنب لاڙڪاڻو




نوٽ:- هي بہ اصل ۾ ڪلهوڙو قبيلي مان آهن.

# عيساڻي

سومرن جو هڪ پاڙو جيڪو اصل ۾ شڪارپور ضلعي ۾ رهي ٿو. سندن وڏا ڏڪاٽڪي ڪندا هئا، انهن مان ملان عثمان ڳڙهي ياسين ۽ ڏکڻ جي وچ ۾ هڪ ڳوٺ "بدو" ۾ رهندو هو، جنهن 31 جنوري 1906ع ۾ ٽيونجاهه سال جي ڄمار ۾ وفات ڪئي تنهن جي اولاد پڙهي وڏو ناءُ ڪمايو، تنهن ڪري سندس نالي عثمان پويان عيساڻي سڏيا ويا.

حسام الدين راشدي هو ڏوٽي هو ڏينهن ۾ هن خاندان جو ذڪر ڪيو آهي خاص ڪري غلام صديق عيساڻي جيڪو رٽائر ڪليڪٽر هو ۽ پنهنجي وقت جو ناليوارو شخص هو.

هن خاندان مان عثمان علي عيساڻي نالي وارو ٿي گذريو آهي. هي هاٿي وڏن زميندارن ۾ شامل آهن. جيڪي شڪارپور ۽ لاڙڪاڻي ۾ رهن ٿا ۽ سومرو ذات چورائڻ بدران سڀ ئي عيساڻي لکندا ۽ چورائيندا آهن.

# ڪشميري

ڪشميري، ڪشمير جي علائقي سان تعلق رکندڙ کي مجموعي طور ڪشميري چوندا آهيون. هنن جو هڪ تعداد سنڌ ۾ رهي ٿو. هي ڪشميري اردو، پنجابي ڳالهائن ٿا. انهن ۾ اڪثريت آرائين نسل سان تعلق رکندڙن جي آهي.

هي خوبصورت ۽ حسين وادين جا مالڪ به ذهين ۽ سهڻا ٿين ٿا. جن جي تعريف ڪيترن ڪتابن ۾ پڙهڻ لاءِ ملي ٿي. ڪشمير جي پنهنجي الڳ تاريخ، سياسي ۽ سماجي حيثيت آهي. چون ٿا ته هي هن ڌرتي تي جنت جو هڪ نظارو آحي. تنهن ڪري هندستان ۽ پاڪستان جي وچ ۾ جنگيون لڳيون جنهن جي نتجي ۾ 1971ع ۾ ملڪ ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو. هن وقت ڪشمير ٻن حصن ۾ ورهايل آهي هڪ کي آزاد ڪشمير ۽ ٻئي کي مقبوضه ڪشمير چيو وڃي ٿو. هڪ پاڪستان جي نظر هيٺ آهي ۽ ٻيو هندستان جي قبضي ۾ آهي. جنگ جهڙي صورتحال ڪري اتان ڪيترا خندان لڏي اچي ڪراچي ۾ آباد ٿيا آهن، جيڪي مجموعي طور ڪشميري چورائيندا آهن.

ڪشميري ذات نه آهي پر سندن جي علائقائي سڃاڻپ آهي. اتان جون جيڪي سنڌ ۾ ذاتيون رهن ٿيون انهن جو پنهنجي جاءِ تي ذڪر موجود آهي.

**ذاتيون:**

| | | |
|---|---|---|
| (1) شيخ | (2) بٽ | (3) پنٽي |
| (4) لون | (5) مهر | (6) ڊار |
| (7) وردي | (8) وائين | (9) مان |
| (10) مير | (11) تاستر | (12) ٽنگ |
| (13) نائيڪ | (14) | |

## ڪشميرين جا مشهور قبيلا ۽ ذاتيون ۽ پاڙا:

1- مليڇ (ماڇي- مهاڻو) سنڌي    2- ڪش

3- پڪش    4- تاتتر    5- سو پوري
6- گيرو (گيڙو)    7- يان (سنڌ ۾ ٻه)    8- زتشو
9- پٽو    10- لابرو    11- پاڏهي
12- ديوا    13- دازا    14- ٿلو
15- گڊو (سنڌ ۾ مهاڻن جو پاڙو)    16- ڏاسو
17- آفون    18- ڪار (ڪارا)19- جوڳي (سنڌ ۾ ٻه)
20- فحاسي    21- ڪاشفري    22- نشد
23- پٽ (سنڌ ۾ ٻه)    24- ڏامر    25- ريلو (سنڌ ۾ ٻه)
26- گيگو    27- ٺاڪر-(سنڌ ۾ ٺڪر)
28- هنڊو- (سنڌ ۾ هندو)    29- ربنا
30- ڪلو (سنڌ ۾ ٻه)31- مچامه (سنڌ ۾ مڇر)
32- ڪمدا (سنڌ ۾ ٻه)    33- گهاسي
34- درد    35- ڪول سنڌ ۾ ڪول، ڪولهي)
36- وارڪو    37- برڊو    38- بدگامي
39- لدو    40- پنڊاري (سنڌ ۾ پنڊ)
41- ڪوتر    42- مدن    43 - پوگڻ
44- نگاري    45- فوطدار46- ڪاهچرو
47- بزادي    48- مٽو (سنڌ ۾ ٻه)
49- جاله (سنڌ ۾ جهالو)    50- ٿال چور
51- سامن (سنڌ ۾ ٻه)    52- ڪپور
53- ڪاندرو (سنڌ۾ ڪانڌڙو)54- حڪيم
55- ڪپر    56- زاد    57- ڪوٺا
58- هانگلو    59- هڪو (سنڌ ۾ هڪڙا)
60- پارمو    61- نخري    62- زدچوپ
63- چڪ    64- خبيري (سنڌ ۾ ڪيبر)
65- ڪرال (سنڌ ۾ ٻه)    66- ڪرنهرو
67- گذربان    68- ولو    69- سڪا
70- ڪامشو    71- وچادي    72- سلطان
73- منڊل    74- گنجو (سنڌ ۾ گجو)

75- موزه
76- خان (سنڌ ۾ ڏارائي لاءِ لقب)
77- جوان شير
78- قنڌاري
79- بانگي
80- تيلوان
81- ڪشو
82- هاشي
83- نادو
84- هاڪ
85- ٿانٽر
86- ديوان (سنڌ ۾ ٻه)
87- ٽوپا
88- هالو (سنڌ ۾ هالو-هالا)
89- هست والو
90- دراني (سنڌ ۾ ٻه)
91- تڪڙو
92- زالپوري
93- گورو
94- آرم
95- من وٽي
96- گل پوش
97- سس
98- شنگالي
99- ڪراز
100- اشن بري
101- مشران
102- شوغا
103- گندنو
104- منٽو
105- وزير
106- چڪسبت
107- ڪنو
108- گرٽو
109- شنگلو
110- وانچو
111- هزاري يا هزاره 112- حڪيم
113- لنگو (لنگهو يا لانگاهه) 114- لال
115- شير
116- لابرو
117- ڪٽوا (سنڌ ۾ ڪتا؟)
118- چڪا
119- ممبئي
120- نال
121- تمبني- (تميمر- ٿهيم)
122- ڪلمر
123- چيچ بلي
124- تڪو
125- ڊوگر (سنڌ ۾ ٻه)
126- پوري
127- بخش
128- عرض بيگي
129- وانٽو
130- زبو
131- اڪل
132- پانپوري
133- سپر (سنڌ ۾ سپرو- سپرا)
134- لنگرو
135- ڪلاوات (سنڌ ۾ ڪلوت)
136- ڪنزو
137- موٽا
138- موانگنو (سنڌ ۾ منگواٽو)
139- پهلوان
140- رگهو (سنڌ ۾ ٻه)
141- شال
142- وازا
143- ٻڌو (سنڌ ۾ ٻڌ)
144- پوربي
145- سيڪا (سنڌ ۾ سيڪاوت، سيڪاٽ)
146- اوگره
147- زتشي
148- ڪچلو
149- ڪلسر
150- دتاتريه
151- ڪاڪ بوهرا
152- سوري

# واڻيو

واڻيو اسان وٽ هندو مذهب سان تعلق رکندڙ واپاري کي چيو ويندو آهي. واڻيو وڻجار مان نڪتل آهي. جنهن جي معنيٰ آهي. واپار، تجارت، سوداگر، ڏيڻ وٺڻ وارو، وڻجاري جو مطلب اهو به آهي ته گاڏين تي اناج وغيره هڪ هنڌ کان ٻي هنڌ پهچائڻ وارو.

سنڌين جو اهو طبقو جيڪو هندو مذهب سان تعلق رکندڙ آهن. تن کي واڻيو چيو ويندو آهي. واڻيو هڪ ذات طور به سڏي ويندي آهي. حقيقت اها آهي ته هو اصل ۾ ڪا به ذات يا هڪ قبيلو نه آهي پر ڌنڌي جي اصطلاح طور ڪتب آندو ويندو آهي.

هاڻي ته زماني جي بدلجڻ ۽ ماڊرن ٿيڻ سان هي ذات مخصوص هندن لاءِ ڪو نه رهي آهي. هن ۾ ڪاٺياواڙي، ميمڻ، خوجه، بوهرا، شيخ ۽ ٻيا واپاري طبقا اچي وڃن ٿا. هنن بابت تفصيلي ذڪر مختلف هندن تي بيان ٿيو آهي. جيڪڏهن واڻيو کي هندو جي مطلب ۾ بيان ڪيو وڃي ته ان جا اٽڪل 3000 پاڙا آهن.

## قديم واڻين جا پاڙا

(1) گروال (2) اوسوال (3) مهيشري
(4) سراليا (5) داسا

# ڪيهر

ڪيهر سمہ قبيلي جو هڪ وڏو پاڙو آهي جيڪو هاڻي بذات خود هڪ قبيلو بڻجي ويو آهي. هنن جو تعلق ڪڪرالي پرڳڻي سان آهي.

لاڙ جي ادبي ۽ ثقافتي تاريخ ۾ ڊاڪٽر غلام علي الانا هن پرڳڻي بابت لکي ٿو ”سمنڊ جي ڪناري سان لاڳيتي علائقي کي ڪڪرالا چيو ويندو آهي. هي پرڳڻو پهريان سنڌ جي حڪومت ماتحت هو پر پوءِ ڪافي زماني تائين مغليہ حڪومت کان الڳ سمن ڄامن (ڪيهرن) جي آزاد حڪومت هيٺ هو، نيٺ غلام شاهہ ڪلهوڙو هي خطو فتح ڪري سنڌ سان ملائي ڇڏيو.

ڪڪرالي بابت وڌيڪ ماجرا، ڪڪرالي ۽ ڪاري جي ٻولي ۾ حافظ حبيب سنڌي لکيو آهي تہ تاريخ ۾ هن بابت ڪي ٿي صورتون ملن ٿيون. تاريخي اصطلاح ۾ هن خطي کي ڪڪرالو چيو وڃي ٿو، جنهن لاءِ مختلف مؤرخن هن کي مختلف صورتن ۾ لکيو آهي، مثلاً يونانين ۽ ايرانين هن کي ڪروڪل، ڪوڪل يا ڪروڪو لاهہ جي نالي سان سڏيو آهي، ان ڪانسواءِ ڪن ڪڪڙالو، ڪڪرالہ، ڪڪراده ۽ ڪڪراڙو جي نالي سان بہ ياد ڪيو ويو آهي. هن علائقي تي سمن (ڪيهرن) جي حڪومت هئي. ان جو مورث اعليٰ ڄام ڪڪرالو يا ڪڪراڙو هو جيڪو ڄام ڪيهر جو ڀاءُ هو. انهي سبب هن علائقي تي اهو نالو پئجي ويو هجي.

هو ڪڪرالي جي حدن بابت لکي ٿو تہ ڪڪرالي جي حدن ۾ سب ڊويزن سجاول جا ٻہ تعلقا شاهہ بندر، ڪاروڇاڻ مڪمل ۽ جاتي تعلقي جون اولهہ ۽ ڪاڇيليون حصو اچي وڃي ٿو. هن علائقي جي ڏاکڻين حصي ۾ عربي سمنڊ ۽ اولهہ ۾ ڪيٽي بندر ۽ گهوڙا ٻاري تعلقو اچي وڃن ٿا.

محمد سومار شيخ ڪڇ جي رڻ ۾ لکيو آهي ”ڪڪرالو سرزمين سنڌ ۽ ڪڇ جي وچ ۾ هڪ رياست هئي، جنهن تي سمہ ڄام حڪومت ڪندا هئا. اها رياست سنڌ جي زير نظر رهندي هئي سمن جي ڏينهن ۾ اها رياست زور وٺڻ لڳي ڇو تہ اها رياست سمن پنهنجن عزيزن ۽ قريبن کي ڏيئي ڇڏي هئي. هن رياست جا مالڪ سمہ ئي هئا، جيتوڻيڪ اها رياست اڳي بہ هلندي پئي آئي پر اها ڪيهر سمن جي ڪري وڌيڪ مشهور ۽ نالي واري ٿي. هي رياست پنهنجي آمدني مان سنڌ کي ڇهہ آنا ڏيندي هئي.

منهنجي خيال ۾ مغل دؤر حڪومت ۾ بہ هو مغل حڪمرانن کي خوش ڪرڻ خاطر محصول طور ڪجهہ رقم ادا ڪندا هئا. جنهن جي تصديق ابوالفضل آئين اڪبري ۾ ڪئي آهي ۽ سرڪار ٺٽي جي سورهن پرڳڻن مان هڪ کي ڪرهر ڪري لکيو آهي، جيڪو ڪڪرالي جو ئي بدليل نالو آهي جنهن جي محصول جي آمدني 33,28,476 دام هئي هي نهايت سرسبز ۽ شاداب علائقو هو.

ڪڪرالي تي سمن جي حاڪميت ڪڏهن شروع ٿي، تنهن بابت لکيو ويو آهي تہ ڄام انڙ سمو سنڌ جو مشهور حاڪم ٿي گذريو آهي، انهي جي وقت ۾ دهلي تي محمد شاهہ تغلق ۽ پوءِ فيروز شاهہ تغلق جي حڪومت هئي. هن کي مهڙ ۽ منائي نالي بہ پٽ هئا ۽ سندس ٽيون پٽ انڙ انڙاڻي هو جيڪو ڪيس زندگي جي آخري ڏينهن ۾ پيدا ٿيو. هن پاڻ پنهنجي جيئري پنهنجي پٽ تي پنهنجو نالو رکيو.

ڄام انڙ جي وفات کان پوءِ انڙ انڙاڻي جي ماءُ جي ڪوشش هئي تہ سندس پٽ ڄام انڙ جي گادي تي ويهي. اها حالت ڏسي مهڙ ۽ منائي هڪ پاسي ٿي ويا ۽ وڃي ڪڇ تي قبضو ڪيائون ۽ ڪڪرالي کي پنهنجي هٿ هيٺ ڪري ڇڏيو.

## سمہ ڪيهر ڪيئن سڏيا

منگهارام اوجها پراڻي پارڪر ۾ لکيو آهي تہ جيئن بہ مور (مهڙ) ۽ منائي جڏهن ڪڇ تي قبضو ڪيو تہ هنن هر طرف ظلم ٻاري ڏنو، جنهن ڪري انهن جو خوف ۽ هراس ڇانئجي

ويو، ماڻهون کين ظالم سمجهندا هئا جنهن ڪري ڪيهر نالو پئجي ويو. انهي ڪيهر مان منائي جي ٽيئن پيڙهي ۾ هوتي ڪيهر ۽ سندس پاءُ اوڍو چام هئا، جنهن جو ذڪر پنهنجي جاءِ تي ايندو. منهنجي تحقيق ڪرڻ تي معلوم ٿيو ته مور ۽ منائي صرف سختي انهن سان ڪئي جن مهاڏو اٽڪايو ۽ انهن جا دشمن هئا، اهو ڪيئن ٿي سگهي ٿو ته عام ماڻهون ۽ راڄ تي ظلم يا سختي ڪئي وڃي ۽ صرف انهن دشمنن سان سختي ڪئي هئي.

ڪيهر قديم سنڌي ٻوليءَ ۾ شينهن کي چيو ويندو آهي، خاص ڪري ببر شينهن کي جيڪو نهايت بهادر، طاقتور ۽ دلير هوندو آهي. انهيءَ ڪري هن جو درجو شينهن ۾ سيني کان مٿانهون آهي. انهيءَ ڪري ڪيهر جي معنيٰ اها به ٿيندي ته بهادري ۾ نالي وارو. انهيءَ نسبت سان مهڙ ۽ منائي کي ڪيهر جو لقب ڏنو ويو هوندو ۽ کين سڏيو ويو هوندو، جيڪو بعد ۾ سندن نسل يا خاندان جي سڃاڻپ ٿي ويو ۽ کين ڪيهر سڏجڻ لڳا.

## اسلام قبول ڪرڻ

سمہ جيڪي شروعات ۾ غير مسلم هئا تن جي مسلمان ٿيڻ بابت الانا صاحب ليک ٿو "ڪڪرالي جا ڪيهر چام پير راڄن شاهه جيڪو شاهه عبدالله ملتاني غوث جي اولاد مان هو تنهن جي تبليغ ۽ ان جي اثر ۾ اچي مسلمان ٿيا ۽ پير صاحب جي اولاد مان ڪيترن کي پنهنجن نياڻن جا سنگ به ڏنا. انهن سمن چامن جي اسلام ۾ اچڻ ۽ پير جي مريدي ۾ داخل ٿيڻ بابت عام روايت آهي ته "چامن ۾ وڏن مان چام گنگا جو ڪيهر ڪڪرالي جو حاڪم هو. هي چام راڄن شاهه جي ڪرامت کان متاثر ٿي سندس مريد ٿيو ۽ پوءِ سيئي ڪيهر ان جا مريد ٿيا ۽ مسلمان ٿي ويا.

ڪڪرالي تي چامن جي حڪومت جو سلسلو رهندو آيو پر هو هميشه نئي وارن جي نظر ۾ ڪنڊو بڻجي رهي. مرزا محمد باقي ترخان، جان بابا ترخان ۽ يادگار مسڪين جي قتل کان پوءِ ڪڪرالي جي چام خان ولد وسيو سمو کي ختم ڪرڻ جو سانباهو ڪيو ڇاڪاڻ ته هو ڪيس نه پائيندو هو، جنهن ڪري هو ڪڪرالي تي ڪاهي ويو ۽ خان ولد وسيو ڪيهر کي شڪست ڏيئي قتل ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي طرفان رتي سوڍي کي ڪڪرالي جو حاڪم مقرر ڪيو.

رتي سوڍي پهريان رڻ ٻاري ڏنو پر سنڌي راڄن رائوڙ، جاڙيجه ڦلاٽي ۽ مهاڻن هن جو جيئڻ حرام ڪري ڇڏيو ۽ سنڌس اچ وڃ جو رستو بند ڪري ڇڏيو جنهن ڪري خان زمان عرف قاسم خان بيگلار کي نصرپور مان گهرائي ڪڪرالي روانو ڪيو پر آخرڪار ڪڪرالو چام ڏيسر جي حوالي ڪرڻو پيو.

شاهه جهان جڏهن پنهنجي پيءُ جهانگير سان بغاوت ڪري نڪتي آيو ته ڪڪرالي جي چام کهيري ڪيس ڏاڍو تنگ ڪيو. جڏهن شاهجهان دهلي جي تخت تي ويٺو ته هن ڪڪرالي جي چام کي شاهي سزا ڏني.

ميان نور محمد ڪلهوڙو جڏهن پنهنجي والد ميان نور محمد ڪلهوڙو جي وفات کان پوءِ 11 محرم 1132 هجري مطابق 24 نومبر 1719ع ۾ جمعي ڏينهن مسند تي ويٺو ته هن پيءُ وانگر طاقت حاصل ڪرڻ لاءِ سرڪش قبيلن ۽ ماڻهن کي مطيع ۽ فرمانبردار ڪرڻ لاءِ راڄن تي ڪاهي ويو.

چام ڪيهر ڪنهن جي به اڳيان جهڪڻ ۽ تابعداري ڪرڻ پنهنجي شان ۾ گهٽتائي سمجهندو هئا، تن ميان يار محمد جي به آڻ نه مڃي جنهن ڪري انهن جي وچ ۾ به اڻ بڻت هلندي رهي جنهن جي نتيجي ۾ ميان نور محمد ڪلهوڙو ذوالقعد 1151 هجري مطابق فيبروري 1739ع هنن کي آڻ مڃائڻ تي مجبور ڪيو.

جڏهن 17 مارچ 1740ع ۾ نادر شاهه لاڙڪاڻي معاهدي تحت ميان نور محمد کان سڀ ڪجهه کسي ورتو ته چام ڪيهر طاقت وٺي ويو ۽ ڪلهوڙن جي آڻ مڃڻ کان انڪار ڪيو. انهن ڏينهن ۾ ميان نور محمد پنهنجو وڃايل وقار ۽ حيثيت بحال ڪرڻ لاءِ انتظامي ۽ مالي سڌارن ۾ لڳي ويو جنهن ڪري هن شيخ شڪرالله کي ڪڪرالي جي والي چام هوتي ڪيهر تي حملي ڪرڻ جو حڪم ڏنو جنهن سن 1157 هجري مطابق 1744ع ۾ چام هوتي ڪيهر کي ختم ڪري سندس پٽ چام مهڙ کي ان جي جاءِ تي ويهاريو.

ميان محمد مراياب ڪلهوڙو 1167 هجري مطابق 1753ع ۾ سنڌ جي تخت تي ويٺو جنهن ڪڪرالي جي چام ڏيسر نالي ماتر سان ڪيل واعدا ۽ اقرار ٽوڙي حملو ڪيو. انهيءَ سلسلي ۾ تاريخ ڪلهوڙو ۾ محترم غلام رسول مهر لکيو آهي ته انهيءَ سال جي آخر يعني 1754ع جي وچ ڌاران هن جون ڪڪرالي جي چام ڪيهر سان لڙايو شروع ٿي ويون. ڪڪرالي جا حاڪم گهڻو ڪري هر دور ۾ ۽ هر عهد ۾ سرڪشي تي آماده هوندا هئا. هنن سان ڪيترائي دفعا لڙايون

ٿيون هيون، هو هر دفعي شڪست کائڻ ۽ اطاعت قبول ڪرڻ کان پوءِ به جڏهن ڪو ذري جيترو به معمولي موقعو ملندو هون ته وري بغاوت شروع ڪري ڏيندا هئا. افغاني حملي جڏهن سنڌ جي انتظامات کي درهم برهم ڪري ڇڏيو، تڏهن چام بنا ڪنهن تڪلف جي سرڪشي ڪرڻ تي آماده ٿي ڪمر ڪٽي بيٺي.

تحفة الڪرام جي مطابق 1167 هجري جي آخر ۾ ڪڪرالي جي چام جي مهم تي توجهه ڏنو ويو ۽ وڏن انڪلن ۽ مناسب لڙائين سان چام جي طاقت کي بلڪل ختم ڪري ڏيو ۽ چام کي ڪوداريہ کان وٺي ديري ۾ آٽي ويهاري. هن ضمن ۾ خور، اوچتو لنجاري، گجي، ۽ ميران جي زمينن تي قبضو ٿيو ۽ گجي کي مال جو گدام بڻايو ويو ۽ انهن سڀني هنڌن تي حفاظت جي خيال سان مضبوط قلعا تيار ڪرائي پورو انتظام رکيو.

اهڙي طرح سيٺن جو بيان آهي ته مراد ياب خان ڪيترين لڙائين کان پوءِ چام (ڪيهر) جي فوجن کي شڪست ڏيئي ڇڙوڇڙ ڪري ڇڏيو ۽ چام ڪوداريہ به ڇڏي ديري ۾ وڃي ويٺو. مراد ياب خان جيت، لنڪر، پيران، گدڪي وغيره جون زمينون پنهنجي قبضي هيٺ ڪري حڪم ڏنو ته هيهني ۾ پيڙين جو بندوبست ڪيو وڃي، جنهن کان پوءِ چام ڏيسر نالي ماتر ڪلهوڙن پاران اتان جو حڪمران مقرر ٿيو.

ميان نور محمد ڪلهوڙي جي پٽن جي اقتدار حاصل ڪرڻ واري رسه ڪشي مان فائدو وٺي چام ڏيسر ڪڪرالي ۾ وري پنهنجي طاقت ۽ قوت حاصل ڪري ورتي. هن مراد ياب خان جي معزولي 13 ذوالحج 1170 هجري مطابق 29 آگسٽ 1757ع سومر ڏينهن کان وٺي غلام شاهه غلام رسول مهر مطابق ٻيو دفعو جڏهن ته غلام محمد لاکي مطابق چوٿون دفعو پهرين شوال 1171 هجري مطابق 8 جون 1758ع سومر ڏينهن حاڪم ٿيو ۽ هڪ سال بعد يعني پهرين شوال 1172 هجري مطابق 28 مئي 1759ع سومر ڏينهن پنهنجي حاڪميت مجرائي جنهن ڪري ٻئي ڏينهن يعني 2 شوال تي عطر خان خط موڪلي پاڻ هميشه لاءِ سنڌ ڇڏي هليو ويو.

انهيءَ ٻنهي سالن جي دوران چام ڏيسر ڪيهر زور وٺي ويو، جڏهن ميان غلام شاهه حڪومتي ايوانن ۾ لڙائي دوران حالتن کان مجبور ٿي لاڙ ۾ ڪجو ويو هو. تڏهن چام ڏيسر هن جي ڪا به خدمت ۽ مدد نه ڪئي هئي، جنهن ڪري غلام شاهه هن تي سخت ناراض هو. جڏهن هو سنڌ جو مڪمل طور حاڪم بڻيو ته هن پنهنجي دل جي باهه وسائڻ لاءِ هميشه لاءِ هن ۽ سندس قبيلي جي پاڙ پٽڻ لاءِ فيصلو ڪيو جنهن ڪري هن چام ڏيسر تي سن 1173هجري جي آخر ۽ 1760ع جي جون جولاءِ مهيني ۾ محمد ويس ۽ ٻين سردارن کي فوج سان ڏيئي حملي جو حڪم ڏنو جن ڪيترن وڙهن ۾ هن کي شڪست ڏني پر هو پنهنجو ماڳ ۽ مڪان ڇڏڻ لاءِ تيار نه هو انهيءَ دوران چام ڏيسر جو پٽ چام هر دور جي اچي غلام شاهه وٽ حاضري ڀري پر جيئن ته هن جي دل چام ڏيسر ڏانهن ٺڏي نه هئي تنهن ڪري منهنجي خيال موجب 7 صفر 1174 هجري مطابق 18 سيپٽمبر 1760ع ۾ خميس ڏينهن پنهنجي ڪمان ۾ حملو ڪري ان کي مجبور ڪيو ته هو پنهنجو آباد وارو قلعو ڇڏي هميشه لاءِ اتان هليو وڃي جنهن ڪري ڪڇ ڏانهن هليو ويو، تنهن کان پوءِ ڪيهر ۽ اوڊو قبيلي وارن غلام شاهه جي خوف ۽ ظلم کان وڏي پيماني تي لڏپلاڻ ڪئي جو اڄ ڪڪرالي ۾ ڪيهر ذات جو نالو ۽ نشان به ڪو نه آهي. جيئوٽيڪ غلام شاهه چام ڏيسر جي پٽ چام هر دور جي تي هٿ رکيو.

انهيءَ دور ۾ ڪيهر سمن جا ڪي ڪٽنب ڪڪرالي مان لڏي اچي اتر سنڌ کي وسايو ۽ تنهن کان پوءِ ميان غلام شاهه ڪلهوڙي ڪڪرالي جي علحده حيثيت ختم ڪري ان کي پنهنجي حڪومت ۾ شامل ڪري ڇڏيو.

جنهن ڪري 1170 هجري مطابق 1756ع ۾ ڪيهر سمن جا ڪي ڪٽنب، اتر سنڌ ڏانهن لڏي اچي، لاڙڪاڻي، خيرپور، شڪارپور ۽ جيڪب آباد وارن علائقن ۾ اچي رهيا. انهن مان چام ڏيسر جي خاندان مان هڪ گهر اچي لاڙڪاڻي جي ڀرسان پنهنجو ڳوٺ ٻڌي ويهي رهيو، جيڪو اڄ تائين ڪيهر ڳوٺ جي نالي سان آباد آهي. انهي پيڙهيءَ مان شير خان ڪيهر هو جنهن جو پنهنجو وقت ۾ وڏو نالو هو، جنهن پنهنجي پٽ غلام رسول کي انگريزيءَ جي تعليم ڏياري ۽ سرڪاري ملازمت ڪرائي، هو پهرين جولاءِ 1901ع ڳوٺ ڪيهر ۾ جنم ورتو جيڪو ڪڪرالي مان لڏي اچڻ کان پوءِ ٻڌو ويو هو، ان ڳوٺ جو وڏيرو ۽ مک شير خان ڪيهر ٿي هو جيڪو بزرگانه صورت ۽ سيرت جو مالڪ هو جنهن جو پيري فقيري سان گهڻو واسطو هو ۽ پير پاڳاري جي هڪ خليفي محمد پناهه سان گهڻو واسطو، جيڪو پڻ هڪ علم دوست هو جنهن جي اثر هيٺ هجڻ ڪري ابتدائي تعليم ڳوٺ ڪيهر مان حاصل ڪئي ۽ انگريزي تعليم لاڙڪاڻي جي مدرسة الاسلام

مان پڙهي ۽ مئٽرڪ سنڌ مدرسة السلام ڪراچي مان پاس ڪرڻ بعد بمبئي يونيورسٽي مان 1925ع ۾ گريجوئيشن ڪيائين. محترم غلام رسول ڪيهر سنڌ مان سر غلام حسين هدايت الله کان پوءِ ٻيو مسلمان هو، جنهن اها ڊگري حاصل ڪئي هئي ڪيس اهو اعزاز به حاصل هو تہ هو لاڙڪاڻي جو پهريون مسلمان هو جنهن ڪاميابي ماڻي.

هن کي هند سرڪار پران ملازمت جي آڇ ٿي جنهن قبول ڪئي ۽ ڪيس مختيارڪار مقرر ڪيو ويو. جتان ترقي ڪري پهريان ڊپٽي ڪليڪٽر ۽ پوءِ 1944ع ۾ ڪليڪٽر جي عهدي فائز ڪيو ويو. انهيءَ دوران 1932ع ۾ ڪيس خان صاحب جولقب ڏنو ويو.

سن 1947ع جي 14 آگسٽ تي پاڪستان ٺهيو جنهن کان پوءِ سنڌ سرڪار ۾ سيڪريٽري جي عهدي فائز ڪيو ويو ۽ ڪيس سي-ايس-پي (C.S.P) چونڊيو ويو. ان زماني ۾ فقط بہ سي- ايس-پي آفيسر چونڊجي سگهيا هئا هڪ خان صاحب غلام رسول خان ڪيهر ۽ ٻيو غلام اسحاق خان. ڪيس اهو بہ اعزاز حاصل آهي تہ 14 آگسٽ 1947ع ۾ پاڪستان ٺهڻ کانپوءِ قائد اعظم کي پاڪستان جو پاسپورٽ جاري ڪرڻ وارو خانصاحب غلام رسول ڪيهر هو.

پاڻ سيڪريٽري زراعت، سيڪريٽري خزانو، ميمبر بورڊ آف روينيو جهڙن اعليٰ عهدن تي رهيو. ان کانسواءِ صنعتي ترقيءَ لاءِ هڪ نئين ٺهيل اداري سائيٽ جو باني چيئرمين هو. انهي کانسواءِ ايگريڪلچر پرائس ڪاميٽي باتين مان هڪ هئا. پاڻ ڪاٽن ايڪسچينج ڪاميٽي جو فائونڊر هو، هن جي قابليت جو اندازو ان مان لڳائي سگهجي ٿو تہ ايوب خان ۽ شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي وقت ۾ ليند ريفارمز جو اعلان ٿيو هو جنهن لاءِ سرڪار ڀن چٽن تي مشتمل ڪاميٽي ناهي هئي انهي جو هڪ ميمبر هي بہ هو.

هن 1952ع ۾ سرڪاري ملازمت تان استعيفيٰ ڏيئي عملي طور سياست ۾ حصو ورتو ۽ 1953ع واري چونڊن ۾ لاڙڪاڻي واري سيٽ تي محترم شمس الدين ابڙو وڪيل جي مقابلي ۾ چونڊجي سنڌ اسيمبلي جو ميمبر ٿيو ۽ خانبهادر محمد ايوب کهڙو جي وڏ وزارت دوران 1954ع ۾ صوبائي وزير خوراڪ زراعت مقرر ٿيو.

هن 1956ع ۾ سياست ڇڏڻ جو فيصلو ڪيو، ڪيس اقوام متحده جي سماجي اقتصادي ڪائونسل ۾ پاڪستان نمائندو مقرر ڪري جنيوا موڪليو ويو.

سرڪاري ملازمت دوران 1951ع ۾ ڪراچي فشرمين ڪوآپريٽيو سوسائٽي جو باني چيئرمين بہ هو ۽ ون يونٽ ٺهڻ وقت هن سوسائٽي جو فنڊ ڪروڙن روپين ۾ هو جيڪو مرڪز کسي هليو ويو. هن کي ون يونٽ ٺهڻ کان پوءِ پاڪستان سرڪار فشر مين سوسائٽي جي چيئرمين هجڻ جي ڪري زوري ملازمت تي واپس آڻي 1957ع ۾ سينيئر ميمبر پاڪستان پلاننگ ڪميشن مقرر ڪيو ويو جنهن ڪري ڪيس اهو اعزاز بہ حاصل آهي تہ هن 1958ع ۾ پهرين پنج سالا منصوبي پيش ڪرڻ جو اعزاز بہ حاصل آهي. ان کانسواءِ ملڪ ۾ زرعي پرائس ڪميشن ۽ ڪاٽن ڪاميٽي جوڙڻ ۽ بنياد وجهڻ جو سهرو بہ سندس سر آهي.

خان صاحب غلام رسول خان ڪيهر 1964ع ۾ ٻيهر ملازمت تان رٽائر ٿيو. 1971ع جي چونڊن ۾ شهيد ذوالفقار علي ڀٽو هن کي پيپلز پارٽي جي طرفان لاڙڪاڻي واري صوبائي تڪ تي ٽڪيٽ ڏئي ٻيهاريو جتان ڪامياب ٿيو ۽ ڪيس 2 مئي 1972ع ۾ سنڌ اسيمبلي جو اسپيڪر چونڊيو ويو ۽ 1977ع تائين پنهنجو مدو پورو ڪيائين.

خان صاحب غلام رسول خان ڪيهر اٽڪل 85 سالن جي ڄمار ۾ 4 جنوري 1986ع ۾ ڪراچي ۾ وفات ڪيائين جتي ڪيس ميوا شاهہ قبرستان ۾ دفنايو ويو.

سندس پويان ٻہ پٽ امداد حسين ڪيهر ۽ ڊاڪٽر بشير احمد ڪيهر هئا جيڪي پڻ وفات ڪري چڪا آهن. هاڻي هن گهر جو وڏو سندس پوٽو رضوان احمد ڪيهر آهي.

هن خاندان جي ڄام ڏيسر مان هجڻ جي تصديق ان مان بہ ٿئي ٿي تہ ٺٽي ۽ ڪڪرا وارا ڪيهر هنن کي پنهنجو وڏو ڪري مڃيندا آهن.

ڪيهر سمن جو هڪ وڏو پاڙو آهي ۽ سمہ حڪمرانن جا ويجها عزيز ۽ مائٽ هئا جيڪي ڪڪرالي رياست جا والي هئا.

## پاڙا

(1) عزيزاڻي (2) بنگولاڻي (3) مهدي پوٽا

(4) ميري پوٽا (5) ٿهيماڻي

## ڪيهرن ۽ اوڍو جو شجرو



## ڄام ڏيسر ڪيهر جي خاندان مان پڳدار گهراڻي جو شجرو



## خليفي محمد اسحاق ڪيھر جي آکھ

- خليفو محمد پناهه
  - خليفو محمد اسحان ڪيھر
    - علي حسن ڪيھر
      - غلام قادر
        - سڪندر علي
          - علي حسن
            - حنان
            - صدام
        - پرويز
          - ڪامران
          - زوهيب
          - فرحان
    - عبدالحق ڪيھر
      - غلام مرتضيٰ
        - حامد علي
          - اعجاز علي
            - مقصود علي
            - غلام مرتضيٰ
          - شفقت علي
          - افتخار
            - علي رضا
            - منصور علي
            - حسن علي
            - عبدالله
          - شميم حيدر
            - محمد علي
            - حامد علي
        - محمد خان
          - زبير
            - اديب
            - رحمت
          - عرفان
            - خدا بخش
            - فضل
        - محمد بقا
        - اختر علي
          - اياز
            - فواد
          - فياض
          - رياض
          - عامر
          - وسيم
          - شيراز
      - اڪبر
      - احمد علي
        - گل حسن
      - مظهر علي
        - مظفر
        - برڪت
    - گل حسن ڪيھر
    - محمد حسن ڪيھر
      - مصطفيٰ
        - انور
          - نواب
            - سعيد علي
            - نويد علي
            - وحيد علي
            - بلاول علي
          - غلام عباس
            - توحيد
            - صهيب
        - حاڪم
          - سفير
          - رياض
          - ڪفايت
            - اذان علي
          - اسد علي
        - محمد باقر
        - محمد پناهه
          - ارشاد علي
  - نبي بخش ڪيھر





سردار غلام رسول ڪيهر سان سنڌ حڪومت جي ڪابينا جي ميمبرن جو ورتل يادگار فوٽو
(سال 1953ع)



ڪيهر برادري جو موجوده سردار رضوان احمد خان ڪيهر

# ڪسانڻ- ڪسانڻ

شاهان گجر جي مصنف مولوي عبدالمالڪ سماٽ، جٽ ۽ گجر کي هڪ قبيلو ڄاڻائي کين چيني نسل مان لکيو آهي. پر جديد تحقيق ۽ خانداني ۽ قبيلائي روايتن ۽ تاريخي شاهدن ۽ ثبوتن سان سندس راءِ رد ٿي چڪي آهي. باقي گجر خاندان جنهن جو تعلق قديم سنڌ واري دؤر سان آهي اهو بہ بنيادي طور مقامي النسل آهي.

گجرن ۾ هڪ ڪهاوت مشهور آهي تہ گجر جون اڍائي ذاتيون آهن. پهرين ڪسانڻ يا ڪسانڻ ٻي گورسي ۽ اڌ برڪٽ. شاهان گجر جيءِ مطابق تاريخي طور اهي شاندار ذاتيون آهن.

هن ذات جو اصل نالو ڪسانڻ آهي جنهن کي اسان سنڌي تلفظ هيٺ مٽي ڪري يعني اڪثر ڪ کي ڪ ۾ تبديل ڪندي محسوس نہ ٿيندو آهي، ڪسانڻ بہ سڏيندا آهيون.

ڪسانڻ يا ڪسانڻ راجا ڪتشڪ جي اولاد آهن انهيءَ نسبت سان ڪسانڻ ۽ ڪسانڻ سڏيا وڃن ٿا. مرحوم عبدالمالڪ جي مطابق ڪسانڻ ۽ ڪسانڻ تاريخي ڪشان قوم جا فرد آهن جن جو شاندار دور سنڌ ۾ ٿي گذريو آهي ۽ ڪنشڪ ان جو ناليوارو شهنشاهه هو. هڪ ٻي روايت موجب هو راجا ڪنس جي اولاد آهن جيڪو ڪرشن جو مامون هو. جيمس ٽاڊ جي مطابق خاندان يادو ۾ ڪرشن ۽ هن جي مامي ڪنس تائين 57 نسلون پيدا ٿيون ۽ انهن مان 59 نسلون ٻيون نڪتيون. منهنجي تحقيق موجب ڪسانڻ ۽ ڪسانڻ راجا ڪنس جي اولاد مان آهن ۽ انهن کي چيني يا ڪنهن تاراني نسل مان ڄاڻائڻ ماضي ۾ اها هڪ ضرورت هئي، جيئن نسلي برتري قائم رکي سگهجي. انهيءَ ڪري مقامي ليکڪن سنڌ جي قديم ذاتين کي منگول، تاتاري، ترڪ، عرب، افغان، چيني وغيره لکڻ ۾ دير ئي ڪو نہ ڪئي.

گجر قبيلي جو هي پاڙو راجا ڪنس جي نسبت سان ڪسانڻ ۽ سنڌي لهجي ۾ ڪسانڻ موجود آهي. اهي راجستان، پنجاب ڪانسواءِ سنڌ ۾ حيدر آباد ڊويزن ۾ رهن ٿا ۽ ٽنڊو ڄام وٽ ڪسانڻ موري مشهور آهي، جتي انهن جا ڳوٺ آهن.

# بوهڙ

بوهڙ سنڌ جي سري واري علائقي جي هڪ قديم ذات آهي جنهن جو تعلق لاڙڪاڻي کان وٺي ملتان ۽ ڪڇي واري علائقي تائين آهي. انهيءَ ڪري ڪين اترادي ذاتين ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو، ڪين بوهڙ ڪهڙي سبب ۽ مفهوم ڪري سڏيو ويو تنهن جي ڪا به خبر نه ٿي پوي. اسان جي تحقيق موجب بوهڙ ٻن لفظن جو مرڪب آهي. بو+هڙ- جي معنيٰ خوشبو، هڙ حضيٰ وارو يعني خوشبو وارو. فيروز اللغات جي مطابق بدهڙا يا بدهري هڪ خوشبودار گاهه جو نالو به آهي. بلوچستان سان تعلق رکندڙ استاد جبل خان جي مطابق بوهڙ جو مطلب آهي مدد ڪرڻ-جلدي پهچڻ.

بنيادي طور هي سمه قبيلي جي هڪ ذات آهي جنهن ڪري سنڌي ٻولي ڳالهائيندا آهن. ساڳي وقت اتر سنڌ سان تعلق هجڻ ڪري سرائيڪي به روز مرهه جي ڪمن ۾ رواني سان ڳالهائيندا آهن. انهيءَ ڪري ڪين سرائي وارن ذاتين ۾ به شمار ڪيو ويندو آهي. بلوچستان ۾ رهندڙ بوهڙ ذات وارن جي مطابق هو ڪاڪيپوتا آهن. ڪن جي مطابق ابڙو قبيلي جي شاخ آهن.

وارهه تعلقي ۾ هنن جا به وڏا بنيادي ڳوٺ آهن ۽ بوهڙ نالي ديهه به موجود آهي. ان ڪانسواءِ ڪڇي بولان ۾ هنن جو هڪ وڏو تعداد رهي ٿو. چاموٽ قومي موومينٽ جي مطابق 1997ع ۾ 50000 هزار بوهڙ ذات وارا بلوچستان ۾ رهن ٿا. جيڪي 1901ع ۾ 700 هئا. هنن کي ڪلهوڙن حاڪمن چار پور کان آڻي ڪڇي ۾ آباد ڪيو هو. از انسواءِ بدين ضلعي ۾ بوهڙن جا به وڏا ڳوٺ آهن جتي سنڌن جاگير بوهڙڪي هئي، اها ڪڏهن ۽ ڪنهن کان ملي تنهن بابت سنڌن پوئين وٽ ڪا به معلومات وغيره ڪو نه آهي پر اتي هن وقت به ڪيڻ ۽ بديني طرف سنڌن وڏي زميناري آهي.

منهنجي تحقيق ڪرڻ تي معلوم ٿيو ته جنهن علائقي سان انهن جو تعلق آهي اهو قديم ڪڪرالي جو علائقو سڏيو جنهن جا حاڪم ڄام ڪيهر هئا. تنهن جو تفصيل ڪيهر ذات ۾ پڙهي سگهجي ٿو.

سن 17 مارچ 1740ع ۾ نادر شاهه سنڌ کي ايراني سلطنت جو حصو قرار ڏيندي انتظامي طور ٽن حصن ۾ ورهائي ڇڏيو هو، جنهن موجب لاڙڪاڻي کان وٺي سمند تائين وارو علائقو ميان نور محمد ڪلهوڙو جي عملداري هيٺ رهڻ ڏنو، جنهن پنهنجي رٽ کي قائم رکڻ لاءِ سنڌ جي سرڪش ۽ بهادر قبيلن کي مطيع ۽ فرمانبردار ڪرڻ لاءِ ڪاهي ويو. تنهن سن 1157 هجري مطابق 1744ع ۾ شيخ شڪرالله هٿان ڪڪرالي جي ڄام هوتي ڪيهر جو خاتمو آندو جنهن جي جاءِ تي سندس پٽ ڄام مهڙ کي مقرر ڪيو ويو.

سن 13 ذوالحج 1170 هجري مطابق 29 آگسٽ 1157ع سومر ڏينهن مراداياب خان جي معزولي کان پوءِ جڏهن غلام شاهه گهر ولي ويڙهه کان پوءِ سنڌ جو حاڪم ٿيو، تنهن پنهنجي اقتدار کي مضبوط ۽ مستحڪم ڪم ڪرڻ لاءِ ڪڪرالي جي ڄام کي سيڪت ڏيڻ ضروري سمجهي تنهن ڪري سن 1173 هجري جي آخر ۾ يعني سن 1760ع جي وچ ڌاران جون جولاءِ مهيني پهريان محمد ويس ۽ ٻين سردارن کان ڄام ڏيسر ڪيهر تي حملو ڪرايو جن ڪيس هڪ ٻئي پويان شڪستون ڏنيون. تانجو هن جي مڪمل پاڙ پٽڻ لاءِ هڪ وڏو لشڪر تيار ڪري 7 صفر 1174 هجري مطابق 18 سيپٽمبر 1760ع تي خس ڏينهن هڪ زوردار حملو ڪيو ويو جنهن ڪري ڄام ڏيسر مجبور ٿي پنهنجو قلعو "آباد" خالي ڪري ڪڇ ڏانهن هليو ويو ۽ سندس پٽ ڄام هردارجي ميان غلام شاهه وٽ رهيو.

ميان غلام شاهه ڪڪرالي مان ڪيهر قبيلي جي مڪمل پاڙ پٽي ڇڏي جنهن ڪري ڪيهر ۽ اوڊو ذات وارا ڪڇ ۽ اتر

سنڌ ڏانهن پناهه وٺڻ هليا آيا. انهيءَ وقت ۾ ڪنهن بوهڙ جيڪو غلام شاهه جي لشڪر ۾ موجود هو تنهن جي خدمتن جي عيوض ۾ ڪيهر چامن جي خالي ٿيل جاءِ والارڻ لاءِ بوهڙ کي ڪڪرالي جي بدين واري پاسي جاگير عطا ڪئي جيڪا اڄ بہ سرڪاري دستاويزات ۾ بوهڙڪي جاگير سڏجي ٿي. انهن مان هينئر رياض احمد بوهڙ پنهنجي زميندار سنڀاليون پيو اچي.

ملتان ۽ اتر سنڌ ۾ سنڌن اهميت ۽ حيثيت جي خبر ان مان پوي ٿي تہ موجوده ملتان جي گهنٽہ گهر جي اولهہ ۾ بوهڙ گيٽ يا دروازو مشهور آهي جيڪو قديم قلعي جي هڪ دروازي جو نالو هو ۽ ان جي سامهون لاڙڪاڻي تائين وارو علائقو آهي. هڪ روايت مطابق هي سيد جلال الدين سرخ پوش بخاري جي تبليغ ڪري مسلمان ٿيا.

مطلب تہ هي خوشبودار ماڻهو بوهڙ ذات نالي اڄ بہ ڏکڻ، اتر، ڪڇي سنڌ ڪانسواءِ ملتان طرف آباد آهن. اي ڊي ميڪليگن جي مطابق هي زراعت پيشو قبيلو آهي جيڪي امرتسر کان علاوه بهاولپور، بيڪانير ۽ جيسلمير رياستن ڪانسواءِ ملتان ۽ مظفر گڙهہ ۾ ڦهليل آهن. هي ڏکڻ اولهہ پنجاب ۾ هاري، مزدور ۽ اٺ پاليندا آهن ۽ راجپوت خاندان جي پنوار قبيلي جا پليار، ڏهاءِ پرهار ذاتين وارن سان مٽيون مائٽيون ڪندا آهن.

بوهڙ ذات ۾ هڪ نالي وارو بزرگ بابا بوهڙ شاهہ بہ ٿي گذريو آهي. جنهن 1791ع ۾ وفات ڪئي هئي.

## ڪڇي بلوچستان جي هڪ بوهڙ خاندان جو شجرو



# ميراثي

ميراثي اصل ۾ عربي لفظ ميراث مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، ورثو، وارث. لغت جي مطابق ڳائيٽو، ڏومر، ڏوڪي وارو يعني مڱڻهار، دهل وڄائڻ وارو، خوش ڪرڻ وارو.

سنڌ ۾ ميراثي کي مڱڻهار چوندا آهيون. قديم دور ۾ ان کي ڏومر-فارسي ۾ دومر- سنڌ ۾ ميراثي ۽ مڱڻهار کي علحده مفهوم ۾ به ورتو ويندو آهي. مڱڻهار جيڪو شادي وغيره جهڙن موقعن تي دهل ۽ شرنايون وڄائي ۽ راڳ ۽ ياڳ کي سڏ ڏيئي جڏهن ته ميراثي جو به ساڳيو ڪم آهي پر هو ان سان گڏ خاندان يا خاندانن جا شجرا سانڍي رکڻ ۽ وقت ضرورت تي بيان ڪرڻ جنهن ڪري انهن کي خاص طور ميراثي سڏيندا آهن يعني ميراث سنڀالڻ وارا ۽ خانداني طور پشت به پشت انهيءَ ڪم ڪرڻ واري کي ميراثي سڏيو ويندو آهي. ميراثي سنڌ ۾ گهٽ ۽ پنجاب ۾ وڌيڪ اهميت رکن ٿا. جڏهن ته سنڌ ۾ خانداني شجرو ياد ڪرڻ ۽ بيان ڪرڻ واري کي پاڻ چون ٿا ۽ خانداني ڳائڻ واري يا ڪنهن خاص موقعي ڳاني بجاني واري کي به ميراثي سڏيو ويندو آهي.

ميراثي اسان وٽ هڪ ذات ۽ قبيلي طور سڃاتو وڃي ٿو، انهن مان ڪي ميرالي سڏائن ٿا، ميرالي، غلام، گولو، داس ۾ به هڪ پاڙو آهي. ميراثي، مڱڻهار جي سماجي، معاشرتي حيثيت ۽ ضرورت شهرن مان گهٽجي ويئي آهي پر ٻهراڙي ۾ انهن جي پنهنجي افاديت آهي.

# مرل

مرل چوهاڻ راجپوت جو هڪ پاڙو آهي جيڪي پنهنجي مورث اعليٰ مرل چوهان جي نسبت سان مرل سڏجن ٿا. هن ذات وارن جو بنيادي تعلق دهلي واري علائقي سان آهي جنهن ڪنهن سبب جي ڪري سنڌ ڏانهن لڏي آيا ۽ ڪجھ بهاولپور رياست ۾ آباد ٿي ويا.

روايتن موجب مرل چوهاڻ جنهن وقت ماءُ جي پيٽ ۾ هو ته جوتشن چوهاڻ راجا کي ٻڌايو ته چوهاڻن ۾ هڪ اهڙو ٻار پيدا ٿيندو جيڪو چوهاڻ سلطنت ۽ راجائي کي ختم ڪري ڇڏيندو. جنهن ڪري هن جي ماءُ ان جي ڄمڻ تائين راز رکيو ۽ لڪي ڇپي ان کي ڪنهن گندي ۾ لڪائي ڇڏيو.

جڏهن هو جوان ٿيو ۽ ڪيس ٿي پٽ به ٿيا ته ڪنهن سبب جي ڪري سنڌ ڏانهن لڏي آيو. سندس مول نالي جي نسبت سان ٽنهي پٽن جي اولاد مرل سڏجي ٿي.

# هرل- هرياهه

هن ذات وارن کي سنڌ ۾ ورياهه ۽ پنجاب ۾ هرل نالي سان سڏيندا آهن. هرل، ورياهه ۽ ڪرل، پنوار يعني پنهور راجپوت جي شاخ آهن. جيڪي پنهنجي مورث اعليٰ "راءِ پوپا" جي پٽن جي الڳ الڳ اولاد آهن. جڏهن تيرنهن صدي ۾ راءِ پوپا پنهنجي چند پٽن کي ساڻ ڪري سنڌ ۾ آيو ۽ اچ جي بزرگ حضرت مخدوم جهانيان جي هٿ تي اسلام قبول ڪيو تڏهن کان ان جي اولاد مختلف علائقن ۽ ڳوٺن ۾ وڃي آباد ٿي. ڪرل اوچ کان ساهيوال ويا ۽ ڪماليه ۾ آباد ٿيا ۽ پوءِ جاگيردار بڻيا ۽ انهن مان هڪ گهراڻو لاڙڪاڻي لڏي آيو ۽ لاهوري خاندان جي نالي سان مشهور ٿيو.

راءِ پوپا جي پوئين مان راجا هيراچند هو جنهن جي اولاد سندس نسبت سان هرل سڏي جيڪا سنڌ ۾ مقامي تلفظ ۽ لهجي جي ردوبدل ڪري هرياهه سڏيا يعني هيرا وارا- هي سنڌ ۾ ٿوري تعداد ۾ هجڻ ڪري پاڻ کي سيالن جو پاڙو سمجهندا آهن. خيرپور ضلعي ۾ ڳوٺ محمد خان هرياهه، ڳوٺ الله بخش هرياهه ۽ ڳوٺ خليفو هرياهه ۽ نوشهروفيروز ضلعي ۾ ڳوٺ سبحان علي هرياهه آهي. هي سنڌي ۽ سرائيڪي ڳالهائيندا آهن.

# بلوچستان جا سنڌي قبيلا

بلوچستان تاريخي ۽ جاگرافي طور سنڌ سلطنت جي دؤر کان وٺي ان جو حصو رهيو آهي ۽ اتان جو قديم قومون نسلي طور قديم سنڌين جي اولاد آهن. خاص طو بروهي جن کي علائقي طور سڃاڻپ سنڌين جي ڏنل آهي. جيئن ماضي ۾ سنڌ جي رهواسين کي علائقائي طور، اترادي، وچولو، لاڙي، ٿري، پارڪري، ڪوهستاني، ڏاهرياڻي، کير ٿري، ڪاڇائي، ڪڇي، ناڙائي وغيره سڏيو ويندو هو ۽ اترادي کي سرائي يعني سرو به چيو ويندو هو جنهن جي حد هڪ طرف لاڙڪاڻي کان وٺي ملتان ساهيوال ۽ ميانوالي تائين ۽ ٻئي طرف لاڙڪاڻي کان ئي کيرٿر جبل، ڪڇي، ٻاڳ، ناڙي، مڇ بولان، سبي، ڊيره بگٽي ۽ لورالائي تي هئي ۽ موجوده دؤر ۾ انهن علائقن کي سروئي سڏيو وڃي ٿو جنهن جي اڪثر آبادي، سنڌي ۽ سرائيڪي ڳالهائيندڙ آهي. اهڙي طرح ساراوان، جهالا وان، کيرٿر ماٿري ۽ ٻين هنڌن تي رهندڙ قديم سنڌين کي بروهي سڏيو ويو. جيئن ته برو جي معنيٰ آهي پري، نظر نه ايندڙ، پري جا ۽ روه جي معنيٰ آهي جبل، جابلو علائقو، جبل جي چوٽي، جبلن جي ماٿر- مطلب اهي جيڪي پري جبل تي رهن ٿا. جابلو ماڻهو، جبل واري علائقي جا رهواسي، بروهي. اها هنن جي جي طبعي، جاگرافيائي ۽ علائقائي سڃاڻپ آهي پري گهڻو وقت پري جبلن واري ايراضي ۾ رهڻ ڪري ايران ۽ افغانستان سان سرحدي تعلقات ۽ ويجهڙائي ڪري انهن جي قديم سنڌي ٻولي ۾ افغاني ۽ فارسي جي آميزش وڌي ويئي جنهن ڪري انهن جي ٻوليءَ جو لهجو الڳ ۽ جداگانه ٿي ويو پر تحقيقي طور ثابت ٿيو آهي ته براهوي ٻولي ۾ اڄ به 52 سيڪڙو سنڌي ٻوليءَ جا لفظ آهن. انهيءَ ڪانسواءِ سڪندر مقدوني جي ڪاهه کان وٺي راءِ گهراڻي تائين قائم سنڌي قبيلن جي هڪ وڏي اڪثريت گوادر يعني سٽڪا جي ڊور جي شهر کان وٺي ساموئنڊي ڪناري ويندي سون مياڻي، لس ٻيلو، دريجي، لوهي، ڏاهياڙي، ڪرو، هالار، کرٿر جبلن جي ماٿر، کتي جي قبر، ڪرخ، ڪڇي، ناڙي، ٻاڳ، شوران، ڍاڍر مڇ ٻولان، سبي، هرنائي، لورالائي ويندي زيارت تائين موجوده دؤر جي سنڌي قبيلن جا قبيلا اتي هڪ وڏي اڪثريت سان رهن ٿا. جيتوڻيڪ ڪڇي، بولان، ڍاڍر ناڙي، ٻاڳ ۽ سبي وارو علائقو 17 مارچ 1740ع ۾ نادر شاهه افشار ميان نور محمد ڪلهوڙو کان لاڙڪاڻي معاهدي تحت ڪسي پنهنجي ايراني سلطنت جو حصو بڻائي ڇڏيو هو ۽ انتظامي طور خان آف قلات مير محبت بروهي جي حوالي ڪيو. جيئن ميان نور محمد ڪلهوڙو ٻيهر طاقت حاصل نه ڪري سگهي ۽ هميشه ايران جي شهنشاهه جو ڏن ڀرو ۽ محتاج رهي ۽ هو ان معاهدي جي ڀڪڙي نه ڪندو ۽ ضمانت طور سندس ٻه پٽ مراد ياب خان ۽ ميان غلام شاهه پاڻ سان گڏ وٺي ويو. وڌيڪ تفصيل لاءِ پڙهي منهنجي تاريخ جلد ٽيون حصو پهريون.

مير محبت خان بروهي ڪڇي، ڍاڍر ناڙي، ٻاڳ ۽ سبي ۾ رهندڙ سنڌي قبيلن جي طاقت کي ٽوڙڻ ۽ افرادي قوت کي برابر ڪرڻ لاءِ قلات ساروان ۽ جهالا وان جي بروهي قبيلي سان تعلق رکندڙ ذاتين کي اتي آباد ڪيو ۽ ڪين مختلف علائقا ورهائي ڏنا. جنهن حقيقت کي مير گل خان نصير تاريخ بلوچستان ۽ ڊاڪٽر شاهه محمد مري ”*بلوچ قوم قديم عهد سے عصر حاضر تک*“ ۾ تسليم ڪندي ان جو تفصيل ڏنو آهي جنهن موجب:

1- منڙي- رئيساڻي
2- حاجي- شاهواڻي
3- هانبي- لهڙي
4- چندر- بنگلزئي

5- تاح- روديني
6- ڪوگڙو- محمد حسني
7- زردار- محمد شهي

هي قبيلا اڄ به انهن علائقن ۾ رهن ٿا. منڙي جي قديم رهواسين آرائين ۽ پٽن، پنهنجي ڳوٺ جي مالڪي ۽ ملڪيت جي سلسلي ۾ ڪورٽ ۾ دعويٰ ڪئي ته جيئن ته منڙي ڳوٺ اصل ۾ مٺا خان آرائين جي نالي سان ٻڌل هو ۽ اتان جي ملڪيت جا وارث به سندس پونيئر آهن، تنهن ڪري انهن کي قانوني طور ملڪيت جو حق ڏنو وڃي ۽ اهو معاملو ڪورٽ ۾ هلندڙ آهي.

اڄ به 2014ع تائين 274 سال گذرڻ باوجود اتي سنڌي قبيلن جي افرادي اڪثريت ڪي گهٽ نه ڪري سگهيا آهن ۽ اڄ به هو اسيمبلين جا ميمبر وغيره ٿيندا پيا اچن ۽ ملڪيت جي وارثي تائين هٿ نه ڪنيو آهي. جيتوٽيڪ اتي ڄاموٽ ۽ غير ڄاموٽ تضاد ابري آيا آهن پر سنڌي قبيلا پنهنجا پير ڄمايون بيٺا آهن. هيٺيان سنڌي قبيلا گوادر کان وٺي مڇ بولان تائين موجود آهن.

1- ڊرگهه
2- ديندارا
3- هڏڪري
4- چندر (چڊهڙ)
5- رڏ
6- لاڙڪ
7- بالرا
8- ڏهريجه
9- ڏيتا
10- اعواڻ
11- ٻوهڙ
12- ٻگهيه
13- انڙ
14- ٻورو
15- هالو
16- ڪلنگ
17- مئي
18- ابري
19- پيو
20- هاپني
21- هارا
22- سيانچ
23- پنهور
24 ڪلوڙ
25- ڪاهورو
26- ڪوکر
27- پٽي
28- دايو
29- سيلاچي
30- آرائين
31- سميجو
32- جکرو
33- سندوزئي
34- چاڪي
35- مهيسر
36- ڊانڊور
37- سانگي
38- ابڙو
39- سومرو
40- مستوئي
41- بابر
42- ماڇي
43- منگي
44- ياري
45- يند
46- ڪولاچي
47- سڌايو
48- چانڊيو
49- لولائي
50- ٻمير
51- واهنر
52- ڦوليجا
53- مگسي
54- جمالي
55- شاڪراڻي
56- ڄاموٽ
57- ڄام
58- آئلاڻي
59- ٻوتاڻي
60- چڻ
61- رونجهه
62- رونگها
63- ٻورو
64- گهوٽيه
65- گولو
66- باريجو
67- گائينچو
68- ٻورو
69- چنجٽي
70- داروغو
71- اوستو
72- لاسي
73- مهاٽو
74- ملاح
75- تونيو
76- ٻرڙو
77- ياڳت
78- پيچوهو
79- منجو
80- داروغو
81- ڪلهوڙو

پر افسوس آهي ته بلوچستان سرڪار اڄ تائين اتي مقامي ٻولين ۾ پڙهڻ جو نصاب ۽ نظام تعليم رائج نه ڪري سگهي آهي جنهن ڪري اتان جا سنڌي ٻار ۽ شاگرد اردو ۾ تعليم وٺن ٿا جنهن ڪري اتان جي مقامي ٻولين جي وجود کي خطرو آهي. هنن سنڌي قبيلن جي مادري ٻولي سنڌي آهي پر عام رواجي طور سنڌي ۽ سرائيڪي ڳالهائيندا آهن.

# ڀيڙ

ڀيڙ قديم سنڌين جي ذات مان هڪ ذات آهي، جنهن کي سمن ۽ ابڙن ۾ شامل ڪيو وڃي ٿو پر اسان جي تحقيق موجب هن جي پنهنجي الڳ سڃاڻپ آهي. سنڌ جي ذاتين متعلق لکندڙن هر هڪ ذات جي متعلق الڳ ڇنڊڇاڻ ڪرڻ جي بدران سنڌ جي ذاتين کي، سمه، سومرو، ابڙو، جت ۽ مليڇ ذاتين ۾ شامل ڪري هنن جي اصليت کي گم ڪري ڇڏيو آهي ۽ ڪين انهن ذاتين، قبيلن مان ڪنهن هڪ جي شاخ يا پاڙي مان ڄاڻائي پنهنجي ذميواري پوري ڪري ڇڏي آهي. اهڙي طرح سمن ۽ ابڙن تي تحقيق ڪندڙن هن ذات کي پاڙي ۾ شامل ڪري ڇڏيو آهي، شيخ صادق علي پڻ هن ذات کي سمن جو پاڙو ڄاڻايو آهي.

موجوده سنڌ جي حدن اندر ته هنن جي ڪا به الڳ حيثيت ڪا نه آهي پر اتر سنڌ جو هي قبيلو ملتان ۽ ساهيوال تائين آباد هو، جتان ڪجهه خاندان لڏي گجرات طرف ويا ۽ انهن مان ننڍو نالي واري ملڪ ننڍو جي لقب سان شهرت حاصل ڪري ميانوالي طرف ڏي ويو جنهن جو تاريخي نالو ڏنوان هو جيڪو بعد ۾ شنوران سڏيو، هن جو رام نگر ۽ ست نام جي نالي سان به ذڪر آيو آهي. بنيادي طور هي شهر درياءَ سنڌ جي ڪناري تي آباد هجڻ ڪري، ڪچي يا ڪڇي به سڏيو ويندو هو جو هو درياءَ جي ڪچي واري علائقي ۾ هو. هن ڳوٺ ۾ مغل بادشاهه اڪبر جي وقت ۾ 1584ع ۾ بغداد کان شيخ جلال الدين نالي هڪ بزرگ پنهنجي پٽ علي سان گڏجي اتي آيو ۽ بعد ۾ پاڻ واپس هليو ويو.

جيئن ته قديم سنڌي ٻوليءَ ۾ ميان، سردار، وڏي، آقا، قابل عزت و احترام، والي. وارث ۽ مان واري جي مطلب ۾ استعمال ٿيندو آهي. ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو جي مطابق ميان متر مان نڪتل لفظ آهي جنهن جي معنيٰ پڻ سائين، محرم، عزيز ۽ پيارو آهي. جيئن ته اهو علائقو اتر سنڌ جي اثر هيٺ هو تنهن ڪري اتان جي ٻولي سنڌي ٻوليءَ جو لهجو سرائيڪي هئي جيڪا عام طور تي ڳالهائي ويندي هئي. انهيءَ ڪري شيخ جلال الدين جي پٽ کي اتي رهڻ ۽ دين اسلام جي پرچار ڪرڻ ڪري جو اتي گگڙن جو وڏو اثر ۽ رسوخ هو ۽ ان علائقي کي گگڙن جي علائقي ۾ شامل ڪيو ويندو هو جو اتي سلطان سهالت ۽ سلطان مقرب حاڪم هئا. اتان جي مقامي رهواسين ڪيس عزت ۽ احترام خاطر ميان جي لقب سان سڏيندا هئا ۽ هو اتي ميان علي جي نالي سان مشهور ٿي ويو، جنهن پنهنجي رهڻ لاءِ گهر ٺهرايو، جنهنکي ميان دي ميل سڏيندا هئا جيڪو بدلجي ميان آلي. يعني ميان جو ڳوٺ سڏجڻ لڳو، جيڪو بعد ۾ ميان آلي مان ميان والي، يعني ميان جو گهر يا ڳوٺ ۾ تبديل ٿي ويو جيڪو اڄ ميانوالي سڏجي ٿو.

جتي ننڍو نالي ڀيڙ اڳي رهيو جنهن جي خاندان علائقي ۾ جلد پنهنجو اثر و رسوخ قائم ڪري ورتو جو هن جي پوئين مان ملڪ فتح خان ڀيڙ ۽ احمد يار ڀيڙ سکن جي عملداري دوران هنن جا مراعت يافته رهيا ۽ بعد ۾ انگريزن جي پنجاب جي قبضي کان پوءِ به هنن جا ساٿي ۽ ٻانهن ٻيلي ٿي رهيا جنهن ڪري هنن کي A ڪلاس جي جاگير ڏني ويئي. انهن مان مظفر علي ڀيڙ پنهنجي علائقي جو آنربري مئجسٽريٽ ۽ پنجاب ليجسلٽو جو ميمبر ٿي رهيو ان کانسواءِ ضلعي بورڊ ۽ ميونسپل ڪاميٽي جو صدر به رهيو. ڪيس خان صاحب ۽ خانبهادر جا خطاب به مليا. هاٿي هي اتان روڪڙي قبيلي جا سياسي حريف آهن.

هي سنڌ ۾ رتوديرو تعلقي ۾ اڪثريت سان رهن ٿا پر پنهنجي الڳ قبيلائي سڃاڻپ حاصل نه ڪري سگهيا آهن. هي سنڌي ۽ سرائڪي ڳالهائن ٿا. منهنجي تحقيق جي مطابق هي سنڌين جي واپاري طبقي سان تعلق رکندڙ هئا ۽ تور ۽ ماپ جي ڪري ڀيڙ سڏيا يعني ٻن پڙن وارا ٻه+پڙ- جيڪا بعد ۾ هنن جي ذات ۾ تبديل ٿي ويئي.

# منج- منجو- منجهو

هن ذات وارن کي راجستان ۾ منجو، گڏيل پنجاب ۾ منج ۽ سنڌ ۾ منجهو سڏيندا آهن. شيخ صادق شير علي انصاري هن ذات کي سمہ قبيلي مان ڇاٽايو آهي ۽ ٻن الڳ الڳ ذاتين طور منج ۽ منجهو سڃاڻپ ڪئي آهي. جڏهن تہ اسان جي تحقيق موجب اهي هڪ ئي ذات جا نالا آهن ۽ هن ذات جو تعلق پڻي قبيلي سان آهي. بنيادي طور تي پڻي ۽ سمہ ۽ جاڙيجہ هڪ ئي نسل سان تعلق رکندڙ آهن. شايد اهوئي سبب هجي تہ سنڌ ۾ گهڻ تعداد ۾ هجڻ ڪري انهن کي سمن ۾ شامل ڪيو ويو هجي.

منج، منجو، منجهو ذات جي پڙ بنياد بابت ٻہ روايتون آهن. پهرين روايت موجب هو سيالڪوٽ جي راجا رسالو جي پيءُ سالباهن جي پوئين مان آهن. انهن مان شيخ چاچو ۽ شيخ ڪلچي منجهو راجپوت ۽ اڄ کان اٽڪل اٺ سؤ سال اڳ ۾ لڏياڻ جي ڏکڻ اولهہ ۾ هٺوڙ جي هنڌ تي اچي آباد ٿيا جن مان شيخ چاچو منجهو مخدوم شاهجهانيان اچ واري هٿ تي مسلمان ٿيو.

ٻي روايت موجب راجا جيسل جنهن جيسلمير جو بنياد وڌو هو جنهن جي چئن (4) پٽن مان هڪ جو نالو هيمر هو جنهن جي پٽ جو نالو جوندوراءِ ۽ ان جي پٽ جو نالو چن پال هو. تنهن چن پال جي پٽ جو نالو منج پال هو، تنهن جي اولاد راجا منج پال جي نسبت سان، منج، منجو ۽ منجهو سڏي ويئي ۽ پڻي قبيلي جي پاڙي منج لکي ويئي.

منج يا منجهو ذات وارن ڪنهن وقت ۾ درياءَ تسلج جي اولهندي حصي تي حڪمراني ڪئي هئي. تلو نبي ۽ راءِ انهن جا خاص ۽ اهم شهر هئا. راجا منجهو جي پنجين پشت مان راجا تلسي رام هو جنهن اچ جي بزرگ مخدوم جهانيان جهان گشت جي هٿ تي دين اسلام اختيار ڪري مسلمان ٿيو. جنهن ان جو اسلامي نالو شيخ چاچو پايو رکيو. جڏهن دهلي جي بادشاهہ غياث الدين تعلق کي ان جي مسلمان ٿيڻ جي خبر پئي تہ هن کي فيروزپور علائقو بطور جاگير ڏنو ۽ ان جي وفات کان پوءِ ان جي پٽ پرو (ٻهرو) کي راءِ جو لقب ڏنو ۽ علائقي جو خودمختيار بڻايو جيڪا رنجيت سنگهہ تائين قائم هئي.

منج يا منجو يا منجهو راجا سالبا هن جي پٽ بلند جي اولاد مان راجا جيسل جنهن 1156ع ۾ راجپوتاڻ را راجستان ۾ جيسلمير جو بنياد وڌو هو، ان جي پونيئرن مان آهن ۽ راجپوت آهن.

هي راجستان کان علاوه سنڌ ۾ قديم دؤر کان وٺي آباد آهن. پنجاب ۾ پٽنير، نڪودر، جالندر، امرتسر ۽ بٽالہ کان علاوه منٽگمري موجوده ساهيوال، لائلپور موجوده فيصل آباد، جهنگ کان علاوه چيچہ وطني ۽ جڙانوالہ ۾ رهن ٿا. ان کانسواءِ ضلعي اٽڪ ۽ ٻين هنڌن تي آباد آهن. خاص طور چيچہ وطني ۾ وڏو سياسي اثر رسوخ رکن ٿا.

سنڌ ۾ منجهو ذات وارا جيڪب آباد ضلع ۾ رهن ٿا، جيڪي ڪڇي کان اچي آباد ٿيا آهن. جن کي ميان نور محمد ڪلهوڙي پنهنجي دؤر حڪومت ۾ نور پور کان لڏائي اچي ڪڇي جي علائقي ۾ آباد ڪيو هو، سندن روايت مطابق انهن جو جد امجد مير محمد، خان محمد ۽ گل شير پهريان ان علائقي ۾ اچي رهيا، جنهن کي ميرپور منجهو سڏيو وڃي ٿو. جيڪو مير محمد جي نالي جي نسبت سان سڏيو ويو. سنڌ ۽ ڪڇي جا منجهو ذات وارا انهن جي اولاد آهن جن کي اتي رئيس ۽ ملڪ سڏيو وڃي ٿو. سندن علائقو منجهو شوري سڏجي ٿو.

هن ئي خاندان مان مير گل حسن منجهو هو، جنهن 1995ع ۾ ڪڇي جي سنڌين هڪ هنڌ گڏ ڪرڻ لاءِ ڄاموٽ قومي موومينٽ جو بنياد رکيو هو. هي ئي منجهو قبيلي جو وڏو هو. هاڻي سندس پٽ مير علي حسن آهي. جڏهن 17 مارچ 1714ع ۾ لاڙڪاڻي معاهدي تحت ڪڇي ۽ بولان، سبي، ڍاڍر ۽ گناڙي جهل ايراني سلطنت جو هوشيار مير محبت بروهي، انهن علائقي کي زير ڪرڻ لاءِ مختلف قبيلن کي آباد ڪيو ۽ سنڌين جي ملڪيتن کي ضبط ڪري پنهنجن ۾ ورهايو. انهيءَ صورتحال ۾ بہ منجهو ذات وارن پنهنجي ملڪيت ۽ وراثت تان هٿ نہ کنيو ۽ پنهنجا علائقا بحال ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. اهڙي سند شامل ڪجي ٿي:

## شجرو ذات منج - منجو، منجهو



# صديقي- پاٽ ۽ سيوهڻ وارا

حضرت عبدالله المعروف ابوبڪر صديق خليفي اول جي خاندان مان سهروردي سلسلي جي باني شيخ الشيوخ عمر شهاب الدين السهروردي جنهن 632 هجري ۾ وفات ڪئي، جنهن جي مزار بغداد جي علائقي ”شيخ عمر“ ۾ سندس نالي سان منسوب علائقي ۾ آهي. ان جي پوين مان شيخ شهاب الدين سهروردي ثاني پاٽائي ڄام نظام الدين سمہ جي پوئين دؤر ۾ سنڌ ۾ آيو. انهيءَ وقت ٺٽي جي اندر سوين مدرسہ قائم هئا، جتي علم و تدريس سيکاريو ويندو هو. انهيءَ دؤر ۾ سنڌ جي ٻين ڪيترن هنڌن تي مدرسہ قائم ٿي چڪا هئا جن ڪي پنهنجي وقت جا ناليوارا عالم ۽ بزرگ هلائي رهيا هئا، انهيءَ واسطي عرب ۽ ايران کان ڪيترا عالم ۽ بزرگ انهيءَ سلسلي ۾ سنڌ آيا.

شيخ شهاب الدين سهروردي ثاني 8021 هہ- 894 هہ مطابق 3991ع-1489ع علم ۽ تدريس جي معاملي ۾ پهريان ٺٽي آيا جن ڪي علم و تدريس ڪي جاري رکڻ لاءِ معاشي مدد طور باغبان پرڳڻي ۾ سنڌو درياءَ جي ويجهو جاگير ڏني ويئي جنهن اتي مستقل ديرو ڄمائڻ لاءِ هڪ نئون شهر پاٽ نالي ٻڌائون جيڪو فارسي ڪتابن ۾ ”ٽ“ جي نہ هجڻ ڪري سندس تلفظ پاٽ جي بجاءِ ”پاتر“ آيو آهي. اڪثر ليکڪن جو اهو خيال آهي.

منهنجي راءِ مطابق جيڪڏهن پاٽ شهر جو بنياد شيخ شهاب الدين سهروردي ثاني رکيو آهي تہ ان جو نالو پاٽ نہ هجڻ گهرجي. ڇاڪاڻ تہ پاٽ قديم سنڌي ٻوليءَ جو لفظ آهي. جڏهن ان زماني ۾ شروعاتي وقت ۾ شيخ سهروردي ثاني جي ٻولي عربي هئي ۽ هو پڪ سان سنڌي ٻولي کان اڻ واقف هوندو ۽ انهيءَ وقت ۾ علم تدريس عربي ۽ فارسي ۾ ڏنو ويندو ۽ لکيو ويندو هو. اهو ممڪن وڌيڪ آهي تہ جڏهن ڄام نظام الدين ننڍي هن کي اتي جاگير ڏني تہ هن هڪ آباد ۽ وسندڙ ڳوٺ کي پنهنجو مرڪز بڻايو. پر ان ڳوٺ جي مشهوري ۽ اهميت تڏهن وڌي جڏهن شيخ شهاب الدين سهروردي ثاني ان کي پنهنجو مسڪن بڻايو ۽ پنهنجي فيض کان سيراب ڪيو. جتي هي شهر يا ڳوٺ موجود آهي، ان تي درياءَ سنڌ جي طبعي لحاظ کان مٿس نالو پيل آهي. پاٽ قديم سنڌي ٻوليءَ جو لفظ آهي جيڪو مختلف معنائن ۽ مفهومن ۾ استعمال ٿيندو آيو آهي. ان جي اها بہ معنيٰ آهي تہ اهو هنڌ جتي درياءَ ويڪرو هجي ۽ قديم دور جڏهن سنڌو موج ۾ وهندو هو تہ هڪ طرف پاٽ جو شهر هو تہ ٻئي طرف درٻيلو ۽ اٽڪل 30 ڪلوميٽر جي ايراضي جي ويڪر ۾ پيٽ هوندو هيس. انهيءَ ڪري ان تي موجود هڪ ڳوٺ جو نالو پاٽ رکيو ويو جيڪو قديم دؤر ۾ پتڻ بہ هو ۽ جتان درياءَ سنڌ تمام گهٽي ويڪراڻ ۾ وهندو هو، ان ڪري ان ڳوٺ جو نالو پاٽ پئجي ويو. يعني اهو ڳوٺ جتان سنڌو جو پٽ ويڪرو آهي. اڄ بہ جيڪڏهن ان تي نظر وجهبي تہ ان جي اصل حقيقت سامهون ايندي.

پاٽ جي صديقي بزرگن جي وڏي ۽ سهروردي طريقي جي باني شيخ الشيوخ شهاب الدين سهروردي بغدادي جو سنڌ سان روحاني ۽ مرشدي وارو تعلق هو. سيد محمد مڪي بکري جنهن جي بکر ۾ اچڻ کان پوءِ روحانيت جو مرڪز بڻجي ويو ۽ جنهن جي زبان مبارڪ مان نڪتل لفظ بکره يعني باک ڦٽڻ نان ان جو نالو فرشتہ مان تبديل ٿي بکر پيو تنهن جو والد سلطان العارفين سيد محمد شجاع شيخ شهاب الدين سهروردي جون نياٽيون جنهن مان سيد محمد مڪي پاڪ ۾ پيدا ٿيو جيڪو والد جي وفات کان پوءِ مستقل طور سنڌ ۾ اچي رهيو سنڌ جا ڪيترا سيد ان جي پونيئرن مان آهن جيڪو پڻ حضرت شيخ الشيوخ عمر بن محمد شهاب الدين سهروردي جو نياٽو، سندس نڪاح ۾ بي بي فاطمہ ڏنل هئي

جن جون مزارون پراڻي ڪليڪٽري بکر ۾ موجود آهن.

شيخ نوح بکري هڪ نالي وارو بزرگ هو جنهن پڻ شيخ شهاب الدين سهروردي کان مريد ٿي فيض حاصل ڪيو هو ۽ جڏهن غوث بهاؤالدين زڪريا ملتاني شيخ شهاب الدين سهروردي جي حضور ۾ حاضر ٿي ڪماليت تي پهتو ته ملتان واپس ورندي ڪيس هدايت ڪئي هئي ته هو بکر ۾ شيخ نوح بکري سان ملي پر ان جي پهچڻ کان اڳ هو خالق حقيقي سان وڃي مليو. انهيءَ ڪري هن صديقي خاندان جو سنڌ سان روحاني تعلق شيخ شهاب الدين سهروردي ثاني جي سنڌ ۾ اچڻ کان اڳ قائم ٿيل هو. شايد اهوئي سبب هجي ته ڪنهن روحاني اشاري ۽ هدايت تي هو ٺٽي پهتو جنهن پنهنجي فيض سان سنڌ کي هڪ وڏو علمي درسگاهه جو مرڪز بڻائي ڇڏيو ۽ پاٽ جي افاديت ۽ مشهوري وڌي ويئي. جڏهن ته انهيءَ دؤر ۾ جام نظام الدين ننندو رڳو ٺٽي شهر ۾ ئي سؤ علمي درسگاهون قائم ڪري ورتيون هيون. انهيءَ کان سواءِ نصرپور، سيوهڻ ۽ بکر ۾ پڻ علم و تدريس جو ڪم ٿيندو هو جنهن واسطي ايران، افغانستان ۽ عرب کان نالي وارا عالم ۽ بزرگ گهرايا ويا هئا، جن لاءِ ٺٽي ۾ هڪ مخصوص محلو تيار ڪيو ويو هو.

پاٽ شيخ شهاب الدين سهروردي ثاني پاٽائي جي ڪري پاٽ شريف ۽ قبلة الاسلام سڏي ويندي هئي. اڄ به پاٽ شريف ڪوٺن ٿا، ڪيس ٻه پٽ شيخ معروف ۽ مخدوم و قاضي برهان الدين هئا. شيخ معروف جي نالي تي پاٽ شريف ۾ معروفاڻي ڍنڍ آهن. جڏهن مخدوم برهان الدين کي ڪڪڙ جو قاضي ۽ مفتي مقرر ڪيو ويو هو. ان وقت ڪڪڙ الڳ پرڳڻي جي حيثيت رکندو هو جنهن جون سرحدون ڪاڇي تائين هيون. سندس مزار خان پور شهر ۾ موجود آهي، جتي اڄ به هزارين ماڻهو پنهنجون حاجتون پوري ڪرڻ واسطي دعا خير گهرڻ لاءِ ايندا آهن.

شيخ معروف جي پٽ شيخ رڪن الدين جي شروعاتي زندگي پاٽ ۾ گذري جنهن کان پوءِ هن ٺٽي ۾ مدرسو قائم ڪيو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين ۽ مڪلي تي دفن ٿيل آهي. هن جو ذڪر مير معصوم تاريخ معصومي ۾ ڪيو ۽ لکيو آهي ته: مخدوم رڪن الدين عرف مخدوم متو مخدوم بلال جي خليفن جي سلسلي ۾ هو ۽ پاڻ حضرت ابوبڪر صديق جي اولاد مان هو، سندس بلند پرواز، همت هميشه وظيفن، عبادتن ۽ بندگين تي صرف ٿيندي هئي. زهد ۽ تقويٰ جا سالڪ هدايت ۽ ارشاد جا طالب سندس معتقد هوندا هئا ۽ سندس سلوڪ تي اعتماد رکندا هئا. حديث جي علم ۾ پنهنجي وقت جو يگانو هو. شرح اربعين، شرح ڪيداني ۽ ٻيا ڪي رسالا سندس تصنيفات مان مشهور آهن. هن جي وفات سن 949 هجري جنت آشياني بادشاهه جي عين بيڪاري (فترات) جي زماني ۾ ٺٽي ۾ ٿي.

مخدوم سليم الله صديقي صاحب مٿين ڪتابن متعلق لکيو آهي ته اهي ڪتب خانه والهار چوٽياري ۾ موجود آهن. هن جي ٻن پٽن شيخ عيسيٰ ڪبير ۽ شيخ يوسف سنڌي پنهنجي خانداني جاگير ۽ ڳوٺ ۾ رهڻ جي باوجود اسلامي جي روايت قائم ڪندي، پنهنجي ڳوٺ ۾ علائقي کان علائقي ٻاهر به علم و تدريس جي شمع کي ٻاري رکيو ۽ وڏو پٽ شيخ عيسيٰ ڪبير پنهنجي ٻن پٽن شيخ معروف ثاني ۽ شيخ عثمان سان گڏجي مظفر ڳڙهه جي سيت پور ۾ مدرسو قائم ڪيو.

انهن ڏينهن ۾ شيخ جلال جو پٽ مخدوم عباس پاٽائي پاٽ مان نڪري هنگورجا ۾ پنهنجي مستقل رهائش اختيار ڪئي، جتي سندس مزار آهي. ان متعلق تاريخ معصومي ۾ آهي.

"مخدوم صاحب اصل پاٽ جو ويٺل هو. 947 هجري جي اوائل ۾ هنگورچن ۾ تشريف فرمائي اچي رهيا. علم تفسير، حديث، فقه ۽ ٻين علمن ۾ ڪمال مهارت هيس. مسئلن جي تحقيق تدقيق تمام پوري ۽ ڪامل نموني ۾ ڪندو هو. زهد ۽ تقويٰ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. رات ۽ ڏينهن جي هر وقت قسمين قسمين عبادتن ۾ مشغول رهندو هو. حديث جي پڙهڻ وقت نياز ۽ نوڙت ڪندو هو. قال رسول الله ﷺ چوڻ وقت بي اختيار ٿي ويندو هو ۽ سندس اکين مان ڳوڙها وسندا هئا، جنهن ڪري ٻڌندڙ کي حديثن جي ٻڌڻ جي طاقت نه رهندي هئي. مولانا بلند مرتبي جو مالڪ هو. 14 شعبان 998 هجري ۾ عالم آخرت ڏانهن روانو ٿيو. سندس عمر 96 ورهيه هئي.

هن جي متعلق گلزار ابرار ۾ قاضي عبدالستار سنڌي برهانپوري جي حوالي سان لکيل آهي ته هو دين، ديانت، دانش، طبيعت جي نرمي وغيره جهڙا اوصاف يقينن مخدوم صاحب جي خمير ۾ داخل هئا. هوش سنڀالڻ کان آخري دم تائين طلب لاءِ ڪنهن جي گهر يا ڪنهن ڏي اچڻ وڃڻ ۾ قدم نه ڪنيائون.

سن 950 هجري مطابق 1543ع ۾ شيخ يوسف پاٽائي جا پٽ شيخ طاهر محمد ۽ شيخ قاسم پاٽائي سنڌ مان وڃي

پھريان ... رت، برار ۽ پوءِ وچي برھان پور ۾ رھيا جتي انھيءَ خاندان جي مشھور شخصيت شيخ عيسيٰ جندالله پاٽائي، شيخ قاسم پاٽائي جي گھر ۾ 5 ذي الحج 962 هجري ۾ برھان جي سنڌي پور محلي ۾ ڄائو. جنھن پنھنجو تعلق سنڌ ۽ پاٽ سان تعلق برقرار رکيو ۽ ھو وقت بہ وقت ايندو رھندو ھو. مخدوم سليم الله صديقي جي مطابق پاٽ جي ٿلهي تي موجوده قديم مسجد جو بنياد انھن پاڻ رکيو ھو. سندن سنڌ ۾ اچڻ وڃڻ جي تصديق گلزار ابرار ۾ مخدوم عباس ھنگورجائي جي بيان ۾ موجود آھي تہ سندس وفات کان پوءِ سندس جانشين جي حيثيت ۾ انھيءَ مسجد ۾ ۽ حال جي مدرسي ۾ مسيح القلوب شيخ حبيب الله يعني شيخ عيسيٰ جندالله آھن، جيڪي ظاھري فضيلت ۾ سيني کان زيادہ ڪامياب ۽ سرسبز و پرھيزگار آھن نہ رڳو ايترو پر اتان جي سيني فاضلن کان وڌيڪ مشھور ۽ استحڪام وارا آھن.

انھيءَ بنياد تي محترم سليم الله صديقي برھان پورکي سنڌي اولياءَ جي پيش لفظن ۾ لکيل حسام الدين راشدي جي ان راءِ کي رد ڪيو آھي تہ خان واده مسيح اولياءَ 950 هجري ۾ سنڌ مان ائين ھليا ويا جو ھنن مڙي وري نہ ڏٺو ۽ انھن جو پنھنجي وطن سان باقي ڪو بہ تعلق نہ رھيو.

صديقي خاندان جي مشھور شخصيت عيسيٰ جندالله سنڌ ۽ پاٽ سان تعلق برابر جاري رکيو جو سندس ھڪ پٽ شيخ شھرالله رمضان پاٽائي، پاٽ ۾ رھيو جنھن جي پونيئرن مان مخدوم عبدالواحد ڪبير پاٽائي ھو جنھن کي مغل بادشاھ اورنگزيب سنڌ ۾ جاگير ڏني ھئي. سندس اولاد مان ڪلھوڙن جي دور حڪمراني ۾ پٽ مخدوم و قاضي دين محمد ھو. جيڪو وزير ۽ مفتي جي عھدي تي ھو جنھن جي پوين مان صديقي سيوھاڻي شاخ آھي ۽ سندس پٽ عبدالواحد صغير سيوستاني ھو جنھن جو ڪتاب بياض واحدي مشھور آھي ۽ سندس ٻيو پٽ مخدوم محمود ھو جيڪو پاٽ جو مفتي ۽ قاضي ھو جنھن مان پاٽ جا صديقي آھن. محترم مخدوم سليم الله صديقي ۽ مخدوم سڪندر صديقي پاٽائي ۽ ٻيا آھن.


شجرو صديقي خاندان- سنڌ
حضرت عبدالله ابوبڪر صديق- صديقي خاندان جو جدامجد
عبدالله
عبدالرحمن
محمد
بي بي عائشہ
اسماء
ام ڪلثوم
شيخ مسعود
شجرو الڳ
موجود آهي
اسماعيل
لاولد
عبدالله
طلحہ
ابوبڪر
محمد
دائود
عيسي
شعبان
اسماعيل
يوسف
عبدالعزيز
عبدالصبور
حماد
حسين
ابوالقاسم
مسعود
وجيهہ الدين
ابو محمد
ابو عاصم
خيرالدين
سراج الدين
نصيرالدين
عبدالله
اسماعيل
2
قاسم
رضي الدين
مسعود
عبدالله
عمر
وجيهہ الدين
ابو حفض ابراهيم
عبدالله محمد
شيخ الشيوخ
شهاب الدين سهروردي
باني سهروردي فرقو
مدفن بغداد- جدامجد
پاٽ، سيوهڻ، برهانپور ۽
هالا صديقي خاندان
3
شيد سرور
جدامجد
مخدوم نوح هالا
4


2
ابوبڪر
فخرالدين- اولاد فخرپوٽا صديقي
قاضي عبدالحي
مخدوم قاضي ابراهيم
سيوهڻ ۾ دفن ٿيل
قاضي عبدالغني
قاضي سليمان
قاضي سعد الله
مٽياري
قاضي احمد
محمد اشرف
محمد حيات
علامہ حافظ قاضي
محمد ارشد
قاضي اڪرم
محمد حفيظ
قاضي عبدالله
محمد سعيد
قاضي محمود
قاضي عنايت الله
قاضي هدايت الله
قاضي عبدالغني
قاضي فضل الله
قاسم
احمد
حبيب الله
عبدالحق
ابي الخير محمد
عبدالغفار
عبدالرب
عبدالحد ابي الخيرمحمد
ابي عبدالله محمد انور
مخدوم فيروز ٺٽوي
جام نظام الدين جي
وقت ۾ سنڌ آيو


4
شيخ سرور
فخرالدين ڪبير (مقبرو بوبڪ ۾ آهي)
شيخ اسماعيل
ميان پير بالا
عبدالوهاب
عزالدين
فخرالدين مغير (هالا ڪندي)
مخدوم شهاب الدين
مخدوم اسحاق
مخدوم نعمت الله
مخدوم نوح (هالا)


3
شيخ الشيوخ شهاب الدين سهروردي- 632 هجري ۾ بغداد ۾ وفات ڪئي
قاسم
عبدالرحمن
عبدالله
محمد
شيخ ابو حفض عمر
539هه- 632 هه
بي بي فاطمه
گهرواري سيد محمد
مڪي بڪري جن مان
سيد صدرالدين
۽ سيد بدرالدين آهن
شيخ محمد المعروف
احمد عماد الدين
شيخ قاسم
شيخ رضي الدين
شيخ مسعود
شيخ وجيهه الدين
شيخ سراج
شيخ نورالدين
شيخ شهاب الدين ثاني سنڌي پاٽائي
(802- 894 هجري- 1399ع- 1489ع)
جيڪو جام نظام الدين ننڊو جي وقت
۾ سنڌ ۾ آيو

# شجرو صديقي خاندان- سنڌ

حضرت عبدالله ابوبڪر صديق

- عبدالله
  - اسماعيل ← لاولد
  - شيخ مسعود ← وجيهه الدين ← شيخ حفض ← ابو محمد ← شيخ محمد ← ابوالعاصم ← شيخ منير الدين ← شيخ سراج ← شيخ نصيرالدين ← شيخ عبدالله ← شيخ اسماعيل = 1
- عبدالرحمٰن
  - عبدالله
    - طلح ← ابوبڪر ← محمد ← دائود ← عيسيٰ ← شعبان ← عيسيٰ ← اسماعيل ← يوسف ← عبدالعزيز = 2
    - ابوالقاسم ← مسعود ← وجيهه الدين ← ابومحمد ← ابوعاصم ← خيرالدين ← سراج الدين ← نصيرالدين ← عبدالله ← اسماعيل = 3
- محمد شهاب الدين سهروردي ڪبير
  - قاسم ← عبدالرحمٰن ← عبدالله
  - شيخ ابوحفض عمر ← شيخ محمد المعروف احمد عماد الدين ← شيخ قاسم ← شيخ رضي الدين ← شيخ مسعود ← شيخ وجيهه الدين ← شيخ سراج ← شيخ نورالدين = 4
- بي بي عائشه
- اسماء
- ام ڪلثوم



## شجرو صديقي خاندان- مخدوم پاٽ ۽ سيوهڻ




شيخ شهاب الدين سنڌي پاٽائي
شيخ معروف پاٽائي
مخدوم قاضي برهان الدين
مزار خان پور
شيخ رڪن الدين عرف متو- منو
يوسف سنڌي پاٽائي
شيخ عيسيٰ ڪبير
شيخ جلال
شيخ معروف ثاني
شيخ عثمان
مخدوم عباس
مزار هنگورجا
شيخ عيسيٰ ڪبير پٽن سميت
سيت پور مظفر ڳڙهه ۾ وڃي
مدرسو قائم ڪيو
مخدوم جنيد الله (هالائي ۾ وڃي رهيو)
مخدوم اسماعيل
مخدوم عثمان
مخدوم دائود
شيخ طاهر محمد (برهان پور)
شيخ قاسم پاٽائي
هي پاڻ 950 هجري ۾
پاٽ کان لڏي گجرات، برار
۽ پوءِ برهان پور ۾ وڃي رهيا
پر هنن پاٽ ۽ سنڌ سان
تعلق نہ ٽوڙيو
جنهن جي اولاد
ٽريچاٽي سکر ۾
وڃي رهي ۽ اجا
تائين اتي آهي
شجرو الڳ
موجود آهي

## شجرو صديقي ـ سيوهڻ ۽ پاٽ

- مخدوم عبدالواحد ڪبير پاٽائي
  - مخدوم دين محمد – سيوهڻ جي صديقن جو جدامجد
    - مخدوم محمد حسن
      - عبدالواسع
        - وهب الله
          - مخدوم حسن الله صديقي پاٽائي
            - ڌيءُ بيبي آمنت، زال مخدوم ميان نصرالله صديقي
              - مخدوم وقاضي ميان علي گوهر صديق
                - مخدوم عبدالجبار
                  - حبيب
                - مخدوم عبدالستار
                  - نياڻيون
                - ڊاڪٽر عبدالشڪور
                  - شيراز
                - شهيد عبدالغني
                  - شهريار
                  - طلال
                  - بلال
                  - راحيل
                  - ريحان
                - حافظ ڪليم الله
                  - راحيل
                  - ريحان
                - مخدوم سليم
                  - مخدوم علي
              - ميان صاحب نجم الدين صديقي
                - مخدوم عبدالغفار
                  - شجاع الدين
                  - ضياءُ الدين
                  - رفيع الدين
                - عبدالرحمٰن
                  - عبدالرشيد
                - عبدالجليل
                  - محمد ڪاشف
                - عبدالعزيز
                  - عديل
                  - نبيل
                  - شهنيل
                - عبدالرزاق
                  - نجم الدين
                - غلام محي الدين
                  - شهاب الدين
                - عبدالوهاب
                  - سراج الدين
            - محمد سرور
            - فضل الله
              - مخدوم مشتاق احمد
                - فضل الله ارشاد
                - شمن
                - فيض احمد
                - محمد سرور
            - حسن الدين، لاولد
            - بيبي عصمت، زال مخدوم عبدالڪريم، لاولد
            - بيبي مريم، زال مخدوم محمود احمد
              - هڪ ڌيءُ سلطان خاتون، زال مخدوم ممتاز احمد صديقي
                - مخدوم سڪندر
                  - مخدوم ممتاز احمد
                - محمد صالح
  - مخدوم محمود، پاٽ شريف جي صديقن جو جدامجد




شيخ قاسم پاٽائي
شيخ سليمان سيفي
شيخ عيسيٰ جندالله پاٽائي ثم برهانپوري
ولات 5 ذي الحج 962 هجري
باقي پٽن جو
شجرو الڳ ڏنل آهي
شيخ شهر الله رمضان پاٽائي
مخدوم حسن قادري
شيخ عيسيٰ ثاني پاٽائي
مولانا محمود سهروردي
مولانا عبدالرحمٰن
مخدوم عبدالواحد ڪبير پاٽائي

## حضرت مفتي اعظم مخدوم حسن الله صديقي جو اولاد ـ سيوهاڻي شاخ



## سلسلو اولاد مخدوم محمود صديقي- پاٽ



## سلسلو اولاد ميان دين محمد صديقي- سيوهاڻي شيخ



## بقايا شجرو اولاد يوسف سنڌي- جيڪي برهان پور ۾ وڃي رهيا



## صديقي خاندان- ورياهه ۽ ٺٽو



# ڪڪ ـ ڪڪا ـ ڪڪراٽي

راجستان جي جوڌپور ۽ قنوج جو راجا راجا مل جنهن جو تعلق راٺوڙ قبيلي سان هو ۽ پانڊون جي اولاد مان هو. 980ع ۾ قنوج کان پنهنجن جي اڻ ٻٽ ڪري چند ساٿين سان جهلم جي طرف لڏي ويو ۽ اتان جي لوڻ وارن جبلن ۾ رهائش اختيار ڪئي، جيئن تہ اهو زمانو اهو هو جڏهن غوري زور وٺي رهيا هئا ۽ غزنوي زوال پذير هئا، ٻنهي درميان ڪشمڪش جاري هئي جنهن جو فائدو وٺي اتي پنهنجي طاقتور حيثيت قائم ڪري ورتي. جڏهن شهاب الدين غوري هندستان ۽ سنڌ کي فتح ڪرڻ جا جتن ڪري رهيو هو، تنهن غزنوي خاندان جي آخري بادشاهہ خسرو ملڪ جيڪو لاهور تي حڪمراني ڪري رهيو هو، تنهن کي ختم ڪرڻ لاءِ ان تي حملن واسطي نڪتو. سپ کان پهريان راجا مل ان جو رستو روڪيو پر گهڻ لشڪر هجڻ ڪري شڪست کائي قيدي بڻجي ويو ۽ سر ليپل گريفن جي مطابق، هن پنهنجي جان بچائڻ ۽ پنهنجي رياست ٻيهر حاصل ڪرڻ لاءِ سلطان شهاب الدين غوري جي هٿان مسلمان ٿيو راجا مل مان مل خان ٿي ويو.

محمد دين فوق راجا مل جي مطابق لکيو آهي تہ سلطان شهاب الدين غوري 591 هجري مطابق 1194ع ۾ راجا سري پت کي اهل و عيال سميت مٿرا کان بي دخل ڇڏيو ۽ ڪيس ڪوهستان نمڪ ۾ رهايو، جتي هو 1208ع ۾ فوت ٿي ويو. هن جي ٽن پٽن مان راجا ڏروپت جنهن کي ڪا بہ پٽ جي اولاد ڪو نہ هئي ۽ جڏهن هو گادي تي ويٺو تہ اولاد ٿيڻ لاءِ پيرن بزرگن جون حاضريون ڀرڻ لڳو جنهن دوران هن جي ملاقات هڪ بزرگ الله لوڪ واري سان ٿي جنهن ڪيس ٻڌايو تہ هن کي پٽ جي اولاد ٿيندي پر جڏهن هو جوان ٿي ويندو تہ دين اسلام قبول ڪري مسلمان ٿي ويندو. جنهن تي راجا وراڻيو ڪجهہ بہ ٿئي پر سندس نسل ۽ پشت تہ هلندي، جڏهن راجا جي گهر ۾ پٽ ڄائو تہ هن ان جو نالو مل رکيو، جڏهن پيءُ جي فوتگي کان پوءِ گاديءَ تي ويٺو هڪ دفعي هڪ مڪتب کان گذري رهيو هو تہ اتان پنهنجي شاگردن کي هيٺيون شعر پڙهائي رهيو:

*بتے چوں بر آرد مہمات کس کہ نتوانداز خود براند مگس*
*نہ نیروئے دستش نہ افتد زپار اگر بفگنی برنہ خیزد زجاء*

راجا مل اهو شعر ۽ ان جي معنيٰ ٻڌي اثر ورتو، جنهن ڪري هو بت پرستي ڇڏي توحيد پرست ٿي ويو ۽ دين اسلام قبول ڪري پنهنجو نالو راجا مل مان بدلائي راجا مل خان رکيو. سندس اولاد مان ڪڪو خان ۽ خان هئا جن کي ڪشمير جي بادشاهہ بڊشاهہ، وفادارن جي عيوض 826 هجري ۾ جاگيرون ڏنيون هيون.

راجا مل بابت مان ذات جنجوعہ ۾ ذڪر ڪيو آهي. هي انهيءَ سلسلي جو ٻيو حصو آهي راجا مل خان جي پٽ ڪڪو خان جي اولاد، ڪشمير ۽ وچ پنجاب ۾ سندس نالي جي نسبت سان ڪڪ، ملتان ۽ ان جي آس پاس ڪڪا ۽ سنڌ ۾ ڪڪراٽي سڏجن ٿا ۽ هيتم خان جي اولاد هيت مال سڏرايو.

تاريخ ڪتابن جي مطابق راجا مل خان کي پنج پٽ هئا راجا ترنولي خان (جنهن مان تنولي آهن) راجا پير خان، راجا جوهد خان راجا ڪالا خان ۽ راجا ڪڪا خان هئا، جنهن مان ڪڪا خان کي ٽي پٽ راجا سنگي خان، راجا منگي خان عليا خان جنهن کي وٺي هو تبت چين جي طرف هليو ويو، جتي فوت ٿي ويو.

راجا ڪڪا خان جي پٽ راجا سنگي خان مان جيڪا اولاد ٿي اها هتمال سڏجي ٿي. حقيقت اها اهي تہ راجا سنگي خان جي پٽ جو نالو هيتم خان هو جنهن جي نسبت سان هتمال ۽ هتمالي سڏجي ٿي.

راجا منگي خان جي پٽ جو نالو علي شيز هو ان کي پنجي خان نالي پٽ جنهن کي بہ پٽ راجا تيج خان ۽ راجا پيروز خان هئا، جنهن مان ڪڪ، ڪڪا ۽ ڪڪراٽي قبيلي وارا آهن.

سنڌ ۾ ڪڪراٽي قبيلي کي آبڙ ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. هن جي گهٽائي لاڙڪاڻي ضلعي ۾ رهي ٿي جيڪي وڏا سرڪش، بهادر ۽ ڌوهاري ماڻهو آهن، جڏهن تہ هاڻي انهن مان سڌريل ۽ پڙهيل طبقو پنهنجا ڳوٺ، واهڻ ۽ شهر ڇڏي ڪنهن ٻئي هنڌ مستقل طور رهي ٿو. ملتان ۽ سرائيڪي علائقي ۾ انهن کي ڪاشتڪار ۾ شامل ڪيو ويو آهي.

# ڏمال- ڏمالي

ڏمال- عام طور تي بزرگن ۽ ولي الله جي مزارن تي مخصوص مقرر وقت تي پيرن تي ڏوڪو هڻي شروع ڪئي ويندي آهي جنهن دوران فقير مجاور ۽ ضرورتمند مخصوص طريقي سان نچندا ۽ ڪڏندا آهن، تانجو مٿن وجد جي ڪيفيت طاري ٿي ويندي آهي. انهيءَ ڪانسواءِ بزرگن جي مزارن تي لڳندڙ خاص تاريخن تي مقرر ميلن تي بہ ان جي شروعات ڏمال سان ڪئي ويندي آهي جنهن دوران پير تي ڏوڪو هنيو ويندو آهي. انهيءَ ڏمال تي نچڻ وارن کي ڏمالي چيو ويندو آهي ۽ عام طور تي ڪج بحث ڪرڻ واري کي بہ ڏمالي چوندا آهن جو بنا ڪنهن سبب، مطلب ۽ جواز جي ڪنهن جو وقت سيڙائيندو آهي.

پر اسان هتي ذڪر ڪري رهيا آهيون ڏمال ۽ ڏمالي ذات جو جيڪي سنڌجي مخصوص هنڌن تي رهن ٿا. اهي بنيادي طور راجستان يا راجپوتانہ جي چپ راجپوت نسل سان تعلق رکندڙ آهن ۽ سنڌ پاڙو ڏمال آهي، جن ڪيترا سال راجستان جي علائقي ڪانگڙا تي حڪمراني ڪئي. هن خاندان جو هڪ راجڪمار نارائڻ چند پنهنجي وڏي ڀاءُ اوڏي چند کان ڪنهن سبب جي ڪري ناراض ٿي پنهنجي ڀائرن چپ چند، پرب چند، اميو چند ۽ اجي چند سميت ڪشمير جي جمون علائقي ڏانهن هليو ويو. جتي هن کي پئسن جي ضرورت پئي جنهن ڪري هن پنهنجو هڪ قيمتي هار وڪڻڻ لاءِ نوڪر کي ڏنو پر ڪنهن بہ دڪاندار وٽ ايترو روڪڙ ڪو نہ هو جو ان کي فريد ڪري سگهي، آخر اها ڳالهہ وڃي اتان جي ٽڪيال راجا سري پت وٽ وڃي پهتي جنهن ڪيس دعوت ڏيئي پاڻ وٽ گهرايو ۽ ڪين سرڪاري مهمان بڻايو. جيئن راجا سري پت کي پٽ جي ڪا بہ اولاد ڪونهي تنهن پنهنجي اڪيلي ڌيءَ سنڌس وڏي پٽ چپ چند کي پرڻائي ڏني جيڪو راجا سري پت جي ديهانت کان پوءِ ٽڪيالن جي مخالفت ڪرڻ باوجود ان علائقي جو راجا ٿي ويو. هن جي حڪمراني دؤر هڪڙا ٽڪيال مارجي ويا ۽ ڀين لڏپلاڻ ڪري وڃي ٻيا علائقا آباد ڪيا.

چپ چند جي اولاد مان ست راجا ٿيا، جن مان آخري راجا ڌرم چند نهايت لائق مدبر ۽ دانشمند حڪمران هو جنهن ٽڪيالن جي مخالفت ۽ دشمني کي ختم ڪرڻ لاءِ انهن وٽان شادي ڪئي جيڪا راڻي ٽڪيال جي نالي سان مشهور ٿي.

راجا ڌرم چند پنهنجي وقت جو نالي وارو حڪيم بہ هو جنهن جي هاڪ دهلي جي بادشاھ ابراهيم لوڌي تائين پهتي جيڪو ان وقت سخت بيمار هو، جنهن ڪيس علاج واسطي پاڻ وٽ گهرايو، انهيءَ دوران راجا ڌرم چند ابراهيم لوڌي جي دعوت تي دين اسلام اختيار ڪيو ۽ سندس نالو شاداب خان رکيو ويو. ابراهيم لوڌي پنهنجي هڪ امير جي ڌيءَ سندس نڪاح ۾ ڏني، جڏهن اها خبر رياست پمبر وارن کي پئي تہ انهن سندس ننڍي ڀاءُ پرب چند کي گاديءَ تي ويهاريو.

پرب چند گاديءَ تي ويهندي سوچيو جيئن تہ ڌرم چند مسلمان ٿي ويو آهي، تنهن ڪري ضروري آهي تہ سندس هندو زال راڻي ٽڪيال کي پنهنجي زوجيت ۾ آڻجي، جنهن انڪار ڪري ڇڏيو، هن اهڙو احوال ڌرم چند جي سارنگي نواز هٿان ڪيس دهلي ڏياري موڪليو، جنهن خط پڙهندي رياست پمبر وڃڻ جو ارادو ڪيو ۽ شڪار جي بهاني سان دهلي مان ٻاهر نڪري ويو.

شاداب خان جي مسلمان زال جي هڪ مائٽ هيبت خان قنڌاري ان جو پيڇو ڪيو ۽ پمبر جي ويجهو انهن ٻنهي جو سخت مقابلو ٿيو جنهن ۾ ٻئي ڇٽا زخمن جا سور نہ سهي مري ويا. راجا شاداب خان جي قبر پمبر جي آڏي ڍڪ جي هنڌ موجود ڪيس شادي شهيد جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو ۽ هيبت خان قنڌاري جي قبر موجوده فتح پور جي ويجهو سرائي عالمگير جي لڳ آهي جنهن کي پير قنڌاري سڏن ٿا.

راجڪمار نارائڻ چند جي پٽ چپ چند جي اولاد چپ راجپوت سڏي وڃي ٿي، جنهن مان ڪنهن وڏي جو نالو ڏمال يا ڏمال چند هو جنهن جي پويان ان جي اولاد کي ڏمال، ڏومال ۽ ڏمالي سڏيو وڃي ٿو. هي سنڌ ۾ لاڙڪاڻي ضلعي ۽ نوابشاهه طرف رهن ها ۽ ٿوري تعداد ۾ آهن. ڪين ڏمالي مزاق طور سڏيو ويندو هو جيڪا پوءِ انهن جي سڃاڻپ ٿي ويئي. اڄ ڏمال، ڏومال ۽ ڏمالي مان ڪيترا قريشي ۽ هاشمي بڻجي ويا آهن. چاڪاڻ تہ ڪين اها بہ خبر نہ آهي تہ هو نسلي طور راجپوت، بهادر ۽ غيرتمند قبيلي سان تعلق رکندڙ آهن.

# ٽڳ

هي اصل ۾ ڪشمير جي علائقي جي ذات آهي جن مان ڪي سنڌ جي ڪراچي شهر ۽ ٻين هنڌن تي رهن ٿا پر اهي نسلي طور هڪ نه آهن ۽ اصل ۾ ذات ٽڳ نالي هوئي ڪو نه پر ڪن ماڻهن جي ذاتي فعل، قول ۽ عمل ڪري اهي ٽڳ سڏيا ويا ۽ پوءِ انهن جي اولاد ان نسبت سان ٽڳ سڏي وڃي.

ڪشمير جي علائقي جمون جي ضلعي اُڌم پور ۾ هڪ جاگير چيني نالي آهي جيڪا هڪ چندر بنسي خاندان جي آهي جنهن جي رهواسين جي ذات ٽڳ آهي تنهن متعلق روايت آهي ته ڪشمير جي راجا بدشا جو نالو ٻڌي اتان جو هڪ راجپوت اوڏانهن روانو ٿيو، وات تي هڪ مسلمان درويش سان ملاقات ٿيس ۽ ان جي صحبت جي ڪري مسلمان ٿي ويو، جنهن هن کي ديني ۽ دنوي ترقين کان آگاهه ڪيو. جڏهن هو بادشاهه وٽ پهتو ته هن ان کي پنهنجي فوج جو هڪ اعليٰ عملدار مقرر ڪيو، انهيءَ دوران هن هڪ ڪشميري عورت سان شادي ڪئي جنهن مان اولاد ٿيس. اوچتو هن بادشاهه جي ملازمت ڇڏي درويشي اختيار ڪئي ۽ رياضت ۾ لڳي ويو.

بادشاهه هن کان ڏاڍو متاثر ٿيو ۽ کيس چيو ته جيڪو گهرڻو اٿئي گهر. هن کيس عرض ڪيو ته ايتري جاءِ ڪپي جنهن ۾ مصلو وجهي نماز پڙهي سگهان. سندس زال ان جي اها سادگي ۽ انڪساري ڏسي فوراً بادشاهه کي پنهنجي ضروريات ۽ اولاد جي پرورش ۽ مستقل معاشي حل لاءِ گذارش ڪئي جنهن تي بادشاهه مسڪرائيندي چيو، هي شخص ته ڏاڍو ٽڳ نڪتو جنهن پاڻ ڇوڙ بجاءِ گهرواري کان چورايو. بادشاهه ان کي جاگير ڏني ۽ پوءِ ان جي اولاد بادشاهه جي چيل لفظ ٽڳ پويان ٽڳ سڏجڻ لڳي.

هندستان جي بادشاهه اورنگزيب جي وقت ۾ هڪ بزرگ شيخ ابراهيم جي نالي ۾ رهندو هو جيڪو ٽڳ بابا جي نالي سان مشهور هو. ان ڪانسواءِ تاريخ ڪبير ڪشمير ۾ ٻن رشين جو ذڪر آهي جنهن مان هڪ جو نالو لال ريشي عرف ٽڳ هو. اورنگزيب جي وقت کان پوءِ ڪمال ٽڳ ۽ ريشو ٽڳ جو ذڪر ملي ٿو جيڪي اصل ۾ راجپوت نسل سان تعلق رکندڙ هئا. تاريخ ۾ امير علي ٽڳ جا قصه مشهور آهي.

اسلام آباد جي پرسان لوڪ ٻون نالي هڪ ڳوٺ آهي جتي پراڻي دور جي عمارت جا آثار موجو دآهن، جن لاءِ چيو وڃي ٿو ته اها ٽڳ حمام جي عمارت هئي.

ٽڳ ذات سان منسوب ماڻهو مسلمان ۽ هندو آهن جيڪي اڄ به هڪ وڏي تعداد ۾ ڪشمير، جمون سرينگر، اسلام آباد، امرتسر، راڇوڙي، پورواهه، ڪشتو ۽ ٻين هنڌن تي رهن ٿا ۽ ٽڳ ذات جا چورائن ٿا. انهيءَ ٽڳ ذات وارن مان ڪجهه خاندان پاڪستان جي ٺهڻ کان اڳ ۾ قديم لاڙڪاڻي ضلعي ۾ اچي آباد ٿيا ۽ 1947ع کان پوءِ اها ذات سنڌ مان ختم ٿيندي ويئي ۽ هو مقامي ذاتين ۾ شامل ٿي ويا، پر ٻين هنڌن اڄ به پنهنجي اصل ذات جي نالي سان رهن ٿا.

# نائڪ ـ نايڪ

نائيڪ سنڌي ٻولي (سنسڪرت) جو لفظ آهي جنهن جو مفهومي معنيٰ دانشمند يا دانشمندي آهي، جڏهن ته محمد دين فوق جي مطابق ان جي معنيٰ منتطقي دانشمند آهي. منتطق کي سنسڪرت ۾ "نيا" ۽ منتطقي کي "نيايڪ" چوندا آهن. ڪي ان کي تايڪ به سڏيندا آهن.

قديم دؤر ۾ راجا ننڍي سردار، رئيس يا وڏيري ۽ چڱي مڙس کي نايڪ سڏيندا هئا ۽ اهو عهدو موروثي هوندو هو ۽ پنهنجي ڳوٺ ۾ بااختيار هوندو هو. اي ڊي ميڪليگن جي مطابق اهير، هير، ٿوري ۽ بنجارن جي سرڪرده ماڻهن جو لقب هو. جڏهن ته ڪن جي مطابق نائڪ نايڪ برهمڻ طبقي ۾ اعليٰ مقام رکندڙ جو مخصوص لقب يا نالو هو.

فيروز اللغات جي مطابق نائڪ نايڪ جي معنيٰ سردار، وڏيرو، بهادر، هيرو ڳائڻ جو وڏو يا استاد هار ۾ موجود سيني ڪان وڏو هيرو. مطلب ته نائڪ نايڪ هڪ مخصوص لفظ، ڪنهن خاص ماڻهو لاءِ لقب طور استعمال ٿيندو هو جيڪو بعد ۾ ان جي نسبت سان سندس اولاد سڃاڻپ طور استعمال ڪيو ۽ پوءِ اهو ذات ۾ بدلجي ويو، تنهن ڪري نائڪ نايڪ هڪ نسل يا هڪ خانداني گروهه سان تعلق رکندڙ نه آهن. هن ذات وارا اڪثر ڪشمير سان تعلق رکندڙ آهن جتي هنن جو ڪافي تعداد رهي ٿو، جن مان چند ڪٽنب لڏي اچي سنڌ ڪراچي ۾ وينا آهن. نائيڪ جو هڪ شجرو، وئينس ذات ۾ شامل آهي.

# ڏار- ڏامر- ڏانگر

ڏار موجوده نالو آهي اصل ڏامر ذات جا آهن جيڪي ڪتري راجپوت نسل سان تعلق رکندڙ آهن. سروالٽر لارنس ويلي آف ڪشمير ۾ لکي ٿو ته اهي شيخ جيڪي ڪتري (ڪشتري) مان مسلمان ٿيا آهن جن جي رڳن ۾ جنگجو خون آهي، انهن جون اعليٰ ذاتيون هيٺيون آهن جن ۾ ڏار ٺاڪر، ماگر، تانتر، نائڪ ڏانگر، رينه ۽ راٿر، تاريخ حسن ۾ انهن کي ڪتري لکيو ويو آهي. تاريخ گلشن ۾ به ڏار کي ڪتري نسل ۾ شامل ڪيو ويو آهي. محمد دين فوق به انهن کي ڪتري راجپوت ڪري لکي ٿو ۽ چوي ٿو "هن قوم هندو راجگان ۽ سلاطير ڪشمير جي زماني جنهن جنگي قابليت جو ثبوت ڏنو آهي اهو به انهن کي ڪشتري ثابت ڪري ٿو."

جمون ۽ ڪشمير جي پهرين آدمشماري 1891ع جي مطابق ڏار زراعت پيشو قبيلو آهي ۽ ڪين برهمڻ هاري طور لکيو ويو آهي. تاريخ راجپوت قبائل ۾ ڏار قبيلي متعلق بيان ڏنل آهي ته "راجا ڪش جي اولاد هڪ شخص ڏار نالي هو جنهن ڪشمير جي علائقي باره مولا ۽ ان جي آس پاس حڪومت ڪئي هئي، جنهن جي اولاد شروعات ۾ ڏامر بعد ۾ ڏانگر ۽ هاڻي ڏار چورائي ٿي."

سينٽ پيٽرز برگ ڊڪشنري مطابق ڏامر جي معنيٰ سرڪش ۽ فسادي آهي، جڏهن ته مسٽر ولسن جي مطابق ڏامر هڪ مضبوط ۽ ناقابل مطيع قبيلو هو. مسٽر سيٽن جي مطابق ڏامر جو لفظ اسم معروف جي طور استعمال ٿيو آهي، جنهن جو استعمال ڪافي عرصي کان ٿيندو پيو آيو. جيئن راجا للتاديته (700ع کان 736ع تائين) پنهنجي جاءِ نشينن کي هدايت ڪندي چوي ٿو ته هاري کي ايتري زمين ڏيو جنهن مان هو هڪ سال کان وڌيڪ گذارو ڪري نه سگهي نه ته هو خوفناڪ ڏامر بڻجي توهان لاءِ مصيبت جو باعث بڻجي ويندو."

تاريخ ڪشمير جي مطابق هڪ مشهور ڏامر ڪوشٽڪ هڪ جنگ ۾ سخت زخمي ٿي پيو ته هن جي زال هن جي مرڻ کان اڳ ۾ هن جي زندگي کان مايوس ٿي ستي ٿيڻ لاءِ تيارٿي ويئي ۽ چتاتي چڙهي هنن متعلق وڌيڪ لکيل اهي ته ڏامرن جون چوڪريون شاهي گهراڻي جي فردن کي پرڻائي ڏنيون ويندريون هيون.

ڏامر پنهنجي وقت نهايت بهادر ۽ طاقتور هئا. پنڊت ڪلهن گرگ چند ڏامر کي پنهنجي وقت جو بادشاهه گر چوي ٿو. سندس به ڏيئرون راجا سوسل جون راڻيون هيون، راجا سلهن جنهن کي گرگ تخت تي ويهاريو هو ان ڪانئس مهاتما سل جي معرفت پنهنجي شاديءَ جو پيغام موڪليو هو ۽ هو ڪاوڙ لال پيلو ٿي ويو هو ۽ چيائين ته مان ڪنهن بزدل راجا کي پنهنجي ڌيءَ جو سنگ نه ٿو ڏئي سگهان.

ڏامر ڪشمير جو بهادر ۽ طاقتور قبيلو جيڪو فوجي طاقت سان گڏ زراعت اختيار ڪرڻ ڪري هڪ معاشي طور مضبوط قبيلو هو جنهن جي ضرورت وقت جي راجائن کي هميشه پوندي هئي. هن قبيلي جا سردار پنهنجي الڳ پياده ۽ سوار فوج رکندا هئا جيڪي هميشه مسلح رهندا هئا. جڏهن راجا اوٽتي ورما علائقه لار جي هڪ زبردست ڏامر کي تنبيهه ڪرڻ لاءِ دربار ۾ گهرايو ۽ جڏهن گهٽي زوربار ۽ اصرار ڪرڻ جي آيو ته جيترا ان سان ماڻهو ساڻ هئا اهي سب هٿيار بند هئا.

راجا هرش هندستان جو ناليوارو راجا ٿي گذريو آهي، تنهن پنهنجي وقت ۾ انهن کان هٿيار کسڻ جي ڪوشش ڪئي جنهن جي نتيجي ۾ ڪيترا سردار قتل ٿي ويا پر جڏهن ان جي زوال جو وقت آيو بقول پنڊت ڪلهن مصنف راج ترنگني، اهي ڊومر جن جا هن سر قلم ڪراياهئا، اهي راجا اوچل کي تخت تي ويهارڻ لاءِ پنهنجن علائقن مان اهڙي طرح نڪري آيا جيئن برف ڳرڻ کان پوءِ ماڪيءَ جون مکيون پنهنجي ماناري

مان نڪري اينديون آهن. راجا اوچل تخت تي ويهي گرگ چند جي پاءُ جيڪ چند ۽ پين ڏامرن کي وڏن عهدن تي رکيو.

ڏامر کان ڏانگر ڪڏهن بڻيا تنهن جي صحيح خبر تہ نہ پوي تہ هو ڪنهن سبب ڪري ڏانگر سڏيا ويا، پر تاريخي طور ڏامر کي ڏونگر راجا هرش جي وقت کان سڏجڻ لڳا. شايد لفظن جي گهٽ وڌ اظهار. ڏامر کي ڏناگر ڪري چڙيو جنهن جو تاريخي طور ثبوت راجا هرش (1112ع کان 1120ع) جنهن جي وزير بجي مل بغاوت ڪئي هئي ۽ ٻنهي جي وچ ۾ سخت جنگ لڳي هئي تنهن متعلق پنڊت هر گوپال ڪول ان جي مدد لاءِ ايندڙ ذات قبيلي جي ڏامر اصليت بجاءِ ڏانگر لفظ استعمال ڪيو هو. جنهن جو مطلب تہ ڏامر تلفظ جي متا سنا ڪري ڏانگر سڏجڻ لڳا هئا ۽ ڏانگر ڪان ذات ڪڏهن ٿيا ان لاءِ بہ تاريخي طور اها ثابتي آهي تہ هي ڪشمير جي مسلمان حاڪمن جي زماني يعني 725 هجري مطابق 1328ع ۾ هنن جيڪري مسلمان ٿيڻ ڪري ڏانگر مان ذات سڏجڻ لڳا ۽ جڏهن سلطان فتح شاهہ پهريون دفعو ڪشمير جو بادشاهہ ٿيو تہ ان جي وزيرن ۾ ملڪ سيف ذات نالي وارو هو. محمد دين فوق جي مطابق اسلامي عهد حڪومت ۾ سڀ کان پهريان ملڪ سيف ذات جي نالي سان ذات لفظ نظر ٿو.

مطلب، ڏامر، ڏانگر ۽ ذات هڪ ئي قبيلي جا مختلف وقتن ۾ استعمال ٿيندڙ نالا آهن. ذات بنيادي طور ڪشمير جي علائقي سان تعلق رکندڙ قبيلو آهي جنهن جا فرد ۽ ڪٽنب پنجاب ۽ سنڌ ۾ اچي آباد ٿيا ۽ اڄ تائين رهن ٿا.

# پٽ- ڀٽ

ڀٽ- پٽ قديم سنڌي ٻوليءَ جي سڌريل صورت جنهن کي اولهه جا عالم سنسڪرت چوندا آهن، تنهن جي لفظ ڀٽارڪ مان پٽ نڪتو آهي جنهن جو مطلب آهي تہ اهڙو شخص جنهن کي چئني ويدن جي ڄاڻ هجي، ڀين لفظن ۾ برهمڻ پنڊت انهيءَ کري، ڀٽ يا پٽ برهمڻ ۾ شمار ٿيندو آهي. سر والٽر لارنس بہ ان کي برهمڻ لکي ٿو، مصنف تاريخ گلشن ڪشمير بہ کين برهمڻ ڄاڻايو آهي، راج ترنگني ۾ بہ هنن کي برهمڻ ڄاڻايو ويو آهي. هڪ پٽ پروفيسر ۽ ڊاڪٽر شهزاد جي مطابق ”ڪشمير جو علائقو مقدس پيشوائن مان آهي، جن مان ڀٽ، پٽ کي اهو اعزاز حاصل آهي تہ انهن مان اڪثريت معجزي شق القمر کي ڏسي اسلام ۾ داخل ٿي ويا هئا يعنيٰ مسلمان ٿيڻ کان اڳ ۾ هو برهمڻ يعني هندو مت جا پيشوا هئا.“

محمد دين فوق جي مطابق، ڪشمير ۾ ڪول، سپرو، نهرو وغيره ذاتين وانگر ڀٽ (پٽ) بہ اهڙو گروهہ آهي جنهن ۾ هندو بہ آهي ۽ مسلمان بہ.

حقيقت ۾ پٽ، ڀٽ نہ آهي پر عام طور تي ڀٽ ۽ پٽ مختلف لهجن جي ڪري چيو وڃي ٿو. ڀٽارڪ جو مخفف پٽ اهي نہ ڪي ڀٽ- 1891ع جي ڪشمير جي آدمشماري ۾ پٽ لکيو ويو اهي جيڪو پنڊتن جي هڪ ذات ڀٽارڪ جو مخفف آهي. ڪن هنن کي پٽو ڪري بہ سمجهيو آهي، جيڪو غلط آهي. چاڪاڻ تہ پٽا سورج ونشي راجا گهراڻي سان تعلق رکندڙ آهن، جڏهن تہ پٽ يا ڀٽ برهمڻ طبقي جي هڪ ذات آهي. قديم دؤر ۾ ويدن جي اچارڻ واري کي پٽ چيو ويندو هو. جتان پوءِ پڪي راڳ کي ڳائڻ واري کي بہ ڀٽ چيو ويندو هو ۽ اڄ تائين پٽ اهو ڪم ڪندا پيا اچن. هنن جو نہ تعلق پٽو قبيلي سان آهي نہ وري پٽي قبيلي سان هو مذهبي قسم جا ماڻهو آهن جيڪي منوجي قانون مطابق برهمڻ طبقي سان تعلق رکندڙ آهن.

پٽ ۽ ڀٽ جو ڪشمير جي حڪمراني ۾ پنهنجي حيثيت رهي آهي. تاريخ اقوام ڪشمير جي مطابق سلطان سڪندر بت شڪن (سن 1417ع) ڪشمير جو مشهور بادشاهہ هو، جنهن جو وزيراعظم هڪ هندو ڪاسي پٽ هو، جڏهن هن دين اسلام قبول ڪيو تہ ان جو نالو سيف الدين پٽ رکيو ويو.

پٽ ڪشمير ڪانسواءِ سنڌ ۽ ٻين علائقن ۾ رهن ٿا، سنڌ ۾ رهندڙ سنڌي ڳالهائن ٿا ۽ انهن سان رلي ملي ويا آهن.

## پاڙا:

1- سامن داس 2- پوت داس 3- ڪش داس
4- وشٽ 5- ديو پاردواج 6- شرمن پاردواج
7- شانديي پاردوارج 8- ڪوشڪ
9- نندہ ڪوشڪ پاردواج 10- سم شانديي
11- ڪونس رتري 12- راجدت اتري 13- شيلان ڪوتس
14- درڪپشٽل 15- ڪنٺهہ ڪشپ 16- مت ڪشپ
17- ديو گوتم 18- ديو ڪوشڪ 19- شرمند ڪوتس
20- نندڪو شڪ 21- سم دائس گارڪ
22- درپاردواج ڪوشڪ.

# مرهٽو

مرهٽو قديم سنڌي ٻولي جي سڌريل صورت سنسڪرت جو لفظ آهي جيڪو مهاراشتر مان نڪتو آهي جنهن جي معنيٰ آهي عظيم حڪومت. انهيءَ نالي سان سان هن وقت هندستان ۾ هڪ صوبو آهي. تمدن هند ۾ گستاؤلي مان لکي ٿو ته هي نالو ۽ قبيلو جيڪو ان نالي سان آهي. بئي ايترو قديم آهن جو ان جي بابت ڪا به خبر نه ٿي پوي ته اسان ان عظيم حڪومت جي سرحد ڪان واقف آهيون ۽ نه ان قوم جي اصليت ڪان."

گستاؤلي بان جنهن وقت ڪتاب لکيو هو دنيا، مهين جي شهر ۽ سنڌ سلطنت ڪان اڻ واقف هئي. بعد جي ڪوتائين، ڪيترن قديم شهرن ۽ وسندين جو ظاهر ٿيڻ ۽ قديم سنڌ ۾ سماجي، معاشي ۽ انتظامي سلسلي جي ڇاڻ پوڻ جيڪا صرف هڪ حڪومتي ڍانچي اندر هجڻ ممڪن آهي، جنهن ثابت ڪيو ته دنيا ۾ سنڌ سلطنت جو وجود هو. تنهن جي زوال ٿيڻ ڪان پوءِ سنوست تحت انسانن کي چئن طبقن ۾ ورهائڻ ۽ سڀ ڪان هيٺين طبقي جنهن سيني ڪان گهٽ درجي جو انسان سمجهيو ويو ان کي شودر سڏيو ويو. جيڪي بنيادي طور اهڙن سنڌين جو طبقو هو جنهن آخر تائين هندو مت جي حملہ آورن سان مزاحمتي ويڙهه جاري رکي ۽ اڻ نه مڃي تن کي معاشرتي سماجي ۽ معاشي طور پيڙهڻ ۽ خوار ڪرڻ لاءِ شودر جو لقب ڏيئي پنهنجي زير ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. انهيءَ عظيم سنڌ سلطنت جي رهواسين پنهنجي عظمت شان ۽ ماضي کي ياد ڪندي عظيم سنڌ سلطنت سان وابستگي جو اظهار ڪندي پاڻ کي مرهٽو چورايو ۽ پوءِ بهادر ۽ جنگجو هجڻ ڪري راجپوت نسل جا سڏيا ويا جن کي اسان تور خاندان يا نسل چئون ٿا. تنهن کي سمجهڻ لاءِ ڏسو قديم شجرا. انهيءَ تور نسل وارن کي عالمن تورانی سڏيو آهي. گستاؤلي بان هنن جي شڪل و صورت ۽ هڏ ڪاٺ بابت لکي ٿو "مرهٽو جو درجو شودر جو آهي جنهن مان ثابت ٿئي ٿو ته هي قوم قديم زماني جي مفتوح قومن مان هڪ آهي. هنن جي شڪل و صورت ڏسي اهو محسوس ٿئي ٿو ته هي توراني آهي جن جي هين سان رلي ملي وڃن ڪري اهي مخلوط ٿي ويا آهن (اهو ان جو هڪ اندازو آهي) هنن جو قد درميانو آهي. رنگ زرد ۽ سانورو آهي. ڪاڏيءَ جي هڏي گهڻ نڪتل اٿن. اکيون ننڍيون، نڪ ڏگهو ۽ ناسون لکيل ٿين ٿيون. هنن جي عورتن جو رنگ صاف ۽ ڪليل ۽ مٽي جا وار ڏگها ۽ ڪارا ٿين ٿا.

مرهٽو جن جو اصل تعلق سنڌ سلطنت جي دور سان آهي جن کي غلامانہ دور ۾ طبقاتي نظام ذريعي پيڙهيو ويو تن مهين، لاڪين، هڙاپا ۽ مهر ڳڙهه جهڙن شهرن ۽ وسندين ڪان لڏپلاڻ ڪري موجود مهاراشٽر صوبي جي علائقن ۾ وڃي پناهہ ورتي جيڪو ڪنهن وقت ۾ سلطنت عادل شاهيہ بيجاپور ۽ سلطنت نظام شاهيہ احمد نگر جو اولهندو حصو هو. يعني مهاراشتر جو ڏاکڻيون حصو سلطنت بيجاپور ۾ ۽ اتريون حصو سلطنت احمد نگر ۾ شامل هو يعني موجود مهاراشٽر صوبو ۽ ان جي پرپاسي وارا علائقا ويندي مالا بار تائين.

مرهٽن جو پنهنجي علائقي ڪانسواءِ وچ هندستان ۾ مرهٽا رياستون قائم ڪيو، جتي اڪثريت مرهٽا قبيلي وارن جي نہ هئي پر هنن طاقت جي زور تي پنهنجون رياستون قائم ڪري ورتيون جن ۾ جمنا ڪان وٺي بنديا چل تائين راجپوتانہ ۽ بنديل کنڊ ۽ گجرات ۾ هيون سڀ ڪان وڏي رياست گواليار ۾ هئي، جنهن جي راجا جو تعلق سنڌ يا جي مشهور خاندان سان هو جن جي پوين مغلن جي زوال ڪان پوءِ هڪ وڏي حڪومت قائم ڪري ورتي هئي جن انگريز سرڪار سان مهاڏو اٽڪايو، اهڙي وقت جڏهن مقامي حڪمران انگريزن جي پيش قدمي ڪان خائف هئا. تڏهن بہ پنهنجو تخت ۽ تاج بچائي رکيو، مرهٽن ۾ جيڪو سڀ ڪان وڌيڪ مشهور ٿيو اهو شيوا

جي هو جنهن جي متعلق بيان ٿيل آهي ته:

مرهٽ ۾ سيسوديه خاندان جي حڪومت هئي، جنهن کي راجا سالباهن ختم ڪري پنهنجي حڪومت قائم ڪئي ۽ سيسوديا خاندان جي ڪنهن به فرد کي جيئرو نه ڇڏيو. اتفاق سان ان راجپوت راجا جي اٽان پيجي نڪتي ۽ "ڪوهه ست پڙا" جي جهنگ ۾ وڃي اٽان جي رهواسين وٽ پناهه ورتي، جيئن ته هوءَ اميد سان هئي ڪيس پٽ ڄائو. جيڪو جوان ٿي راجپوتانه هليو ويو ۽ وڃي چتور ۾ پنهنجي رياست قائم ڪئي جنهن پوئين مان اودپيور جا راڻا آهن. انهن مان ڪنهن راجڪمار سان ڪنهن گهٽ ذات واري عورت سان تعلقات پيدا ٿي ويا ۽ هو اميد سان ٿي ان راز کي لڪائڻ لاءِ ان کي ڪنهن گمنام جاءِ تي رهايو ويو، جتي کيس پٽ ڄائو، جنهن جوان ٿيندي پنهنجي ماءُ سميت راجستان کان دکن هليو ويو، ان وقت اتي سلطنت بهمني قائم ٿي چڪي هئي ۽ علاؤالدين حسن گانگوري باني سلطنت حڪمران هو.

جنهن دکن ۾ رهندڙ مرهٽا قبيلي وارن مان شادي ڪئي ۽ اٽان راڻا خاندان جو سلسلو هيلو. ان جي ائين يا نائين پشت شيوا جي پيدا ٿيو جنهن پنهنجي بهادري ۾ نالو ڪڍرايو ۽ مرهٽو قبيلي کي گمنامي مان ڪڍيو. هن کان پوءِ ماڌوجي ۽ دولت داؤ انگريزن جي مقابلي ۾ پاڻ مڃرايو. مرهٽو اصل سنڌي قبيلو آهي جنهن جي وڏي اڪثريت مهاراشٽر، راجپوتانه، حيدرآباد دکن ۾ رهي ٿي ۽ ڪيترا موجود سنڌ ۾ رهن ٿا. خاص ڪري جيڪب آباد ۽ شڪارپور ضلعن ۾ موجود آهن. بگٽي قبيلي ۾ پڻ مرهٽو پاڙو مضبوط ۽ وڏي اڪثريت وارو آهي.

# بمير- بميا- بانيرا- ٻانيڻ

هي قديم سنڌي قبيلو آهي جيڪو موجوده سنڌ ۾ بانيرا ۽ ٻانيڻ سڏجي ٿو جيڪو راڄپر جو هڪ پاڙو ٻڌجي ويو آهي. ڪشمير ۽ پنجاب ۾ بميا ۽ ڪڇيءَ ۾ بمير سڏجي ٿو. پنڊت هرگوپال جي مطابق اصل ۾ هي برهمڻ طبقي سان واسطو رکندڙ هئا. ٺاڪر ڪاهن سنگهه جي مطابق چندر بنسي راجپوت آهن. جڏهن ته مصنف راج ترنگني جي مطابق هي رامچندر جي پٽ راجا ڪش جي اولاد ڪڇوا راجپوت سورج بنسي آهن.

راجا ڪش جي چوٿين پيڙهي ۾ بميہ نالي وارو ٿي گذريو آهي جنهن جي نالي تي ان جا پونيئر بمير سڏجڻ لڳا ۽ پوءِ مختلف علائقن ۾ هجڻ ڪري بميہ، بانيرا ۽ ٻانيڻ سڏجڻ لڳا. هي سنڌ ۾ مختلف نالن سان مختلف هندن تي رهن ٿا. جڏهن ته ڪڇي ۾ بمير جي نالي سان سڏجن ٿا ۽ ڄاموٽ ۾ شامل آهن ۽ سنڌي ۽ سرائڪي ڳالهائن ٿا. جڏهن ته پنجاب جي موجوده ساهيوال ضلعي ۾ انهن جاٽ يعني آبادگارن ۾ شامل ڪيو ويو.

# ڏرگهه

ڏرگهه قديم سنڌ جي قديم ذات جيڪا هاڻي ٻين ذاتين ۾ شامل ٿيڻ ڪري نهايت محدود ٿي ويئي آهي. هن ذات جي اصليت بابت صحيح ڄاڻ ڪو نه ملي سگهي آهي ته ڪنهن سبب جي ڪري اها ذات سڏي ويئي. ڏرگهه قديم سنڌي ٻوليءَ جي لفظ ڏگ مان نڪتو آهي جنهن جي معنيٰ وڏو- ڏگهو آهي، عبدالڪريم سنديلي جي مطابق اهو اصل لفظ ديرگهه آهي جنهن جي معنيٰ به لنبو ڏگهو ۽ وڏو آهي.

سنڌ ۾ قمبر، دادو ۽ خيرپور ضلعن ۾ هن ذات سان منسوب ڳوٺ ۽ ماڳ موجود آهن. قمبر ۾ ڏرگهه ڳوٺ ۽ مشهور ڏرگهه هيٺين ۽ ڏرگهه مٿين جنهن کي ڏرگهه بالا چوندا آهن، موجود آهن. انهن مٿين بيان ڪيل ڳوٺن ۾ ڪو به ڏرگهه ذات وارو هاڻي ڪو نه رهي ٿو. قمبر تعلقي واري ڏرگهه ڳوٺ ۾ چانڊين جي پاڙي وراڻي وارا رهن ٿا جن کي ڳوٺ جي نسبت سان ڏرگهائي سڏيندا آهن يعني ڏرگهه ڳوٺ جي رهڻ وارا.

خيرپور ضلعي ۾ لاڙڪاڻي ٽنڊو مستي بائي پاس روڊ جي پرسان مهتاڻي ۽ ٻهليم ڳوٺن جي پرسان ڏرگهه ڳوٺ آهي جتي ڏرگهه ذات وارا رهن ٿا جن کي پنهنجي حسب نسب جي ڪا به ڄاڻ ڪانهي، هو سنڌي ۽ سرائيڪي ڳالهائن ٿا.

اي ڊي ميڪليگن جي مطابق ملتان، مظفر ڳڙهه ۽ درياءَ چناب جي ڪنارن سان مختلف هنڌن تي پنهنجن ڳوٺن ۾ رهن ٿا، جن جي مطابق هو ڪنهن سبب جي ڪري 15 صدي جي آخر سنڌ مان لڏپلاڻ ڪري اچي اتي آباد ٿيا پر هو بنيادي طور ڪيچ مڪران جا رهواسي هئا ۽ هو ڄام لقب استعمال ڪندا آهن ۽ آبادگار آهن.

منهنجي راءِ موجب شايد هنن جو تعلق ڪيچ مڪران جي ڪنهن قديم سنڌي قبيلي سان آهي جيڪي قديم دور کان وٺي ڄام لقب استعمال ڪندا هئا، جيئن پنهون جي خاندان جو خانداني لقب ڄام هو ۽ سمه قبيلي سان تعلق هو. اهڙي طرح سان هي به ڪنهن قديم سنڌي قبيلي جي باقيات آهن جيڪي موجوده سنڌ ۾ تمام ٿوري تعداد ۾ رهن ٿا. اهڙي طرح قديم سنڌ جي ڪڇي واري علائقي ۾ منڙي ۾ جيڪو اصل ۾ مٺا خان آرائين جو ڳوٺ هو جنهن تي ميان نور محمد ۽ نادر شاهه افشار جي لاڙڪاڻي معاهدي تحت، خان آف قلات 17 مارچ 1740ع کان پوءِ قبضو ڪري رئيساڻي قبيلي کي اتي رهايو هو. ان ڳوٺ ۾ ڏرگهه ذات وارا رهن ٿا، جيڪي سنڌي ۽ سرائيڪي ڳالهائن ٿا. بهرصورت اها پڪ آهي ته هنن جو ڪنهن سماٽ ۽ ابڙي قبيلي سان نسبي تعلق آهي.

# اسراڻ

اسراڻ ذات جو تعلق لاڙڪاڻي ضلعي سان آهي. هي مهاڻن جو هڪ پاڙو آهي، جيڪي يوسف ميربحر جي ڳوٺ خيرپور جوسو ۾ رهندا آهن خيرپور جوسي جي جاگير مير مجاز ٽالپر کي مليل هئي. تنهن جاگير جو نالو "اسراڻو" جاگير هو. خيرپور جوسو جو اصل ڳوٺ روڊ جي اوپر ۾ هو ۽ نئون خيرپور جوسو جاگير ۽ ملڪيت جي ورهاست کان پوءِ اولهه ۾ ٻڌو ويو. هنن جي ذميداري، قمبر، وارهه، ميهڙ، لاڙڪاڻي تعلقن کان سواءِ ٻئي هنڌ به هئي.

ٽالپر اتان جي ميربحر قبيلي تي ڏاڍا مهربان هئا جن ڪين نوازيو جنهن ڪري اهي مهاڻا "اسراڻو" سڏيا، يعني جاگير جي نالي پويان سندن سڃاڻپ ٿي.

اسراڻو بعد ۾ اسراڻ جي نئين نالي سان سڏجڻ لڳا، هي انگريزن جي وقت ۾ وڏا زميندار ۽ بااثر هئا. ڪين رئيس جي لقب سان سڏيا ويندا هئا. سن 1906ع ۾ رئيس گهنور خان صاحب جي لقب سان نوازيو ويو بعد ۾ انهي خاندان مان غلام محمد خان اسراڻ کي "خانبهادر" جو خطاب مليو، هو بمبئي ليجسلٽو ڪائونسل جو ميمبر هو ۽ لاڙڪاڻو لوڪل بورڊ جو ميمبر ٿي رهيو.

1930ع ۾ هن سردار واحد بخش ڀٽو لاءِ ڪائونسل اسٽيٽ جي چونڊ لاءِ هٿ ڪنيو ۽ پاڻ کي ڏادو مان چونڊرايو. هي سنڌ جي وڏن زميندارن شامل ٿين ٿا. پراڻي دور ۾ اسان جي وڏن جو هنن سان گهرو رستو هو هي جڏهن گاجيديرو ياڳت مان گهرو اٽيٽت جي ڪري اسراڻو جاگير ۾ آيا ته هنن سان گڏ منهنجو وڏو يعني بابا گل محمد جو ڏاڏو سائينداد پنهنجو اباڻو ڳوٺ ڇڏي ساڻ آيو هو، انهيءَ ڪري هنن جي راڄ ڀاڳ ۽ گهريلو زندگي ۾ ان خاندان جو گهڻو عمل دخل هو ۽ هنن جا گهر ڀاتي سمجها ويندا هئا. منهنجو والد حاجي گل محمد خان بهادر غلام محمد خان اسراڻ جو پٽيلو هو ۽ سندس عام مختار هو خان بهادر غلام محمد خان اسراڻ جا فيصلا تر ۾ مشهور هئا. هڪ دفعي سندس وڏي پٽ ڪنهن جي عورت سان پيار جو ناتو قائم ڪري پاڻ وٽ رهائي، جڏهن ان عورت جي مڙس غلام محمد خان کي دانهن ڏني ته هن فيصلي ۾ پنهنجي ننهن يعني غلام مصطفيٰ خان جي گهر واري هن جي حوالي ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ چيو ته جيسين هن جي ٻانهن واپس نه ٿو ڪري اها ان جي حوالي هوندي.

## اسراڻ خاندان جو شجرو



# خاصخيلي

خاص خيلي هڪ ذات نہ آهي پر هڪ مخصوص طبقي وارن جو نالو آهي. جن جو تعلق راجا، بادشاھ، حاڪم ۽ حڪمران سان آهي. اهي هنن جا خاص ماڻهو مخصوص ڪمن لاءِ مقرر هئا. سنڌي لغات مطابق خاص خيلي جي معنيٰ آهي. خاص – ٻيلي يا نوڪر، ٻانهون، خدمت گار، مطلب وقت جي حاڪمن جو مخصوص طبقو جن جو تعلق انهن جي ذات سان هو. فيروز اللغات جي مطابق خاص معنيٰ نج، ذاتي، پنهنجو، عمده، منتخب، پيارو، منظور نظر، لاڏلو ۽ خيل معنيٰ گروھ، جماعت گھٽا سوار، گھٽا گھوڙ، گھوڙن جو ڌڻ. مطلب بادشاھ، حاڪم، راجا، سپ سالار جو اھو، پنهنجو منتخب ٽيل گھوڙي سوار فوجي دستو جيڪو جنگ جي وقت هر اول دستي جو ڪم سرانجام ڏيندا هئا. اڳتي هلي اهو خاص طبقو ذات ۾ تبديل ٿي ويو. ڇاڪاڻ تہ انهن خاص ماڻهن جي اولاد کي خاص يا خاص طبقي وارن جي اولاد سڏيو ويو جيڪي اڳتي هلي خاصخيلي سڏيا ويا.

المام ابي سعد عبدالڪريم بن محمد ابن منصور التميمي السعاني وفات 662 هجري هڪ ڪتاب "الانساب" لکيو آهي جنهن جي پهرين جلد ۾ آهي. قريش قوم جي خاص قبيلي جڏهن جهاد ڪيو تہ نسب جي ماهرن خاص جي پٺيان الخيلي لڳايو مطلب سلطان جي لشڪر جي اڳواٽي ڪندڙ. عربي ۾ گھوڙي کي خيل چيو ويجي ٿو.

معنيٰ سلطان جي لشڪر جي اڳواٽي ڪندڙ خاص سپھ سالار، جيئن تہ اوائلي دور جنگيون گھوڙن تي چڙهي وڙهيون ويندڀون هيون جنهن ڪري اڳواٽي ڪندڙ ۽ ٻيا هميشہ گھوڙن ۽ اٺن تي لشڪر وٺي ويندا هئا ۽ اڳواٽي ڪندڙ يا سپھ سالار هڪ سينگاريل، خاص ۽ پلي گھوڙي تي سوار هوندو هو، جنهن ڪري ان کي خيلي چيو ويندو هو، اها ان جي سڃاڻپ هئي. جيڪا اڳتي هلي هن ۽ ان جي خاندان جي سڃاڻپ بڻجي وئي ۽ پوءِ ذات ۾ بدلجي وئي. اهڙي طرح هڪ ٻئي عربي ڪتاب "صبح الاعشي في صناعت النشا" جلد پهريون تاليف احمد بن علي القلقندي (وفات 841هجري) لکيو آهي تہ اهي خاص اصل ۾ قريش آهن جيڪي بن زيد بن حزم بن جرام جن جو سلسلو آخر عدنان سان وڃي ملي ٿو.

عربي نسب نامن جي مطابق خاص جو تعلق خيل سان آهي. جيئن لکيل آهي خاص ۽ خيل، ٻنهي جي معنيٰ آهي گھوڙن جا خاص شهسوار، پر جڏهن ٻنهي لفظن کي گڏي ان جي آخر ۾ "ي" لڳايو وڃي تہ هڪ لفظ مڪمل ٿيندو. جيئن خاص+خيل+ي يعني خاص خيلي مطلب هڪ مخصوص قبيل جو نالو.

خاص خيلي قبيل وارا ان مان مطلب ڪڍن ٿا تہ هو خاص گھوڙي سوار هئا، جن جو تعلق بہ هڪ ذات يا قبيلي سان هو، انهيءَ ڪري هو عرب نسل سان تعلق رکندڙ آهن ۽ 712ع ۾ جڏهن محمد بن قاسم سنڌ تي حملو ڪيو تہ ان جي لشڪر ۾ شامل هئا ۽ هو هميشہ لاءِ سنڌ ۾ رهي پيا.

عربي خاص خيل جو نسب، عربي الانساب جي ڪتابن ۾ هيئن آيو آهي. هي بنو ريام جي نسل مان آهن. جيئن ريام بن حارث بن عبدالمدان بن حمير بن رعين ابن زيد بن الغوث بن سعد بن عوف بن عدي بن مالڪ بن زيد بن ابن شداد بن الهاد بن حمير لااصغر بن سيا بن ڪعب بن زيد المجهور ابن سهلؒ بن عمرو بن قيس بن معاوية بن جشم بن عبد شمس ابن وائل بن الغوث بن قطن بن عريب بن زهير بن ايمن بن الهميسع بن العرنيج بن حمير الاڪبر بن سبا بن بشجب بن يعرب بن قحطان بن هود عليہ السلام

افغان قومون بہ پنهنجي ڪنهن خاص ذات جي پويان خيلي لڳايو جيئن دائود خيل، سليمان خيل وغيره. انهي ڪري اڄ ڪلھ خيل ۽ خيلي جي ڪري سنڌ ۾ رهندڙ خاص خيلي جن

جو پڻ سنڌ جي حڪمرانن جي خاص طبقي سان تعلق هو اهي قريش نسل مان سڏرائن ٿا ۽ ڪي پٺاڻ سمجهن ٿا. هنن جو ڪنهن به طرح سان عرب ۽ پٺاڻ سان نسلي تعلق ڪونهي ۽ اهو به چوڻ سراسر غلط ۽ بي بنياد آهي ته محمد بن هارون قريشي هو جنهن محمد بن قاسم کان اڳ ۾ سنڌ ۾ پير پاتو هو ۽ مڪران جو حاڪم مقرر ٿيو هو ۽ اهو سنڌ جي خاصخيلين جو وڏو هو يا خاصخيلي هو. افسوس آهي ته ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جهڙن عالمن سنڌ جي تاريخ ۽ سنڌي نسل سان جنهن نموني ويساهه گهاتي ۽ غلط بياني ڪئي آهي تنهن جو نتيجو اهو نڪرڻ شروع ٿيو آهي جو فردن ۽ ڪٽنبن پنهنجا حسب نسب بدلائڻ شروع ڪري ڏنا آهن. هن ماڻهو کي سنڌ ۾ سيئنڌي نسل نظرئي نه ٿو اچي. محمد بن هارون مڪران وارو قريشي قبيلي جو نه هو پر سندس تعلق النميري قبيلي سان هو، سندس نسب محمد بن هارون بن زراع النمري آهي.

دنيا جي هر شهنشاهه، بادشاهه ۽ حاڪم جا حڪومت ڪرڻ، هلائڻ ۽ مستحڪم ڪرڻ لاءِ پنهنجا خاص ماڻهو، اعتماد وارا ۽ نور نظر هوندا آهن ۽ انهن مٿان مختلف ڪمن جون ذميواريون هونديون هيون اهي اينرا بااختيار ۽ مختيار هوندا هئا جو وزير مشير ۽ امير انهن جا محتاج هوندا هئا. انهن جو حرمسراءِ ۽ محل کان وٺي بادشاهه جي ذاتي ڪمري تائين بنا ڪنهن روڪ ٽوڪ جي اچڻ وڃڻ هوندو هو، هميشه بادشاهه جي ذاتي ڪمن کان وٺي سر ۽ جان جي حفاظت ڪرڻ تائين انهن جي ذميواري هوندي هئي. انهن خاص ماڻهن ۾ هڪ زرخريد غلام ۽ ٻيو با اعتماد نوڪر ۽ ٽيون خاص گهراڻن جا مخصوص ماڻهو. پر اڪثر پهرين ۽ ٻئي نمبر وارن تي اعتماد وڌيڪ ڪندا هئا. جنهن ڪري انهن کي خاصخيلي چيو ويندو هو. انهي زماني ۾ عربي ۽ فارسي زبانون دربار ۾ عام استعمال ڪيون وينديون هيون، جن جي اولاد کي سڃاڻپ خاطر خاصخيلي چيو ويندو هو. يعنيٰ راجا، بادشاهه يا حاڪم جا خاص ماڻهو ۽ انهن جي خاص ماڻهن جي اولاد.

جيئن اهي خاص ماڻهو هڪ نسل يا هڪ خاندان جا نه هئا تنهن ڪري انهن کي هڪ نسل يا نسب جو چئي نه ٿو سگهجي. نه هو عرب ٿي سگهن ٿا ۽ نه وري سنڌي، خاصخيلي هڪ خاندان جا فرد نه آهن. هو مختلف ذاتين ۽ نسبن ۽ نسلن جو مجموعي نالو آهي جي حڪمران طبقي سان تعلق رکن ٿا.

آئين اڪبر جلد پهريون، تاريخ خورشيد جهان، تاريخ پشتون، سراج احمد علوي، تاري فرشته جلد پهريون، حافظ رحمت خانئي ۽ بابر نامون ۾ خاصخيلي کي افغان، پٺاڻ ڏيکاريو ويو جن جو ڪم خيل يعني حفاظتي دستو ٻڌايو ويو آهي. ڪن ۾ ڪنهن خاص لشڪر يا ان جي اڳواٽي ڪندڙ خيل يا خيلي سڏيو ويو. جيئن حضرت عمرؓ جي لشڪر "جيش في سبيل الله" جي اڳواٽي ڪندڙ سلمان بن ربيع کي "الخيلي" سڏيو ويو. جنهن کي امير غريب الخليي به چوندا هئا.

قومن جي عالمي تاريخ ۾ لکيل آهي ته جڏهن مسلمان، اسپين، اتر آفريڪا ۽ هين هندن تي قابض ٿيا ته هو مختلف علائقن ۾ ڇانئجي ويا جنهن ڪري عيسائي واپارن جي پاڙ پٽجي ويئي ۽ مسلمانن جي حملن ڪري ڪيرولينجيائي بادشاهت پنهنجو رعيت جو تحفظ نه ڪري سگهي جنهن ڪري اتي زميني ملڪيت ۽ شخصي اطاعت جو بنياد پيو.

يورپ ۾ جاگيرداري نظام جو بنياد رومن شهنشاهت جي وقت ۾ پيو هو، چوٿين صدي ۾ اتي زرعي پيداوار گهٽجي ويئي جنهن ڪري هارين کي پابند ڪيو ويو ته هو زرعي پوک ڪن جُن کي سرف سڏيو ويجي. سرف لاطيني ٻولي جي لفظ سروس مان نڪتو آهي. جنهن جي معنيٰ آهي پانهون يا غلام. جرمن جي قبائلي رسم و رواج مطابق، جنگين مان مليل مالِ غنيمت پنهنجن فوجن ۽ جوانن ۾ ورهائيندا هئا ۽ انعام ۾ مليل زمين جا مالڪ بڻجندا هئا.

اهي زمينون جنهن جي حوالي ڪيون وينديون هيون، انهن کي خيلي يا خاصخيلي چوندا هئا. مطلب ته ڪنهن به خاص ڪم جو ڪنهن خاص ماڻهو يا طبقي يا قبيلي جي حوالي ڪرڻ جي ڪري ان کي خاص خيل يا خاص خيلي سڏيو ويندو هو.

عرب ۾ غلام خريد ڪرڻ جو وڏو رواج هو. خود رسول پاڪ ﷺ جن غلام خريد ڪيا. حضرت علي جو قمبر غلام هو، اهي سندن جا خاص ماڻهو هئا. محمود غزنوي جو خاص غلام اياز هو جيڪو هميشه برقعي ۾ رهندو هو، اهڙي طرح شهاب الدين غوري جو قطب الدين ايبڪ، شمس الدين التمش ناصر الدين قباچه، ڄام نظام الدين نندي جو دولهه دريا خان ابڙو، شاهه حسن ارغون جو ملا بهبود ۽ عربي ڳاهو ۽ ٽالپورن جو هوش محمد شيدي ۽ يوسف (جنهن جي نالي تي ٽنڊو يوسف آهي).

هندستان تي خاص ماڻهن حڪومت ڪئي جن کي سلاطين مملوڪ يا غلام گهراڻو چيو ويندو آهي. هندستان تاريخ ۾ سلطان بهلول لوڌي جو يوسف خان ،خاص خيلي، شير

شاهه سوري جو شجاع خان خاص خيل. اهڙي طرح سوين اهڙا نالا اهن جيڪي وقت جي حاڪمن ۽ بادشاهن جا خاص ماڻهو هئا. ڇا اهي سڀ خاص ماڻهو عرب نسل سان تعلق رکندڙ هئا يا افغان؟

هنن سيني جو تعلق الڳ الڳ نسلن سان هو جن ۾ ترڪ، ازبڪ افغان، شيدي ۽ مقامي ماڻهن جو نسل شامل هو. ان مان اها حقيقت پڌري ٿئي ٿي ته خاصخيلي هڪ نسل جا نه پر هڪ طبقي سان تعلق رکندڙ ذات آهي جيڪي پنهنجي وقت جا اعليٰ عملدار ، باهمت سپهه سالار ۽ بادشاهن جي اعتماد وارا ماڻهو هئا.

رحيم داد مولائي شيدائي رسالي ڳوٺ سڌار ۾ خاص خيلي مضمون ۾ لکي ٿو "خاص خيل جنگ جي ميدان يا دربار جي موقعن تي سر خيل سوار دستن مان ڪي قابل اعتماد، جانباز، بادشاهه پنهنجي لاءِ محافظ تيار ڪندا هئا جن کي اڄ ڪلهه باڊي گارڊ چون ٿا. جنگ جي ميدان ۾ خاصخيلي کي "سر جاندار" سڏيندا هئا. جنگ جي ميدان ۾ سيني اڳيان مقدم دستو رهندو هو. اهڙي طرح هڪڙو فوجن جي پنيان، هڪڙو دستو ساڄي کان ٻيو کاٻي کان ليڪن صفن جي نگراني ڪرڻ تي خاص خيل مقرر هئا. هر فوجي دستي ۾ هڪڙو خاصخيلي بادشاهه وٽ خبرون پهچائڻ لاءِ مامور هو. اهڙي خاص خيلي کي ڪيفيت نويس چوندا هئا.

ڪتاب سماٽ ۾ الهرکيو ٻٽ لکي ٿو ته مسلمان بادشاهن هندو راجائن وانگر بادشاهي ڪئمپ لاءِ هڪ خاص لشڪر تيار ڪيو، جيڪو بادشاهي شهر، محلات ۽ جنگ جي وقت انهن جي مٿان پهرو ڏيندو هو، جن کي خاصخيلي، چيو ويندو هو، شيخ صادق علي شير علي انصاري پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي ته خاصخيلي معنيٰ خاص خدمت گذار. اهڙي طرح اي ايڇ ائٽيڪن سنڌ گزيٽئر ۾ لکي ٿو ته خاصخيلي معنيٰ گهريلو ملازم، اي ڊي ميڪليگن ۽ ايڇ اي روز لکيو آهي ته خاصخيلي بهاولپور جي هڪ ذات جيڪا ماڇين جو هڪ پاڙو آهي. جيڪي عباسي حڪمرانن جي خدمت ڪندا هئا. هڪ خاصخيلي يعقوب محمد، بهاول خان ٿئين جو وزير هو پر بهاول چوٿين جي وقت ۾ انهن جي طاقت ختم ٿي ويئي. تاريخ ريگستان ۾ رائچند هيرجن لکيو آهي ته خاصخيلي کي ٿر ۾ بجير به چوندا آهن. هي وڏن ماڻهن وٽ نوڪر ٿي رهندا هئا. هاڻي آزاد طرح ٿر ۾ رهن ٿا. وڪيپيڊيا ۾ هنن کي سمون قبيلي ۾ شامل ڪيو ويو آهي. الاغاني ۾ آهي ته خاص خيلي عرب جي سرزمين مان دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڦهليا آهن، اهڙي طرح ڪتاب معجم البلدان ۾ لکيل آهي ته خاص خيلي ڏکڻ ايشيا ۾ عرب کان آيا آهن.

حقيقت اها آهي ته هي راجائن ۽ بادشاهن جي اميرن جو طبقو هو جيڪو بادشاهه جي ڪهول، خاندان ۽ انهن جي شهزادن جي ذاتي ڪمن کان وٺي حڪومتي معاملن جي نگراني ۽ سنڀال ڪندا هئا ۽ انهن جي حفاظت عام حالتن ۽ جنگ جي صورت ۾ انهن جي حوالي هوندي هئي. راجا ۽ بادشاهه اها ذميواري ان ڪري انهن جي حوالي ڪندا هئا جو هو وفادار، خاندان، بهادر، نمڪ حلال ۽ اعتماد وارا هئا. جنهن لاءِ ضروري هو ته هو بنيادي طور اهڙي خاندان سان يا نسب يا نالي وارا سان تعلق رکندڙ هجن جن تي ڀروسو ڪري سگهجي پيو. تنهن ڪري اهو چوڻ سراسر غلط آهي ته خاصخيلي ڪا هيٺين درجي جي ذات آهي. يا هئي يا هنن جو گڏبو ذات يا طبقي وارن سان تعلق هو. سنڌ ۾ گڏبو شيدياڻين جي ان اولاد کي چيو ويندو آهي جنهن سان حڪمران طبقي مان ڪنهن شادي ڪئي هجي ۽ پوءِ ان جي اولاد جي اولاد اڳتي هلي قمبراڻي ذات ۾ تبديل ٿي ويندي آهي. ڪامريڊ مير محمد ٽالپور اکين ڏٺو ڪنن ٻڌو ۾ لکي ٿو "ٽالپور جيڪي غير نڪاحي شوق ڪندا هئا. تنهن جي اولاد" سرتيون" سڏبي هئي.

ڪنهن به طرح سان خاصخيلي اهڙي قسم جي ذات نه آهي جو ڪنڌ شرم کان جهڪي، هنن جو نسلي تعلق امير ۽ امراءُ سان آهي. جن جو پنهنجي وقت ۾ حڪمران طبقي سان تعلق هو.

سنڌ ۾ مومل ۽ مينڌري جو قصو مشهور آهي. مومل راجا نند جي ڌيءُ هئي ۽ سندس ٻيءَ ڌي ناتر نالي هئي. جيڪا مومل کانپوءِ اتي رهڻ مناسب نه سمجهو ۽ گمنامي جي زندگي گذارڻ لاءِ سنڌ ڏانهن هلي آئي ۽ لاهري کان ڏڙهو (ڪراچيءَ واري جاءِ جو پراڻو نالو) پهتي، انهن ڏينهن ۾ سيوهاڻي وارو رستو، مواصلات، واپار ۽ اچ وڃ لاءِ واڌو ذريعو هو، ناتر انهيءَ رستي تي نارا ٿر جبل وٽ رهائش اختيار ڪئي جيڪو سون مياڻي، ڏڙهو ۽ لاهري بندر ڏانهن ويندڙن رستي جو چوسول هو. هن اتي هيبت نالي واري خاصخيلي سان شادي ڪئي. جنهن جي نالي تي اڄ به ڳوٺ ديهه موڪيءَ ۾ موجود آهي.

هن کي هڪ پٽ ۽ ڇهه ڌيئرون هيون جن جا نالا، موڪي،

سونگل، صفوران، مٺان، تائيسر ۽ الله ڦيائي هئا ۽ سندس پٽ جو نالو ماڌل هو. هيبت ۽ ماتر پنهنجي جيئري، پنهنجا علائقا، پنهنجي اولاد ۾ ورهائي ويا. جيڪي اڄ بہ روينيو رڪارڊ ۾ انهن جي نالي سان موجود آهن. جيئن ديهہ موڪي، ديهہ سونگل، ديهہ صفوران، ديهہ مٺان، گهر، ديهہ تائيسر ۽ ديهہ الله ڦيائي جيڪي هاڻي گڏاپ ٽائون ۾ آهن ۽ سندن پٽ ماڌل جي نالي تي ال آصف اسڪوائر وارو علائقو هو جتي ماڌل ڳوٺ بہ هو.

پهرين حر ڇاپا مار جنگ جو هيرو بچو خاصخيلي هو. جنهن انگريز سرڪار جي ننڊ ڦٽائي ڇڏي هئي، تنهن پير پاڳاري جي چوڻ تي هٿ ڏنو هو. جنهن کي 26 نومبر 1896ع ۾ سانگهڙ ۾ ڦاسي ڏني ويئي.

سنڌ ۾ خاصخيلي تقريبن هر ضلعي ۾ رهن ٿا ۽ سنڌ جا ڪيترا علائقا، ڳوٺ، ماڳ ۽ مڪان انهن جي نالن تي منسوب آهن. هن وقت بہ وڏا آفيسر ۽ معزز آهن جن کي خاصخيلي هجڻ تي فخر آهي. انهن ۾ محترم محمد حسن خاصخيلي سينيئر وائيس پريزيڊنٽ نيشنل بئنڪ آف پاڪستان محترم غلام مصطفيٰ خاصخيلي، خاصخيلي قوم جو وڏيرو ۽ چڱو مڙس ۽ ملڪ محسن خاصخيلي، خاصخيلي ڪوٺ، نوان ڪوٺ، اديب، محقق ۽ عالم ۽ ٻيا.

## پاڙا

(1) خاصخيلي
(2) ٽوٽاٽي
(3) اميراٽي
(4) گدارا
(5) مراداٽي
(6) نماٽا
(7) لاسي
(8) عمراٽي
(9) هويداٽي
(10) ريڊر
(11) قمبراٽي
(12) ڳاڳياٽي
(13) ڪانتائي
(14) وڪيلاٽي
(15) گولاڙا
(16) شابراٽي
(17) غيباٽي
(18) خوشحالاٽي
(19) گلاباٽي
(20) ملڪ
(21) نماٽي
(22) طالباٽي
(23) ميواٽي
(24) رنگائي
(25) اهيري
(26) دولائي
(27) ٻولهاڙا
(28) عارباٽي
(29) فاصلاٽي
(30) مارماٽي
(31) دائوداٽي
(32) ديرائي
(33) سارنگاٽي
(34) ميراداٽي
(35) مومن
(36) ڪلاتي
(37) دولاٽي
(38) حسناٽي
(39) ڪوٽائي
(40) دوها
(41) وداٽي
(42) طاهراٽي
(43) ڪارولي
(44) محموداٽي

# ملڪ محسن خاصخيلي

ڪوٽ لام محمد (جيمس آباد) جو شجرو



# پاڳت

پاڳت ذات وارا سنڌ ۾ ايترا گهڻا نه آهن جيترا هجڻ. ڪِن پاڳت مسلمان هجڻ ڪري هن کي هندو ذات سمجهي تبديل ڪندا رهيا. جيئن ڪٽي، سهتا، سمه، سيال ۽ ميمڻ وغيره ٿي ويا آهن. هونءَ به هندو ذات مان پڳت (ڳائڻ ۽ وڄائڻ وارا نه ۽ مسلمان مان پاڳت، ٻئي هڪ ذات وارا آهن ۽ سورج ونشي خاندان سان تعلق رکندڙ آهن.

پاڳت مسلمان ٿيڻ کان اڳ ۾ برهمڻ هئا ۽ تنهن کان اڳ سنڌدن مذهب "ٻڌ" هو. ابن حنيف پولي بسري ڪهاڻيان "پارت" جي ڪتاب ۾ برهما ديوتا جي پنجن پٽن جو ذڪر ڪيو آهي جنهن ۾ هڪ پٽ جو نالو پاڳبت هو. اهڙي طرح پاڪستان قديم دور ۾ يحيٰ امجد لکيو آهي. برهما جي پنج پٽن مان هڪ جو نالو پاڳبت آهي، مير علي شير قانع تحفته الڪرام حضرت نوح ؑ جي اولاد جي سلسلي ۾ هيئن لکيو آهي. حضرت نوح جي پٽ سام کي چار پٽ هئا، هڪ ٻڌ ٻيو، سنگها، ٽيون، پاڳرت چوٿون همهر، پاڳرت جو پٽ ڏيرو، پٽ اجيپار، پٽ دسرٿ، دسرٿ کي راڻين مان چار پٽ، هڪ رام ٻيو لڪشمڻ، ٽيون ڀرت، چوٿون چترگن، سورج ونشي خاندان جا ڪيترا پاڙا ۽ قبيلا پاڻ کي راما جي اولاد چورائيندا آهن.

رام جو پٽ نوڪسن، پٽ آنت، پٽ نرگت، پٽ ڪن، جنهن جي نالي تي ڪشمور ۽ روجهاڻ جي وچ ۾ شهر آهي ڪن جو پٽ راجا سنبوت، هن کي چار پٽ هئا هڪ سام، ٻيو بارڪره، ٽيون هنرت ۽ چوٿون ماوه، سام جو پٽ جادم، جنهن کي چار پٽ هئا هڪ هسپت، جنهن جي اولاد سمه سڏجي ٿي جن سنڌ تي حڪومت ڪئي، ٻيو ڪڇپت جنهن جي اولاد چندا يا چند ڪوٺجي ٿي (يعني چندر ونشي خاندان) ٽيون ڀوپٽ جنهن جي اولاد ڀٽي آهي ۽ چوٿون راسه، جنهن جي اولاد مان جهونا ڳڙهه وارو راءِ ڏياچ هو. لڪشمڻ کي ڪو به اولاد ڪو نه هو.

شاهان گجر جي مصنف لکيو آهي راجپوت، گجر ۽ جٽ هڪ ئي قبيلي جا نالا آهن، جيڪي چيبي مان اچي هندستان ۾ آباد ٿيا.

هن پاڳت ذات کي جٽ قبيلي جو پاڙو ڄاڻائيندي لکيو آهي. پاڳت پائو راجپوت آهن جن جو مورث اعليٰ پاءُ هو. ڊينزل ابٽسن پنجاب جي ذاتين جي متعلق لکيل ڪتاب ۾ هنن کي پاڳت بدران ڦوڳٽ ڪري لکيو آهي ۽ لکي ٿو هو پاڻ کي راجپوت چورائيندا آهن، ڪين جٽ قبيلي ۾ شمار ڪبو آهي.

مسٽر جيمس ٽاڊ هنن متعلق لکيو آهي. "ڪمار پال کي شهاب الدين غوري 1228ع ۾ شڪست ڏني، جنهن کان پوءِ اهو خاندان ختم ٿي ويو ان جي جاءِ تي "بيسل ديو پاڳت" ان رياست جي تخت تي ويٺو جيڪو مسلمان ٿيو جنهن کي ظفر خان پاڳت جو نالو ڏنو ويو هو. پاڳت خاندان مان پهريون حاڪم هو جنهن شهاب الدين غوري جي وقت ۾ دين اسلام قبول ڪيو ۽ مسلمان ٿيو. ٽاڊ، سولنگي جي پاڙي ۾ پاڳت کي پاڳيلو ڪري لکيو آهي هڪ ٻي هنڌ هن کي پاڳو جي اولاد ڄاڻايو آهي.

تاريخ نويسن ۽ ذاتين جي ڄاڻ رکندڙ عالمن هن ذات وارن کي، "پائو، پاڳبت، پاڳوت، ڦوڳٽ، پاڳرت، پاڳو، پاڳت ڪري لکيو آهي. جيڪو آهي اصل ۾ پاڳت.

راجستان ۾ جڏهن پاڳت خاندان جو زوال شروع ٿيو ته هو لڏپلاڻ ڪرڻ لڳا جنهن ڪري ڪيترا پاڳت سولنگي، راجپوت ۽ سيال ٿي ويا. جن پنهنجي ابائي ذات پاڳت کي برقرار رکيو اهي اتر سنڌ، موجوده سرائڪي علائقي يعني ملتان جنهن کي اولهندو به سڏيندا آهن. ڪڇي- ڪاڇي ۽ پاڳناڙي ۾ وڃي آباد ٿيا ۽ صدين جي گذري وڃڻ ڪري [illegible] سري واري ٻولي يعني سرائڪي ڳالهائڻ اختيار ڪئي. [illegible]

ڪي رابطو واري ٻولي جي حيثيت هئي، اڳتي هلي هو سرائڪي ٻولي وارن ذاتين ۾ شمار ٿيڻ لڳا.

معلوم ٿئي ٿو تہ قديم دور ۾ هن ذات وارا اعليٰ درجي ۽ شان ۽ شوڪت وارا هئا جنهن ڪري هنن جو شجره نسب ديوتائن کان شروع ڪيو ويو اهو پل برهما ديوتا جي اولاد هجي يا سام بن نوح جي. رام ۽ لڪشمڻ جن ڪي هندو مذهب ۾ ديوتا جو اوتار حاصل آهي، اهي پڻ هن خاندان مان ڏيکاريا ويا آهن.

سنڌ ۾ ڪلهوڙن جڏهن مغلن کان جند ڇڏائڻ لاءِ ميان وال تحريڪ جو آغاز ڪيو تہ پاڳت ذات وارن جو ان ۾ مک ڪردار هو ۽ اهي ان تحريڪ جي نهايت سرگرم اڳواڻن ۾ شامل هئا. سن 1068ع ۾ جڏهن ميان نصير محمد ڪلهوڙو گادي تي ويٺو تہ سندس دشمن بکر جي گورنر ڪي هن جي خلاف جنگ ڪرڻ لاءِ آماده ڪيو، جنهن ڪري هو ٿر هليو ويو ۽ پنهنجو هڪ لشڪر تيار ڪري مغلن ۽ سندن ڪارندن خلاف ويڙهہ جو آغاز ڪيائين. ان ۾ پاڳت سندس سات ۾ هئا ۽ سندن چڱو مڙس، بهادر ۽ جرنيل فريد خان ساڻس گڏ هو جيڪو ڪاڇي جو رهواسي هو. سندس ڳوٺ پراڻي مزاپور جي پرسان "پاڳت ڳوٺ هو. جنهن جا آثار اڄ تائين موجود آهن.

جڏهن هو ٿر کان موٽيو تہ ڪيس قابو ڪرڻ لاءِ هنن دوستي جو هٿ وڌايو ۽ بکر جي نواب محبت خان پني بکر ۾ ميان نصير محمد ڪلهوڙي ۽ سندس ساٿين جي دعوت ڪئي، جنهن ۾ هن بيهوشي واري شيءِ ملائي نصير محمد ڪلهوڙي، فقير فريد خان پاڳت، فقير پرمي خان پاڳت، فقير فيروز ويراھ، سيد حامد شاھ، فقير راڄو ليکي ۽ فقير مقصود ڪي گرفتار ڪري دهلي جي مغل شهنشاھ اورنگزيب ڏانهن ڏياري موڪليو، جن کي بعد ۾ مزاحمتي ويڙهہ جي ڪري هڪ معاهدي تحت آزاد ڪيو ويو. فريد خان پاڳت مورو شهر مغلن کان آزاد ڪرايو، اهڙي طرح گوريلو واري لڙائي ۾ پاڳتن ڪلهوڙن ۽ ٻين سرائن سان شانہ بشانہ لڙي پنهنجو پاڻ کي سرخرو ڪيو. نامہ نغر ۾ فريد خان پاڳت، ڪمال خان پاڳت ۽ پرمي خان پاڳت جو ذڪر ٿيل آهي. جيڪي ڪلهوڙن جا جرنيل هئا ۽ جن کي پنهنجو لشڪر هو. پرمي خان پاڳت، مغلن جي زور آورائي ۽ معاهدي جي پيچڪڙي ڪري انهن سان مزاحمتي ويڙهہ وڙهي ۽ آخر سنڌ جي آن ۽ شان مٿان شهيد ٿي ويو ۽ سندس قبر ڪاڇي ۾ موجود آهي ۽ هزارين زائرين زيارت لاءِ اتي ويندا رهندا آهن ۽ ڪمال جي قبر چانڊين جي پراڻي قبرستان دائو جي مقام ۾ موجود آهي، جتي دائم خان پاڳت ۽ ٻين پاڳتن جون قبرون موجود آهن.

ڪلهوڙن کي قلات جا بروهي هميشہ لالچي نظرن سان ڏسندا هئا، جنهن ڪري کين وقت بہ وقت تنگ ڪندا رهندا هئا. هو ڌاڙيلن ۽ ڦورن وانگر اچي ڦرلٽ ڪندا هئا، جنهن جي عيوض خان آف قلات عبدالله بروهي پنهنجيون بہ نياڻيون ڪلهوڙن شهزادن کي پرڻائي ڏنيون.

سبي جي حاڪم مراد علي ڪليري ميان نور محمد کي لکيو تہ بروهي پنهنجين حرڪتن کان باز نہ ٿا اچن ۽ هو سنڌ کي هڙپ ڪرڻ چاهين ٿا. جنهن ڪري ميان نور محمد ڪلهوڙي لاڙڪاڻي پهچي هڪ لشڪر شاھ بهارو جهنجهڻ جي ڪمان هيٺ اوڏانهن روانو ڪيو، جنهن ۾ چاليهہ هزار جوان چام نندو، مير بهرام، مير چاڪر، شاھ علي، سلطان، نيرو، دادو ۽ ڪمال خان پاڳت جي سربراهي هيٺ هئا.

سنڌي ۽ بروهي لشڪر جي هيءَ جنگ ڳوٺ "جنديھري" وٽ لڳي جنهن ۾ عبدالله بروهي مارجي ويو ۽ بروهي لشڪر شڪست کاڌي. ان کان اڳ ۾ 1734ع ۾ بروهين فريد آباد ۽ ڪاڇي تي حملو ڪيو پر فتحياب نہ ٿي سگهيا هئا. هميشہ سنڌ وارن ۽ قلات وارن جون ويڙهيون رهيون آهن. ان بابت جمن چارڻ پنهنجي بيت ۾ هنن ذاتين جو ذڪر ڪيو آهي:.

"اسير، اعواڻ، انڙ، اوڍاڻا، عمراڻي، اٿوايون، پٽي، پنا، پنڙ، پاڳت، پيڏا، بيگ وغيره.

فريد خان پاڳت جي نالي تي ڪاڇي ۾ فريد آباد ڳوٺ قائم ڪيو ويو، جيڪو ميهڙ تعلقي ۽ ضلعي دادو ۾ موجود آهي. اتي فريد خان هڪ قلعو اڏرايو هو جنهن جا نشان اڃا تائين موجود آهن. جوهر بروهي جي تحقيق موجب فريد خان آخري ڏينهن ساهتي پرڳڻي ڏانهن هليو ويو ۽ آخر تائين اتان جو حاڪم ٿي رهيو. سندس مزار ميان نصير محمد جي قبرستان ڳاڙهي ۾ موجود آهي. (ڪاڇي ۾ فريد خان پاڳت جي قبر آهي جنهن تي ڪلهوڙن مقبرو تيار ڪرايو هو) ميرو خان تعلقي ۾ شهدادڪوٽ لاڙڪاڻي روڊ تي ڳوٺ پرمي پاڳت موجود آهي، جتي هاٽي کهاوڙ سرائي رهن ٿا. اهڙي طرح ڪاڇي ۾ غيبي ديري جي پرسان چانڊين جي رائنڪن ۾ جتي چانڊيہ سردارن جون مزارون آهن اتي ڪيترن پاڳت چڱن مڙسن جون قبرون بہ موجود آهن. جن مان ڪن جو ذڪر

ڊاڪٽر عبدالحميد ٽوڙهي پنهنجي ڪتاب ۾ ڪيو آهي ۽ چانڊين ۽ پاڳتن جي ساڻ جو احوال به ڏنو آهي.

پاڳ ناڙي جي طرف رهندڙ پاڳت، ابڙا وغيره ٿي ويا آهن. اڄ به هي راجستان، ڪاٺياواڙ، جهونا ڳڙهه، مهاراشٽر کان علاوه پاڪستان جي پنجاب، بلوچستان کان علاوه، سنڌ ۾ لاڙڪاڻي، شڪارپور، جيڪب آباد، خيرپور، نوشهري، سانگهڙ ۽ ڪراچي کان سواءِ ٻين هنڌن تي رهن ٿا. ماضيءَ ۾ هو جاگيردار ۽ ڪيٽين جا مالڪ هئا. رچرڊ برٽن ڪين ڪلهوڙن جي دور ۾ حڪمران طبقو ڄاڻائي ٿو.

پاڳت ذات وارا سنڌ کان علاوه موجوده پنجاب صوبي جي ڪن ضلعن جي ڳوٺن ۽ شهرن ۾ رهن ٿا. جيڪي اتر سنڌ مان اوڏانهن ويا. ان جو تاريخي پس منظر ”تاريخ ڪلهوڙا“ ۾ مرحوم غلام رسول مهر مرات جي حوالي سان هيئن لکيو آهي:

> ”ميان نصير محمد بن محمد الياس پنهنجي زماني جو مشهور عابد هو. عام ماڻهو گهڻي انداز ۾ سندس مريد ٿيا. هن دور انديشي کان ڪم وٺندي ملتان يا لاهور طرف هجرت اختيار ڪئي. گهڻي وقت گذرڻ بعد واپس موٽيو ۽ چينهه چنه، چانڊوڪ پرڳڻو) قوم جي علائقن ۾ پهتو.“

پاڳت، ميان نصير محمد جا ساٿي، مريد ۽ فقير هئا، جن ۾ ناليوارا فقير فريد خان پاڳت، سندس پٽ ۽ ٻيا پاڳت، سدو خان پاڳت، لڏو خان پاڳت ۽ ٻيا ساڻس هر وقت گڏ رهندا هئا. ان ڪري هو ان سان گڏجي ملتان ۽ لاهور تائين ويا، جنهن وقت ۾ ميان نصير محمد سنڌ ۾ آزادي هلچل شروع ڪرڻ لاءِ واپس وريو ته چند پاڳت خاندان ملتان ۽ لاهور ۾ رهي پيا ۽ اتان جا ٿي ويا. جيڪي اڄ ڪلهه پنجاب صوبي جي هيٺين شهرن ۽ مختلف شهرن ۽ ڳوٺن ۾ رهن ٿا.

1. ضلعي بهاولپور (مختلف شهرن ۽ ڳوٺن)
2. وهاڙي (شهر)
3. ملتان (شهر) ۽ آس پاس
4. لاهور (شهر ۽ جڙانوالہ)
5. ضلعي سرگوڌا (ملڪ وال، شاهپور)
6. فيصل آباد (شهر ۽ چوڪ پاڳت)
7. ضلعي حافظ آباد (مختلف ڳوٺ)
8. ضلعي گجرانوالا (مختلف ڳوٺ)
9. ضلعي منڊي بهاو الدين (تعلقہ ڦاليہ، ڳوٺ بشير پاڳت، ڳوٺ مڏري ، مختلف هنڌ ۽ ڳوٺ).
10. ايبٽ آباد
11. مظفر آباد ڪشمير

## ياڳت (ياڳرت) جو سلسلہ نسب تحفتہ الڪرام موجب



## پاڳت جو سلسلو نسب



## هڪ ٻئي شجري نسب جي مطابق




حقيقت ۾ هي برهمڻ پنهنجي طرفان هڪ شجرو ٺاهيو هو جنهن ۾ برهمڻ ڪي برهما جي اولاد ڏيکاريو ويو ۽ سندن سلسلہ نسب مان چار ذاتيون ۽ ڪجھ علائقا نڪرن ٿا. يا ائين ڪٺي چئجي تہ انهن علائقن جا رهواسي سندن جي اولاد آهن يا اهي علائقا سندن جي اولاد جا آهن.

## پنجاب جي ڀاڳت ذات وارن جو شجرو




جان بخش
ميان حافظ نور محمد
ابو حامد
ميان غلام احمد
ميان فيض بخش
ميان امام بخش
ميان فتح محمد
دل احمد
جان بخش
ميان حافظ نور محمد
ابو حامد
حافظ علي محمد
حافظ علي گوهر
شر محمد
فيض احمد
مير احمد
بوٽا
مولوي سلطان احمد
غلام رسول
محمد دين
ميان غلام احمد
ميان فيض بخش
ميان امام بخش
ميان محمداڪبر
ميان محمد جلال
ميان احمد جلال
ميان غلام محمود
فتح شير
دوست محمد
سلطان علي
شير محمد
غلام حسين
نذر محمد
حسن علي
خضر حيات
صفدر ميان
محمد اسلم
محمد ڪرم
محمد افضل
عمر حيات
محمد انور
محمد احسن
محمد اڪرم
فتح علي
فضل علي
يعقوب علي
چالڪ علي
محمد علي
گلزار حسين
محمد نواز
زبير حسين
مظهر علي

## ميان فيض بخش ياڳت جي اولاد




3
2
1
غلام محمد
محمد فاصل
نور الاهي
محمد حسن
مظهر حسين
ظهور احمد
سڪندر حيات
حامد حسين
ساجد حسين
عابد حسين
زاهد حسين
نور حيات
محمد حشام
نويد احمد
محمود احمد
منوصر احمد
وقار احمد
تيمور احمد

## شجرو سرائي خدا بخش خان ياڳت جو خاندان_ڳوٺ علاؤ الدين ياڳت



## ڦوٽو خان ياڳت جي آکهہ۔ ڳوٺ سڳيون



## شجرو محمد ڀاڳت جي آکهہ ڳوٺ همائو تعلقو ڪنڊيارو

- محمد
  - محمد بچل
    - محمد حسين
      - محمد آچر
        - اختيار علي
          - نياٽي
        - مختيار علي
          - نامعلوم
          - هڪ نياٽي
        - شاهنواز
          - نامعلوم
          - نامعلوم
        - هڪ نياٽي
      - غلام قادر
        - غلام نبي
          - نامعلوم
          - هڪ نياٽي
        - محمد حسن
          - نامعلوم
        - گل حسن
          - لاولد
      - غلام رسول
        - علي ڏنو
        - علي احمد
        - غلام شبير
        - وسيم علي
        - محمد سليم
        - علي احمد
        - 3 نياٽيون
      - غلام مصطفيٰ
        - بشير
        - الطاف احمد
        - نعمت الله
        - عبدالرزاق
        - عمران
        - هڪ نياٽي
      - مبارڪ علي
        - اسد علي
        - نديم علي
        - 2 نياٽيون
      - غلام مرتضيٰ
        - محمد اويس
        - محمد انيس
        - 5 نياٽيون
      - نياٽيون
    - غلام حسين
      - محمد يوسف
        - شفقت علي
        - بشارت علي (فوت ٿي ويو)
        - عرفان علي
        - 3 نياٽيون
      - محمد ايوب
        - غلام حسين
        - ڪاشف علي
        - 3 نياٽيون
      - 1 نياٽي
    - محمد عثمان
      - حبدار علي
        - وحيد علي
        - نويد علي
        - 4 نياٽيون
      - رستم علي
        - علي
        - نامعلوم
        - 2 نياٽيون
      - 4 نياٽيون
    - محمد سليمان
    - سلطان
    - محمد يوسف
    - 4 نياٽيون
  - محمد صالح



## سلسلو محمد ياڳت جي آکھ جاري



## آڍو خان پاڳت جي آکهه- ڳوٺ اسماعيل پاڳت تعلقہ ڪنڊيارو



## آڊو خان ياڳت جي آڪهه_ سلسلو جاري



# ڪولهي

مهين وارن جي نسل مان آهن. هنن کي ڪولهي ڪولي ۽ ڪول به سڏيندا آهن. جيڪي آرين جي جنگين ڪري، جبلن ۽ ٻيلن ۾ وڃي پناهه ورتي هئي. ڪول مان ڪولهي سڏجن ٿا. ڪول لفظ جي معنيٰ آهي ”ڪهاڙي يا ڪهاڙو“ مهين جي ڏڙي مان ڪهاڙا مليا آهن.

شاهه گجر ۾ مولوي عبدالمالڪ لکي ٿو ته ڪولي گجرن مان آهن. اسان جي تحقيق موجب، گجر، سمون آهي. هوءَ لکي ٿو جت ۽ گجر ۽ سمه هڪ نسل جا آهن. هو لکي ٿو ته هنن جو ذڪر آئين اڪبري ۾ آهي ۽ گجرات (راجستان هندستان) جي ڪيترن صوبن ۾ آباد آهن. هنن جو ذڪر مراة محمدي ۾ ڪيترن هنڌن تي آيو آهي. هي پنهنجو شجرو راجا بڪرما جت سان ملائيندا آهن. مون راجا بڪرما جت جو تفصيلي شجرو ڏنو آهي. چون ٿا ته هي راجا ڪوهل جي اولاد مان آهن. ان ڪري تنهنجي نالي پٺيان ڪوهلي يا ڪولهي ۽ ڪول ۽ ڪولي سڏجن ٿا. هن خاندان جو هڪ شخص نالي امٽيا اوجين کان پنجاب آيو ۽ اتي مسلمان ٿيو. جيڪي درياهه راوي جي ڪناري تي رهن ٿا. باقي ڪولهي هندو رهيا جن مان ڪيترا برهمڻ بڻجي ويا ۽ ڪيترا راجستان ۾ رهڻ ڪري مير سڏجن ٿا.

تمدن هند جو مصنف لکي ٿو ته هي هندستان ۾ چوٽي ناگپور ۾ رهن ٿا. جيئي قديم ترين قومون رهن ٿيون اڃا به اتان جي جبلن ۾ رهندڙ وحشي ۽ غير مهذب آهن باقي جيڪي هيٺين علائقن ۾ رهن ٿا اهي هندو مذهب جا ٿي ويا آهن.

گستاؤلي بان لکيو آهي ڪولهي، ڀيل، مهين جي دور واري قوم سان تعلق رکن ٿا. جن کي اولهه جا عالم دراوڙ نالي سان سڏن ٿا. جن کي مان مهين جا ماڻهون چوندو آهيان. هن جي مطابق هندن جي ڪتابن ۾ سيني قديم باشندن کي ڪولهي (ڪول) سڏيو ويو آهي، جنهن جو عام نالو ساوارا ڪا ڏنو ويو آهي، جنهن جي لفظي معنيٰ آهي ’ڪهاڙي‘ جنهن مان به ثابت ٿئي ٿو ته هي مهين لوڪ آهن. انهيءَ ڪري اڄ ذري گهٽ ان حالت ۾ رهن ٿا.

ڪولهي مان هڪ قبيلو يا ذات پومي يا پوميا سڏجنده آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، زمين يا زميني. جنهن مان اها واضع ٿئي ٿو ته هي مهين لوڪن مان آهن ۽ پنهنجو تعلق اڄ تائين رکيون پيا اچن. هنن جي قديم سنڌي هجڻ جو اها ثبوت ته هي نهايت مهمان نواز آهن ۽ وقت ضرورت پوڻ تي ان لاءِ جان ڏيڻ کان به گريز ڪونه ڪندا آهن. تمدن هندن مصنف لکي ٿو ته هي امر ڪنٽڪ جي وڏن جبلن ۾ رهن ”هندو انهن کي باندر سمجهندا آهن. ڪيتريون برايون انهن ڏانهن منسوب ٿيل آهن ۽ ائين معلوم ٿئي ٿو ته هن خطي جا اصل باشندا نهايت ذليل حالت ۾ آهن.“

هو وڏيڪ ذڪر ڪندي لکي ٿو برهمڻ انهن کي شودرن جو درجو ڏنو ۽ ناگپور جا ڪولهي، شودرن ۾ به تمام گهٽ درجي وارا آهن. هندو مذهب اختيار ڪرڻ ڪري هي ڀڳوان جي راضي ڪرڻ ۽ پنهنجن مجبورن مان ڇوٽ ڪارو حاصل ڪرڻ لاءِ انسان جي قرباني ڏيندا هئا. جيڪي برٽش دؤر ۾ انگريز سرڪار جي ڪوشش سان ختم ڪئي وئي. هي ايترا وحشي ۽ ظالم هئا. ٻين قبيلن جي ٻارن کي اغوا ڪري اچي قيد ڪندا هئا ۽ قدرتي آفتن کان بچڻ لاءِ هنن کي قربان ڪندا هئا ۽ هنن تي ائين حمل آور ٿيندا هئا جو جيئن بگهڙ شڪار جي مٿان ٽٽي پون. هر هڪ جي ڪوشش هوند هئي ته ان قرباني واري ڪابه ٻوٽي يا حصو هٿ اچي ۽ پاڻ و محفوظ رکن جيئن قدرتي آفتن کان بچي سگهن. هنن ک ”ميريا“ چوندا هئا.

قديم دؤر ۾ هنن وٽ قديم رواج هو ته هڪ عورت

ڪيترن مردن سان شادي ڪري سگهندي هئي ۽ جيڪڏهن ڪو به مرد ڪنهن عورت سان شدي ڪرڻ چاهيندو هو تہ ان کي رقم جي عيوض خريد ڪندو هو يا ان جي والدين وٽ گهڻي عرصي لاءِ نوڪر ٿي رهندو هو. عورت کي اهو حق حاصل هو تہ هو پنهنجي مڙس کان علحدگي اختيار ڪري ڪنهن ٻي سان شادي ڪري يا ان سان ڪڏهن ڪنهن ٻئي کي بہ پنهنجو مڙس ڪري، پر هاڻي سنڌ ۾ رهندڙ ڪولهي قبيلي ۾ اهو رواج گهٽجي ويو آهي ۽ ڪيترن ڪولهين تہ ختم ڪري ڇڏيو آهي. هنن ۾ بہ هڪ رواج آهي، جنهن ڪانوڙو سڏن ٿا جنهن ۾ شادي شده عورت سال جي مقرر وقت ۾ والدين وٽ اچي رهندي آهي، جتي ڪوبہ ڪم ڪار نہ ڪندي آهي ۽ ڪيس ڪنوار وانگر هار سينگار ڪري ويهاريو ويندو آهي ۽ نن ڊينهن کان پوءِ سوکڙيون پاکڙيون ڏيئي ساهرن ۾ ڇڏيو ويندو آهي.

چون ٿا تہ ٿر جي سيني هندو مذهب وارن ۾ اهو رواج آهي.

مرزا قليچ بيگ لکيو آهي تہ هي ڪڇ ۽ گجرات کان سنڌ ۾ بہ آيا. سنڌ گزيٽئر جي مطابق ڪولهي عظيم ۽ آڳاٽو نسل آهي. هو سنڌ جي مهاڻن جي اولاد آهن پر راجپوت بہ ٿي سگهن ٿا. هو گهڻو ڪري گجرات راجستان ۾ رهن ٿا، سنڌ ۾ انهن جو تعداد 1910ع جي آدمشماري مطابق 32,126 هو جن مان حيدر آباد ، ٿر ۽ پارڪر ضلعن ۾ رهن ٿا.

هي گجراتي، ٿارولي ۽ ڪڇي ڳالهائيندا آهن.

مان ذاتي تجربي مان اهو ڏٺو آهي تہ هو ڪنهن بہ مسلمان ۽ ٻاهران آيل ماڻهون سان وفادار تمام گهڻ آهن.

# ٽانوري

ٽانوري سنڌ جي قديم ترين قبيلن مان هڪ بهادر ۽ تاريخي حيثيت رکندڙ قبيلي جت جو هڪ پاڙو آهي. هاڻي ٽانوري ذات وارن مان ڪجهه پاڙي وارن قبيلن کان متاثر ٿي پاڻ کي ٽانوري بلوچ سڏائڻ شروع ڪيو آهي پر انهن مان اڪثريت اڄ به پاڻ کي ٽانوري جت ڪوٺرائڻ تي فخر محسوس ڪندا آهن.

شيخ صادق علي جنهن سنڌ جي ذاتين متعلق ڪتاب لکيو آهي ان پڻ سڄي سنڌ مان مليل معلومات جي آڌار تي کين ٽانوري جت ڪري لکيو آهي ۽ ان جو هڪ پارو ڄاڻايو آهي. منهنجي ذاتي تحقيق موجب به ٽانوري جت جو هڪ پاڙو آهي. بلوچ عالم ۽ انگريز محقق جن بلوچ قبيلن تي تحقيق ڪئي آهي. انهن ڪنهن به بلوچ ذات ۾ ٽانوري پاڙي جو ذڪر نه ڪيو آهي. جيڪب آباد ۽ بلوچستان جي موجوده سرحدي پٽي تي رهندڙ اڪثر ٽانوري ذات وارا جت سڏرائيندا آهن ۽ ڪجهه انهن کي بلوچ سمجهندا آهن جو اهو علائقو خان آف قلات جي تسلط هيٺ هو جيڪو لاڙڪاڻي معاهدي تحت نادر شاهه، ڪلهوڙن کان ڪسي عبدالله بروهي جي خون عيوض ڏنو. جنهن ڪان وٺي ڪن ذاتين کي بلوچ ۾ شمار ڪيو ويو پر اهي حقيقت ۾ نسلي طور سماٽ ۽ جت آهن. جن جي اڄ به پنهنجي علائقي ۾ وڏي اڪثريت آهي.

ٽانوري ذات وارن جي مادري ٻولي سرائڪي آهي. جنهن ڪري ڪن انهن کي سرائي ذاتين ۾ ه شامل ڪيو آهي کين ڪن اڻ ڄاڻائي پنجاب کان آيل لکيو آهي پر هو بنيادي طور سنڌ جي قديم ترين رهواسين جي اولاد آهن جن جو مادر وطن سنڌ هو ۽ آهي.

ٽانوري سنڌ ۾ جيڪب آباد، ڪشمور، لاڙڪاڻو، قمبر شهدادڪوٽ دادو، ڄامشورو ضلعن کان سواءِ ٻين هنڌ تي به رهن ٿا. هو پنهنجو اباڻو پيشو ترڪ ڪري نون ڪمن ۽ ڪاروبارن ۾ لڳي ويا آهن.

# شجرو ٿانوري تعلق ڪنڌڪوٽ



# لاهوري

سنڌ ۾ لاهوري صرف لاڙڪاڻي ۾ آهن. هي لاڙڪاڻي جو مشهور سياسي ۽ نواب خاندان آهي، جن کي لاڙڪاڻي جي تاريخ سنهري اکرن ۾ ياد ڪري ٿي. هي اصل ۾ دهلي جي راجا ڪرن جي اولاد مان آهن جيڪي ڪرل سڏجن ٿا هي ڪرشن ڀڳوان جي نسل مان هجڻ ڪري سورج ونشي آهن. هنن جا وڏا اچ شريف ۾ اچي رهيا، جتي مسلمان ٿيا ۽ اهل شيعيت جو طريقو اختيار ڪيو. هنن مغلن کي وڏي مدد ڏني جنهن ڪري ڪين ڪماليہ پرسان وڏي جاگير ڏني ويئي جيڪا پنجاب جي راجا رنجيت سنگھ هنن کان کسي ورتي. پنجاب ۾ ضلعي ڪماليہ بہ سندن وڏن جي نالي تي قائم ٿيل آهي.

لاهوري جيڪي اصل ڪرل آهن، هنن جو وڏو راءِ پيپو اچ ۾ اچي رهيو هو ۽ حضرت مخدوم جهانيان جي هٿ هيٺ مسلمان ٿي. ڪيپٽن الفسٽن هنن کي بهادر ۽ باغي سڏي ٿو، انهن مان 1857ع جي آزادي واري لڙائي ۾ احمد خان نالي انگريزن جي هٿان مارجي ويو. مسٽر گلاسري هنن کي حقيقي راجپوت قبيلن ۾ شمار ڪري ٿو، ڪي محقق هنن کي سمات ۽ جت ۾ شامل ڪن ٿا، ڪن جي مطابق بهاولپور وارا پاڙ ڪي پٽي قبيلي مان ڇاٽائيندا آهن.

ڪيپٽن الفسٽن جي رپورٽ مطابق احمد خان ڪرل گهٽ ۾ گهٽ پنجن باغي تحريڪن يا ٽولن جو سربراھ هو، جنهن کي ڪيپٽن بليڪ سيپٽمبر 1857ع ۾ ماري ڇڏيو هو. جنهن کان ڪرل ڪٽنب خاص ڪري نواب ۽ جاگيردار طبقي سان تعلق رکندڙ پنهنجن علائقن مان نڪري مختلف علائقن ۾ هنتن ڏانهن هليا ويا. انهن مان هڪ خاندان لاڙڪاڻي ۾ اچي ديرو ڄمايو انهي خاندان مان سرائي ابراهيم ڪرل لاڙڪاڻي ۾ لاهوري خاندان جو بنياد وڌو. هن جي اولاد سرائي پورو خان، سندس پٽ حاجي فتح محمد خان، پوءِ سرائي ٺارو خان، جنهن 1905ع ۾ وفات ڪئي تنهن کان پوءِ هن خاندان جي پڳ سرائي شاھ محمد لاهوري کي ٻڌرائي ويئي جيڪي سرائي در محمد خان لاهوري جو پٽ هو. هي 1917ع کان 1918ع تائين لاڙڪاڻو ميونسپل ڪاميٽي ۽ ڊسٽرڪٽ لوڪل بورڊ جو پهريون چونڊيل نائب صدر هو. ڪيس فرسٽ ڪلاس مئجسٽريٽ جا اختيار مليل هئا ۽ ڪيس خان صاحب جو لقب مليل هو. هي آڪٽوبر 1918ع ۾ وفات ڪري ويو. جنهن کان پوءِ لاهوري خاندان جي پڳ سندس ڇاچي ۽ سهري امير علي خان لاهوري تي آئي، جيڪو لاڙڪاڻي ميونسپل ڪاميٽي جو پهريون چونڊيل صدر هو. سنڌ ۾ پهرين ميونسپل ڪاميٽي 1852ع ۾ ڪراچي ۾ قائم ٿي ۽ ٻي ميونسپل ڪاميٽي 1855ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ قائم ڪئي ويئي. جڏهن انگريز عملدارن پنهنجو عهدو عوام جي چونڊيل نمائندن لاءِ خالي ڪيو تہ نواب امير علي لاهوري پهريون چونڊيل ميونسپل جو صدر هو. ڪيس پهريان 1935ع ۾ او. بي Birtish Order of Empire 1944ع ۾ خان بهادر ۽ ٻي مهاڀاري واري جنگ ۾ انگريزن جي مدد ڪرڻ ڪري ڪيس نواب جو لقب ڏنو. جنهن کان پوءِ لاڙڪاڻي جي لاهوري فيملي مشهور ٿي. هي قبيلو پنجاب کان اچڻ ڪري لاهوري سڏيا. نواب امير علي خان لاهوري شهيد ذوالفقار علي ڀٽي تي نالو رکيو ويو.

هاڻي سندس پوين مان لاڙڪاڻي ۾ احمد حسين لاهوري، قلب حسين لاهوري ۽ مصطفىٰ حسين لاهوري آهن. جن مان مصطفىٰ حسين 25 فيبروري 2018ع تي وفات ڪري ويو. ڪيس هڪ ڌيءُ آهي جيڪا اڳوڻي وزيراعظم محمد خان جوڻيجو جي گهرواري آهي.

# گورچاڻي

گورچاڻي کي گورشاڻيءَ به سڏيندا آهن. هنن کي بلوچ ثابت ڪرڻ لاءِ دودائي بلوچ جو پاڙو چوندا آهن. جيڪي اصل ۾ سومرا ذات جا آهن پر بلوچ عورت سان شادي ٿيڻ ڪري بلوچن ۾ گڏجي ويا آهن. لونگ ورٿ ڊيمن بلوچ روايت نقل ڪندي لکيو آهي ته دودي نالي هڪ سومري کي پنهنجي برادري وارن ڪيڏي ڇڏيو. جيڪو ٺٽي کان جان بچائي ٻاهر ڀڄي نڪتو. هن پنهنجي گهوڙي کي درياءَ سنڌ پار ڪرايو. صبح سان سيءَ ۽ ٿڌ جي ڪري هن جو سڄو جسم آڪڙجي ويو، هو هڪ رند جي جهوپڙي وٽ پهتو جنهن جو نالو صالح هو. هن ان کي پاڻ وٽ پناهه ڏني ۽ رهايو.

قديم بلوچي شاعري ۾ جسٽس خدابخش مري هڪ نظم ڏنو آهي جنهن جو عنوان ڪيئن دودو سومرو، دودائي بلوچ ٿي ويو. ان نظم ۾ آهي ته هي ماڻهو جيڪو پهريان هڪ جت، هڪ جگدال هو، جنهن جي پهريان ڪا به حيثيت ڪو نه هئي. هڪ عورت جي طفيلي بلوچ ٿي ويو. هو پهريان جبل جي ڪڇ ۾ هرند ۾ رهندو هو پر قسمت هن کي سيني جو سردار بڻائي ڇڏيو.“

بلوچي نظم مطابق هن صالح جي ڌيءَ ”مدو“ نالي واري سان شادي ڪئي ۽ هن جي اولاد دودائي بلوچ سڏجڻ لڳي جيترو ٽيڪ هو نسب طور سومرو راجپوت هو. هن جي هڪ پٽ ڏالو گورش هو. جنهن جي اولاد گورچاڻي سڏجي ٿي. گورش کي چار پٽ هئا. (1) شهڪ خان (2) خليل خان (3) هوتي (4) عالي.

شاهان گجر ۾ عبدالمالڪ لکي ٿو ته اصل ۾ هي گجر آهن خود بلوچ روايتن ۾ اهو مشهور آهي ته هنن جو تعلق ڪنهن ٻي قوم سان آهي ۽ هي اصل ۾ بلوچ نه آهن. عبدالمالڪ جي مطابق گجر قبيلي جو هڪ وڏو ۽ اعليٰ خاندان رند بلوچن ڏانهن ويو جنهن کي پنهنجو پناهه ڏني هيو ۽ ڪيس گورچاڻي سڏيو ويو.

اي ڊي ميڪليگن ايچ اي روز جي مطابق بلوچن ۾ به گورچاڻي آهن پر درڪاني ۽ شيڪاني حيدرآباد جي راجا ڀيم سين جي پوٽي گوروشن جي اولاد آهن. جنهن کي ڪنهن بلوچ پاليو هو ۽ پنهنجي ئي قبيلي مان شادي ڪرائي ۽ جڏهن اهي همايون سان گڏجي دهلي هليا ويا ۽ واپسي تي ٻين بلوچن سان گڏجي پناڻن جي علائقي تي قابض ٿي ويا. جنهن وقت جي ڳالهه آهي انوقت حدر آباد جو بڻ بنياد به ڪونه هو جتي راجا ڀيم سين حڪومت ڪندو هجي. ڳالهه مان ڳالهيڙو ٺاهڻ لاءِ غلط بياني ۽ هٿرادو قصا گهڙي ڪنهن سنڌي کي بلوچ ۾ شامل ڪرڻ لاءِ قصو گهڙيو وڃي. لونگ ورٿ ڊيمز هنن مختلف قبيلن جي ماڻهن جو گڏيل قبيلو ٿو سڏي. هن کي بلوچ قبيلي ۾ شامل ڪرڻ لاءِ ديو مالائي ڪردار مير جلال جي پوٽي گوريش جي اولاد بيان ڪيو ويو آهي.

حقيقت اها آهي جيئن هيوز لکيو آهي ته گورچاڻي سنڌي هندو قبيلو آهي، مسلمان ٿيڻ کان پوءِ مڪران ڏانهن هليا ويا ۽ جڏهن ڪن بلوچ قبيلن پنجاب طرف لڏ پلاڻ جا ڪئي ته هو انهن سان گڏجي ويا ۽ احمد شاهه ابدالي هندستان تي حملو ڪيو ته ان جو ساٿ ڏنو جنهن ڪري ڪين نوازيو ويو ۽ زمينون تحفي ۾ ڏنيون ويون.

حقيقت هي آهي گورچاڻي يا گورشاڻي سنڌي نسل جا ماڻهون آهن. سندن ذات جو نالو يا بنياد ان جو ثبوت آهي. گور، تربت، مزار ۽ قبر کي چوندا آهن پر ساڳي وقت گورجي معنيٰ ميت، جنازو ۽ لاش به آهي. بقول عبداللطيف ڀٽائي:

> گور منهنجا سويرا ڪج پهنوارن پاس
> پوءِ مياءَ جياس جي مڙهه وڃي ملير ڏ...
> گور + چاڻي جو مطلب ۽ سفهوم ...سو به ٿي سگهي ٿو

ميتن وارا، قبرن وارا، انهن جي نه نگهباني ڪرڻ وارا ممڪن آهي. دودي واري لڙائي ۾ سومرا، ابڙا ۽ ٻيا سنڌي راج علاؤ الدين جي لشڪر هٿان بي دردي سان قتل ٿيا هجن ۽ ڪو به وارث موجود نه هجي ان وقت سومرن جي هڪ گروهه يا فردن جي ٽولي انهن لاشن جي حفاظت ڪئي هجي ۽ ڪين عزت ۽ احترام سان دفنايو هجي جنهن ڪري عام طور انهن کي گورچاڻي سڏيو ويو يعني لاشن وارا. لاشن ۽ ميتن جي حفاظت ڪرڻ وارا جن بنا ڪنهن خوف ۽ خطري جي انهن جي مالڪي ڪئي هي نج سنڌي نسل جا ماڻهو آهن.

بلوچ ۽ محقق اهو تسليم ڪن ٿا ته دودائي ۽ گورچاڻي بلوچ نه آهن. دودائي جو هڪ پاڙو ميراڻي آهي جن به سئو سالن تائين ڊيره غازي خان ۾ نوابي ڪئي. اهي به اصل سنڌي سومرا نسل جا آهن.

گورچاڻي بنيادي طور ٻارنهن پاڙن ۾ ورهايل آهن جن جون ايڪتاليهه نکون آهن.

## پاڙا

(1) شيهڪاڻي
(2) هوتواڻي
(3) ارڪاڻي
(4) خليلاڻي
(5) درڪاڻي
(6) بازيگر (بازگر)
(7) جستڪاڻي
(8) پتياڻي
(9) جوڳياڻي
(10) چنگ
(11) خلواڻي
(12) سهراڻي

# لنجواڻي

لنجواڻي اڪثر پاڻ کي بلوچ سڏيندا آهن ۽ رند ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ۽ چوندا آهن ته هو پنهنجي وڏي لنجو يا لنجا خان جي اولاد آهن ۽ جڏهن سبي ۽ ڏاڍر ۾ مير چاڪر جي حڪمراني هئي ته اتي رهندا هئا.

تاريخي طور اسان وٽ ڪا به ثابتي ڪونهي ته سبي ۽ ڏاڍر تي ڪڏهن چاڪر خان يا مير چاڪر حڪمراني ڪئي هجي اها به چام نظام الدين جي وقت ۾، اهو اهڙو ڪوڙ آهي، جنهن کي ڪير به اڄ تائين ثابت نه ڪري سگهيو آهي.

حقيقت ۾ لنجواڻي ذات جو شمار جت قبيلي ۾ ٿئي ٿو، جٽ ليند جي مطابق هي جت قوم جي هڪ فرد لنجو خان جي اولاد آهن، جنهن کي پنج پٽ هئا، (1) رئيس (2) ڪالو (3) يار محمد (4) يوسف (5) ڪرم علي. هن ذات وارن جي اڪثريت سري واري علائقي ۾ رهي ٿي ۽ ڪجھ ڪڇي ڏاڍر طرف آهن.

هنن جو هڪ پاڙو مير جت سڏرائيندو آهي باقي.

(1) نور نگاڻي (2) پانڌي (3) بنوا
(4) سپا نول

# ڪانگ

ڪانگ جو پيو نالو ڪانڱ آهي، جنهن ري اڪثر ڪانگ ذات وارن ان کي برو سمجهي پنهنجي ذات بدلائي ڇڏي آهي، هي قديم قبيلن مان هڪ پاڙو آهي، جنهن جو ذڪر سنسڪرت جي ادب ۾ "ڪنڪا" جي نالي سان آيو آهي، ان ڪانسواءِ "وشنو پراڻ" ۽ "برهماندا پراڻ" ۾ به انهن جو ذڪر آهي، جن جو راجستان ۽ پوڄ جي علائقن ۾ حڪمرانيون هيون.

شاهنامي ۾ فردوسي هنن جو ذڪر ڪيو آهي ته ڪانگن جي قلعن کي ڪانگ ويز چيو ويندو هو جن جا چيني سرحدن لڳ قلعه هئا، هڪ اهو به اندازو آهي ته هي چيني حڪمران به ٿي رهيا آهن جو اتي "ڪانگ نو" نالي سان هئا، ان ڪانسواءِ "ابن يشت" ۾ به هنن جو ذڪر آهي.

هاڻي ڪانگ پنهنجي اصيت ۽ حيثيت وائي ويٺا آهن ڪٿي جت جي پاڙي ۾ شمار ٿين ٿا ته ڪٿي سمه به سڏجن ٿا، اڪثر پاڻ کي سمه چورائيندا آهن. وارهه تعلقي ۾ ڪانگ نالي ڳوٺ موجود هو پواتي رهندڙ ڪلهوڙا وغيره سڏرائن ٿا.

# گور - گوڙ

هي قديم سنڌي ذاتين ۾ شمار آهي جيڪي ڪن سببن جي ڪري ٻين ذاتين ۾ شامل ٿي ويا آهن ۽ هاڻي ڪي نالي ماتر بچا آهن، جن جي به صحيح معلومات ڪونه ٿي ملي.

مها ڀارت ۾ هن کي گهورڪ، سڏيو ويو آهي، اهڙي طرح سان ورا هميسهير جي ڪتاب برهت سمهتا ۾ گور قبيلي جو ذڪر آهي، ممڪن آهي ته ڏالو ضلع ۾ گورڪ جبل انهن جي نالي سان منسوب هجي جنهن جو امڪان وڌيڪ آهي، گور يا گهورڪ وقت جي گذرڻ سان گورڪ ٿي ويو هجي.

اوڏي ڀلور جي ويجهو ڇهين صدي جي هڪ ديوي جي مندر مان لکت ملي آهي، جيڪا راجا وردن پنهنجن وڏن جي ياد ۾ لکرائي هئي، هن لکت مان معلوم ٿئي ٿو ته راجا وردن ۽ ان جي خاندان جو تعلق گور قبيلي سان هو ۽ انهيءَ نسبت سان ڪيرٿر جبل جي هڪ حصي کي گورڪ سڏيو ويو هجي.

# گبول

گبول سنڌ جو اهو قبيلو آهي، جيڪو گهوٽڪي کان وٺي ڪراچي تائين مختلف هنڌن، ڳوٺن، شهرن ۾ رهي ٿو. تاريخ گبول ۾ شبير حسن گبول محمد عرفان خان مصنف گبول قبيلا جي حوالي سان لکيو آهي ته گبول آرامي لفظ آهي، آرامي ۽ عبراني ٻولين ۾ لفظ گبول جي معنيٰ طاقتور ۽ جنگجو آهي، هو وڌيڪ لکي ٿو ته گبول قبيلي جي سڃاڻپ لاءِ لفظ گمبلو ”گمبول“ جبول، گيبول، گبهل، گبهول، گئول ۽ ٻيا نالا به ڪتب ايندا رهندا آهن.

تاريخ تبول جو ليکڪ پنهنجي انفراديت ثابت ڪرڻ لاءِ لکي ٿو قبول ڪنهن به ٻئي قبيلي مان نه نڪتو پر پاڻ هڪ الڳ قبيلو آهي. هو وڌيڪ ٻي هنڌ لکي ٿو، گبول قبيلي کي عرب قبيلو لکيو ويو آهي پر حقيقت اها آهي ته گبول ڪرد بلوچ قبيلو آهي.

ليکڪ ڪوشش ڪئي آهي ته هو هتان جي بلوچ قبيلن مان هجڻ بجاءِ ڪرد قبيلي مان ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. اَلا انهيءَ سلسلي ۾ ڪجهه ڪتابن ۽ خاص بلوچ قبيلن تي ٿيل ڪتابن جي روشني ۾ ان تي هڪ نظر وجهندس.

انگريز سرڪار شيخ صادق علي شير علي انصاري ڊپٽي ڪليڪٽر کان سنڌ، بلوچستان ۽ افغانستان ۾ رهندڙ مسلمان ذاتين متعلق رپورٽ تيار ڪرائي جيڪا 1901ع ۾ ڇپجي پڌري ٿي، تنهن ۾ هن گبول کي الڳ قبيلو ڪونه ڄاڻايو آهي پر ان کي ڪرمتي قبيلي جو پاڙو لکيو آهي ۽ خود ڪرمتي قبيلي تي الڪندڙ ليکڪن، گبول کي ڪرمتي قبيلي جو اهم پاڙو ڏيکاريو آهي ۽ گبول جون نکون لکيو آهي. يعني گبول ڪرمتي قبيلي مان آهن.

مرزا قليچ بيگ قديم سنڌ ان جا مشهور شهر ۽ ماڻهو ۾ ٻڙدي يا بليدي جي سلسلي ۾ لکيو آهي.

هي زيندي خان ولد مير علي خان ولد هرين جي اولاد آهن ۽ هرين سيني بلوچن جو ڏاڏو هو، زبندي خان کي ٻه پٽ هئا، هڪ سندر ۽ ٻيو حاجي. پهرين جي اولاد سندراڻي، بجاراڻي، گبول، گولا، جاگيراڻي وغيره. مرزا قليچ بيگ جي مطابق گبول ٻڙدي يا بليدي قبيلي جا آهن.

شيخ صادق علي پنهنجي ساڳي ڪتاب ۾ ڊومڪي قبيلي ۾ گبول جي بجاءِ گبولي کي ان جو پاڙو ڄاڻايو آهي ۽ جڏهن هن مرزا قليچ بيگ جي لکيل ڪلت مطابق گبول Gabole لکيو آهي، جڏهن ته ڪرمتي جي پاڙي ۾ Gabol لکيو آهي. ان مان واضح ٿئي ٿو ته گبول ۽ گبولي ۽ الڳ الڳ پاڙا آهن، جن جو هڪ جهڙو نالو ٿيڻ رڳو اتفاق آهي پر گبول تاريخ نويس انهن کي الڳ يا جدا تسليم نه ٿا ڪن.

گورچاڻي يا گورشاني جنهن کي زوري بلوچ قبيلن ۾ شامل ڪيو ويو آهي، جيڪو اصل ۾ سومرو قبيلي جو حصو آهي، ان ۾ به گبول هڪ پاڙي جي صورت ۾ آهي، جيڪو لشاري شاخ جو حصو آهي.

ڊاڪٽر نبي بخش لغاري بلوچ جنهن پنهنجي زندگيءَ ۾ سيني سنڌي قبيلن کي نظر انداز ڪري بلوچ ڊامينسي تي ڪم ڪيو، تنهن به سنڌي لغات ۾ لکيو آهي ته گبول لاشاري (حقيقت ۾ لشاري) بلوچن جو هڪ قبيلو آهي.

اَلا جڏهن گبول ذات، پاڙي يا قبيلي تي تحقيق ڪئي ته معلوم ٿيو ته گبول مقامي نسل جا آهن ۽ هو نسلي طور يا نسبي طور بلوچ نه آهن، سن 1907ع انگريز پوليٽيڪل آفيسر مسٽر لانگ ورٿ ڊيمز، ديره جات سبي ۽ ٻين بلوچ علائقن ۾ رهيو، جنهن 1875ع کان 1896ع تائين بلوچن تي 21 سال ڪم ڪيو، تنهن قديم بلوچي شاعري تي مشتمل ڪتاب Popular Poetry of Blouchi لکيو، جنهن ۾ باوچي حسب نسب کان وٺي ديو مالائي تائين ٿيل شاعري کي گڏ ڪيو، جنهن کي مرحوم جسٽس مير خدا بخش بجاراڻي مري بلوچ

ترجمو ڪري شايع ڪرايو. تنهن جي حسب ۽ نسب جي ڪنهن ۾ شعر ۾ گبول جو ذڪر ڪونهي ۽ نه وري ديو مالائي قصي ۾ شامل چوئيتاليهه قبيلن ۾ شامل آهي.

مسٽر لانگ ورٿ ڊيمز جي ٻي تحقيقي ڪتاب "بلوچ قبيلا" تنهن ۾ پڻ گبول کي ڪنهن به بلوچ قبيلين ۽ پاڙي ۾ نه ڄاڻايو ويو آهي. البته ان جي اصليت ظاهر ڪندي هڪ بلوچي شعر جي حوالي سان لکيو آهي ته مير چاڪر پنهنجي ڀيڻ ٻانڙي کي شادي ۾ ڏاج طور ڪجهه غلام ڏنا جن ۾ گبول به هو، جنهن کي بقول ڊيمز هن آزاد ڪري ڇڏيو پر شيخ صادق علي انهيءَ قديم شعر کي پنهنجي ڪتاب ۾ شامل ڪيو آهي ۽ لکيو آهي:

تهالبر بے واقعين مرى

ٽالپور بنا شڪ شبهه جي مري

ايشان غلام رند

اهي غلام آهن

مير چاكرى

مير چاڪر جا

ايشانگ مائى بانڑى

اهي ڏنا ويا مائي ٻانڙي کي

اے بخش نه زڑته مائى بانڑى

اهي تحفه مانڙي قبول نه ڪيا

اے مان حسابان درست نه انته

اهي منهنجي حيثيت موجب صحيح نه آهن

اے کل ﭘﮭﺴﯽ خونی دونته

اهي هڪ ريڍ جي رقم برابر آهن.

(چيو مائي ٻانڙي)

بلوچي شاعر گبول کي ڪنهن به طرح سان بلوچ قبول نه ڪندي سندس مله هڪ ريڍ برابر ڪيو، ڪنهن مان اهو واضح ٿئي ٿو ته گبول مقامي نسل جو قبيلو آهي.

مر. ڪ پيڪولين لکي ٿو ته گهڻي وقت کان پوءِ دشتي، گبول، گوپانگ، ڪرد ۽ مستوئي کي بلوچ طور تسليم ڪيو ويو، ثابت ٿئي ٿو ته گبول بلوچ نسل جا نه آهن. تنهن کي اڻ سڌي طرح تاريخ گبول جو ليکڪ به مڃي ٿو ۽ لکي ٿو "قبول بنيادي طرح ڪرد بلوچن جو هڪ اوائلي قبيلو آهي، جنهن جو اصل وطن وچ اوير آهي."

مطلب ته هو مير جلال خان يا مير چاڪر خان يا ڪنهن به ديو مالائي بلوچ ڪردار واري جو حصو نه آهن ۽ نه وري بلوچ هنن کي بلوچ تسليم ڪرڻ لاءِ تيار آهن تنهن ڪري شبير حسن گبول ڦيرو ڪائي زوري ثابت ڪرڻ لاءِ پاڻ کي ڪرد جو حصو قرار ڏيئي ڇڏيو ۽ ڪردن لاءِ گبول محمد عرفان جي ڪتاب گبول قبيلا جي حوالي سان لکيو آهي ته "جنسياتي تحقيق مطابق موجوده ڪردستان ۽ آرمينيا ۾ رهندڙ ڪرد قبيلا ميد نسل سان واسطو رکن ٿا."

شايد فاضل ليکڪ کي اهو معلوم ڪونهي ته ميد ڪهڙي قوم آهي؟ ڪٿان جي آهي؟ ان جي اصليت ڇا آهي؟ جيڪڏهن شايد هجيس ها ته گبول کي ڪنهن ٻي نسل مان ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ها!

ميد، جن جو ذڪر رگ ويد ۽ ٻين قديمي ڪتابن ۾ آهي، اهي اصل ۾ مهين لوڪن جو مهاڻو قبيلو آهي. جنهن جو ذڪر ميدا، سميدا، اجميد سان گڏايو آهي، عرب دؤر تائين ۽ ان کان پوءِ به مهاڻن کي ميد جي نالي سان سڏيو ويندو هو، جيڪي پنهنجي وقت جي بهادر ۽ جنگجو قوم يا قبيلو هجڻ سان گڏ بهترين جهاز ران ملاح هئا. جن مهين جي زوال کان پوءِ عراق آرمينيا ۽ يورپ وڃي وسايو. ڪردن جي قومي گيت ۾ صاف ۽ واضح طور بيان ٿيل آهي ته اهي ميد نسل جا آهن ۽ ڪردن ۾ سڀ کان وڌو پاڙو ۽ اڪثريت وارو "سنڌي" آهي. اڄ به انهيءَ نالي سان سڏيو وڃي ٿو ڪرد قديم سنڌين جي والاد آهن. جي گبول ڪرد هجڻ قبول ڪن ٿا ته يقينن گبول نسلي طور سنڌي آهن. شايد انڪري بلوچ ٿيڻ جو شوق اٿن جنهن جو ذڪر ۽ تجزيو مر-ڪ پيڪولين ڪري ٿو، هو لکي ٿو ته: "بلوچ قوميت جو بنياد، موجوده بلوچستان ۾ آباد ٿيڻ کان پوءِ پيو، ڇاڪاڻ اهو انهن لاءِ ضروري هو ته گڏيل اقتصادي مفادن ڪري انهن کي زمينن ۽ چراگاهن تي قبضي ڪرڻ خاطر گڏ ٿيڻ ضروري هو، جنهن ڪري بلوچ قبيلا ته گڏ ٿيا پر غير بلوچ ۽ انهن سان اتحاد ۾ شامل ٿي ويا ۽ هڪ نالي سان سڏجڻ لڳا، انهيءَ ڪري بلوچ ڊامينينسي وجود ۾ آهي، جنهن جي اثر کان ان جي ويجهڙائي وارا سنڌي قبيلا به بچي نه سگهيا ۽ بلوچ سڏائڻ شروع ڪيو، جنهن ۾ ڪرمتي يا ڪلمتي به شامل آهن. اهو امڪان وڌيڪ چٽو ۽ صاف آهي ته گبول ڪرمتي قبيلي مان آهي. جيڪي اصل ۾ سومرا نسل جا ماڻهون آهن اي ڊي ميڪلگن هنن کي جت نسل جو ڄاڻائي ٿو.

گبول عبدالحميد اهو تسليم ڪيو آهي ته اسان گبول نه رند مان آهيون نه وري لاشار (لشار) مان ڦٽا آهيون. رند ۽ لاشار ته مير جلال خان جي اولاد آهن. اسين گبول مير جلال جي اولاد مان ٿي نه ٿا سگهون.

## گبول نالي جي معنيٰ ۽ مفهوم

ڪرمتي جا ڪلمتي جو هي پاڙو يا شاخ ڪرمتي يا ڪلمتي مان گبول ڪڏهن ڪان سڏجڻ لڳي يا ڪيئن الڳ سڃاڻپ اختيار ڪئي، تنهن لاءِ ضروري آهي ته پهريان گبول تاريخ نويسن جي راءِ کي مد نظر رکجي محترم شبير حسين گبول لکيو آهي ته هي تمام قديمي نالو آهي، جنهن جو ذڪر آشورين جي دستاويزن ۾ موجود آهي. ساڳي وقت گبول محمد عرفان خان جي حوالي سان لکيو آهي ته گبول قبيلي جو قديم عراق ۾ هڪ آزاد ۽ خودمختيار وطن هوندو هو. جنهن کي ”گبولي“ سڏيو ويندو هو. جيڪا ايلم (ايلام) سان گڏ هڪ ڏيهه وارو علائقو هو. جنهن کي گبولي سڏيو ويندو هو ۽ اتان جا رهاڪو گبول هئا. ان نالي پٺيان اهو علائقو سڃاتو ويندو هو. هو وڏيڪ گبولن لاءِ لکي ٿو ته گبول پنهنجي جنگجوئي ۽ بهادري ۾ مشهور هوندا هئا.

هن ادي گبولن کي عراقي ثابت ڪرڻ لاءِ لکيو آهي اٽڪل 664 ق. م شام جي بادشاهه آشور بني پال گبول قبيلي جي آزاد وطن تي قبضو ڪيو هو. هو وڏيڪ گبول لفظ جي اصليت بابت ڄاڻ ڏيندي گبول محمد عرفان جي حوالي سان لکيو آهي ته گبول آرامي لفظ آهي، آرامي ۽ عبراني ٻولين ۾ لفظ گبول معنيٰ طاقتور ۽ جنگجو آهي.

گبول تاريخ نويسن گبول کي غير سنڌي ثابت ڪرڻ لاءِ ننهن ۽ چوٽي جو زور لڳايو آهي، جنهن لاءِ مختلف قصا گهڙيا آهن ۽ اهڙا بيان ۽ حوالا ڏنا آهن جن جو ڪنهن به تاريخ ۾ ذڪر ڪونهي ۽ نه وري اهڙيون ثابتيون ۽ ثبوت آهن، جن جي بنياد تي هنن کي غير سنڌي سمجهون.

اڄ تاريخ جي شاگرد جي حيثيت سان عراق جي ڪيترن ڪتبن کي پڙهيو آهي، جنهن ۾ ڪنهن به گبول يا گبولي رياست يا علائقي جو ذڪر ٿيل هجي جيڪڏهن فاضل ليکڪ وٽ اهڙو ثبوت يا حوالو يا شاهدي هجي ها ته ضرور ڏيڻ گهرجي ها. پر اهڙو ڪوبه حوالو موجود ڪونه آهي صرف لفظي بيان ۽ مفروضو ناهي، ڪهاڻي گهڙڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جنهن جو ثبوت سندن جي لکڻي ۾ موجود آهي. مثال طور جيئن هن لکيو آهي. ڏيهه کي گبولي سڏيو ويندو هو. وري اتي لکي ٿو ته اتان جا رهاڪو گبول هئا. ان نالي پٺيان اهو علائقو سڃاتو ويندو هو.

فاضل ليکڪ پنهنجي لکڻي ۾ قاسي پيو آهي هڪ ئي وقت لکي ٿو گبولي ڏيهه جي معنيٰ آهي ۽ وري لکي ٿو ان علائقي کي گبول ذات يا قبيلي وارن جي پويان گبولي سڏيو ويندو هو. هو پاڻ ڏنل بيانن ۾ ڪنهن به هڪ ڳالهه تي قائم رهي نه سگهيو آهي ساڳي وقت گبول جي معنيٰ طاقتور ۽ جنگجو لکي آهي.

”هڪ وقت ۾ گبولي معنيٰ ڏيهه-رهڻ وارا قبول. هڪ ٻي وقت ۾ گبول قبيلي جي ڪري انهيءَ علائقي جو نالو گبولي، هڪ ٻي وقت ۾ گبول معنيٰ جنگجو بهادر“

فاضل ليکڪ کي لکندي وقت سمجهه ئي ڪونه آئي ته گبول اصل ۾ ڪنهن ٻولي جو لفظ آهي يا ان جي حقيقي معنيٰ ڇا آهي؟

گبول، لفظ نه آرامي آهي نه عبراني اصل ۾ قديم سنڌي آهي، جنهن کي سڌاريندي سنسڪرت چون ٿا ان جو لفظ آهي، گبول، گَبُرُ جو بدليل شڪل آهي جيڪا هن صورت وقت جي گذرڻ سان اختيار ڪئي آهي، مرحوم ڊاڪٽر عبدالڪريم سنديلو تحقيق سنڌي لغات ۾ لکيو آهي.

گَبُرُ (سنسڪرت – گَرُوَ - گب) معنيٰ مغرور، متڪبر، شاهوڪار، اهڙي طرح سان فيروز اللغات گبر جي معنيٰ ساڳي لکي آهي، يعني مغرور، متڪبر، مالدار ۽ دولت مند. گَبُرُ يا گَبُر مان ڦٽو نڪتو آهي، گبرو جنهن جي معنيٰ فرهنگ آصفيه جي مطابق آهي. نوجوان، نوخيز، طاقتور وغيره ۽ ساڳي لفظ گبرو جنهن جي معنيٰ نور اللغات ۾ به ساڳي آهي ان کي صفت ڄاڻائيندي لکيو آهي. مرد (مڙس ماڻهو، بهادر، دلير) نوجوان (تڪڙو، توانو، طاقتور) نوخيز (نئون، جواني ۾ داخل ٿيندڙ، هٽوڪٽو)

گبرو کي اسان جديد سنڌي ۾ ڳڀرو چوندا آهيون، جيڪو پڻ هڪ صفت آهي، جنهن جي معنيٰ سنڌي لغات موجب، نئين ڏهي، ننڍو نيٽو يعني نوجوان ۽ طاقتور به ڇئجي، ڊاڪٽر مرحوم عبدالڪريم سنديلي به ان کي اپرندڙ، جواني وارو، پنو ڪري لکيو آهي، حاصل مطلب ته گبر، گبرو، ڳڀرو جي معنيٰ ٿيندي نوجوان، بهادر، طاقتور، مڙس ماڻهو، اڻ موٽ. تنهن ڪري گبول جي مفهومي معنيٰ به ٿيندي، نوجوان بهادر، جوان جوانٽو، جوڌو وغيره. انهيءَ

ڪري گبول تاريخ نويسن انهيءَ ڪري گبول جي معنيٰ ۾ لکيو آهي طاقتور ۽ جنگجو. جنهن جي اصليت کان منهن موڙي قديم سنڌي لفظ چوڻ بدران آرامي ۽ عبراني ڄاڻائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جيڪو سراسر غلط ۽ بي بنياد آهي. اڳ هت لغتن جي حوالي سان ثابت ڪيو آهي ته گبول جو بنياد ۽ اصل ماخذ قديم سنڌي لفظ آهي جيڪو مختلف لساني مرحلن مان گذري موجوده صورت "گبول" جي صورت ۾ سامهون آيو آهي.

ڪرمتي يا ڪلمتي، سومرو مان الڳ ڪندي چو سڏيو ويو، تنهن جو سبب به مذهبي آهي جو سومرن ڪرمت مذهب اختيار ڪيو ۽ اهڙي طرح ڪرمتي يا ڪلمتي مان گبول ڪيئن الڳ ٿيو، تنهن جي به پنهنجي الڳ تاريخ آهي جنهن جو پس منظر هيئن آهي.

سنڌ جي منصوره واري علائقي تي هباري عرب خاندان حڪومت ڪندو هو. منهنجي تحقيق موجب 375هجري مطابق 985-986ع ۾ سنڌ جي راجپوت گهراڻي سان تعلق رکندڙ سومرا، منصوره جي حڪومت تي قابض ٿي ويا (وڌيڪ لاءِ ڏسو، منهنجي لکيل سنڌ جي تاريخ جلد ٻيو حصو پهريون، بادشاهت جو زوال) جيڪي اهلبيت جي ڪري اسماعيلي فرقي سان وابسته هئا، جن جي پوءِ لڳڻ ڪي ڪرمت يا قرمطي به لکيو ويو، جنهن جو به هڪ سبب آهي پر جيئن ته اهو هت موضوع کان خارج آهي تنهن ڪري ذڪر ڪرڻ ضروري نه آهي.

سومرن جي انهيءَ شروعاتي دؤر ۾ غزني جي حڪمران سلطان محمود غزنوي سنڌ ۽ هند تي حملا ڪيا هن 6 جنوري 1026ع مطابق 4 محرم 417هجري ۾ جمع ڏينهن سومنات تي حملو ڪيو ۽ اتان جي ڌن ۽ دولت ڪي لٽي واپس ٿي رهيو هو تنهن ڪي خبر پئي ته اجمير جو راجا ويسر ديو ۽ گجرات جي راجا ناگراج جو پٽ ڀيم ديو سندس جو مقابلو ڪرڻ لاءِ رستو روڪي بيٺا آهن، جيئن ته سندس لشڪر ڊورانهين سفر ڪرڻ ڪري ٿڪجي پيو هو ۽ ڪنهن به وڏي لشڪر سان منهن ڏيڻ جي حالت ۾ نه هو، تنهن ڪري هن محفوظ رستو اختيار ڪرڻ ضروري سمجهيو جيڪو رڻ، ڪڇ ۽ ٿر کان ٿيندو درياءَ سنڌ وسيلي هو. هن انڪري ان رستي سان ملتان وڃڻ جو فيصلو ڪيو، جنهن لاءِ هن هڪ سنڌي سوٿهين کان مدد ورتي، جنهن هن جي لشڪر کي ڄاڻي واڻي ٻڻن، وارين ۽ اٽانگهي رستي سان اٿي ٿر جي ٻڻن ۾ رولايو. جيئن ته واٽ تي پاڻيءَ جي اٽاٽ ۽ غذا جي کوٽ هئي، جنهن ڪري هن جي لشڪر جا ڪافي سپاهي ۽ گهوڙا بي حال ٿي مري ويا. اها صورتحال ڏسي محمود غزنوي سوٿهين کان حقيقت معلوم ڪئي، جنهن ڪيس ٻڌايو ته هن ڄاڻي واڻي غلط رستي سان لشڪر کي وٺي آيو آهي، جيئن تو کان سومنات جي حملي جو پلاند وٺان ۽ ٻيهر سنڌ ڏانهن ميري اک کڻڻ جي، جرئت نه ڪري سگهين، محمود غزنوي سنڌي سوٿهين کي قتل ڪرائي ڇڏيو ۽ پوءِ ٻڄڙ تاري جي مدد سان ٿر جي ميداني علائقي ۾ اڇي موجوده ٽنڊو جان محمد وٽ نڪتو، جتي سنڌي قبيلن رستو روڪيو ۽ سخت مقابلو ڪيو، جنهن ۾ هن جا ڪيترا سپاهي مارجي ويا، جن جون قبرون اڄ به ٽنڊو جان محمد جي آمري واري قبرستان ۾ موجود آهن. جنهن کي پاڻ ڏٺو آهي جيڪو پراڻ ندي جي مٿان آهي پراڻ پراڻي وهڪري جا اهڃاڻ جهلوري کان ونگو پتڻ تائين موجود آهي.

سنڌين جي انهيءَ مزاحمت ۽ روش ڪري محمود غزنوي سخت ناراض هو، بقول سيد سليمان ندوي "محمود جڏهن سنڌ ۾ قدم رکيو ۽ رستي سان هلڻ شروع ٿيو ته انهن سنڌين سندس فوج کي ڏاڍو تنگ ڪيو جنهن ڪري منصوره جي سنڌي اسماعيلي حڪمران خفيف تي ڪاهي ويو. انهيءَ سلسلي ۾ ابن اثير 416هجري جي واقعن ۾ لکي ٿو ته سلطان محمود منصوره تي ڪاهه ڪئي، جنهن جو حاڪم اسلام کان ڦري ويو هو. جڏهن ان کي سلطان محمود جي اچڻ جي خبر پئي ته هو شهر کان ٻاهر هليو ويو جهنگ ۾ وڃي پناهه ورتي هن لڙائي ۾ ڪيترائي ماڻهو مارجي ويا ۽ ڪيترا درياءَ ۾ ٻڏي مري ويا. ابن خلدون لکيو آهي ته "منصوره جو حاڪم مرتد ٿي ويو هو، جنهن ڪري سلطان محمود منصوره تي حملو ڪيو ۽ جڏهن ان کي خبر پئي ته هو جهنگ ۾ لڪي ويو آهي، جنهن کي سلطان محمود جي فوجن گهيري ۾ آڻي ان جي ساٿين کي قتل ڪرڻ شروع ڪيو. ايستائين جو سڀن کي فنا ڪري ڇڏيو پوءِ سلطان اتان ياڻيه ويو"

سلطان محمود غزنوي سان سندس درٻاري شاعر ۽ حڪيم فرخي سيستاني گڏ هو، جنهن هڪ شعر ۾ لکيو آهي "سلطان محمود سومنات کان پوءِ ڪنڊڪوٽ جي قلعي تي حملو ڪيو شايد هي اهو قلعو آهي جيڪو ساڳي ايراضي ۾ ڊڙي جي صورت ۾ موجود آهي جنهن کي مقامي ماڻهون غزني جو ڊڙو سڏن ٿا. ۽ ان کي تباهه ڪري ڇڏيو. تنهن کان پوءِ منصوره پهتو جتان جو امير خفيف نالي وارو هو، جيڪو

هن جو ھڏي منصوره مان پڇي ويو، جيتوڻيڪ هن وٽ جنگي هاٿي، لشڪر، مال، سڀ ڪجھ موجود هو."

انهيءَ بابت روميلا ٿاپڙ لکي ٿو "سومنات جي مهم کان واپسي براستہ سنڌ ٿي، جتان هو هڪ مسلمان اسماعيلي حڪمران سان مقابلو ٿيو، جنهن منصوره ۾ اسماعيلي اقتدار جو مرڪز قائم ڪيو هو، هن حملي جي ڪري علائقي ۾ گهڻي تباهي ٿي."

هن تاريخي حوالن مان واضح ٿئي ٿو تہ جڏهن محمود غزنوي سومنات مان ڦر لٽ ڪري واپس ٿيو تہ ان وٽ، قرمطي يا ڪرمتي اسماعيلي حڪمران خفيف سومرو هو، جڏهن محمود سنڌ جي حدن يعني ٿر جي ميداني علائقي ۾ پهتو تہ سنڌين ان جي سخت مزاحمت ڪئي ۽ وڏي مڙسيءَ سان وڙهيا جنهن ڪري هن ڪنڊڪوٽ جي قلعي تي حملو ڪيو، سنڌين ان سان سخت مقابلو ڪيو، جنهن ڪري هن ملتان ڏانهن اڳتي سلامتي سان وڃڻ کان اڳ ۾ ضروري سمجهيو تہ هو ان جي گادي منصوره تي حملو ڪري، فتح ڪرڻ کان پوءِ سفر جاري رکي، جنهن ڪري هو ان تي ڪاهي ويو، خفيف سومرو پاڻ تہ ڪاڏانهن هليو ويو پر سنڌين ان جو سخت مقابلو ڪيو، جنهن ڪري هن ضروري سمجهيو تہ خفيف کي هٿ ڪرڻ کانسواءِ اڳتي وڃڻ ناممڪن آهي، جنهن ڪري ان جي فوجين ان کي هٿ ڪيو ۽ پنهنجي گهيري ۾ آڻي سخت جنگ کان پوءِ قتل ڪري ڇڏيو.

سنڌين ان کان پوءِ بہ خاموشي اختيار نہ ڪئي ۽ جڏهن سندس لشڪر منصوره کان نڪتو تہ پاڻيءَ ۽ ملتان تائين ان سان ويڙهاند جاري رکي ۽ مٿن زميني ۽ دريائي رستي روڪ ڪري سخت مزاحمت جاري رکي.

محمود جو هن حملي جي نتيجي ۾ جن اسماعيلن خاص ڪري سومرا عرف قرمطي يا ڪرمتي هاٿي ڪلمتي جنگيون جاري رکيون ۽ محمود جي لشڪر کي وڏو نقصان وڌو، انهن جوڌن کي ۽ پوءِ انهن جي اولاد کي گبرو، ڳڀرو، يعني جوان، نوجوان، بهادر، دلير، جوڌو سڏيو ويو، جيڪي وقت گذرڻ سان اسان وٽ گبول قبيلي ۽ ذات جي صورت ۾ موجود آهن.

افسوس آهي تہ اهي اڄ پنهنجي تاريخ، نسل ۽ نسب کي اصليت سان ڳنڍڻ بدران ٻاهران آيل ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. گبول اصل سنڌي نسل ۽ نسب جا آهن.

## پاڙا

## تاريخ گبول جي مطابق

(1) اکواڻي (2) حمزاڻي (3) لالھ لاڻي
(4) جمالاڻي (5) شنيهاڻي (6) بهشياڻي
(7) ڪير ٿري (8) مير واهي (9) رور ناڻي
(10) سينڌڙ (11) گنب (12) ملڪ
(13) گشڪوري (14) احمداڻي (15) بجاراڻي
(16) جاناڻي (17) بازي (18) جڙياڻي
(19) منداڻي (20) چوٽاڻي (21) ڪرقلاڻي
(22) ورياڻي (23) سائينداداڻي (24) الهداداڻي
(25) نوت ڪاڻي (26) ممتاڻي (27) ممداڻي
(28) صيداڏاڻي (29) سوناڻي (30) ڳوڏاڻي
(31) بجرخاڻي (32) ڳهٽاڻي (33) قمناڻي
(34) جاڙئي (35) ٻڍاڻي (36) شيرلاڻي
(37) ٻڙائي (38) ميردوستاڻي (39) چتاڻي
(40) مراداڻي (41) پاروچا (42) ملاڻي
(43) ڪملاڻي (44) لالواڻي (45) سلہ بند
(46) ظاهراڻي (47) ساڪرو (48) سهجاڻي
(49) دراڻي (50) پنجاڻي (51) ڏيباڻي
(52) ٻڍاڻي (53) شيراڻي (54) موراڻي
(55) فضلاڻي (56) هڪڙو (57) چناڻي
(58) هوت (59) هوتاڻي (60) جت
(61) واسواڻي (62) ليشاري (63) لاشاراڻي
(64) سوياڻي (65) ڪلراڻي (66) ڪليري
(67) مسورٽي (68) سوڏلاڻي (69) ماٿڪاڻي
(70) سيفلاڻي (71) نٽاڻي (72) مياندائي
(73) مينگهلاڻي (74) بخشواڻي (75) تونگاڻي
(76) خميساڻي (77) زنگاڻي (78) راضاڻي
(79) ڪاڇيلا (80) بهادراڻي (81) ياراڻي
(82) يار محمداڻي (83) سداجاڻي (84) ٻهراماڻي
(85) اولاڻي (86) وهملاڻي (87) قلاتاڻي
(88) ثاراڻي (89) ميهاڻي (90) محبتاڻي
(91) بڪاري (92) مناواڻي (93) سيواڻي
(94) ثارواڻي (95) لاهلواڻي (96) ملنگاڻي
(97) مبارڪاڻي (98) زاهداڻي (99) بوڪالي

(100) روهلاٽي (101) خاڪاٽي (102) مڏائي
(103) هڪاٽي (104) گنڊ (105) عرضاٽي
(106) حياتاٽي (107) خميساٽي (108) سليماٽي
(109) گوريزغ (110) همواٽي (111) ستاٽي
(112) سهتاٽي (113) حاجوخاٽي (114) مالواٽي
(115) بچاٽي (116) هيجتياٽي (117) گهنوراٽي
(118) جيوناٽي (119) پوراٽي (120) محمداٽي
(121) هندواٽي (122) ساڪاٽي (123) سنگهراٽي
(124) نورنگاٽي (125) بابلاٽي (126) جاڙوعاٽي
(127) چالاڪاٽي (128) ڇالڪاٽي (129) منڊرا
(130) سراجاٽي (131) قراراٽي (132) عالياٽي
(133) جونگاٽي (134) جنگواٽي (135) هيروواٽي
(136) شهواٽي (137) قاسماٽي (138) طالباٽي
(139) ولياٽي (140) جلالاٽي (141) جلاواٽي
(142) حسناٽي (143) لاشاراٽي (144) بلنداٽي
(145) باغلاٽي (146) لاهلاٽي (147) الواٽي
(148) ديرڪاٽي (149) بنگلاٽي (150) دلاٽي
(151) آزاداٽي (152) بلوچهاٽي (153) الهواٽي
(154) عالماٽي (155) جلواٽي (156) چلگري
(157) جلباٽي (158) عارباٽي (159) رڪياٽي
(160) ينياٽي (161) راڏوخاٽي (162) راڏاٽي
(163) پرتوساٽي (164) ملوڪاٽي (165) عمراٽي
(166) سڪلاٽي (167) سوڍاٽي (168) باغاٽي
(169) الهرڪياٽي (170) مرزاٽي (171) رسولاٽي
(172) چتاواٽي (173) باٽولاٽي (174) زرناٽي
(175) ٽالاٽي (176) قبراٽي (177) گلاٽي
(178) ڪرملاٽي (179) دولتاٽي (180) رانجهاٽي
(181) ڳوراٽي (182) لاڪاٽي (183) بجارعاٽي
(184) عيسباٽي (185) جهلڪاٽي (186) جمهاٽي
(187) ڪلي (188) محمداٽي (189) حمراٽي
(190) ناٽالاٽي (191) عيساٽي (192) اهيد علياٽي
(193) ڪيراٽي (194) مناٽي (195) درواٽي
(196) بڪراٽي (197) مالماٽي (198) بقاداراٽي
(199) سوجاٽي (200) ربواٽي (201) ڪيرواٽي
(202) منصراٽي (203) نياٽي (204) جوڳياٽي
(205) ينياٽي (206) قادرراٽي (207) رومالاٽي
(208) هارراٽي (209) پرتوساٽي (210) صفراٽي
(211) ملوڪاٽي (212) خيروني (213) حُر
(214) وڏيرو عاٽي (215) ٽوئيداٽي (216) منداٽي
(217) قادرناٽي (218) ڳڙائي (219) پوپٽاٽي
(220) حميرخاٽي (221) ٿلائي (222) صاحبناٽي
(223) سچيناٽي (224) نوتاٽي (225) رئيساٽي

پنجاب جي علائقن ۾ رهندڙ گبول ذات وارن جا پڻ ڪجھ پاڙا ساڳيا آهن. ڪي سندن جي وڏن سان منسوب آهن، بنيادي طور اهي مک پاڙي جون شاخون آهن پر انفرادي حيثيت رکڻ واري رواج هنن ڪي مختلف ۽ گهٽن پاڙن ۽ تڪن ۾ ورهائي ڇڏيو آهي، جيئن شاهو، شنبي، پٽي ئي پاڙا آهن پر انهن جون نکون گهٽ ۾ گهٽ 32 آهن. شايد هاٽي وقت گذرڻ سان وڌي ويون هجن.

# ڪتري - ڪشتريه - ڇتري

ڪتري، ڪشتريه، ڪشتريه ۽ ڇتيري هڪ ذات جو نالو آهي، جنهن جو مطب آهي. ملڪ. ڪتري ٻه قديم سنڌي ٻولي جولفظ آهي، جيڪو سنسڪرت ۾ پراڪرتي صورت آهي.

اي ڊي ميڪلگين جي مطابق ”وشنو پران“ جي مطابق راجا پرت (جنهن جو ذڪر مان ڏهن راجائن واري جنگ ۾ ڪري آيو آهيان، جيڪو سنڌي نسل مان هجڻ باوجود آرين، ڏارين جو دوست هو) ڪي نو (9) پٽ ڄاوا جن کي سندن مائرن مارائي ڇڏيا، ڇاڪاڻ ته اهي راجا ڀارت جا هم شڪل نه هئا، جنهن ڪري هنن کي خوف هو ته متان هو انهن کي پنهنجو تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪري (ناجائز حرامي قرار ڏيئي.) پٽ کان محروم راجا پرت پنهنجي جاءِ نشين پيدا ٿيڻ لاءِ ماروتو جي قرباني ڏني، جنهن کان پوءِ ممتا مان ڀردواج پيدا ٿيو.

راجا ڀارت جي پٽ کي چار پوٽا هئا، جن مان ٻه برهمڻ بڻيا ۽ ٻه دستور ڪتري رهيا، جن کي ڀردواج گوتر سڏجي ٿو. چون ٿا ته هو اگني جي اولاد آهن، يعني اگني بنس آهن پر اسان تفصيل ڏيئي آيا آهيون اگني بنس مان چار ذاتيون پيدا ٿيون، جن ۾ ڪتري ڪونهي، اهو ممڪن آهي ته اگني بنس خاندان مان ڪن ونج واپار ڪيو هجي جنهن ڪري اهي ٻه ڪتري سڏيا هجن، جيئن چندر بنس سان تعلق رکندڙ ڪو شڪ ڪتري آهي ۽ رام چندر جي پيءُ مهارا جا دسرت کي ٽي زالون هيون. هڪ ڪوشيلا، ٻي سومترا ۽ ٽين ڪيڪئي رام چندر ڪوشيلا مان هو، جنهن ڪري ڪوشيلائي ٻه سڏجندو هو ۽ ان جي پونيئنر کي ڪوشيلا ٻه لکيو ويو آهي انهن مان ڪيترا ڪوشيلائي ڪتري آهن جيتوڻيڪ اهي سورج بنس آهن.

مسٽر جيمس ٽاڊ لکي ٿو ته ڪتري خاص يا ڪنهن ٻه هڪ نسب مان نه آهن، ڪيترا، مذهب تبديل ڪرڻ وارن ٻڌن ۽ ٻين قومن مان جيڪي ٻاهران اچي آباد ٿيون، انهن جي اولاد آهن پر حقيقت اها آهي ته راجپوت ڪتري ڇورائڻ گهڻو پوءِ ٿيو.

ڪتري اصل ۾ قديم سنڌي ٻوليءَ جي لفظ ڪيت مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ٻني، پوک، ڪيتي جنهن مان سنسڪرتي لفظ آهي، ڪيشتر ۽ پراڪرتي لفظ نڪتو آهي. ڪيتن، انهن سڀني جي مفهومي معنيٰ آهي زمين، ميدان، جنگ جو ميدان، پاڪ جاءِ جو ميدان پاڪ هند، انهيءَ ڪري ڪيترن ماهرن ڪتري يا ڪشتريه يا ڇتري جو مطلب لکيو آهي ملڪ، پر ان جي ٻين لفظن ۾ اها ٻه معنيٰ آهي، زمين، خطو ۽ ديس. ڪتري معنيٰ ٿيندي ان جومالڪ يا آباد ڪندڙ، جيئن ته هنن وڻج واپار کي پنهنجو نصب العين بڻايو جيڪو پڻ ساڳي مفهوم جي معنيٰ ۾ ڪتب اچي ٿو. جنهن ڪري انهن کي ڪتر، ڪتريه، ڪشتريه، ڪشتريا ۽ ڇتري چيو ويندو آهي. ايٿنالوجي آف انڊيا ۾ سرجارج ڪيمپ بل لکيو آهي ”واپار ڪرڻ انهن جو بنيادي پيشو آهي پر حقيقت ۾ هو گهڻو وسيع ۽ الڳ حيثيت جا مالڪ آهن، هنن جي تجارت جي هڪ حصي تي اجارا داري آهي، هو وڏيڪ لکي ٿو ته گورو نانڪ ۽ گورو گوبند جو تعلق هن ذات سان هو، جنهن ڪري ڪين سکن جا گرو يا پروهت ٻه آهن.

سنڌ ۾ رهندڙ ڪتري هندو ۽ مسلمان ٻه آهن ۽ اڪثر ڏکڻ سنڌ ۾ رهن ٿا، ڪجهه خاندان اتر سنڌ ۾ ٻه آباد آهن، ڪتري کي ڪٽي يعني ڏوٻي سمجهندا آهن پر ائين نه آهي.

هي ٽن گروهن ۾ ورهايل آهن، پهريون ٻاري، ٻيو بنجاهي ۽ ٽيون شرين. گرو نانڪ جي ڪري سک ڪتري ڇئن مقدس حصن ۾ ورهايل آهن، پهريون بيدي، ٻيو سوڍي، ٽيون تريهون ۽ چوٿون ڀلو يا ڀلا. ڀيرو مل مهر چند آڏواڻي جي مطابق ڪترين ۾ ٻارهن وڏيون ذاتيون آهن، جن کي ”ٻارهي“ سڏبو آهي.

## ڀاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) ڪنها | (2) ملهوترا | (3) ڪپور |
| (5) ڪوشيلائي | (6) اروڙ يا دوڙ | (7) سوڍي |
| (8) بيدي | (9) ٻاري | (10) بنجاهي |
| (11) شرين يا شرعين | (12) سک | (13) ڀلا |
| (14) تريهون | (15) ڀيڏا | (16) ٺاڪر يا |
| (17) ڏارا | (18) چار ذاتي | (19) پنج ذاتي |
| (20) ڇهه ذاتي | (21) ڍائي گهر | (22) سيٺ |
| (23) ڪوڪران | (24) مرهوترا | (25) برهم ڪتري |

# ڄام - ذات - لقب

ڄام اڪثر خطاب طور ڪتب آندو ويندو آهي پر هاڻي ذات ۾ به استعمال ٿئي ٿو يعني ڄام ذات ٿي ويئي آهي. ڄام لاءِ اڪثر ائين لکيو ويي آهي ته ايران جي بادشاهه ڄام جمشيد جي اولاد آهن، جن پنهنجي الڳ سڃاڻپ رکندي ڄام چورايو.

منهنجي تحقيق موجب جنهن جو ذڪر مان سمه سلسلي ۾ ڪيو آهي ته هو حضرت نوح جي هڪ اوتار ڪرشن جي اولاد آهن. ڪرشن لاءِ هندو مت جي مذهبي ڪتابن ۾ آهي ته هي وشنو جو اوتار آهي، براهمنا جي مطابق هي وشنو جو اٺون اوتار آهي، وشنو قديم سنڌين جو ديوتا هو، جنهن کي توحيد پرستي جي زوال وقت آندو ويو هو. تحقيق مان ثابت ٿيو آهي ته شو ۽ وشنو سنڌين جا ديوتا يا اوتار هئا. جنجي پوڄا مختلف علائقن ۾ ڪئي ويندي هئي، چندر گپت موريو جي دربار ۾ يوناني سفير ميگستينز رهندو هو جنهن انڊيڪا (سنڌيڪا) نالي ڪتاب لکيو هو تنهن ۾ انهن جو ذڪر ڪندي لکيو آهي ته شو ديوتا ڪوهستاني علائقن وارن جو ديوتا هو ۽ وشنو ميداني علائقي وارن جو ديوتا هو.

ڪرشن وشنو جو اوتار هو، جيئن ته براهمنا ۾ وشنا جا اٺ اوتار آهن ۽ ڀاڳوت پراڻ ۾ هن جا ٻاويهه اوتار آهن، جن ۾ ڪرشن ويهون اوتار آهي. جڏهن ته مها ڀارت جي مطابق ڪرشن دوار ڪاجو راجا هو ۽ ان جنگ جو هيرو آهي، اسان ڏسون ٿا ته مهين واري دور ۾ دوارڪا جو ڪوبه وجود ڪونه هو ۽ اهو مندر 350 قبل مسيح کان پوءِ تعمير ٿيو، تنهن جو مطلب ته دوار ڪار جو ڪرشن جنهن پنهنجي مامي ڪنس کي ماريو هو، اهو پيو ڪرشن هو ۽ ثابتي طور معلوم ٿيو آهي مهاڀارت واري جنگ 3200 سال قبل مسيح ۾ لڳي هئي، تنهن جو مطلب ته دوراڪا جو راجا ڪرشن ۽ مهاڀارت وارو رجا ڪرشن الڳ الڳ آهن ۽ جڏهن ديوتا ڪرشن ان کان به گهڻو اڳ ۾ هوندو جيڪو 10000 هزار سال قبل مسيح ۾ هوندو، ڪرشن اوتار، ڪرشن هيرو، راجا ڪرشن ٽئي الڳ الڳ شخصيتون آهن. جن کي هندو مت جي برهمڻ جا هندو ميٿالاجسٽن هڪ شخصيت طور آندو آهي جنهن ۾ اهي سڀ خوبيون هيون.

منهنجي خيال موجب ڪرشن جو تعلق ڪنهن قديم دؤر سان آهي، جنهن ۾ اولاد ماءُ جي نالي سان منسوب هئي ۽ عورت جو مرد کان مٿانهون مقام هوندو. ان وقت ۾ ڪرشن نالي سان ڪابه وڏي مذهبي، سماجي، رعيتي ۽ راجائي شخصيت جو مالڪ هوندو. جيڪو گهڻ رخي شخصيت جو مالڪ هو، جنهن ڪري هن جي والاد کي اهميت حاصل رهي ۽ هو ڪيترن ذاتين، قبيلن جا جدا اعليٰ بڻيا. ڪرشن جي اها شخصيت جنهن جي هڪ جهلڪ ڀڳوان گيتا ۾ نظر اچي ٿي تنهن ۾ هو چوي ٿو:

”مان سڄي ڪائنات جي تخليق جو سبب آهيان ۽ ان جي تباهي جو باعث به. مان وڌيڪ برتر ٻيو ڪوبه نه آهي، اڳتي هلي چوي ٿو: مان هر ساهواري جي دل ۾ ويٺل روح آهيان. مان سڄي مخلوق جي شروعات، وچ ۽ آخر آهيان مان سيني کي قابو ۾ آڻڻ وارو موت آهيان ۽ آئينده تخليق ٿيڻ وارن جو سرچشمو آهيان.“

اسان کي ان کان علاوه ٻيون به ثابتيون، شاهديون ملن ٿيون ته ڪرشن جنهن جو ذڪر مان ڪري رهيو آهان ان جو مٿين ڪرشن نالي وارن سان ڪوبه تعلق ڪونهي، جيئن ته هو ڪيترن قومن جو جدامجد آهي ته تنهن ڪري ان جي الڳ شخصيت آهي، انهيءَ مادري نظام واري دؤر ۾ ڪرشن کي ڪيتريون زالون هيون پر عام طور تي لکيو ويو آهي ته هن کي اٺ زالون هيون، جنهن مان سندس سيتن زال ڄامل نالي واري هئي. هي نالو اڄ تائين اسان جي عام طور تي ٻهراڙي ۾ رکيو وڃي ٿو.

ڪرشن جي ... ڪرشن جي نالي پويان سچاٽپ بدران سندس زالن جي نالن سان سڃاڻي وڃي، اهڙي طرح ڄامل جي اولاد پنهنجي نالي اڳيان ڄام لکيو ۽ چورايو جن جي اڪثريت سمه سڏجي ٿي.

ڄام بنيادي طور سچاٽپ وارو لقب آهي، جنهن کي اڪثر لقب يا پنهنجي نالي اڳيان استعمال ڪندا آهن ۽ ڪجهه ذاتيون صرف ڄام سڏجن ٿيون، ڪي وري ان جي مثال مطابق ڄام، ڄاموٽ، ڄاموٽي، سڏجن ٿا. حاصل مطلب تہ اهي پيءُ جي طرفان سمہ آهن ۽ سندن لقب ڄام آهي.

# مالهي - مالي

مالهي کي مالي به سڏيو ويندو آهي، جنهن جي لغوي معنيٰ آهي، باغبان، گل گڏ ڪندڙ، گلن جو هار. مفمهومي طور ان کي آبادڪار، زرعي زمين ڪندڙ، کيتي ڪندڙ، هاري خاص ڪري سبزيون ڪاشت ڪندڙ سڏيو ويندو.

هي ذات اڪثريت ۾ هندو آهن، جيڪي خاص طور امر ڪوٽ، مٺي ۽ ميرپور خاص ضلعن ۾ رهن ٿا. ڪي سنڌ جي مختلف شهرن ۾ به آباد آهن هڪ اندازي موجب 90 سيڪڙو هندو آهن ۽ باقي 10 سيڪڙو مسلمان آهن. ڪشمير ۽ پنجاب جي علائقن ۾ هنن کي جموال راجپوت سڏيو ويندو آهي جو انهن جو جمون (ڪشمير) سان تعلق آهي ۽ "راجا" جامبولوچن جي اولاد آهن پر بنيادي هي راجا مال ديو جي اولاد آهن ان نسبت سان مالهي راجپوت سڏجندا آهن. جيڪو جمون جو راجا هو ۽ رام چندر جي پشت مان هو ان ڪري کين سورج بنس ۾ شمار ڪيو ويندو آهي. اي ڊي سيڪليگن جي مطابق مالي يا مالهي جو شجرو نسب برهما سان ملي ٿو. مالهاڪار يا مالا ڪار پٽ وشو ڪرم، پٽ برهما، وشو ڪرم من مٺ نالي هڪ گوپ جي ڌي پريوتي سان شادي ڪئي هئي، جنهن مان ڪيس ڇهه پٽ ٿيا (1) مالها (2) ڪرنڪار (3) سنڪو ڪار (4) ڪبندڪ (5) ڪمپ ڪار (6) ڪند ڪار. تاريخ نويس مالها جو نالو مالديو ڄاڻايو آهي.

ڪشمير، جمون ۽ پونڇهه جو دوگرا خاندان جن رنجيت سنگهه کان پوءِ اتان جا راجا ٿيا، اهي اصل ۾ مالهي خاندان مان آهن. سر ليپل گريفن جي مطابق 16 مارچ 1846ع راجا گلاب سنگهه ڪشمير خريد ڪري مهاراجا ٿيو هو. هن خاندان تي رنجيت سنگهه جون نوازشون هيون، جنهن ڪري هو ان جي ملازمت اختيار ڪرڻ ڪري وڏي عروج تي پهتا. هن جي هڪ پاڙي حجرال جي نک ڇبيلا آهي، جيڪا ٺاڪر ڇبيل سنگهه جي اولاد آهي.

## پاڙا

1- جموال

2- ڇبيلا

3- سيني

4- ڦول

5-پگرتي

# سوٿهڙ

سوٿهڙ هندن جي هڪ ذات آهي، جيڪي اڪثر ٿر ۾ رهن ٿا. سوٿڙ، وادي، ڍڪڻ کي چئبو آهي. تاريخ ريگستان ۾ رائحند هريجن لکي ٿو، هي جيسلمير جي راجا تنوجي جي پٽ مڪو کي هڪ پٽ ماهپا هو، جنهن کي به پٽ هئا. هڪ مهلا ۽ ٻيو ڏيڪاؤ. انهن مان ڏيڪائو جي اولاد واڍيڪو ڌنڌو اختيار ڪيو، جنهن ڪري ڪرت اختيار ڪرڻ ڪين سوٿهڙ سڏيو ويو. ڪرت سندن ذات ۾ تبديل ٿي ويئي ۽ هو مڪر سوٿهڙ سڏجن ٿا.

# راجپوت

راجپوت هڪ قبيلو، هڪ ذات، هڪ پاڙو، هڪ نک، هڪ لقب ۽ هڪ خطاب. اڪثر مؤرخن، تاريخ نويسن ۽ ٻين عالمن لکيو آهي ته راجپوت سنسڪرت جي ٻولي جي لفظ راجپتر، راجا-پتر (پٽ) يعني راجا جو پٽ، ان جو سلسلو جاري رکندي راجا جي پٽ، پٽن جي اولاد، وڌندڙ نسل، راجپوت ٿي ويو. اهو سلسلو هلندو ويو پنڊت گوري شنڪر لکيو آهي راجپوت قوم کشتري (کتري) يا ڇتري حڪمرانن جي اولاد آهي. انسائيڪلو پيڊيا برٽانيڪا جلد 8 جي مطابق راجپوت يعني بادشاهن جي اولاد Raja Potrai-e-son of King يعني راجا جو پٽ. جنهن کي عام طور تي راجڪمار ۽ راج ڪنور چيو ويندو، مطلب ته راجپوت، راجڪمار ۽ راج ڪنور جي هڪ معنيٰ آهي ته راجا جو پٽ.

اي ڊي ميڪليگن ذاتين جي انسائيڪلوپيڊيا ۾ راجپوت متعلق لکي ٿو "ويدڪ ادب راجا پتر جي اصطلاحي لغوي مفهوم ۾ استعمال ٿي، البت اسان هن کي هڪ وسيع معنيٰ ۾ ڏسي سگهون ٿا."

اڪثر ليکڪن جي مطابق ته راجپوت، آريائي ۽ ان جي نسل سان تعلق رکندڙ راجائن، بادشاهن، حاڪمن جي اولاد کي سڏيو ويو آهي پر جڏهن آڳ سنڌ جي تاريخ ۽ قومن، قبيلن ۽ ذاتين تي تحقيق ڪئي ته اهو واضح ٿيو ته اٿين نه آهي ته اهي سڀ راجائن يا بادشاهه يا حاڪمن جي اولاد آهن ۽ انهن جو تعلق ڪنهن به آريا ۽ آريائي قبيلي سان نه آهي. اهي سڀ مقامي يعني قديم سنڌي نسل جا آهن.

رگ ويد جي ٽن نظمن ۾ ڏهن حڪمرانن جي ويڙهه جو بيان ملي ٿو، جنهن کي "دش را جن" جي جنگ سڏيو ويو آهي. جنهن ۾ ڀرت قبيلي جي بادشاهه سؤ داس جيڪو سرسوتي ندي جي مٿين علائقي ۾ رهندو هو، ڪنهن سنڌ، پنج آب ۽ ان جي اتر جي ڏهن طاقتور قبيلن جي حڪمرانن کي پرشني يعني موجوده راوي جي ڪناري شڪست ڏني هئي.

اڪثر محققن ۽ تاريخ نويسن بنا ڪنهن ثبوت ۽ ثابتي جي حسب روايت هن ويڙهه کي به آرين جي عظمت ۾ بيان ڪئي آهي، جڏهن اڄ تائين ننڍي کنڊ ۾ آرين جي هڪ هنڌ ويهي آباد ٿيڻ جا آثار ڪونه مليا آهن. جديد دؤر جي محقق ڪيرن آر مسٽرانگ ان جي تصديق ڪندي لکيو آهي ته آريائي آباد ڪارن مقامي شهرن جي تعمير نو ۽ ان برباد ٿيل (سنڌ) سلطنت کي بحال ڪرڻ جو ڪوبه ارادو ڪونه هو. هو هميشه خانه بدوشن وانگر چرپر ڪندا رهندا هئا ۽ شهرن جي محفوظ زندگي کي حقارت سان ڏسندا هئا. هو يوگا کي گهٽ پسند ڪندا هئا. جنهن جو مطلب هو ڪنهن تي حملي ڪرڻ کان اڳ گهوڙن کي سنجڻ، هنن کي جنگي رٿن ۽ مضبوط تلوارن سان عشق هو. هو پنهنجي گذر بسر لاءِ ٻاڙي وارن ماڻهن جا ڍور ڍڳا چوري ڪندا هئا.

حقيقت اها آهي ته جڏهن هو شروعات ۾ ڪشمير ۾ داخل ٿيا هئا ته ويڙهاڪ نه هئا پر هو پاڻ ۾ هميشه وڙهندا رهندا هئا. ڪيرن آر مسٽرانگ لکيو آهي ته هنن ڪنهن ٻاهرين دشمن جي خلاف لڙائن يا ڪنهن وڏي جنگي مهم ۾ شريڪ ٿيڻ جا ڪي به ثبوت نه ٿا ملن ۽ نه ئي وري اهڙي شاهدي ملي آهي ته هنن جي سر تي نون علائقن کي فتح ڪرڻ جو جنون سوار هجي يا ٻين جي زمين ۽ مال و ملڪيت کي هٿ ڪرڻ جو مرض ۽ حوس هجي، هن ۾ اها تبديلي 1500 قبل مسيح ۾ آئي، جڏهن انهن کي آرمينيا مان لوهه جا هٿيار مليا ۽ انهن سنڌ ۾ استعمال ڪرڻ شروع ڪيا جنهن ڪري هنن جي زندگي ۾ تبديلي اچڻ شروع ٿي ويئي ۽ هو جنگجو بڻجي ويا ۽ آخر سنڌ سلطنت کي برباد ڪري ڇڏيو پر ان جي باوجود به هنن پنهنجا مستقل ٺڪاڻا قائم نه ڪيا ۽ اهي فرد ۽

ڪٽنب گھر وسائي ويٺا جن سنڌي قبيلي وارن سان مٿيون مائٽيون ڪيون ۽ انهن ۾ شامل ٿي ويا.

اهو ڏسي ڪري آرين کان متاثر ٿيل عالمن خاص ڪري اولھ وارن لکي ڇڏيو ته اهي سڀ قبيلا آريائي آهن. جڏهن ته بعد جي حالتن مان معلوم ٿئي ٿو ته اهو آريائي قبيلا نه آهن ڇاڪاڻ ته آريا پنهنجي ديوتائن جا بت نه ٺاهيندا هئا نه وري ڪو به مندر ۽ عبادت گاهه هو. هو جڏهن گهوڙي يا ڪنهن پالتو جانور جي قرباني ڏيندا هئا ته زمين جي هڪ ننڍي ٽڪري کي هموار ڪري ان جي چوطرف نشان ڪري ڇڏيندا هئا.

هي ڏس راڄن واري مها ڀاري جنگ قديم سنڌي قبيلن جي وچ پنهنجي بقاء ۽ سلامتي لاءِ لڳي، جنهن مان اهو اهڙي شيءِ واضح ڪونه ٿي ٿئي ته فاتح قبيلي مفتوح قبيلن جي سرزمين يا علائقي کي پنهنجي قلمرو ۾ شامل ڪري ڇڏيو يا انهن کي غلام بڻائي ڇڏيو.

هن ڏهه راجائن واري جنگ جو قصو ڪجهه هيئن آهي:

(1) پرت ۽ ترسو قبيلن جي راجا سوداس جي شاهي پروهت جنهن جو تعلق آريائي خاندانا مان هو، هڪ مقامي قبيلي جي پروهت "وسشٽ" جي وڌيڪ اهميت ملڻ ڪري ناراض ٿي ڏهن مقامي قبيلن کي راجا سوداس خلاف بغاوت بلند ڪرڻ تي آماده ڪيو.

(2) رگ ويد جي مطابق اها جنگ پاڻيءَ جي مسئلي تي لڳي هئي، راجا سوداس سرسوتي واري علائقي کي وڌيڪ پاڻي پهچائڻ لاءِ جنهن سان ٿر ۽ راجستان جا ڪيترا علائقا آباد ٿين ها! راوي درياءَ کي هڪ مخصوص هنڌ تي بند ٻڌي پاڻيءَ جو رخ بياس ڏانهن تبديل ڪري، هاڪڙي يعني سرسوتي کي وڌيڪ پاڻي ڏيڻ پيو چاهي. جنهن تي سندس باغي پروهت وشوا متر ڏهن مقامي قبلن جي راجائن کي خبردار ڪندي سوداس لاءِ ويڙهه تي آماده ڪيو.

هن جنگ ۾ جن ڏهن قبيلن يا راجائن حصو ورتو تن جا نالا ويدڪ انڊيا جي مصنف مسٽر رنگ اچاريا جي مطابق مستيا، پڪت، ڀلاڻ، اسينا، وشني، سيوا، اجا، سگره يڪشو ۽ سيدي. انهن جي راجائن جا نالا، سميو، ترواسا، درويو، ڪورشا، پرد، آنو، پيدا ڪاربنڪا ۽ يدو (ياؤ) ڄاڻايا آهن. جڏهن ته ٻين عالمن جي مطابق رگ ويد ۾ هنن قبيلن کي ٻن حصن ۾ ورهايو ويو آهي، پهريان پنج وڏا قبيلا هئا جن ۾ پورو ۽ يادؤ (جادو) تروشن، آنو ۽ درو هيو ۽ باقي پنج ننڍا قبيلا هئا جن ۾ الين، پڪتا، ڀلاڻي، شمر يو ۽ وشاڻيهه جا نالا آهن. پر عالم ۽ محقق انهيءَ ڳالهه تي متفق آهن ته انهن مان ڪي نالا راجائن جا آهن ۽ ڪي نالا قبيلن جا آهن، جيئن لکيل آهي، تروشن، دروهيو، الين، پڪتا، ڀلاڻي، شمر يو، وشاڻي، يڪشير، پرگو ۽ مٺي.

هي ڏهن راجائن واري جنگ جنهن کي پنهنجي وقت جو وڏو واقعو قرار ڏيندي ويدڪ انڊيا، ويدڪ انڊيڪس، ويدڪ ايج ۽ ڪمبرج هسٽري آف انڊيا جا مصنف انهيءَ ڳالهه تي متفق آهن ته هي جنگ ٻن پروهتن يا برهمڻ جي انا ۽ تعصب جو نتيجو هو. ويدڪ ايج جي مصنف جي مطابق:

Sudas was a Bharata king of the tritsu Family which was settled in the correntry which late same to be known as Brahmavarta A first Visvanitra a scion of the kuraka Family of the Bharatar was the priest of sodas, and led him, to victories campaigns on the vipas and satudris.

هن جنگ ۾ جن قبيلن جو ذڪر ڪيو ويو آهي تن تي هڪ نظر وجهنداسين ته معلوم ٿي ويندو ته اهي قبيلا مقامي ۽ نج قديم سنڌي هئا، جن کي داسيو ۽ داس سڏيو ويو آهي.

## پوروُ:

پوروُ لفظ نڪتو آهي "پر" مان، پيرو مل مهر چند آڏواڻ جي مطابق سپيتا جو واڌارو سدائين صلح سانت جي وقت ۾ چڱي ريت ٿيندو آهي، انهيءَ ترقيءَ جا اهڃاڻ رگ ويد منجهان ئي ملن ٿا، جنهن ۾ "درگا" ۽ "پر" لفظ ڪيترا دفعا (گهمرا) ڪم آيل آهن. درگا لفظ ۾ در معنيٰ مشڪل ۽ گ (گم) معنيٰ وڃڻ تنهن ڪري درگا معنيٰ "قلعو" (جنهن ۾ ڪو ڌاريو ماڻهون مشڪل سان وڃي سگهي) ديوي کي به درگا چئبو آهي.

درگا پاربتي يا پاروتي جو هڪ ٻيو نالو آهي، جيڪا قديم سنڌين جي ديوي هئي، جنهن جو شمار سڀ کان وڏين ٽن ديوين ۾ ٿئي ٿو، باقي ٻه سرسوتي ۽ لڪشمي آهن. سنڌي مذهب جي روايت موجب هي ٽئي ديويون دراصل هڪ ئي هستي جو حصو آهن ۽ پاروتي مهاديوي جو هڪ روپ آهي، جيڪا سنڌ سلطنت جي دور ۾ مادر ارض ماتا ديوي هئي، جا بنيادي طور زراعت جي ديوي هئي. يعني ان جو ڪم خوشحالي ۽ آبادي آڻڻ ۽ پيدا ڪرڻ پيداوار ڏيڻ هئي. جنهن

ڪري سنڌ جا قديم شهر آباد ۽ رونق وارا رهن، پر جڏهن کان سنڌ سلطنت جا شهر ويران ۽ برباد ٿيڻ شروع ٿيا ته ان جو هڪ ٻيو روپ سامهون اچي ويو ۽ هن پاروتي، ماتا ديوي، مها ديوي، ڌرتي ماتا ۽ ڪائنات جي ديوي وارو روپ ڇڏي ڏنو ۽ درگا جو روپ اختيار ڪيو جيڪو غضب ناڪ روپ هو، خون ريزي ۽ دهشت جو روپ هو هن کي شو ديوتا جو جلال سمجهيو ويو، جيڪو قديم سنڌين جو ديوتا ۽ اوتار هو. جيڪا انتهائي طاقتور جنگجو هئي، جنهن ديوتائن ۽ انسانن جي دشمنن کي ناس ڪيو، جنهن کي ڏهه هٿ ۽ هر هٿ ۾ ڪو نه ڪو هٿيار هو ۽ هو غضب ناڪ انداز ۾ شينهن جي مٿان سوار هوندي هئي، هو نهايت طاقتور ۽ ناقابل تسَخير هئي، جنهن ڪري رگ ويد ۾ ان کي قلعي جي معنيٰ ۾ پيش ڪيو ويو آهي، يعني مضبوط جنهن کي ڪوبه ٽوڙي يا داخل ٿي نقصان نه ٿو پهچائي سگهي.

رگ ويد جي منڊل پهرين (53-587-8) منڊل ٽئين (4-15) ۽ ٻين منڊلن ۾ "پر" لفظ آيل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي ڪوٽ يا قلعو، تمدن هند ۾ ڊاڪٽر گستاؤلي بان جي مطابق ڳوٺ ۽ شهر جي عالم پناهن ۽ ڪوٽ قلعن کي پال به چوندا هئا. جيڪو پڻ "پُرَ" جو مترادف آهي.

رگ ويد ۾ ڪوٽ، قلعي ۽ عالم پناهه کي مضبوطي جي حساب سان "شت پجي" چوندا هئا، يعني هڪ سؤ ٻانهن وارو، جنهن مان ظاهر ٿئي ٿو ته اهي پور هڪ سؤ دروازن وارا هئا. (رگ ويد منڊل پهريون 189-2) اهي پريا پورؤ نهايت مضبوط ٺهيل هئا. جيئن رگ ويد منڊل پهريون (166-8) منڊل ٻيو (30-20) ۽ منڊل ستون (15-2) ۾ آهي ته اهي ارشهي "يعني پٿر جا ٺهيل هئا" جڏهن ته منڊل ائين (7.3-4.15) ۾ انهن کي ايسيويه پروه يعني لوهه جو سڏيو ويو آهي. پروفيسر آپٽي جي سنسڪرت واري ڊڪشنري ۾ لکيل آهي ته پر انهيءَ ڪوٽ، قلعي ۽ عال پناهه ڏنل ان شهر کي چئبو آهي، جنهن ۾ وڏيون عمارتون هيون چوڌاري ڪاهي ڳوٺيل هجي، جنهن جي ايراضي ٿڪ ڪرهه (ٻه ميل يا ٽي ڪلوميٽر) کان گهٽ نه هجي.

سنڌ سلطنت جي دور ۾ قديم سنڌين جڏهن ڏٺو ته ملڪ مان امن، شانتي ختم ٿيندو ٿو وڃي ۽ آشانتي ڦهلجندي ٿي وڃي ته هنن پنهنجن شهرن جي حفاظت لاءِ ڪوٽ، قلعا ۽ عالم پناهه ڏنا، جنهن ڪري اتان جي رهواسين کي حملا آورن پورؤ سڏيو، جيڪو بعد ۾ انهن سان ڪن جي سڃاڻپ ٿي ويئي ۽ پوءِ قبيلائي صورت اختيار ڪئي جن کي رگ ويد ۾ "مرڌ واچ" چيو ويو. يعني سخت منهن وارا مطلب بدزبان، انهي ڪري ته هو ويڙهاڪ، بهادر ۽ جنگجو هئا، جن مٿسي سان دشمنن سان مهاڏو اٽڪايو ۽ منهن ڏنو، ڪيترن عالمن ان حقيقت کي مڃيو آهي پورؤ قديم سنڌي قبيلو آهي.

هندو مت ۾ جن کي داس ۽ دسيو سڏيو ويو هو جن کي پوءِ منومت ۾ شودر جو درجو ڏنو ويو. تحقيقي طور اهو معلوم ٿيو آهي ته داس، سنڌ سلطنت جي ٻهراڙن ۾ رهندڙ باشندن کي سڏيو ويو ۽ دسيو شهر ۾ رهندڙن کي ۽ بعد ۾ منومت ۾ هنن کي گڏيل شودر چيو ويو، رگ ويد ۾ داسيو جو ذڪر 34 دفعه ۽ داس جو 61 دفعه آيو آهي، پر تعداد ۾ داس وڌيڪ آهن، هنن جي افرادي قوت وڌيڪ هئي. ڊاڪٽر رام شرن شرما لکي ٿو "آرين سان داس ۽ داسيون جون جنگيون نهايت خون خوار رهيون ۽ آريا پنهنجي توسيع پسندي جي شروعاتي مرحلي ۾ پنهنجي گذر بسر لاءِ مال متاع کي هٿ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا، قدرتي طور هو شهري زندگي ۽ ديهاتي زندگي جا قائل نه هئا" جنهن جو مطلب ته هو صنعت ڪار ۽ واپاري نه هئا ۽ نه وري زراعت ڪار هئا. انهيءَ ڪري هنن جي اها ڪوشش رهي ته قديم سنڌي مڪمل طور ختم ٿي وڃن پر هو هر طرح سان ناڪام رهيا، شهري ماڻهو صنعت ڪارن ۽ واپارن کي مجموعي طور "پڻي".لکيو ويو آهي.

محترم ٻڌا پرڪاش پنهنجي ڪتاب REVEDA AND THE INDUS VALLEY CIVILIZATION ۾ لکيو آهي ته:

The Dasas are brought into relationship with an other class of people called panis, in regeda vii -6-3 the panis are expressly called dasyus

هو وڌيڪ داس ۽ داسيo جي تشريع ڪندي ڄاڻائي ٿو، جنهن سرجب سنڌي واپاري ۽ زراعت ڪار هئا، ان سان گڏ مال وند ياڳيا ماڻهو هئا، ٻڌا پرڪاش جي مطابق

The above references make it clear that the dadas or dasys called panis re presented commercial classes of people living in the cities. They practiced trade and usury and monopolized the economic resources of the country. Their control over waters seems to mean their ownership of irrigation facilities in the country side and their mastery of cows appears to stand for their lien over the cattle wealth of the rural communities

they cast their monetary net wide in the villages by installing and controlling water-works and advancing loans to the people on high rates of interest and attaching their cattle as security. In the cities also they employed labor on a regimented pattern and held the reins of industrial production. This concentration of economic potential enabled them to extend their trade to international levels and command the commercial traffic of the then known civilized world.

هي پڻي يعني داس ۽ دسيو ويدڪ انڊيڪس جي مصنفن جي مطابق اهي امير ماڻهون هئا، جيڪي رگ ويد جي آرين ليکڪن جي موجب ديوتائن کي نذرانو نہ ڏيندا هئا، نہ وري پروهتن کي بخشش ڏيندا هئا. هي شاهوڪار سنڌي ماڻهو شهرن ۾، خاص ڪري انهن قلعي بند شهرن ۾ رهندا هئا، جيئن ڌارين جي ڦرلٽ ۽ حملن کان محفوظ رهي سگهن جن کي پورو، يعني قلعي بند شهر جا رهواسي ۽ پوءِ اها انهن جي قبيلائي سڃاڻپ ٿي ويئي ۽ سنڌ سلطنت جي زوال کان پوءِ جنگجو ۽ ويڙهاڪ قبيلي طور منظر عام تي آيا ۽ پنهنجو راڄ ۽ حاڪميت قائم ڪئي.

پروفيسر برڊلي ڪيٿ جي چوڻ موجب رگ ويد ۾ هن قبيلي متعلق گهڻي معلومات آهي. هنن جي گهرشن ۽ راجائن جا نالا بہ ملن ٿا. جن جو پهريون راجا واگهہ نالي وارو هو. ٻيو گرگشت، ٽيون پوروڪتسا، جنهن سوداس جي خلاف جنگ وڙهي هئي ۽ ان ۾ مارجي ويو هو.

هن جي زال اولاد نہ هجڻ ڪري سنڌس جاءِ نشين پيدا ڪرڻ لاءِ رگ ويد جي مطابق نيوگ (قديم دور ۾ اولاد حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ خاص رسم) جي ذرعي پنهنجي ڪوک کي سائو ڪير يعني اميدوار ٿي. جيڪو ان رسم ذريعي ٻار پيدا ٿيو اهوئي پوروءَ قبيلي جي سربراهہ پورو ڪتسا جي قتل کان پوءِ ان جو وارث ٿيو ۽ تخت تي ويٺو. پورو قبيلو موجوده سنڌ جي اندر سرسوتي ندي جي پاسي رهندا هئا. جنهن جا آثار ۽ ان تي ٻڌل بند جيڪو انگريزن برسات کان پوءِ يا ندين ۾ ٻوڏ اچڻ جي صورت ۾ سرسوتي جي وهي اچڻ جي انديشي ۾ ٻڌرايو هو. اڄ بہ پٿوري ۽ ٻين هنڌن تي ڏسي سگهجي ٿو.

پورو قبيلي شڪست ۽ پنهنجي راجا جي قتل کان پوءِ همت نہ هاري ۽ نهايت جوان مردي سان ان وقت جو انتظار ڪندا رهيا تہ ڪڏهن تي راڻي پٽ ڄڻي، جنهن کي پنهنجو راجا بڻائڻ. جڏهن هو ڄائو تہ ڇمندي ئي تخت ۽ تاج جو مالڪ بڻيو ۽ ڪڏهن بہ دشمن آڏو سر نہ جهڪايو ۽ جڏهن اهو ٻار جوان ٿيو تہ هن جي ڪمان هيٺ ڪيترين ئي لڙاين ۽ جنگيون لڳيون.

هنن جو ايڏو شان ۽ شوڪت ڏسي ڪيترن ملڪي ۽ غير ملڪي عالمن اهارا ۽ قائم ڪئي تہ پورو قبيلو آرين سان تعلق رکي ٿو. سڪندر مقدوني جي قديم سنڌ تي حملي ڪرڻ وقت جهلم جي راجا پورس سان مقابلو ڪيو هو ۽ راهہ روڪي هئي. جنهن سان بعد ۾ سڪندر مقدوني فتح ڪان پوءِ صلح ڪيو هو ان جو تعلق بہ پورو قبيلي سان هو.

آرين جي جنگي ديوتا اندر جو هڪ ٻيو نالو پورن ڏر هو يعني شهرن ۽ قلعن کي تباهہ ڪرڻ وارو. رگ ويد ۾ اگني ديوتا کي ٻاڏايو ويو آهي تہ هنن پورون کي ساڙي خاڪ ڪري ڇڏ. (رگ ويد 2-28) مطلب تہ قلعي بند شهرن جي شهرين جن کي پورو چيو ويندو هو تن کي شڪست نصيب ڪر. مار وغيره وغيره. اندر يعني اگني ديوتا آرين جو ديوتا هو. جنهن جي معنيٰ آهي طاقت ۽ اقتدار.

## يادؤ (جادو)

يادؤ جن کي عام طور تي جادؤ بہ چيو ويندو آهي، اصل ۾ قديم سنڌ جي قبيلن جي مجموعي جو نالو آهي، جنهن مان مشهور سمہ، جاڙيجہ ۽ ڀٽي قبيلن وارا آهن. جن کي اسان اڄ ڪالهہ سمات چئون ٿا.

منهنجي تحقيق موجب هي پورو خاندان جا سوٽ آهن، جيڪي راجا بجات عرف رجا پياتي جي ٻن پٽن جادم عرف يادؤ ۽ پورو جي اولاد آهن. انهن مان راجا ڪرشن جي اولاد يادؤ عرف جادؤ طور وڌيڪ مشهور ٿي.

سمہ جاڙيجہ ۽ ڀٽي شروعات ۾ يادؤ سڏيا ويندا هئا بعد ۾ اهي ٻهريان پاڙن ۾ ورهائجي ويا ۽ پنهنجي خاندان سڃاڻپ الڳ ڪئي، تانجو اهي قبيلن ۾ تبديل ٿي ويا. انهن مان سمہ سنڌ موجوده سيوهڻ جي طرف نڪري آيا ۽ سمہ رياست جو بنياد وڌو، جاڙيجہ ڪڇ ۽ راجستان واري علائقي ۾ ڦهلجي ويا ۽ ڀڄ ڪڇ، جهونا ڳڙهہ ۾ پنهنجي الڳ رياست قائم ڪئي ۽ ڀٽي راجستان جا راجا بڻجي ويا.

ڪرشن جنهن جو مشهور لقب سيام ۽ سام هو جنهن جو مطلب آهي، سانورو، ڪٽڪ رنگو، انهيءَ ڪري سنڌس اولاد جو هڪڙو قبيلو سمہ سڏجي ٿو، يعني سانورا ماڻهو ۽ جاڙيجہ

سام پوتا سڏيا جيڪي پوءِ سام مان ڄام بہ ڪوٺجڻ لڳا. ان جو ٻيو وڏو سبب اهو بہ هو تہ اهي ڪرشن جي اڻن راڻين مان راڻي ڄامل جي اولاد هئا. جنهن ڪري هنن ڄام لقب اختيار ڪيو. جيڪو اڄ تائين انهيءَ خاندانن جي فردن لاءِ مخصوص آهي.

هن خاندان مان مرهڻن ڪانسواءِ، سمہ، جاڙيجہ، ڀٽي، سميجہ، مود ڀچا، بدموں، بدوا، سوها ۽ مشهور خاندان توريا طور بہ هن مان آهي. هنن سڀني کي گڏيل طور يادؤ (جادؤ-جادم) سڏيو ويندو هو، جن ڏهن راجائن واري ويڙهہ ۾ پنهنجي بقاءِ لاءِ جنگ ۾ حصو ورتو هو.

رگ ويد ۾ هڪ رشيءَ جو نالو ڪرشن آيو آهي، جنهن سان آريا ديوتا اندر جون جنگيون ٿيون هيون انهيءَ ڪري اندر جي هٿان تباهہ ٿيندڙن قلعن کي "ڪرشن گربا" چيو ويو آهي، يعني جنهن جي ڪوک ۾ سانورا ماڻهون هجن.

ڪرشن جي قبيلن يا يادؤ قبيلي ڏهن راجائن واري ويڙهہ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪيو، چاڪاڻ تہ ڪرشن جو هڪ لقب "رڻ ڇوڙ" بہ هو، جنهن جي معنيٰ آهي "جنگ جو ميدان" انهيءَ رڻ ڇوڙ مان رڻ ڪڇ بہ نڪتو آهي. هن سنڌي قبيلي يادؤ ڏهن راجائن واري ويڙهہ ۾ پنهنجي هم نسلن جو ساٿ ڏنو هو. اڄ بہ سنڌ، راجستان يادؤ نسل وارن جا قبيلا هڪ وڏي تعداد ۾ رهن ٿا. جڏهن سڪندر مقدوني سنڌ تي ڪاهي آيو هو تہ لاڙڪاڻي ڪان وٺي سيوهڻ تائين يادؤ نسل جي سمہ قبيلي ان جو سختي ۽ دليري سان مقابلو ڪيو هو جنهن ڪري هن سيوهڻ جي حاڪم ڄام سمون کي ماري ڇڏيو.

## تروش (تور-طور-تنور)

تروش اصل ۾ تور-طور، تنور قبيلو آهي، جنن جو نسلي تعلق يادؤ خاندان سان آهي ۽ هي اولاد ڪرشن آهن ۽ نسلي طور سنڌي آهن. هن جو ذڪر يادؤ خاندان ۾ ڪري آيو آهيان. هي انهيءَ قديم دور ۾ راوي ۽ چناب جي وچ ۾ رهندا هئا. ممڪن آهي تہ سري رارو آخري ڇيڙو هنن جو هجي ۽ ملتان جي ويجهو رهندڙ هجن.

ڪن محققن جو رايو آهي تہ تروش يعني طور ۽ يادؤ قبيلا، راجستان ۾ هڪ ٻئي جا پاڙيسري هئا ۽ گڏوگڏ رهندا هئا ۽ هو ڪاٺياواڙ تائين پکيڙيل هئا. جن کي اندر ديوتا سنڌ سلطنت کي زوال اچڻ دوران اتان ٻاهر ڪڍيو ۽ هن (تروش) کي سپت سنڌوءَ جي علائقي ۾ پناهہ وٺڻ تي مجبور ڪيو، هي پوري طرح سان قديم سنڌي قبيلو هو، جنهن جي تصديق مسٽر رنگ اچاريہ بہ ڪئي آهي ۽ ڪين داسيو لکيو آهي.

ويدڪ ايج ۽ ٻين محققن جي مطابق هي اصل ۾ يادؤ قبيلو آهي، جنهن جي راجا تروش ان جنگ ۾ حصو ورتو هو. يعني تروش قبيلو نہ پر يادؤ قبيلي جي هڪ راجا جو نالو هو، پر منهنجي تحقيق موجب اصل ۾ هي هي قديم سنڌي قبيلو طور-تو-تنور آهي. جيڪو سمہ، جاڙيجہ ۽ ڀٽي جو سوٽاڻ آهي. جنهن جي تصديق پاڻ برهمنا مان بہ ٿئي ٿي تہ طور-تور يا تنور قبيلي هڪ دفعي پنچال قبيلي کي مدد طور ڇهہ هزار ٽيٽيهہ سوار ڏنا هئا، جن 1750 قبل مسيح ۾ هري يوپيا يعني هڙاپا ي بچائڻ ۾ مددگار هئي ۽ آرين حملہ آورن سان مهاڏو اٽڪايو پر هنن کي شڪست ڏيئي نہ سگهيا جو هنن وٽ لوهہ جا هٿيار، گرز، ڪمانون ۽ ڍالون هيون ۽ اهي گهوڙن ۽ رٿن تي سوار هئا.

بيدن پاؤل هنن جي سنڌي هجڻ جي تصديق ڪئي آهي، ڪين يادؤ نسل مان چاٽائيندي لکيو آهي تہ هي سنڌ جا رهواسي هئا، ٽاڊ جي مطابق تہ طور- تور- تنور جي روايت مطابق تہ هو پاندون مان آهن ۽ يڌشٽر جو تخت حاصل ڪيو هو، جنهن کي هاٿي نئين نالي دهلي سان سڏن ٿا. هنن کي توربنس بہ چيو ويندو هو، جن بعد ۾ هندستان جي مختلف علائقن ۾ پنهنجون راجائون قائم ڪيون.

## درو هيو

رگ ويد جي مطابق دروهيو قبيلو داسيو هو ۽ سنڌ سلطنت جا قديم باشندا هئا، مطلب قديم سنڌي قبيلو هو ۽ نسلي طور ڪوروُ خاندان مان هو، مسٽر جيمس ٽاڊ لکيو آهي تہ "بروتا جوڪو" اورڌ جي اٺين نسل مان هو، ان کي اٺ پٽ هئا، انهن مان بہ قبيلا ٿيا، هڪ درو هيو ۽ ٻيو ٻبرو. درو هيو مان، هڪ شاهي خاندان اتر طرف پير ڄمايا، رگ ويد مان معلوم ٿئي ٿو تہ هي قبيلو راوي ۽ چناب درياءَ جي وچ ۾ جنهن کي رچنادو آب يا ساندل بار جو علائقو چون ٿا. جنهن کي پيٽين اچي آباد ڪيو هو. اتي رهندا هئا ۽ بعد ۾ انهن گنڌارا تي قبضو ڪيو هو ۽ ٽئڪسيلا جا حڪمران ٻٽيا هئا.

هي اصل ۾ سنڌ ۽ راجستان جا رهاڪو هئا ۽ تور-طور-تنور قبيلي جا پاڙيسري هئا. جڏهن هنن جو مليڇ ديش ۾ زوال ٿيو تہ هو لڏي ساندل بار واري علائقي ۾ ويا ۽ جڏهن سنڌي قبيلن گڏجي آرين جي حمايت يافتہ قبيلي پرت سان

جنگ ڇڙي ته هي سنڌي قبيلن سان گڏجي ويا. ان کان اڳ ۾ به هنن جون سوداس ۽ سندس پيءُ سان گهڻ وقت کان وٺي ڇڪريون هلندڙ هيون ۽ هي پاڙيسري قبيلي بلڪو جا حمايتي ۽ مددگار هئا، جن کي پرت هميشه تنگ ڪندا رهندا هئا.

## الين

وادي سنڌ جي ڪافرستان جي علائقي جو هڪ قبيلو آهي، ڪن عالمن جي مطابق هي آريا نسل وارن مان هئا، جڏهن ته هو قديم سنڌي قبيلي پڪتايا پختون جا پاڙيسري ۽ پرجهلو هئا ۽ ان سان گڏجي پرت قبيلي سان وڙهيا هئا، رگ ويد جي مطابق هي اصل ۾ گنڌارا جا ماڻهو هئا.

الين جي لغوي معنيٰ آهي ماکي جي مک، ڪن جي مطابق الين موجوده دؤر جو آرائين عرف رائين قبيلو آهي، جيڪو هن وقت به سنڌ ۽ پنجاب ۾ رهي ٿو، جيڪي بنيادي طور زراعت ڪار آهن. مون کي تحقيق ڪندي دوران ڪابه اهڙي شاهدي ڪونه ملي جو مان هن کي قديم سنڌي قبيلن مان نه سمجهان.

## پڪتا-پختون-پٺاڻ

پڪتا-پختون-پٺاڻ جن کي عام طور تي افغان به چيو ويندو آهي، جن ڏهن ديسي راجائن واري جنگ ۾ حصو ورتو تن لاءِ سڀئي عالم ۽ محقق انهيءَ ڳالهه تي متفق آهن ته هي سڀ ئي يهودي نسل جا ماڻهو آهن.

هي حضرت ابراهيمؑ جي پٽ حضرت اسحاقؑ جي اولاد مان آهن، جنهن جي پٽ حضرت يعقوبؑ جي نسل سان تعلق رکن ٿا، جنهن کي ڪل ٻارهن پٽ هئا، جن کي بني اسرائيل سڏيو وڃي ٿو. حضرت يوسفؑ به انهيءَ خاندان مان هو، جنهن مصر ۾ عروج حاصل ڪيو هو ۽ ان جي وفات کان پوءِ انهن جو زوال شروع ٿي ويو، تانجو حضرت موسيٰؑ بني اسرائيل کي فرعون راميسس جي عذابن ۽ ظلم کان نجات ڏياري ۽ مصر مان ٻاهر ڪڍيو، ان وقت هي قوم ٻارهن قبيلن ۾ ورهايل هئي.

حضرت دائودؑ ۽ حضرت سليمانؑ وارو دور هن جي عروج جو دور هو، جنهن ڪانپوءِ هو پنهنجي هٺ، ناشڪري ۽ غرور جي ڪري تباهه و برباد ۽ زوال پذير ٿي ويا. حضرت سليمانؑ جي وفات کان پوءِ ان جي پٽ رجعام کي بادشاهه بنائڻ جي سلسلي ۾ اسرائيل جا ٻارهن قبيلا گڏ ٿيا جن رجعام آڏو پنهنجا ڪجهه شرط ۽ شرائط رکيا، جن کي هن مڃڻ کان انڪار ڪيو جنهن ڪري انهن مان بني اسرائيل جا ڏهه قبيلا ناراض ٿي هليا ويا ۽ "ير يعام" کي پنهنجو بادشاهه بڻايو، جنهن پنهنجي ملڪ جو نالو اسرائيل رکيو، باقي ٻن قبيلن يهوده ۽ بني امين رجعام بن حضرت سليمانؑ کي پنهنجو بادشاهه تسليم ڪيو، جنهن پنهنجي سلطنت جو نالو "يهوديه" رکيو، اهڙي طرح سان بني اسرائيل جا ٻارهن قبيلا ٻن حصن ۾ ورهائجي ويا. ان کان پوءِ هنن جي تاريخ قتل و غارت نفاق ۽ نفرت ۽ سازشن سان ڀري آهي.

طالوت جنهن جو ذڪر قرآن شريف ۾ موجود آهي، تنهن کي به پٽ هئا، هڪ برضيا ۽ ٻيو ارميا انهن مان پهريان برميا جو پٽ حضرت سليمانؑ جو وزيراعظم هو، بعد ۾ ارميا جو پٽ افغنه ان جو سپه سالار ۽ وزيراعظم بڻيو، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو هو افغانن يعني پٺاڻ، پڪتا، پختون جي هڪ گروهه جو مورث اعليٰ آهي. طالوت بن امين پٽ حضرت يعقوبؑ جي نسل مان هو، جنهن جو لقب اسرائيل هو. تنهن ڪري هيءَ قوم بني اسرائيل سڏي ۽ تنهن ڪري هي بني اسرائيل جي اولاد مان آهن ۽ اسرائيل جي بادشاهه "شاول" (طالوت) جي نسل جا آهن. جنهن ڪري هن گروهه سليماني طور افغان چيو وڃي ٿو، جن جي نسبت سان انهن جي ملڪ کي افغانستان نالو ڏنو ويو.

هي روايت موجب افغانستان تي نالو تڏهن پيو، جڏهن بني اسرائيل جون ٻئي حڪومتون گهرو ويڙهه جي ڪري پنهنجي سلامتي ۽ بقا برقرار نه رکي سگهيون، جنهن ڪري آشوري، بابلي ۽ رومي حڪمران سندن مٿان حملا ڪندا رهيا، 721 قبل مسيح ۾ سلطنت اسرائيل آشورن هٿان ختم ٿي ۽ 595 قبل مسيح ۾ يهوديه حڪومت بابلن هٿان تمام ٿي ويئي. اهڙي طرح چوڏهن سؤ سالن کان پوءِ بني اسرائيل جون ٻئي حڪومتون ختم ٿي ويون.

جڏهن بنو ڪد نصر فلسطين تي ڪاهه ڪئي ۽ ان کي فتح ڪيو ته هن هزارين يهودين کي مارائي ڇڏيو، جنهن ڪري انهن ۾ ٿاڪوڙو پئجي ويو. ڪي جان بچائي وٺي ڀڳا ۽ پناهه حاصل ڪرڻ لاءِ مختلف طرفن، مختلف علائقن ۽ ملڪن ڏانهن نڪري ويا، انهيءَ حالت ۾ پنهنجي سر بچاءَ لاءِ انهن مان ڪي دانهون ۽ ڪوڪون آهه و فغان ڪندا موجوده افغانستان جي غور جبلن ۾ اچي پناهه ورتي. انهيءَ آهه و فغان جي دانهن جي ڪري ڪين افغان سڏيو ويو.

منهنجي تحقيق موجب انهن افغانن کي ٻه پختون ۽ پٺاڻ سڏيو وڃي ٿو ۽ نسلياتي طور هڪ سمجهيو وڃي ٿو. جڏهن ته منهنجي تحقيق موجب موجوده نالي پٺاڻ يا پختون يا افغان، هڪ نسل سان تعلق نه ٿا رکن هي ٽن مختلف نسلياتي ۽ لساني گروهن جو مجموعو آهي، جيڪي هڪ ملڪ افغانستان ۽ ان جي پر وارن علائقن ۾ رهن ٿا. جن کي گڏيل طور افغان يا پٺاڻ علائقو چئجي ٿو جيڪو 1200 قبل مسيح تائين سنڌ سلطنت جو حصو هو.

هنن ۾ هڪ گروهه اهو آهي، جنهن جو مان مٿي ذڪر ڪري آيو آهيان، ٻيو گروهه جو تعلق تاجڪ، اوزبڪ، قزلباش، ۽ آريا نسل سان تعلق رکن ٿا ۽ ٽيون گروهه اهي آهن، جيڪي سنڌ سلطنت جي دور سان تعلق رکن ٿا جن کي مان سنڌي ٽئي سڏيندو آهيان، يعني ٽن گروهن جو نالو موجوده دور ۾ پٺاڻ يا پختون يا افغان آهي پر نسلياتي طور الڳ الڳ آهن ۽ اهو واضح طور تي انهن ۾ ڏسي سگهجي ٿو.

سيد بهادر شاهه ظفر ڪاڪا خيل پنهنجي ڪتاب "پشتون اپنے نسل کے آئینے میں" رشيد اختر ندوي، عبدالحڪيم اثر ۽ ٻين پٺاڻ عالمن لکيو آهي ته هي آريا نسل جاماڻهون آهن، جيڪي وچ ايشيا کان اتي پهتا ڪن جي مطابق هي خالص آريا نسل جا ماڻهون آهن، جيڪي ايران کان ان علائقي ۾ پهتا.

مرحوم ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌيءَ جو ان متعلق رايو آهي ته "اوائل ۾ اتي آريا قوم آباد هوندي، گهڻو پوءِ ايران جي اثر ۽ اولهه کان بني اسرائيل جي قوم ڪاهي اچي ملڪ تي قبضو ڪيو."

مطلب ته ان علائقي ۾ هڪ گروهه آريا نسل، سان تعلق رکندڙ اتي رهندڙ هو ۽ هڪ علائقي جا مالڪ هئا، اڄ به پٺاڻ جو هڪ گروهه پاڻ کي آريو سمجهن ٿا، آريا ۽ آريا نه سڃاڻپ پاڻ سان ڳنڍن ٿا.

جڏهن ته ٽئين گروهه يعني سنڌي قبيلن جي ڄاڻ محترم جيمس ٽاڊ پنهنجي تحقيقي ڪتاب ۾ ڏيئي ٿو، جنهن موجب ڪرشن جي زال رڪمني مان راجا گج جي پٽ سالباهن جي وڏي پٽ بلند جي ٻئي نمبر پٽ پوپٽي جي نسل مان چغتائي آهن، جن کي چڪتو، پڪتو، پختون ۽ پٺاڻ چيو وڃي ٿو.

راجا سالباهن کي پندرهن پٽ هئا، جن راجا بلند ۽ راجا رسالو وڏيڪ مشهور ٿيا، جڏهن راجا بلند گادي تي ويٺو ته هن جي پاءُ پيءُ واري سڄي علائقي تي قبضو ڪري ورتو.

راجا بلند پنهنجي عقل مندي ۽ طاقت سان زور ولندو پوءِ غزني ۽ ان جي ڀرپاسي وارن علائقن کي هٿ ڪري ورتو. هو ايترو هوشيار ۽ قابل هو جو حڪومت جي سيني ڪمن جي نگراني پاڻ ڪندو هو ڪيس ڪو به مددگار يا صلاح ڪار نه هو. هن کي ست پٽ هئا، پٽي، پوپٽي، ڪوار ۽ منج وغيره. پوپٽي جو هڪ پٽ چڪتو نالي وارو هو، جنهن مان چڪتو قوم ٿي، جنهن کي چغتائي سڏيو ويو.

چڪتو کي اٺ پٽ پيدا ٿيا، هن کي راجا بلند جيڪو سالباهن پور ۾ رهندو هو، تنهن غزني جو انتظام ۽ حڪومت چڪتو جي حوالي ڪئي، جنهن بلخ ۽ بخارا جي بادشاهه جي اڪيلي اولاد ڌيءُ سان شادي ڪئي، اهڙي طرح هو بلخ ۽ بخارا جو مالڪ ٿيو. سندس سلطنت بلخستان کان وٺي سنڌ جي علائقن تائين هئي، جنهن جي اولاد چغتا، پڪتو سڏجي ٿي.

ڏهن راجائن واري جنگ ۾ پڪتو قبيلي حصو ورتو هو، جنهن وقت هي لڙائي لڳي هئي، اهو 1000 سال قبل مسيح سان تعلق رکي ٿي، جڏهن ته اتي بني اسرائيل جا پناهه گهر گروهه 600 قبل مسيح کان پوءِ آيا آهن. تنهنڪري اهو نه ٿو چئي سگهجي ته اهي افغان ٿي پڪتو، پختون ۽ پٺاڻ هئا، جن ڏهن راجائن واري جنگ ۾ حصو ورتو ۽ نه وري اها ثابتي ملي ٿي ته اتي رهندڙ آريا قبيلي يا قبيلن جي ڪنهن گروهه يا فردن ان جنگ ۾ حصو ورتو هوندو. جيڪو ناممڪن آهي. بعد جي صورتحال ۾ ائين ضرور ٿيو هوندو ته اهي ٽئين نسلياتي ۽ لسانياتي گروهه هڪ ٻئي کي قبول ڪري وقت آهر پاڻ ۾ هڪ ٻئي ۾ ضم يا شامل ٿي ويا ۽ پوءِ قديم نالي پڪتو يا پڪت پويان، پختون ۽ پوءِ پٺاڻ سڏجڻ ۾ آيا.

## پلاٽي۔ ڀلاٽي

پلاٽي قديم سنڌي ٻوليءَ جو لفظ آهي، پل معنيٰ سنو، ٽي معنيٰ جو، يعني پلي ماڻهون جو، اهو پٽ اولاد به ٿي سگهي ٿي ۽ علائقو به. اسان جي تحقيق موجب هي لفظ ڪنهن علائقي جي ڄاڻ ڏيئي ٿو. رگ ويد جي مطابق سوداس سان مهاڏو اٽڪائيندڙن ۾ پلاٽي به شامل هئا. ڪن ليکڪن بنا ڪنهن تحقيق ڪئي، جن جي مٿي تي آريا پوت سوار آهي، تن ان کي شڪ جي بنياد تي آريو قبيلو ڄاڻائيندي لکيو آهي ته هي بولان لڪ موجوده بلوچستان جو هڪ قبيلو هو ۽ اهو واضح طور ڪونه ڄاڻايو آهي، بولان نالي ڪنهن آريا شخص جي ڪري پيو آهي يا علائقي جي ڪري ان تي اهو نالو هو.

حقيقت اها آهي جيڪا تحقيق ڪندي اسان جي سامهون آئي آهي ته پلاٽي ڪنهن شخص، قبيلي جو نالو نه هو پر هڪ خاص علائقي جو نالو هو، جيڪو اڄ تائين ان نالي وارو شهر ۽ علائقو بهلاٽي محرابپور ۽ ڪوٽڙي ڪبير واري رستي تي موجود آهي.

جيڪو بعد ۾ بدو ويو اصل پلاٽي يا بهلاٽي موجوده ڪنڊياري تعلقي جي حد ۾ هو، جتي اڄ محترم شاهنواز خشڪ جو ڳوٺ، ڪيٽي ۽ زمين آهي. بهلاٽي، سنڌ سلطنت جي زوال ۽ مهين شهر جي تباهي کان پوءِ ان وقت جي سنڌي قبيلن اچي آباد ڪئي هئي ۽ ديهات واري وهڪري تي آبادي ڪري گذر بسر ڪندا هئا، جتان پوءِ اها بستي اجڙي ويئي ۽ موجوده بهلاٽي جو بنياد رکيو ويو.

جڏهن محمد بن قاسم 93هجري مطابق 712ع ۾ سنڌ کي فتح ڪرڻ جي سلسلي ۾ برهمڻ آباد کان الور اچي رهيو هو ته واٽ تي پرماء بهلاٽي جون وسنديون موجود هيون، جتي سهتا، سمه قبيلا موجود هئا، سهتو ۽ سمو قبيلي اهو آهي، جنهن کي رگ ويد ۾ سميد، اسمير، ڪري لکيو ويو آهي. اهو امڪان زيادهآهي ته پريا ۽ بهلاٽي، انهن ماڻهن اچي آباد ڪيو. مهين جي بربادي کان پوءِ پراڻي بهلاٽي وسائي ۽ پوءِ ڪنهن به سبب جي ڪري ٻن حصن ۾ ورهائجي ويا، جن مان هڪڙن پريا جو بنياد رکيو ۽ ٻين وڃي بهلاٽي وسائي. جن جو بنيادي تعلق سهتو قبيلي سان هو. ان سهتي قبيلي کي سنڌس علائقائي سڃاڻپ سان رگ ويد ۾ جاءِ ملي ۽ ان کي پلاڻ، پلاٽي، بهلاٽي قبيلو سڏيو ويو. اڄ به اتي سهتو قبيلي جي اڪثريت آهي، ان کي ساهتي جي نالي سڏيو وڃي ٿو.

## وشاٽي-وشنين-وساڻ

وشاٽي جو مطلب آهي سنڱن وارو، مهين جي شهر مان اهڙيون مهريون مليون آهن، جن جي مٿي تي سنڱ آهن، اهي محرون بنيادي طور واپاري مقصد لاءِ استعمال ٿينديون هيون پر ساڳي وقت مذهبي عقيدن جي به نمائندگي ڪنديون هيون، وشناٽي قبيلو به ڪنهن اهڙي ديوتا جي پوڄا ڪندا هوندا، جنهن جي مٿي ته سنگ نڪتل هئا يا ان جي مٿي تي اهڙو تاج يا نشان پاتل هوندو، جيئن سنگ لڳندا هجن، ديوتا کي سنگ ته ڪونه هوندا آهن پر ان جي هڪ علامت اهڙي هوندي هئي جو ان کي سنگن وارو ديوتا ڪوٺيندا هئا، اهڙو ديوتا قديم سنڌين جو شو ديوتا جيڪو زرخيزي، زراعت، آبادي، خوشحالي ۽ جانورن (مال متاع) جي افزائش جو ديوتا هو.

شو ديوتا جي هڪ علامت ڏاند آهي ۽ ڏاند جو تعلق زراعت سان آهي، مهين جي شهر مان ڏاند واريون مهرون مختلف نمونن سان مليون آهن، مطلب وشاٽي، وشنين وساڻ قبيلي جو تعلق زرعي معاشري سان هو، جنهن ڪري هن ڏهن رجائن واري جنگ ۾نالو سندس پيشي جي سڃاڻپ طور آيو آهي.

ديسي ليڪڪن جي مطابق هي قبيلو وادي ڪرم ۽ وادي گومل جي وچ ۾ رهندو هو، جڏهن ته رشيد اختر ندوي جي مطابق هي قبيلو راولپنڊي، اٽڪ ۽ ڪالا باغ واري علائقي جو آهي. جڏهن ته تاريخ سرزمين گومل ۾ اهڙي ڪنهن به قبيلي ۽ ذات جو ذڪر ڪونه ملي ٿو، جنهن مان اها ثابتي ملي ٿي ته هنن ليڪڪن غلط بياني کان ڪم ورتو آهي.

وشاٽي شو ديوتا جا پوڄاري هئا ۽ ان جي عبادت ڪندا هئا، جنهن جو تعلق سنڌ سلطنت واري دؤر سان آهي، اهو معلوم نه ٿي سگهيو آهي ته هنن جو خاص علائقو ڪهڙو هو، پر ان ۾ ڪو به شڪ نه آهي ته هي قديم سنڌي قبيلو هو، جنهن ٻين سنڌي قبيلن سان يڪجهتي جو اظهار ڪندي سوداس جي آريا نوازي خلاف مهم ۾ حصو ورتو سنڌي قبيلو آهي.

## شمه يو- سمه

ڏهن راجائن واري جنگ ۾ شمه يه قبيلي جي شرڪت جو ذڪر آهي، جنهن کي رگ ويد ۾ هڪ ٻئي نالي سميدا سان به سڏيو ويو آهي، هتي سمه قبيلو جيڪو ڪرشن جي ستون نمبر زال جامل جي اولاد مان آهن. جنهن ڪري خاص لقب جام استعمال ڪندا آهن، جنهن جو مطلب آهي ڪرشن جي اها اولاد جيڪا جامل مان آهي. جام-ڪرشن جي ٻي اولاد جيڪا راڻي رڪمني مان آهي، اها به جام جو لقب استعمال ڪندي آهي جنهن جو تلق ڪرشن جي ذات سان آحي، چاڪاڻ ته ان جو هڪ لقب سيام به آهي، يعني سانورو- ڪٽڪ رنگو، جيڪو سيام مان بلدجي جام ٿي ويو، خاص ڪري جاڙيجه سمه اختيار ڪندا آهن.

سمه، جاڙيجه ۽ سميجا، سمون قبيلي مان آهي جاڙيندا آهن، اولاد ڪرشن هجڻ ڪري سڀئي جام به چورائيندا آهن. هن سمه قبيلي ڏهن راجائن واري جنگ ۾ سوداس جي خلاف گڏيل ويڙهه ۽ جنگ ۾ حصو ورتي، سڀني قبيلن جي نسلياتي

سجاڳپ کي واضح ڪري ڇڏيو ته اهي سڀ قبيلا هن ڌرتي جا اصلي باشندا ۽ رهاڪو آهن ۽ پرت جا انهيءَ ڪري مخالف هئا ته هنن مخالفن سان ٺاهه ڪري سلامتي کي خطري ۾ وجهي ڇڏيو هو.

سنڌ سلطنت جي دور ۾ جڏهن ملڪي سلامتي سنڌي سماج ۽ معاشري کي خطرو وڌي ويو ته قبيلن پنهنجي سلامتي ۽ بچاءَ لاءِ علائقه ورهائي ڪنيا. جنهن ڪري سنڌ جي وحدت کي وڏو نقصان پهتو. آريا قبيلي ان مان فائدو وٺي هڙاپا کان وٺي مهين جي شهر تائين تباهي مچائي ڇڏي، جنهن ڪري هر طرف ويراني ۽ بربادي ٿيندي ويئي ۽ سنڌي قبيلا پنهنجي مخصوص علائقي تائن محدود رهيا. جنهن جي نتيجي ۾ سنڌ سلطنت جيڪا بدخشتان کان وٺي سمنڊ تائين ۽ مڪران کان وٺي ممبئي تائين وسيع هئي زوال پذير ٿي ويئي ۽ سنڌي قبيلا پنهنجو شان ۽ شوڪت وڃائي ويٺا. انهيءَ علائقائي ورهاست جي نتيجي ۾ اتر سنڌ سيوهڻ تائين واري ايراضي سمه قبيلن جي حوالي هئي، جتي پوءِ هنن پنهنجو راجائون قائم ڪيون جن جو مرڪز لاڙڪاڻو، ڪاڇو ۽ سيوهڻ هو. انهيءَ قبيلي سڪندر مقدوني جي سنڌ ۾ اچڻ کان تقريبًا ست سؤ سال اڳ سلامتي واري جنگ ۾ ڀرپور حصو ورتو هو. بعد ۾ راءِ گهراڻو انهيءَ قبيلائي خاندان مان هو، جنهن سنڌ کي ترقي وٺرائي ۽ هندستان جي سيني راجائن جا مهاراجا بڻيا جيڪي وحدت جا علمبردار ۽ نشان هئا.

هن سمه قبيلي سوداس جي خلاف ٻٽيل محاذ ۽ اتحاد ۾ ٻين سنڌي قبيلن جو ساٿ ڏنو، مولائي شيدائي ان حقيقت کي تسليم ڪيو آهي ۽ لکيو آهي "سميو- (سمه) قبيلي وارا ڏهن راجائن واري جنگ ۾ سوداس سان وڙهيا" جيڪي يقينن اتر سنڌ کان ٺئي ويا هئا.

ڪرشن جو تعلق مقامي قبيلي مان هو، جنهن ڪري سانوارو ۽ ڪٽڪ رنگ وارو سندس اولاد کي سمو انهي ڪري سڏيو ويو جو انهن ۾ ايڪو ۽ اتحاد هو ۽ پاڻ ۾ گڏجي رهندا هئا. جنهن ڪري ويدي ادب ۾ سمهتا جو لفظ ڪتب آيل آهي، جنهن جي لفظي معنيٰ آهي گڏ-پاڻ ۾. سمهتا جي معنيٰ آهي سمه+هتا. سمه=گڏ-هتا=رهڻ (هنڌ) جنهن جو مطلب ٿيو گڏ رهندڙ، هڪ هنڌ گڏ رهندڙ. پنهنجو پاڻ ۾، رگ ويد ۾ انهيءَ ڪري سمتي لفظ آيو آهي، جنهن جي بنياد جي معنيٰ آهي جتي ماڻهو وچي ڪنا ٿين، ڪاڪي ڀيرومل ان جي وضاحت هيئن ڪئي آهي، قديم سنڌي ٻولي ۾ "ا" معنيٰ اچڻ ۽ وڃڻ ب، ات، معنيٰ آيو ۽ ويو به سم، معنيٰ گڏ انهيءَ ڪري سمتي (سم+ت+ي) معنيٰ جتي سڀ اچي گڏ ٿين، پنهنجو پاڻ ۾ ايڪي ۽ ٻڌي سان رهن. سنڌن مخصوص علائقو يعني رهڻ جو هنڌ، جيڪو ٻڌي ۽ اتحاد جي علامت آهي، انهيءَ ڪري 325 قبل مسيح ۾ جڏهن سڪندر مقدوني سيوهڻ کي فتح ڪيو ۽ اتان جي سمه راجا سمون کي ماري ڇڏيو، جنهن ساٿس مهاڏو اٽڪايو هو، تنهن جو ذڪر يوناني تاريخ نويس سامبس نالي سان ڪيو آهي. تنهن جي نالي لکڻ ۾ ويان به هڪ تاريخي حقيقت لڪل آهي. ايس آر راءِ ان تي تحقيق ڪندي لکيو آهي. سامس جي معنيٰ آهي ساراهه جوڳو، تعريف جي لائق، انهيءَ ڪري سمه يا سمو جي اصطلاح معنيٰ ٿيندي اهو نالو يا ذات يا قبيلو جنهن جي تعريف سندس، بهادري، ٻڌي، ڪردار ۽ حيثيت جي ڪري ٿي.

سمه-شيم جو، سمو قبيلو، انهيءَ ڪر جو سنڌي قبيلن جو سرتاج سڏيو ويندو آهي. ان جي مجموعي گڏيل قبيلن جي سٽ کي سماٽ سڏيو ويندو آهي. هن سماٽ قبيلي ڏهن راجائن جي سٽ ۾ شامل ٿي. قديم سنڌ، قديم سنڌ جي سٽ، سنڌ جي وحدت ۽ سلامتي کي بچائڻ ۾ پنهنجو ڪردار ادا ڪيو جو اڄ سيني قبيلن جي نسلياتي سجاڳپ نه رڳو برابر آهي پر موجود آهي.

هنن بيان ڪيل سنڌي قبيلن کان علاوه ٻيا به سنڌي قبيلا هئا، جيڪي هنن جا ڀرجهلو هئا، جيئن شگرو، پرگو، پڪشو ۽ متسي، جن جو ذڪر ڪرڻ نهايت ضروري آهي، جنهن مان معلوم ٿئي ٿو ته قديم سنڌين پنهنجي بقا جي جنگ ۾ پرت قبيلي جو صرف انهيءَ ڪري سخت مخالفت ڪئي هئي جو هو آرين سان ملي ويا هئا.

## شگرو-شگري

شگرو يا شگري جنهن مولائي شيدائي تمدن سنڌ ۾ سيگرو ڪري لکيو آهي، ان جي معنيٰ جهنگلي گهوڙا چاٽائي آهي، جيڪا درست نه آهي، شگرو هڪ موريءَ جو قسم آهي، جنهن کي هاڻي بلتستاني سوپا بخنا چون ٿا.

شيگر جو علائقو اتر پاڪستان يعني بلتستان ۾ آهي، جنهن تي نالو اتان جي ڳوٺ شيگر تان پيو آهي، جيڪو اسڪردو کان چوويهه ميلن ي فاصلي تي آهي ۽ شيگر ماٿري ان ڳوٺ کان وٺي اٽڪل ٽن ميلن جي ويڪرائي ۾ ڦهليل آهي، جنهن جي ٻنهي پاسن کان وڏا جبل آهن. جتي چراگاهه آهن.

اتان گذرندڙ نديءَ جو نالو درياءِ شيگر آهي، جيڪو هن ندين بش ۽ برولد جي گڏجڻ سان وهي ٿو ۽ اتر اولهه جي ڪنڌ کان سنڌو سان وڃي ملي ٿو. هن ماڙ جي ڊيگهه ڪري، اتي پيدا ٿيندڙ موريءَ جي هڪ قسم شيگر جي پويان طبعي صورت هجڻ ڪري ان ماڙي کي شيگر چوندا آهن، جنهن جو مرڪز خود شيگر نالي ڳوٺ آهي ۽ انهيءَ نسبت سان اتان جي رهواسين کي قديم سنڌ سلطنت جي دؤر کان شيگرو سڏيندا آهن، جن کي هاڻي شگري چون ٿا. جيڪي اتان جا اصل ۽ قديم مقامي باشندا آهن. منو سمرتي ۾ هنن جو ذڪر آهي، جيڪي بعد ۾ خود به برهمڻ ٿي ويا. بنيادي طور هي آرين جا دشمن هئا پر جڏهن منومت جو بنياد پيو ۽ آرين، سنڌين هڪ نئين سماجي معاهدي تحت گڏجي رهڻ جو فيصلو ڪيو ته اهي ان ۾ برهمڻ بڻجي ويا هن قبيلي آريا دشمني جي بنياد تي سوداس جي خلاف محاذ ۾ شرڪت ڪئي جو هو آرين جو ساٿي ۽ حمايتي جيتوڻيڪ بذات خود پرت قبيلو قديم سنڌي ۽ مقامي هو.

## پرگو-ڀاڳو-ڀاڳت

رگ ويد (منڊل 7-83-6) ۾ ڏهن راجائن واري ويڙهه ۾ مقامي راجائن ۽ قبيلن جا نالا گڏ آيا آهن، انهن ۾ هڪ نالو پرگو به آيو آهي، جنهن ان ويڙهه ۾ حصو ورتو هو. منهنجي تحقيق موجب اهو ڪنهن به قبيلي يا ذات جو نالو نه آهي پر هڪ راجا جو نالو آهي، هن جو تعلق ڪهڙي قبيلي سان هو اهو معلوم نه ٿي سگهيو آهي، اهو به معلوم ٿئي ٿو ته هڪ وڏو پروهت ۽ برهمڻ هو، جنهن جو تعلق مقامي نسل مان هو.

ويدن جي مطابق جڏهن برهما دنيا کي آباد ۽ وسائڻ چاهيو ته هن پاڻ جهڙا ڏهه پٽ پيدا ڪيا جن جا نالا هي آهن. (1) پرڳو-ڀاڳو-ڀاڳوت-ڀاڳت (2) پلاستا (3) پُلاهٖ (4) ڪرتو (5) انگي رس (6) مريچي (7) دڪشا (8) اتري (9) وشسٽ (10) نارد.

هي نوان برهما يا برهما رشي سڏجن ٿا. برهما قديم سنڌين جو ديوتا آهي، ڪن ان کي آرين جو ديوتا چيو آهي جيڪو غلط آهي جنهن تخليق ڪائنات جو عمل پورو ڪيو. ان متعلق تاريخ سنڌ جلد پهريون، حصو پهريون ۾ تفصيلي ذڪر ڪيو آهي، هنن کي پراڻن ۾ وڏي اهميت ڏني ويئي آهي، کين پرجا پتي يعني مورث اعليٰ، جن مان قبيلا نهيا، براهما پتر، يعني برهما ديوتا جا پٽ ۽ براهمن به چوندا آهن.

حضرت ابراهيمؑ جو اصل نالو براهمن هو، جيڪو بائيبل ۾ برام، ابراهم جي نالي سان آيو ۽ قرآن شريف ۾ ان جو ذڪر ابراهيم جي نالي سان ٿيو.

منومت جا پوءِ لڳ يا هندو مت وارا ۽ اڪثر عالم ۽ محقق انهيءَ ڪري، پروهت کي برهمڻ چوندا آهن جڏهن ته براهما مان بدلجي براهمن جو اصل خطاب آهي، براهما جا مذهبي پٽ ۽ پرچاري، جنهن ڪري هندو مت جي مذهبي پوڄاري کي برهمڻ سڏيو ويو يعني براهما ديوتا جي نالي پوٻان نسبت ڳنڍڻ ۽ ان جي تسلسل کي برقرار ۽ قائم رکڻ لاءِ برهمڻ ڪوٺيو ويو.

منو يعني حضرت نوحؑ جي بيان ۾ ڏهن مهار شين جو ذڪر آهي، جن کي هن پاڻ پيدا ڪيو هو، انهن مان هڪ جو نالو پرگو هو، جنهن وري ست ٻيا منو پيدا ڪيا. انهن اهو سڀ ڪجهه پيدا ڪيو جيڪو هن وقت دنيا ۾ موجود آهي.

مها ڀارت ۾ هن جي پئدائش جو ذڪر هئين موجود آهي:

"اسان ٻڌو آهي ته قابل احترام رشي پرگو کي براهما ورو ناجي قرباني جي موقعي تي باهه مان پيدا ڪيو هو ۽ ورونا براهم جو ٻيو نالو آهي. ٻي هنڌ لکيل آهي ته قابل احترام پرگو براهما جي دل ڦاڙي ٻاهر نڪتو هو. يعني براهما جي سيني مان پيدا ٿيو."

هن کان پوءِ پڻ ٻين پرگو نالي وارن جو ذڪر آيو آهي، جهڙوڪ بنارس جي راجا ديوداس جي وقت ۾ هڪ پرگو نالي وارو رشي هو. جنهن کي مدد وٺڻ لاءِ هن ڏانهن موڪليو هو. متيا پراڻ ۾ اٺويهه پرگو نالي وارن جو ذڪر آهي، جن پچڻ، گيت ۽ حمد لکيا. خود مها ڀارت جي هڪ راوي جو نالو پرگو هو، ان کانسواءِ هن کي مذهبي طور ديو مالائي حيثيت مليل هئي ۽ کين ديوتا سمجهو ويندو هو.

تاريخي طور معلوم ٿئي ٿو ته پرگو نالي وارو هڪ مذهبي خاندان پيدا ٿيو، جيڪو پروهتن يعني برهمڻن جو سڀ کان وڏو خاندان هو، جنهن جو ذڪر رگ ويد ۾ موجود آهي. اهو پرگو برهمڻ خاندان اڳتي هلي پرڳو سڏيو. يعني ڀاڳ وارو. انهيءَ نسبت سان اڳتي هلي هن خاندان جا فرد ڀاڳت سڏيا. يعني يا معنيٰ ڀاڳ وارو، وڏي نصيب وارو، وڏي معتبر خاندان وارو، هي پرگو ڀاڳت خاندان مان هو. جنهن ڏهن راجائن واري ويڙهه ۾ پنهنجي قبيلي ڀاڳت پاران سربراهه طور حصو ورتو هو.

## مستيا_مهاڻو_مير بحر، ميراڻي_ماڇي

مستيا ۽ متسي جي معنيٰ آهي مڇي، مڇي جو تعلق پاڻي سان آهي، جيڪا ڍنڍن، ڍورن، نالن، ندين، درياءَ ۽ سمنڊ ۾ ملي ٿي. ان کي مارڻ، وڪرو ڪرڻ ۽ رزمره جي کاڌي لاءِ شڪار ڪرڻ واري کي مهاڻو، ميربحر، ميراڻي ۽ ماڇي چيو ويندو آهي. انهن مان ماڇي سنڌ سلطنت جي زوال کان پوءِ وچي ڍورن، واهڻن ۽ درياءَ سنڌ جي ڪنارن تي وڃي آباد ٿيا ۽ هنن جو گذر بسر گهڻو ڪري مڇي ماري ڪاڻ تي هو ۽ مهاڻو نه رڳو مڇي ماري ڪائيندو هو پر ان جو وڪرو ڪندو هو، جنهن ڪري مياڻن جو استعمال ڪندو هو. مرحوم تاج صحرائي جي مطابق هي بنيادي سنڌي ماڻهون هئا جن جو تعلق مهين جي ماڻهن سان هو، هو واپار ڪري وچي سمنڊ جي ڪنارن آباد ٿيا ۽ هو تمام هوشيار ملاح هئا. هو وڌيڪ لکي ٿو ته سنڌي ميربحر، مهاڻا ۽ ملاح جو آباديون، وسنديون ۽ مياڻيون سمنڊ جي ڪناري ۽ سنڌوءَ جي ڇوڙ وٽ هيون. حقيقت اها آهي ته هو سنڌ سلطنت جي دؤر ۽ ان جي زوال کان پوءِ به پنهنجن ماڳن، هنڌن ۽ علائقن ۾ آباد رهيا جنهن ڪري اڄ به جهلم، چناب ۽ جڏهن ته ستلج بياس ۽ راوي سنڌ طاس معاهدي کان اڳ ۾ وهنديون هيون ۽ سنڌوءَ سميت ان جي ڪنارن ۽ پير وارن ايراضي ۾ رهندا هئا ۽ اتي آباد آهن جن جون وسنديون موجوده پنجاب کان وٺي سنڌوءَ جي ڇوڙ تائين قائم آهن. هنن جي مختلف نالن بابت تاج صحرائي Lake Manchar ۾ لکي ٿو مهاڻو هنن کي سنڌي ۾ سڏيو ويندو آهي جڏهن ته ميربحر ۽ ملاح فارسي ٻوليءَ ۾ ڪوٺيو ويندو آهي.

مهاڻو ۽ ماڇي کي الڳ الڳ قبيلائي صورت ۾ بيان ڪيو ويندو، جڏهن ته شروعات ۾ انهن جي بنيادي ڪرت مڇي مارڻ هئي، شخ صادق علي پنهنجي ڪتاب ۾ لکيو آهي ته ماڇي، مڇي جهليندڙ جي معنيٰ رکي ٿو، پر مڇي جهلڻ ۽ ان کي وڪرو ڪرڻ انهن جو ڌنڌو هو، پر انهن جو بنيادي پيشو لڪڙ مان ٽو ڪراءِ نڙ يا سرڪڪ ۽ ڪانن مان تڏا ۽ ٽوئا ناهڻ هو پر اسان جي تحقيق موجب اڪثر ڪري ڪچي واري علائقي ۾ رهڻ ڪري دريائي شيون کائيندا هئا ۽ پنهنجي بچاءَ لاءِ جهنگلي جانور کي مارڻ لاءِ هميشه ڏڪا ۽ ان جهڙا اوزار ساڻ رکندا هئا ۽ دلير ۽ بي خوف زندگي گذارڻ ڪري مڙس هئا، ان ڪري ٻين قومن کين ڏڪير ۽ مليڇ چوندي هئي.

هنن متعلق مختصر تاريخ سنڌ ۾ سيد محب الله شاهه لکيو آهي ته ماڇي سيوهڻ، نالي ماڻهون جي اولاد مان آهن، جيڪو حام جي پڙپوٽي مان هو، اصل ۾ انهيءَ ماڻهون سيوهڻ جو بنياد رکيو هو، جنهن کي بعد ۾ سنڌو درياءَ جي اٿل ختم ڪري ڇڏيو. هاڻوڪي سيوهڻ الورجي راجا امبرت جي سيوهڻ واري گورنر سوي سنڌو درياءَ جي اٿل ۽ پاڻئ کان بچڻ لاءِ درياءَ جي ٻي پرتي اصل سيوهڻ جي آمهون سامهون پنهنجي نالي تي هڪ نئون شهر سوي ٻڌايو جيڪو بعد ۾ سيوستان جي نالي سان مشهور ٿيو انکي پوءِ سيوهڻ سڏيو ويو.

سيد محب الله شاهه اهو بيان ڪيئن ۽ ڪهڙي بنياد تي ڏنو آهي پر جيڪڏهن اسان ان جي روايت کي تسليم ڪيون ته پوءِ اها حقيقت سامهون اچي ٿي ته سيوهڻ نالي وارو شهر به دفعا قائم نه ٿيو پر اهو شهر ٿي دفعا هڪ ٻئي جي پويان ٿهيو، سيوهڻ شهر جو اصل نالو قديم سنڌين جي ديوتا شو تان پيو آهي، جتي ان جي نالي تي عبادت ٿيندي هئي ۽ هي مهين جي شهر جو همعصر آهي. شو ديوتا جي عبادت ڪري ان کي شو استان سڏيو ويندو هو. جنهن کي رگ ويد ۾ ويل استان ڪوٺيو ويو آهي جيڪ اصل ۾ ٿي شو ديوتا جي هڪ ٻئي نالي وشوانات جي بگڙيل صورت آهي. وشو ويل تي ويهه ۽ نات استان ۾ تبديل ٿي ويو. حضرت ابراهيمؑ جي خاندان جو تعلق هن ٿي شهر سان هو. ڪن جو چوڻ آهي ته ان جي واڌاري تعمير ۾ ماڇي قبيلي جي فردن يا خاص ماڻهون حصو ورتو هجي، پر اهو برابر آهي ته قديم دؤر ۾ پيارو ڳوٺ کان وٺي سيوهڻ تائين ماڇي ديش قائم هو. ان ڪانسواءِ موجوده وارهه ۽ قمبر تعلقي جي حدن ۾ ماڇي تمام وڏي اڪثريت سان رهندا هئا، اوباوڙي کان وٺي اچ شريف تائين ماڇڪو جو مخصوص علائقو موجود هو، هن وقت به ان ساڳي نالي سان سڏيو وڃي ٿو جيڪو ون يونٽ وقت سکر ضلع ۾ هو جنهن کي بعد ۾ پنجاب ۾ شامل ڪيو ويو ٿي سگهي ٿو ته قديم دور ۾ ڪڇيءَ وانگر اتي ماڇي رياست قائم هجي.

مهاڻو ۽ ماڇي بنيادي طور هڪ قبيلي جون به شاخون آهن، جن کي رگ ويد ۾ ميدا ۽ ديو ميدا سڏيو ويو آهي، يعني مهاڻو ۽ ماڇي، جن جي بنيادي ڪرت مڇي ۽ پاڻي سان لاڳاپيل هئي، قديم سنڌين جي هڪ ديوتا وشنو جو اوتار متسيا آهي، يعني مڇي ۽ حضرت محمد ﷺ جن جي قبيلي قريش جي لغوي معنيٰ مڇي آهي. جيڪا هڪ مخصوص قسم جي آهي.

افسوس ته ويدڪ دؤر تي تحقيق ڪندڙن هن ٻنهي قبيلن کي غير سنڌي قبيلن ۾ شمار ڪيو آهي، جڏهن قديم ترين دؤر کان وٺي مهاڻو ۽ ماڇي قديم سنڌ جا اصل باشندا آهن.

مان جيئن ته اڳ ۾ اهو لکي آيو آهيان ته پرت قبيلو به قديم مسنڌي قبيلن مان هو. ان جي وڌيڪ تصديق ان مان ٿئي ٿي ته اهو غير آريائي ۽ مقامي ديوتا پشن جي پوڄا ڪندا هئا، جيڪو سج ديوتائن مان هڪ هو. پشن جنهن کي پالڻهار به چيو ويو آهي. ان جي معنيٰ به اصل ۾ اهائي آهي.

مسٽر جيمس ٽاڊ پنهنجي مشهور ڪتاب تاريخ راجستان ۾ لکيو آهي ته قديم دور جي شروعات ۾ يونان، مصر ۽ سنڌ ۾ دريائن جي ڪناري سج ۽ چنڊ جي پوڄا ٿيندي هئي ۽ اهو ثابت ٿي چڪو آهي ته دنيا ۾ سڀ کان پهريان سج جي پوڄا سنڌو درياءَ جي ڪناري تي قديم سنڌي ڪندا هئا. انهيءَ ڪري هتي شروعات ۾ ٻه نسلياتي خاندان وجود ۾ آيا. سڀ کان اول سج جا پوڄاري، سج يا سورج ونشي سڏيا. ان کان پوءِ جڏهن سج سان گڏ چنڊ جي پوڄا به شروع ٿي ته اهو گروهه چنڊ ونشي يا چندر ونشي سڏيا. مطلب ته اتان قديم سنڌين جي قبيلائي سڃاڻپ جي شروعات ٿي. پرت قبيلي وارن جو سج ديوتا پشن جي پوڄا ڪرڻ مان ٿي واضح آهي ته اهي مقامي نسل جا هئا.

رگ ويد جي مطابق پشن يا پوشڻ ديوتا سج ديوتا آهي جنهن جو هڪ روپ قديم سنڌين جو ديوتا وشنو آهي ۽ ان جو هڪ اوتار ڪرشن آهي جيڪو اڪثر سنڌي قبيلن جو مورثاعليٰ آهي، جنهن جو هڪ صفاتي نالو پتامبر آهي، ۽ پتامبر سج ديوتا جو هڪ لقب آهي ۽ پتامبر اها علامت آهي جيڪا سج نڪرڻ کان اڳ ۽ سج لهڻ کان پوءِ آسمان ۾ ڳاڙهاڻ جي صورت ۾ نظر ايندي آهي.

پشن يا پوشڻ ديوتا جي انهيءَ صفتن ۽ علامتن کي ڏسي اهو چوڻ ۽ سمجهڻ ۾ دير نه ٿي لڳي ته پرت قبيلو قديم سنڌي قبيلن مان ئي هو. وڌيڪ تصديق ائين به ٿئي ٿي ته بقول رگ ويد آڪاش ۾ جيڪي ديوتا آهن، انهن سڀني جي اک سج ديوتا آهي. انهيءَ ڪري قديم سنڌي ان کي رهبر ۽ رهنما ڪري مڃيندا هئا، انهيءَ ڪري رگ ويد ۾ آهي ته اسان جي رستي ۾ اسان جي رهنمائي ڪرڻ فرماءِ، اسان جي اڳيان هل جيئن رهزن کي ماري ڀڄايون.

پشن ديوتا سڄي ڪائنات کي ڏسي ٿو، هن کي شت پٽ برهمڻ ۾ زرخيري عطا ڪرڻ وارو مقدس وجود ٻڌايو ويو آهي. جيڪو زراعت ڏانهن اشارو آهي. قديم سنڌي سنڌ سلطنت جي دؤر ۾ نه رڳو واپار ڪندا هئا ۽ ڏيساور ڏانهن ويندا هئا پر هڪ وڏا زراعت ڪار هئا. جڏهن ته آريا نه واپاري هئا ۽ نه وري آبادگار جنهن مان اهو ثابت ٿئي ٿو ته پرت مقامي ماڻهن جو قبيلو هو. پر منهنجي تحقيق موجب پرت قبيلي جي راجا سوداس ۽ ٻين سنڌي قبيلن جي راجائن ۾ اصل جنگ ڏارين سان دوستي ۽ دشمني جي بنياد تي لڳي. پرت قبيلو مقامي هوندي ۽ آرين جو دوست، انهن جو پرجهلو ۽ ساٿياري هو شايد آرين ۽ هنن جي وچ ۾ مٽي مائٽي وارو رشتو قائم ٿي چڪو هو. جڏهن ته ڏهه راجا ۽ انهن جا حمايتي، انهي عمل ڪري انجا سخت دشمن ٿي بيٺا جنهن جي بنياد تي اصل ۾ جنگ لڳي جنهن ۾ اتحادي سنڌي قبيلن جو سپهه سالار ۽ راجا پيدا قتل ٿي ويو، ان کانسواءِ ڇاهٺ هزار ڇهه سو سٺ ماڻهو به مارجي ويا، هي انهن کان علاوه هئا جيڪي درياءَ ۾ ٻڏي مري ويا ۽ رگ ويد جي مطابق ايڪيهه راجا به قتل ٿي ويا.

سوداس جو قبيلو پرت جنهن سان گڏ آريا به هئا، جنگ ۾ فتح ڪرڻ جي باوجود انهن جي علائقن تي قبضو نه ڪيو جنهن مان پڻ ان ڳالهه کي تقويت ملي ٿي ته پرت قديم سنڌي هئا ۽ هنن کي ڪا به ملڪ گير حوس ڪونه هئي.

ڏنو وڃي ته هن ڏهن راجائن واري جنگ ۾ هنزه گلگت کان وٺي سنڌي سمنڊ تائين رهندڙن سنڌي قبيلن جي نمائندگي ڪندڙ قبيلن آريا قبيلن جي وڌندڙ طاقت ۽ انهن جي سنڌين اتحادن کي اهو پيغام ڏيڻ لاءِ لڙائي وڙهي ته هو هنن جي خلاف بر سر پڪار ۽ متحد آهن. سنڌي قبيلن جي اجتماعي شڪست کانپوءِ سياسي، سماجي، معاشرتي ۽ معاشي تبديلي آئي. سنڌين، آرين ۽ ان حمايتي مقامي قبيلن گڏجي هڪ نئين سماجي معاهدي جو بنياد رکيو، جيڪو بعد ۾ سخت گيري جي ڪري منومت سڏيو ويو، جو هن سخت قانون نافذ ڪيا ۽ آرين جي مخالفن کي نفرت منجهان شو در راءِ سڏيو.

جيئن ته هي يد سنڌي قبيلن جي وچ ۾ هئي، جنهن ڪري فتح مند سنڌي قبيلي پرت ۽ ڏهن راجائن ۽ ان جي ساٿارين کي سورهه سڏيو ويو. جن کي گهٽو بعد ۾ ماضي قريب ۾ راجپوت سڏيو ويو.

راجپوت يا راجا پتر يا راجپتر لفظ يا حطاب جو ذڪر رگ ويد ۾ ڪونه آهي پر انڪان اڳ ۾ ڪشتري يا ڪتري جو ذڪر ملي ٿو جيڪو جوڌي جوان، بهادر ۽ مڙس ماڻهون

کتب آندل آهي. کتري اصل ۾ ڇتري جو بدليل لفظ ۽ نالو آهي. جنهن جي معنيٰ آهي، گھاڙ، زخم، ڏک بچائڻ وارو. جنگين ۾ جوڌائي گھاء رسائيندا هئا ۽ جوڌائي گھاء بچائيندا هئا. نجم التواريخ ۾ عاشق علي خان ناطق لکي ٿو راجپوت اهو چورائيندا هئا جنهن جي خاندان هڪ عرصي تائين پشت در پشت راج ڪيو هجي هو لکي ٿو ته راجپوت هندي ٻوليءَ جو لفظ آهي، جنهن کي استعمال ۾ آڻيندي ٿورو عرصو گذريو آهي. سنسڪرت يا ٻين ٻولين ۾ ڪڏهن راجپوت لفظ ڪتب نه آندو ويو آهي ۽ نه وري راجا ئي دؤر ۾ ڪنهن لاءِ آيو آهي، اهو نه رڳو پر قديم تاريخن ۾ به لفظ راجپوت ڪو نه ٿو ملي. هي لفظ تاريخ شاهي ۾ مسلمان بادشاهن لاءِ راجپوت لفظ آيو آهي، شاهان گجر ۾ مولوي عبدالمالڪ لکيو آهي ته راجپوت غير مستقل ۽ جديد نالو آهي، جڏهن ذاتيون مستقل ۽ قديم آهن، يعني راجپوت مختلف راجائن ۽ قبيلن جي اولاد کي گڏيل طور چيو وڃي ٿو، مطلب راجپوت هڪ قبيلي لاءِ مخصوص نه آهي، مختلف قبيلا مختلف سببن جي ڪري سڏبيو ويو آهي.

ٽاڊ راجستان جي تاريخ ۾ لکي ٿو ته حقيقت ۾ صحيح لفظ آهي راج استان-راجائن جو علائقو. انهيءَ ڪري انگريزن ان کي راجستان سڏيو، جنهن جو اهو مطلب به ڪڍيو ويو ته راجپوت قوم جو علائقو.

ڊينزل ابٽسن تحقيق ڪري لکيو آهي ته قديم دؤر ۾ ڪنهن علائقي ۾ حاڪميت رکڻ واري ذات جو شمار راجپوت قبيلي ۾ ڪيو ويندو هو. هو وڌيڪ لکي ٿو ته جڏهن اسلام جو طوفان آيو ۽ وڌندو ويو ته برهمڻ پناهه گاهن جي تلاش ۾ جبلن تي چڙهي ويا، جتي رهندڙ قديم نسل جي عورتن سان شاديون ڪيون ۽ انهن جي حمايت ۽ ساٿ حاصل ڪرڻ لاءِ انهن جو مذهب قبول ڪيو، جن کي ڪتري يا ڪشتريه سڏيو.

جيڪڏهن وقت جي حالتن ۽ وقت گذرڻ سان لقب، خطاب به ڦرندا رهيا ۽ ڪنهن به هڪ قوم يا ذات لاءِ مخصوص نه رهيو تنهن ڪري اهو چوڻ ته راجپوت آرين جي قبيلن جي راجائن جي اولاد لاءِ مخصوص آهي، اهو سراسر غلط آهي، اهو بنيادي خطاب سنڌي بهادر قبيلن ۽ بعد ۾ ايندڙ نسلن تائين منتقل ٿيندو رهيو. اي ڊي ميڪليگن لکي ٿو ته بعد ۾ راجا پتر صرف زمين جي مالڪ کي چيو ويندو هو ۽ لفظ راجپتر جو مفهوم آهي، شريف، ڀلو، سٺو.

آءٌ ايتري وضاحت ڪرڻ کان پوءِ اهو ضروري نه ٿو سمجهان ته وڌيڪ وضاحت ڪريان.

# ڇڇڙ

ڇڇڙ ذات وارن جي اڪثريت ۽ انهن جو بنيادي تعلق ضلع ڄامشورو سان آهي. هنن جا ڳوٺ اڪثر ڪري سنڌو دريا جي نهايت قريب ۽ ويجها آهن.

ڇڇڙ ذات ڇو سڏي ويئي، ان جو بہ سبب آهي، ڇڇڙ لفظ نڪتل آهي، ڇڇ مان. قديم دؤر ۾ جڏهن سنڌو دريا بندن جي اندر قيد نہ هو تہ آل جال و هندو هو ۽ اڪثر ڪري آب ڪلياڻي جي موسم ۾ مستي ۾ هوندو هو جو منل ڪوٽ وٽ اچي باقي پنج دريائن جو پاڻي ملندو هو. جڏهن پاڻي چڙهندو هو تہ هيٺاهون مٿانهون سڀ ٻوڙي ڇڏيندو هو، جڏهن درياء زميني يا ميداني علائقن مان هٽي ويندو هو تہ اڪثر هيٺاهين ۾ پاڻي بيهي رهندو هو جنهن کي ڇڇ چوندا هئا جيڪو گهڻي اونهائي تائين نہ هوندو هو.

قديم دؤر ۾ آب پاشي جو ڪوبہ مربوط نظام نہ هو. اڪثر آباديون، دريائي وهڪرن، ڍورن، نارن ۽ ڍنڍن تي ٽينديون هيون. جيئن تہ آمري کان وٺي ڄامشورو پل تائين اڪثر ڪري قديم دور ۾ پر هاٽي بہ چاڙهہ جي وقت سڄي علائقي کي ٻوڙي ڇڏيندو آهي ۽ اڪثر زمين پاڻي جي هيٺ اچي ويندي آهي جنهن کي ڇڇ ۽ ڇر سڏيندا آهن. درياء جي پوئتي هٽي وڃڻ ڪري ڇر جي پاڻي تي آبادي ڪندڙن کي ڇڇر چوندا هئا، جنهن جو مفهومي مطلب آهي ڇر جي پاڻي ۽ ڇر واري زمين کي آباد ڪندڙ.

سنڌي لغات ۾ آهي تہ هي جوٽيجن جو پاڙو آهي، جڏهن تہ پنجاب ۾ رهندڙ ڇڇر آرائين سڏجن ٿا. جنهن جي معنيٰ بہ زمين آباد ڪندڙ آهي. اسان جي تحقيق موجب ڇڇر سمہ قبيلي جي هڪ ذات آهي. جيڪي ڪاڪ پٽ ڦل پٽ ڦل پٽ سمو پٽ رائدن پٽ ڄام ڪاڪو جي پونئيرن جي اولاد آهن. جنهن لاءِ ڏسو تفصيل ڪتاب جي آخر ۾، ڏنل سنڌي قبيلن جو حقيقي شجرو.

ڪن ليڪڪن، سمو قبيلو ۽ سميجن کي الڳ سمجهو آهي پر ڪيترن شجرن جي مطابق سميجا ۽ سمہ هڪ ڪل مان آهن. انهن سميجن مان هڪ مشهور فقير نالي ٻتڙ ڇڇر هو، جيڪو بهاؤ الدين ذڪريا جو مريد هو. جنهن جي قبر ٽنڊو الهيار جي هڪ قبرستان ۾ آهي.

# ڪر

سنڌ جي قديم علائقي سري جي هڪ ذات جيڪي هن وقت، ملتان، ڪوٽ ادو ۽ اڪثريت سان رهن ٿا، اتي سندن جاگير ۽ زميندارين آهن. سنڌ جي مختلف هنڌن تي ڪر ذات وارا رهن ٿا.

ڪر ۽ ڪرل اصل ۾ هڪ ذات وارا آهن، جيڪي راءِ ڀوپا جي اولاد جو نسل آهن، هي پنهنجو نسلي تعلق ساهيوال ۽ لاهور جر ڪرلن سانپ ڏائن ٿا. سندن روايت جي موجب لاهوري ڪرلن جو هڪ خاندان اتان لڏيو پيو اچي، جنهن ملتان جي ويجهو رات گذارڻ لاءِ هڪ هنڌ ديرو ڄمائي ويٺا، هنن پنهنجي مال کي چاري ۽ جهوپڙين ٺاهڻ لاءِ ڪنهن زميندار جو زمين ۾ بيٺل ڪمند کي ڪٽي ڪتب آندو.

جڏهن زميندار کي ان جي خبر پئي ۽ ڇيو تہ هنن اهڙو نقصان ڇو ڪيو آهي تہ هنن اڻ ڄاڻائي لڪائيندي ٻڌايو تہ هنن کي ڪانو (سر جو ڪانو) سمجهي ڪٽيو آهي، جنهن تي زميندار هنن کي بيوقوف سمجهندي چيو تہ اوهان "خر" آهيو بمعنيٰ گڏهہ آهي جو اوهان، ڪاني ۽ ڳني جي خبر نہ پئي. ان ڪان انهن کي بيوقوف سمجهندي. "خر" سڏيو ويو ۽ بعد ۾ اهو "خر" بدلجي، ڪر ٿي ويو آهي.

# نيازي

نيازي پٺاڻ جي اها شاخ آهي، جنهن جو نسلي تعلق پختون سان نہ آهي ۽ هو اولاد يهودي آهن. جن موجوده افغانستان ۾ اچي پناهہ ورتي هئي، هي شاهہ حسين غور جي خاندان مان آهن، جنهن جي زال بي بي متو هئي، جيڪا شيخ بٽن پٽ قين عبدالرشيد جي ڌي هئي. شاهہ حسين آف غور کي بي بي متو مان ٻہ پٽ هئا، هڪ عبدالرحيم غلچي ۽ ٻيو ابراهيم لوڌي، جنهن کي ٽي پٽ هئا، هڪ دوتا نڙي، ٻيو سپا نڙي ۽ ٽيون نيازي.

نيازي افغان پنهنجي جد امجد نيازي جي نالي پويان نيازي چورايو، جنهن مان ڪيترا پاڙا ۽ خيل آهن. نيازي جي ڀاءُ سپا نڙي جي اولاد مان لوڌي ۽ سوري افغان آهن ۽ مروت بہ هن خاندان جو حصو آهي.

نيازي قبيلو تاريخ ۾ پهريون دفعو سلطان بهلول لوڌي جي وقت ۾ هندستان ۾ آيا. جنهن پنهنجي حڪومت ۽ ذاتي طاقت کي مستحڪم ۽ مضبوط ڪرڻ لاءِ 19 اپريل 1451ع کان پوءِ هن شاهي فرمان جاري ڪري نيازي ۽ ٻين افغان قبيلن جي فردن کي هندستان ۾ اعليٰ عهدن تي مقرر ڪيو. جنهن کان پوءِ نيازي ۽ ٻيا افغان، خاص ڪري نيازي افغانستان جي غزني جي ڏکڻ ۾ شلگر ۽ لوگر جي شهر ۽ علائقي مان آيا.

نيازي قبيلي جي جد امجد نيازي ٻين افغانن وانگر، رڍون، ٻڪريون ۽ اٺ پالي گذر بسر ڪندو هو، هن پنهنجي زندگي ۾ ٽي شاديون ڪيون، پهرين زال سرواني قبيلي مان هئي، جنهن مان هڪ پٽ باهي نالي وارو هو، ٻي زال پڙنگي خاندان مان ذڪيہ نالي واري هئي، جنهن مان جمال نالي جمال عرف جام زام هو. ٽين زال زندگي جي آخري ڏينهن ۾ شيخ بٽن جي ٻٽني خاندان مان ڪئي، جنهن مان هڪ پٽ خاڪو نالي وارو هو.

نيازي افغان ٻين لاڏائو قبيلن وانگر سردي جي سخت موسم ۾ افغانستان کان نڪري ٻاهر ويندا هئا ۽ بعد ۾ وري موٽي واپس ايندا هئا، اهڙي طرح هي بنون ۽ ميان والي تائين اچڻ وڃڻ لڳا جا تانجو هو مستقل طور انهن علائقن ۾ رهڻ لڳا ۽ 1525ع تائين ڪيترن هنڌن تي آباد ٿي ويا.

هن نيازي قبيلي مان تحريڪ انصاف پاڪستان جو اڳواڻ ۽ شوڪت خانم ڪينسر اسپتال جو باني عمران خان آهي، جيڪو 25 نومبر 1952ع ۾ ڄائو، هن جو تعلق نيازي قبيلي جي پاڙي علي شير خيل کان شير مان خيل تائين آهي، ان لاءِ ڏسو شجرو.

مسٽر ايچ ڊبليو بيلو، پنهنجي ڪتاب An Inquiry in to the Ethnography of Afghanistan ۾ لکي ٿو تہ نيازي اصل ۾ قديم سنڌي، هندي قبيلو (NYAD) نياد آهي، جنهن جو مطلب آهي نوان ايندڙ. اهو انهن لاءِ اختيار ڪيو ويو، جيڪي افغانستان ۾ هندستان جي طرف کان اچي آباد ٿيا. هن جي مطابق هي شهاب الدين غوري جي وقت ۾ مسلمان ٿيا. هن انهن جا هيٺيان پاڙا ڄاڻايا آهن.

(1) آدم (2) اڪا (3) علي
(4) اپو (5) استانا (6) ياهو
(7) باتي (8) پارت (9) بوري
(10) بوبان (11) چندر (12) چانگا
(13) چوهڙ (14) ڍاڍر (15) دادي
(16) دليل (17) دالو (18) ڏند
(19) درويشن (20) درزي (21) ڍوري
(22) گوڍي (23) گونڍي (24) هالي
(25) هوتڪ (26) همايون (27) اسا
(28) اسپ (29) جوڳي (30) جالو
(31) ڪمال (32) ڪاشي (33) ڪاربورا

(34) خواجه (35) ڪوڪا (36) ڪولاچ
(37) لاڇي (38) لانيو (39) لوهاڻي
(40) منڊا (41) مندور ا (42) مانجر
(43) منسر (44) ماشاڪي (45) ماس هاني
(46) ملتاني (47) موسيٰ (48) نانو
(49) نيڪو (50) پهار (51) پونٽي
(52) سالار (53) سمپال (54) سامو يا سمه
(55) سنجر (56) سانجالا (57) سرهنگ
(58) سرمست (59) شيخا (60) سين
(61) سمالان (62) سونڊي (63) تاري
(64) ٽوٽائي (65) عثمان (66) اريا
(67) وانا (68) ياسين

## سنڌ ۽ پاڪستان ۾ رهندڙ نيازي قبيلي وارن جا پاڙا

(نوٽ: خيل پاڙو، هڪ ڪٽنب ۽ خاندان تائين به آهي، انهيءَ حساب سان سنڌن سوين پاڙا آهن. جيڪي وقت جي حساب سان وڌندا رهن ٿا.)

(1) ممنون خيل (2) احمد خيل (3) پمير
(4) عيسيٰ خيل (5) علي خيل (6) سنبل
(7) ناصر خيل (8) ڪوچي (9) پاورخده
(10) حيدر نيازي (11) ڪنڊي (12) مشاني
(13) دائود خيل (14) مونڊي خيل (15) سالار نيازي
(16) حسن خيل (17) موشاني (18) مهار نيازي
(19) مچن خيل (20) دته خيل (21) گدي خيل
(22) ودلو خيل (23) شادي خيل (24) بادين خيل
(25) بوغه نيازي (26) سود خيل (27) تورخيل
(28) سمند خيل (29) ممڪوئي نيازي (30) پائي خيل
(31) سلطان خيل (32) يوري خيل (33) موسيٰ خيل
(34) بوبا خيل (35) بلوخيل (36) فتڪي خيل
(37) عالم خيل (38) پنون خيل (39) علي شير خيل
(40) شير مان خيل (41) مداد خيل (42) شهباز خيل
(43) سليم خيل (44) تور مدگ سرهنگ خيل
(45) بوبڪ نيازي (46) ارني خيل (47) غلبلي خيل
(48) آمندي خيل (49) يارو خيل (50) تعلو خيل
(51) لياسي خيل (52) تاج خيل (53) احمد خيل
(54) همايون خيل (55) بلند خيل (56) هندال خيل
(57) قتال خيل (58) بکو خيل (59) اشپر خيل
(60) ڪبير خيل

## نيازي قبيلي جو بڻ بنياد ۽ عمران خان جو نسب






هي قبيلا افغانستان ۾ رهن ٿا. داؤد خيل - پختونخواهه ۾ به آهن.


ابراهيم لوڌي
سپاني
يا سپانڙي
نيازي
اوتاني
يا دوتانڙي
باهي
خاڪو خان
جمال
عيسيٰ خان
الا (عبدالله)
سرهنگ
ادريس خان عالي
مندڪ يا تور مندگ
شادي خيل
فقير جودڪ
دريا خان
اولاد تاج خيل- موچ
اسماعيل
عيسب
پائي خان
علي شير خان
سنجر خان
لوڪ خان
جابو خان
سلطان خان
ولي داد خان
دائود خان
لعل بيگ
شير مان خان
(شيرمان خيل)
بدر خان
محرم خان
اولاد ميان والي ۽ چڪ 9 ۾ رهي ٿي.



مهر خان
محمد خان
راجمير خان
گل شير خان
دل امير خان
عالم شير خان
خان بيگ خان
محمد اعظم خان
محمد انور خان
محمد اشرف خان
شاهه ولي خان
شير خان
عمر خان
ربنواز خان
فتح خان
حق نواز خان
محمد عظيم
ڪرنل فيض الله خان
امان الله خان وڪيل
اڪرام الله خان
ظفر الله خان
شهريار خان
شفيق احمد خان
برگيڊيئر
عمران احمد خان
عرف عمران خان
تحريڪ انصاف
جمائم خان مان
عيسيٰ
قاسم
عرفان خان
نجيب خان
حفيظ الله خان
سعيد الله خان
انعام الله خان
احسان خان
اسد خان
فيض الله خان
شرجيل خان
فهيم خان
عظيم خان

# چام ڏاتار جي اصليت

چام ڏاتار نالي سان هڪ بزرگ هستي جي مزار موجوده ضلع بي نظير آباد ۾ آهي، جنهن لاءِ مقامي باشندن ۽ عقيدت مندن جو چوڻ آهي ته هي سيد بادشاهه آهي، يعني آل رسول مان آهي، جڏهن ته اها حقيقت نه آهي ۽ هن جو تعلق مقامي ۽ سمه قبيلي سان آهي. جنهن جو ذڪر مير علي شير قانع تحفة الڪرام ۾ ڪيو آهي.

چام لقب، سنڌين لاءِ آهي جو اهي ڪرشن جي زال چامل جي اولاد مان آهي. ڪنهن عرب، بلوچ، پٺاڻ سيد جو نه آهي. هن جو اصل نالو ڏاتار ڏنو هو، سندس والد اسحاق فقير به ڪامل بزرگ ۽ الله لوڪ هو. سندس ڪافي مريد نالي وارا ٿي گذريا آهن. جن مان سيد قادر ڏنو شاهه به هو جنهن جو ڪلهوڙو حاڪم ميان غلام شاهه ڏاڍو معتقد هو.

ڏاتار ڏنو درويش صفت انسان هو ۽ ڪرامتن جو مالڪ هو. هي سمه قبيلي جي پاڙي سڪريو عرف ساڪري سان تعلق رکندڙ هئا ۽ سندس ڳوٺ سميجا نالي سان هو. ڪيس چام ڏاتار به سڏيندا هئا، جنهن جي نالي سان اڄ به مشهور آهي.

منهنجي تحقيق موجب سمه قبيلي سان اڪثر تعلق رکندڙ ذاتيون سمه سميجا سڏائيندا هئا. جيئن قاضي احمد ۽ ان ي آس پاس سمه قبيلي جو وڏو پاڙو انڙ وڏي اڪثريت سان آباد آهن. جن کي به سميجا سڏيو ويندو هو. چام ڏاتار انڙ قبيلي سان تعلق رکندڙ هو. اڄ به انهيءَ طرف جا انڙ چام لقب اختيار ڪندا پيا ٿا اچن. ڪي نا سمجهه ۽ عقيدي ۾ انڌا تيل چام ڏاتار کي سيد چوڻ ۾ فخر محسوس ڪن ٿا ڇاڪاڻ ته انهن جي ذهنن ۾ اهو آهي ته بزرگ ولي، سيد يا ٻاهران آيلن مان ئي ٿي سگهن ٿا.

# ڪاتيار

ڪاتيار سمه قبيلي جو هڪ پاڙو آهي، جنهن جو بنياد ڪرت-ڌنڌي جي اختيار ڪرڻ ڪري آهي. فيروز اللغات جي صفحي 1028 تي لکيل آهي، ڪاتا-جنهن جي معنيٰ آهي، ڌاڳو، سٽ. جنهن کي اسان عام طور تي قديم دؤر ۾ هٿ تي ٺاهي ڪپڙو ٺاهيندا هئاسي، انهيءَ سٽ يا ڌاڳي کي تيار ڪرڻ لاءِ لفظ ڪتب ايندو هو. ڪتڻ يعنيٰ چرخي تي ڪپهه مان، سٽ، ڌاڳو ٺاهڻ، مرحوم عبدالڪريم سنديلي لکيو آهي ته ان جي معنيٰ وٽڻ، پڪ ڏيڻ، مطلب ته ڌاڳي کي ڪپهه مان تيار ڪري ٺاهڻ واري عمل کي ڪتڻ چئبو آهي. جيڪڏهن ان کي ڪا عورت تيار ڪري ڪجهه مرد به اهو ڪم ڪندا هئا قديم دؤر ۾ سنڌ ۾ اهو ڪم اڪثر عورتون ڪنديون هيون. جنهن کي ڪاتار سڏبو هو. ڌاڳي، سٽ ٺاهڻ واري کي ڪاتار ۽ ڪاتيار سڏيو ويو. جنهن کي ڪورڪي ڌنڌي جو حصو چيو ويو. انهيءَ ڪري ڪاتيار ذات جو وجود پيو.

مسٽر نبي بخش بلوچ سنڌي لغت ۾ ان تي واضح طور نه لکيو آهي ۽ نه وري وضاحت ڪئي آهي. پر هن ڪاتيار جي سلسلي ۾ لکيو آهي ته اسم خاص تعلقي گوني ۾ هڪ ديهه جو نالو پر اهو نه لکيو ته هن تي اهو نالو ڇو پيو آهي. اڳاٽي دؤر ۾ ٺٽو، نصرپور ۽ ان سان لاڳاپيل شهرن ۽ وسندين ۾ ڪپڙي ٺاهڻ لايا آڏاٽا هئا ۽ سنڌ جو ڪپڙو پاؤر لومز ڪان اڳ سڄي دنيا ۾ ويندو هو، جنهن ڪري انهن جي وڏي اهميت هئي. انهيءَ علائقن ۾ اڄ به انهيءَ نسبت سان ڪاتيار ذات وارا رهن ٿا. ٺٽو ۽ سنڌو درياءَ جي اوڀرندي پاسي رهندڙ ذات آهي.

قديم دؤر ۾ نصرپور جي سما واتي پرڳڻي ۾ ڪاتيار نالي ڳوٺ هو، جنهن کي هاٽي شيخ پرڪيو سڏن ٿا، جتي هن ذات سان تعلق رکندڙ بزرگ شيخ پرڪيو جکو ولد شاهو ڪاتيار رهندو هو، جيڪو صاحب ڪرامت هو ان کان سواءِ هڪ ٻيو بزرگ ميرڻ ڪاتيار به ٿي گذريو آهي.

انهيءَ ڌنڌي اختيار ڪرڻ ڪري ڪين ڪوري لکيو ويو آهي، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ ”ٻيلاين جي ٻول“ ۾ لکيو آهي ته لسٻيلي ۾ رهندڙ سنڌي ٻرن جا پائر آهن پر منهنجي تحقيق موجب ائين نه آهي ۽ نه وري هنن جو ڪنهن بلوچ ۽ ٻين ذاتين سان تعلق آهي، هي نج سمه قبيلي سان تعلق رکندڙ آهن.

## پاڙا

(1) جعفراڻي (2) نانگوراڻي (3) ابوڙاڻي
(4) ساڪناڻي (5) محمداڻي (6) آمناڻي
(7) منواڻي (8) ڪاراڻي (9) ويدلاڻي
(10) ڀگهراڻي (11) سومراڻي (12) چتاڻي
(13) قار واڻي (14) ڪاراڻي (15) مناڻي
(16) عرساڻي (17) راهواڻي (18) احمداڻي
(19) منواڻي (20) حسيناڻي (21) خالواڻي

# لوهاڻو، لهاڻو

لوهاڻن برهمڻ دور ۾ چچ جي ظلمن ڪان سنڌ ڇڏي ان بابت هڪ گجراتي ليکڪ ٺڪر اڏمي تلسي داس تنا لکيو آهي "لوهاڻن، ظلم ۽ ڏاڍ، ذلت ۽ بيعزتي واري برتاءَ ڪان تنگ اچي هجرت ڪئي ته ڇاڪاڻ ته هندو مذهب وارا انهن کي ٻڌ مذهب جو سمجهي گهٽ نظر سان ڏسندا هئا.

مسٽر بيلو جي مطابق لوهاڻو هڪ وڏو قبيلو آهي جن جو واپار هندستان (سنڌ) وچ ايشيا جي درميان هلندو هو، جنهن کي پاونده (Povindah) چوندا هئا. هنن مان نيازي ۽ لوڊي قبيلا آهن، جيڪي غور ۽ غزنوي جي علائقن ۾ آباد آهي. هو وڏيڪ لکي ٿو ته نيازي (نثار) ۽ خروطي اهي آهن، جيڪي پاونده ذريعي اُن تي مال آٽي واپار ڪندا هئا. گرمي وارن ڏينهن ۾ ته هي ٻار ٻچن سميت وچي خيمن جي اندر رهندا هئا جن جي سار سنڀال لاءِ وڏڙن ۽ ڪراڙن کي ڇڏي، باقي نوجوان پنهنجو مال متاع خاص ڪري اٺ ڪاهي وچي سمرقند، بخارا، تاشقند، ڪاشغر، يار ڪنڊ ۽ ٻين هنڌن تي رهندا هئا ۽ جڏهن سخت سردي پوندي هئي ته هي ٻارن ٻچن سميت وچي سنڌو ماٿر جي علائقن ديرا جات ۾ وچي رهندا هئا ۽ پنهنجن قافلن ذريعي، ڪلڪتي، بمبئي ۽ حيدرآباد تائين نکري وچي واپار ڪندا هئا. هي اصل ۾ هندو راجپوت هئا. هي رام چندر جي پٽ لوا (لووا) جي اولاد آهن.

مسٽر ايڇ ڊبليو بيلوجي مطابق افغانستان ۾ رهندڙ لوهاڻن جا هيٺيان پاڙا آهن.

(1) آدم (2) آدين (3) آجو
(4) اڪا (5) علم (6) عذار
(7) پائي (8) پيس (9) بهرام
(10) بالي (11) بندر (12) باشر
(13) باذي (14) بيگ (15) بهدبن
(16) پائيبا (17) سالاندر (18) ستل
(19) چانڊو (20) ڊادي (21) ڊالو
(22) ڊادڪ (23) ڊرهہ (24) دولت
(25) دور (26) غلام (27) هاني
(28) حسن (29) هد (30) اسا
(31) اسماعيل (32) اسوت (33) جابي
(34) جاڪري (35) جهلڪ (36) جالو
(37) جاني (38) ڪاهوت (39) ڪالا
(40) ڪامل (41) ختڪ (42) ڪيڊڙ
(43) خادو (44) خاوادار (45) خوجہ
(46) ڪوڪو (47) ڪوري (48) لجمير
(49) لالو (50) لوٽي (51) مل
(52) ماچي (53) همينڊر (54) مالي
(55) ماما (56) ممديز (57) مانڊو
(58) منزي (59) مروت (60) ميٽا
(61) مشتي (62) منا (63) مرل
(64) مغل (65) ملس (66) موسيٰ
(67) مياڻ (68) نازا (69) خيڪزن
(70) نورو (71) پهر (72) پاني
(73) پسني (74) پاتڪ (75) راجو
(76) سگرا (77) سالار (78) سمايل
(79) سانتي (80) سندير (81) سنڙ
(82) سين (83) شارڪ (84) شادي
(85) سڪندر (86) سلمان (87) سورت
(88) تاجو (89) تختي (90) تاتي
(91) تاپي (92) تاڙ (93) تن
(94) عمر (95) اتمان (96) ورڪي
(97) ذاڪو (98) زانو (99) زنگي
(100) زرڪي

# گراٽو + گهراٽو

گراٽو کي گهراٽو به چون ٿا، اصل ۾ گراٽو آهي، پر هاڻي هئي تلفظ استعمال ٿين ٿا. تاريخ نصرپور ۾ مرحوم ڊاڪٽر قريشي حامد علي خانائي ڪتاب جي صفحي 285 جي حاشيه ۾ ميان محمد يوسف ”شاڪر“ ابڙي جي بيان جي حوالي سان لکيو آهي ”گراٽا“ لفظ جو مطلب آهي ”گوراڙو“ يعني عربن جي فوج ۾ منجنيق مان گولو هلائڻ وارو. ساڳي وقت مرحوم خانائي هڪ ٻيو رايو به لکيو آهي ته سيد قادر ڏني شاهه ولد سيد مريد علي شاهه رضوي هڪ جهوني ڪتاب جي راقم کي لکيت ڏيکاري هئي. جنهن موجب هي قوم اصل ۾ نصرپور شهر جي باني نصر خان مهاڻي جي 700 گهرن واري قوم مان آهي، انهيءَ روايت جي حڪيم قاضي ميان محمد بخش ۽ ميرزا قربان علي مغل پڻ تصديق ڪئي. پهرين هي گهراٽا ڪري سڏبا پر پوءِ وقت گذرندي گراٽا سڏجڻ ۾ آيا.

جيئن ته هتهر سنڌي، پنهنجي ذات ۽ قبيلي کي ڪوشش ڪري عرب ذات مان هجڻ جي دعويٰ ڪندو آهي، جنهن لاءِ مختلف سبب، حيلا ۽ حوالا ڏيندو آهي جنهن ڪري اڳتي هلي ان ذات وارا پنهنجي اصليت به وڃائي ويهن ٿا ۽ ايندڙ نسل پنهنجي اصل نسب کان اڻواقف ٿي وڃي ٿو.

گراٽو يا گراٽا جو هرگز مطلب اهو ناهي ته گوراڙو ۽ گوراڙوجي معنيٰ به اها ناهي ته منجنيق مان گولو هلائڻ وارو هي هڪ نج سنڌي لفظ آهي. جنهن جي معنيٰ سنڌي لغات جي موجب، سارين جي ٻج جي موڙهي ۽ ٽاڪين جهلڻ لاءِ ڪم ايندڙ ڪورين جو هڪ اوزار. صاف ظاهر آهي ته ان جو اهو مطلب، معنيٰ ۽ مفهوم ناهي گولو يا بارود يا منجنيق هلائيندڙ+تنهن ڪري ان راءِ کي ته يڪسر رد ڪري ڇڏجي ٿو.

گراٽو جمع گراٽا آهي، جنهن جي معنيٰ آهي-ڪپڙو اٽندڙ، اٽڻو، اٽڻ، ڪوري- ڪورڪو ڏنڊي وارو. انهيءَ ڪري ڪپڙي کي اڏائڻ تي تيار ڪندڙ کي گراٽو چئبو آهي، جيڪو ڪورڪي ڏنڊي جو حصو آهي، ان کان علاوه ڪپڙي لاءِ سٽ، ڪتڻ کان وٺي ڌاڳي ٺاهڻ ۽ ان مان ڪپڙي ڪي تيار ڪندڙ، جيڪي مرحلا گذرن ٿا. تن جي ڪم مطابق الڳ الڳ نالا ڪرت موجب آهن. جيئن ڪاتيار وغيره انهن سيني کي گڏي ڪوري چيو ويندو آهي.

جيئن مون اڳ ۾ لکيو آهي ته گراٽو ۽ گهراٽو هڪ ئي ذات جو نالو آهي ان جو سبب آهي جنهن جي تصديق اتان جا راوي جن جو ذڪر قريشي صاحب ڪيو آهي ۽ تاريخي طور ان جيثابتي ملي ٿي ته سن 989ع نصير نالي هڪ مهاڻي ان شهر جو بنياد وڌو هو. جنهن جو ڪٽنب، ڪهول ۽ مٽ مائٽ ۽ ذات وارن جا بعد ۾ 700 گهر ٿي ويا ۽ هڪ شهر ٻڻجي ويو، هي قديم سنڌ جي اوائلي وهڪري صالح پٽ واري ئي آهي. جنهن کي سهڻي وارو درياءِ ۽ ساگر درياءِ به چوندا هئا. جيڪو درياءَ جي ڪناري تي آباد هو. جنهن ڪري ان جي اهميت وڌي ويئي ۽ سنڌ جي تاريخ ۾ ان جو ذڪر آهي. موجوده نصر پور کان قديم نصرپور 3 ڪلوميٽر پري هئي.

مهاڻن جي گهڻن گهر جن جي ڪري انهن کي گهراٽو يا گهراٽا سڏيو ويندو هو، جيڪي شهرجي باني نصير مهاڻي جا پونئير هئا پر جڏهن هو ڏنڊن وغيره سان لڳي ويا ته ڪرت موجب گراٽو سڏيا، جن جا پڻ به پاڙا درس ۽ پانڌياڻي آهن.

درس شاهه اسماعيل استر آبادي جي تبليغ ۽ مرشدي جي ڪري سڏيا جيڪي ان درگاهه جا مجاور آهن ۽ پانڌياڻي ان ڪري سڏيا جو هڪ گراٽو خاندان جو وڏو حج بيت الله لاءِ پنڌ روانو ٿيو ۽ وري واپس موٽي ڪونه آيو جنهنڪري انهن جي پونئيرن کي پانڌياڻي سڏيو ويو. اهڙي طرح سان هن قبيلي جي هڪ حصي کي ڪاشيگر به سڏيندا آهن جو هنن

جي ڪرت ڪاشيگر جي ڪم واري هئي.

صاف ظاهر آهي خود نصرپور ۾ ئي گراٽو قبيلو مختلف نالن ۾ ورهائجي ويو آهي. هي بنيادي طور مهاٽو قبيلي سان تعلق رکندڙ هئا پر جيئن تہ هو اهو ڌنڌو ترڪ ڪري پن ڌنڌن ۾ لڳي ويا جنهن ڪري وقت گذرڻ سان هي سمہ قبيلي ۾ شمار ٿيڻ لڳا.

## پاڙا

(1) خليفا
(2) پانڌياڻي
(3) دونگهہ
(4) ڪاشيگر
(5) خورم
(6) ڪوري
(7) گاندا
(8) دبا
(9) ڄانيا
(10) پٽيل
(11) چلگري
(12) گيلا
(13) ميرا

# جاڙيجا۔ جڏيجا

جاڙيجا ۽ جڏيجا، هڪ ئي ذات ۽ قبيلو آهي جيڪو سنڌ جي سمن مان ڦٽي نڪتو آهي. جيڪي سومرن جي ارهه زورائي ۽ زيادتي کان تنگ ٿي ڪڇ ڏانهن لڏي هليا ويا، ان بابت طاهر محمد نسياني، لکي ٿو:

”هڪ دفعي سمن مان ڪو ياڳيو ڪنهن ڪم سانگي ٻاهر هليو ويو، سومرن ان جي پرپٺ سندس گهران پاڏو ڪاهي، کهي ڪباب ڪري ڪائي ڇڏيو. جڏهن اهو ياڳيو واپس آيو ته گهر ۾ گهڙندي جوٽس طعنو هڻي ٻڌايس، اجهو اڄ سومرن گهر ۾ گهڙي اسان جو پاڏو ڪاهي وڃي شراب سان ڪائي ڪپائي ڇڏيو آهي. جي اهي حال آهن ته سڀاڻي سمن جون زالون به ساڳي بي عزتي سان گهران گهلي ڪڍي هليا ويندا ۽ وڃي پنهنجي گهر ويهاري ڇڏيندا چڱو ائين آهي ته اڳو پوءِ پنهنجين زالن کي پيڻ، ماءُ سڏي سومرن ڏانهن روانو ڪري ڇڏيو، نه ته هتان نڪري ماڳهين هلي ڪنهن ٻئي ملڪ جا وڻ وسايو.“

اهو ياڳيو پنهنجي برادريءَ جو چڱو مڙس هو، جيئن اها ڳالهه ٻڌائين ته غيرت مان ننهن کان چوٽي تائين باهه وٺي ويس، هڪدم جو هڪل ڪري اٿيو ته برادري جا ڪيئي ننڍا وڏا ساٿس گڏ ٿي ويا. سيئي هيڪاندا ٿي وڃي سومرن تي ڪڙڪيا ڪيترن جا سر گار ڪري بيٺي پير پوئتي موٽيا ٽپڙ ٻڌي ڪڇ جي پاسي هليا ويا. هنن کي ڏسندي ٻين سمن به اباڻا ڪک ڇڏيا ۽ وڃي انهن سان گڏ ويٺا. لڏڻ سڻ سومرا به هنن جي پٺيان ويا ۽ رڻ ڪڇ ۾ وڃي ڪين رسيا، سمن کي صلح جي آڇ ڪيائون، پر هو واپسي ورڻ لاءِ تيار نه ٿيا. نيٺ ٻنهي ڌرين ۾ ڇتي ويڙهه شروع ٿي جنهن ۾ ڪيئي سما توڙي سومرا مارجي ويا. سمن پوءِ سدائين لاءِ ڪڇ وسايو جتي چاوڙن جو راڄ هو.

سما ڪڇ جي حڪمران چاوڙن جي هٺ هيٺ گڏ ٿيندا ويا تانجو هڪ علائقو گذر بسر لاءِ انهن کان ڍل ڏيڻ جي عيوض حاصل ڪري ورتو، جيئن طاهر نسباني وڌيڪ ڄاڻايو آهي ته ”سما ڪيترا سال ڪڇ ۾ پوکي راهي ڪري چاوڙن کي ان ۽ گاهه پنو پهچائيندا رهيا. جڏهن پير پختا ٿيا ٿي ويا ۽ ملڪي حالتن سان گڏ حاڪمن جي حال کان به پوري ريت واقف ٿي چڪا ته پنهنجي حڪومت هلائڻ جا خواب لهڻ لڳا، ڪنهن لڳا پاڻ ۾ گڏجي صلاح ڪيائون ته ڇو نه ڪڇ جي چاوڙن حاڪمن سان لهه وچڙ ۾ اچي اهڙي ڪيڏ ڪجي، جيئن ملڪ انهنجي هٿن مان نڪري پنهنجي ڏاک ۾ اچي وڃي. نيٺ اها رٿ رٿيائون ته جيڪي ڳاڏيون حاڪمن جي ڪوٽن ڏانهن ان ۽ گاهه ڪٽي وڃن ٿيون، تن ۾ هڪڙو ماڻهو ڳاڏيءَ جي مٿان ويهارجي ۽ ٻه ماڻهو اندر لڪائي ڇڏجن، جيڪي هٿيار بند هجن، ڪوٽن ۾ پهچڻ کان پوءِ هو اوسي پاسي لڪندا وڃن ۽ وقت اچڻ تي نڪري نروار ٿين.

هو ڏانهن چاوڙا حاڪم سما قبيلي وارن جي ان سازش کان بي خبر رهيا ۽ نيٺ سمن پنهنجي ڪارروائي جو آغاز ڪري ڇڏيو ۽ گاهه واري ڳاڏين ۾ هٿيار بند ويهاري ڪوٽ اندر داخل ڪري ڇڏيا، جڏهن اهي ڳاڏيون ڪوٽ جي دروازن تي پهتيون ته اتي ويٺل نجومي جيڪي چاوڙن پنهنجي حفاظت لاءِ ويهاريا هئا، جڏهن ڳاڏيون اتي پهتيون ته نجومن پهريدارن کي آگاهه ڪيو ته هن گاهه مان ماڻهون جي ماس جي بوءِ ٿي اچي جنهن ڪري جاچڻ لاءِ برڇيون گاهه ۾ ٽنبڻ لڳا، اوڏانهن گاهه اندر لڪل سمن کي جڏهن جسم ۾ برڇيون پيون لڳن تڏهن نه رڳو دانهن يا رڙ پئي ڪئي پر انهن کي ڪپڙي سان صاف پئي ڪري ڇڏيو، جنهن ڪري محافظن نجومن کي غلط قرار ڏيندي ڳاڏين کي اندر وڃڻ ڏنو، جنهن کان پوءِ بقول طاهر نسباني:

هڪ ڏينهن جيئن سج لٿو ۽ رات پر پکيڙيا ته سما

هٿيارن پنو هارن سان گهرن مان نڪري چاوڙن جي ڪوٽن ڏانهن روانا ٿيا ۽ انهن کي گهيرو ڪري ويهي رهيا. اڌ رات ٿي ته اندر لڪل همراهن هٿيار سنڀاريا. پهرين حملي ۾ چاوڙن سردارن جون سسيون لاهي وجي پيرتي ڏونڪو هنيائون. ٻاهرين جيئن اهو آوز ٻڌو ته ڪوٽن جا در جهليائون، جيڪي ٿو ور چڙهين، تنهن کي تڏي تي پورو ڪندا پئي ويا. نيٺ چاوڙن هارايو ۽ ائين سڄو ڪڇ سمن والاري ڇڏيو.

ايچ ايم اليٽ پنهنجي لکيل تاريخ سنڌ ۾ طاهري جي حوالي سان لکيو آهي ته ”هنن رٿ رٿي ته گاهه جي هر هڪ گاڏي ۾ ٻه هٿياربند ويڙهاڪ جوان لڪائي قلعي ۾ موڪليا وڃن ۽ ٽيون مٿان ٻه هٿياربند هجڻ ڪپي، جيڪو گاڏر جي روپ ۾ هجي، اهڙي ريت پنج سؤ ماڻهو هڪ ئي ڏينهن قلعي اندر موڪليا ويا. ٻيا ماڻهو قلعي ٻاهران انتظار ۾ ويهاريا ويا ته جيئن اندران نعرن جو آواز ٻڌن ته حملو ڪري ڏين. هو ڏانهن قلعي جي ڦاٽڪ تي هڪ جو تشي ويهاريو ويو هو جنهن جو ڪم اهو هو ته جوتش جي علم وسيلي پهريدارن کي خبردار ڪندا رهن. جڏهن ٻه گاهه سان ڀريل گاڏي قلعي جي ڦاٽڪوٽ پهچندي هئي ته هو رڙيون ڪري خبردار ڪندا هئا ته ڪين گاڏي ڪان ڪچي گوشت جي بانس اچي رهي آهي.“

اهڙي ريت ساڳيو بيان ۽ نيٺ سمنڊ جي ڪنار وارو علائقو سمن جي هٿ اچي ويو. تحفة الڪرام ساڳي روايت کي برقرار رکيو آهي ۽ لکيو آهي ته ”رات جو وجهه وٺي پنج سؤ هٿياربند ماڻهن قلعي جي دروازي تي قبضو ڪري ٻاهرين کي پڻ جي سڏجي انتظار ۾ هئا، اندر سڏي ڪڇ جي راجا کي لاهي قلعيءِ ملڪ جا مالڪ ٿي ويٺا.“

هنن ڪڇ وارن جي اولاد ۽ پوئينرن کي جاڙيجو يا جڏيجه سڏيو وڃي ٿو پر ان جي ابتڙ ٻيا بيان ٻه سامهون اچن ٿا جيئن مولائي شيدائي جنت السنڌ ۾ ڪڇ جي نائب ڪمشنر ڪپتان اسٽئنلي نيپئير ريڪس جي حوالي سان ڏنو آهي. جنهن ڪڇ جي راءِ جي ڪاغذن کي ڏسي لکيو.

”عيسوي ائين صدي ۾ ساموئي جي حاڪم لاکا گورارا کي ٻين راڻين مان اٺ پٽ هئا، ڪيس گرراڻي جي بطن مان عمر نالي پٽ هو. ٻي راڻي جا چاوڙا قوم مان هئي. تنهن مان لاکا گورارا کي هڪ پٽ مور نالي هو. لاکا جي مرڻ کان پوءِ سندس وڏو پٽ عمر تخت تي ويٺو، سندس ڀائرن مان مور ۽ مٿيا ڀائي گادي هٿ ڪرڻ لاءِ عمر خلاف سازشون ڪرڻ لڳا. مور ناڪامي ڏسي پنهنجن ناناڻن ڏانهن الهندي ڪڇ ڏانهن هليو ويو ۽ اتي پهچڻ شرط پنهنجي مامي واگهم چاوڙا کي ماري ملڪ جي ان حصي تي قبضو ڪري اتان جو حاڪم ٿي ويٺو.

مور جي نسل مان پوراجي تائين سندس خاندان حڪومت ڪئي، پوراجي جي اولاد نه هئڻ سبب (سندس ٻه ننڍا ڀائر، ليٿو ۽ ڏيٿو حڪومت هلائڻ جي ناقابل هئا.) سندس راڻي مور جي خاندان مان هڪڙي شخص جاڙي کي گهرائي گادي ان جي حوالي ڪئي. جاڙو پنهنجي ماٽيلي ڀاءُ لاکاڙ سان گڏجي ڪڇ ويو هو. لاکاڙ عام طور لاکو ڦلاڻي ٻه سڏبو هو. جاڙو سن 843هجري ۾ گادي تي ويٺو، لاکاڙ جي اولاد جاڙيجا سڏبا هئا.“

ڪڇ ڏانهن سمن جي وڃڻ جي هڪ ٻي روايت ٻه موجود آهي، جيڪا تاريخ طاهري جي حواشي ۽ تعلقات ۾ ڏنل آهي. ”سمن جي سردار لاکي گوراڙي جي وفات کان پوءِ ان جا پٽ پاڻ ۾ وڙهي پيا. جن مان ٻه ڀائر مور ۽ مناهي. پنهنجي ڀاءُ انڙ (جيڪو سرداريءَ جي پڳ ٻڌي چڪو هو) کي قتل ڪري، ڪڇ ڏانهن پنهنجي مامي واگهم چاوڙي ڪي وٺ ويا، جيڪو تڏهن پاٽ ڳڙهه جي قلعي جو حاڪم هو. ٿوري وقت کان پوءِ هنن واگهم کي ٻه قتل ڪري ڇڏيو ۽ پاڻ پاٽ ڳڙهه قلعي تي قبضو ڪري ويهي رهيا. ان زماني ۾ واگهم چاوڙي جي خاندان مان اٺ ڄڻا ڪڇ جي ٻين پاسن تي حڪمران هئا. ورگهم چاوڙو پڻ انهن جي تابع هو، انهن جي گادي جو هنڌ گنٽري يا گنتلي وارو قلعو هو. واگهم چاوڙي جي قتل ڪرڻ کان پوءِ مور ۽ مناهي حيلي بهاني پنهنجا ماڻهو قلعي ۾ اماڻي واگهيلن کي ختم ڪري سڄو ملڪ پنهنجي قبضي هيٺ آندو.“

هن خاندان مان وڏي هڪ ٻيو حڪمران خاندان ٿيو، هڪ کي راءِ ۽ ٻئي کي ڄام لقب سان سڏيو ويو، راءِ ڀارو 1585ع کان 1631ع تائين ڪڇ جو وڏو حڪمران هو ۽ ٻيو ڄام سهتو يا ڄام سهتا جي ڪڇ جي ننڍي علائقي هالار ۽ نوان نگر جو حاڪم هو، هي ٻئي خاندان راءِ ۽ ڄام، جاڙيجن سمن جي گهراڻ مان هئا ۽ آهي سنڌ جي سما قبيلن مان هئا، جن جو وڏو رائڌن يا راڌڻ هو. جنهن جي ائين پشت مان راءِ همير جي ۽ ٻارهين پشت مان ڄام راول هئا. 1537ع ۾ ڄام راول، راءِ همير جي کي قتل ڪيو.

ڄام راول کي ستر سال اڳ ڪڇ مان ڪڍيو ويو هو، جنهن سورٺ وار علائقي ۾ اچي ”نوان نگر“ شهر اڏيو، اهڙي

طرح سان ڪڇ تي سمن جي قبيلي جي هڪ ذات ڄاڙيجن جي حڪمراني هئي، جيڪو لاکو عرف ڄاڙو جي اولاد هئا.

تحفة الڪرام ۾ ڏنل شجري جي ڄاڙوجي اولاد ڄاڙيجو عرف ڄاڙيجه آهي، جيڪا هن ريت آهي. سمي پٽ لاکي پٽ انڙ پٽ لاکي کي ٻه پٽ ڄاوا هڪ ڪاڪو ۽ ٻيو جکرو. ڪاڪي کي ٻه پٽ ڄاوا هڪ پلي ٻيو رائدن رائدن کي نو پٽ ڄاوا انهن مان هڪ سمو نالي وارو هو سميجا ان جي اولاد آهن ٻيو نو تيار، سپ نوت (هوت) ان جي اولاد آهن، ٽيون لاکو سندس اولاد لنجار آهن، چوٿون ابڙو، جنهن جي اولاد ڏاهر ناهيه ۽ فل ناهيه آهن. پنجون ناهيه، ڇهون چنيسر، ستون مناهيو، اٺو ڪوريو، منڌرا هنن ٽنهي جي اولاد آهن، نائون پلي، ڪيس ٻه پٽ ڄاوا هڪ اوڍهه (اوڏ) جنهن جي اولاد پريا، اڏيجا ۽ ڪوريه پوٽا آهن. ٻيو ساند، جنهن کي ست پٽ هئا. ڀريون ڪاڪو سندس اولاد ڪاڪيجا پوٽا ٻيو ڄاڙو، سندس اولاد ڄاڙيجا سڏجي ٿي.

هڪ فارسي قلمي نسخي جي مطابق ڄاڙيجا يا جڏيجه جيڪي هالا ۽ ڪڇ ۾ رهن ٿا. اهي ابڙو پٽ ڄاڙو جي اولاد آهن ۽ ڏاڏي ڄاڙو جي پويان ڄاڙيجه ۽ جڏيجه سڏجي ٿي. ان شجري مطابق ابڙو پٽ ڄاڙو، پٽ ويرو پٽ ساند پٽ پلي پٽ رائدن پٽ ڄام ڪاڪو پٽ سمو پٽ انڙ پٽ لاکو.

جيمس برجيس Antiquities of Kutch and Kathiawar ۾ مڙني روايتن کان الڳ روايت بيان ڪندي لکيو آهي ته "ڄاڙيجه يا جڏيجه جيڪي ڪڇ جا شهزادا آهن تن جي دعويٰ آهي ته اهي ڪرشن جي اولاد آهن ۽ يادو نسل مان آهن، جنهن مان هڪ اهم شخص ڄام نرپٽ هو، جيڪو ٽن پائرن سميت مصر مان پيچي نڪتو ۽ ٻيڙي رستي اورماڙا اڇي بندرگاهه پهتو ۽ اتان سورٺ جي علائقي اوساما جي ٽڪرين ڏانهن هليو ويو، جتي هن جو وڏو پاءُ اگر سين دين اسلام قبول ڪري مسلمان ٿيو ۽ پنهنجو نالو اسپت رکيائين. اهڙي طرح هن جو ننڍو پاءُ گجپت سورٺ جي چوڊا (چوڙا) سمن جو روايتي جد امجد آهي. نرپت جنهن لاءِ چيو ويو آهي ته هن غزني (جيڪو ڪنيات ۽ ڪمبئي جو پراڻو نالو آهي) جي فيروز شاهه کي قتل ڪري هٽ هيٺ آندو. هن کي هڪ پٽ سموُهو جيڪو سمن جو جد امجد آهي. تنهن کي فيروز شاهه جي پٽ سلطان شاهه ڪنيات مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيو ۽ هو "ڪجرا نند" هليو ويو. هن کي سندس زال ڪالو ٻامڪواٽي مان هڪ پٽ جيهو يا تيجڪر ڄائو، جنهن هڪ پر مار عورت سان شادي ڪئي. جنهن مان هڪ پٽ ڄام نوتيا ڄائو. جنهن هڪ راٺوڙ عورت سان شادي ڪئي، جنهن مان هڪ پٽ ڄام نوتيار ڄائو. هن کي هڪ زال "چاوڙي" مان ڄام اوڏار بد ڄائو هن جي هڪ ٻي زال سوڍي مان ڄام اوڍو ڄائو. جنهن گوهل عورت سان شادي ڪئي، جنهن مان ڪيس هڪ پٽ ڄام رڻ يا ڄام راهو هو. جنهن هڪ سوڍي زال مان ڄام اوڏار (اوڍار) هو. ڄام اوڏار جو پٽ ڄام ابڙو هو. جنهن هڪ چاوڙي عورت سان شادي ڪئي ۽ ڄام لاکيار جو پيءُ بڻيو. جنهن پنهنجو پاڻ کي مضبوط ۽ مستحڪم ڪري سنڌ ۾ نگر سمان ۾ پير ڄمايا. هن اتي هڪ سوڍي عورت سان شادي ڪئي، جنهن مان ڄام لاکو گوراڙو ياڏو درا ڄائو. تيرهين صدي عيسوي جي وچ ڌاران سنڌ ۾ رهندڙ سما قبيلي جا نندا چڱا مڙس هئا.

لاکو گراڙو جي مرڻ کان پوءِ هن جو وڏو پٽ انڙ جانشين ٿيو. جنهن کي ان جي پائرن موڏا (مور) ۽ منائي (مناهي) قتل ڪري ڇڏيو. ان کان پوءِ موڏا ۽ ان جا ٽي پائر ڪڇ طرف نڪري ويا، جتي سنڌن مائٽ (مامون) واگهم چاوڙو حاڪم هو. هنن اتي پڻ واگهم چاوڙي کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي حاڪميت جو اعلان ڪيو. جنهن تي اتي ٻين ستن هنڌن قائم واگهيلا پائرن جي حڪمراني هئي، تن واگهم جي قتل جو پلاند وٺڻ جو اعلان ڪيو پر اهي انهن جي پنجن علائقن تي قابض ٿي ويا.

اهڙي طرح سان سنڌ جي سما قبيلي جا فرد قتل و غارت، ڏاڍ ۽ زور زبردستي سان ڪڇ جي علائقي تي قابض ٿي ويا. مور يا موڏ ڪڇ جي ڪ علائقي جي حاڪم ڌارڻ واگهيلي جي ڀيڻ سان شادي ڪئي، جنهن مان هن کي هڪ پٽ ساد ٿيو، جنهن کي نائين عيسوي صدي مور عرف موڏ ۽ منائي يا مناهي جي مرڻ کان پوءِ ڌارڻ واگهيلي قتل ڪري ڇڏيو ۽ ان جي ڇهن مهينن جي پٽ ڦل کي مارائڻ جي ڪوشش ڪئي پر هو بچي ويو.

جڏهن ڦل جوان ٿيو ته ڌارڻ واگهيلو پوڙهو ٿي چڪو هو، تنهن امن سان رهڻ لاءِ پنهنجي ڀاٽيجي کي هڪ ڏيءُ جو سنگ ڏنو پر ڪجهه سالن کان پوءِ ڦل پيءُ جو پلاند وٺندي ڌارڻ واگهيلو کي ماري ڇڏيو. جڏهن اها خبر ڦل جي زال ۽ ڌارڻ جي ڌي کي پئي ته انهن خودڪشي ڪئي پر جيئن ته هو گورهائي هئي تنهن ڪري جلدي ۾ هن جو پيٽ چيري ٻار ٻاهر ڪڍيو ويو، جنهن تي ڳاهو نالو رکيو ويو.

هن واقعي کان پوءِ ڦل پنهنجي گادي جو هنڌ هبائي "لڱ" انگور ڳڙهه ڏانهن تبديل ڪئي ۽ هن بي شادي رباري قبيلي جي هڪ عورت سونل سان ڪئي، جنهن مان ڪيس 920ع ۾ هڪ پٽ لاکو نالي ڄائو.

لاکو ڦلاڻي پنهنجي وقت جو طاقتور حاڪم هو جنهن جي شهرت ڪڇ ۽ گجرات ۾ تمام گهڻي هئي. هن پنهنجي گادي جو هنڌ ڪيرا ڏانهن منتقل ڪيو ۽ هڪ قلعو جوڙايو، آخر ۾ راج ڪوٽ لڱ اٽڪوٽ وٽ پنهنجي دوست گرهه زبيو پاران وڙهندي مارجي ويو.

لاکو ڦلاڻي جي مارجڻ کان پوءِ سندس پائيٽو ڄام پنوارو تخت تي ويٺو. هن نکت رڻ جي ويجهو پڌر ڳڙهه نالي هڪ قلعو تعمير ڪرايو، جيئن ته هي ظالم هو جنهن ڪي جکن نالي هڪ شخص قتل ڪيو، جنهن کان پوءِ سولنگي ۽ چاوڙن ڪڇ تي حڪومت ڪئي.

لاکو نالي هڪ سمي جيڪو جاڙو نالي هڪ بي اولاد سمي سردار جو گود ورتل هو. تنهن 1147ع ۾ پنهنجي جاڙي ڀاءُ لاکيار سان گڏجي ڪڇ پهتو جنهن چاوڙن کي ماري مات ڪيو ۽ پڌر ڳڙهه کان اٽڪل 20 ڪلوميٽر پري لاکيا واڙ ۾ پنهنجي گادي جو هنڌ ٺاهيو.

اهي سما قبيلي وارا جاڙيجا يا جڏيجا سما سڏجن ٿا. جن ۾ مسلمان ۽ هندو آهن. هنن جي متعلق جيمس ٽاڊ لکي ٿو ته يادؤ جي نسل مان پٽي آهن ۽ ٻيا جاڙيجا، انهن ٻنهي جي تاريخ هڪ جهڙي آهي. جيئن ته ڪرشن ياهري جو مشهور ۽ معروف لقب سيام يا ساماهو يعني ڪٽڪ رنگا سانورا، انهيءَ ڪري جاڙيجن کي سيام ۽ سام پوٽا سڏيو ويندو آهي.

## جاڙيجن سمن جو شجرو (جيمس برگس جي مطابق)

لاکو گوڙارو

جام انڙ — مناڻي (ڪيھرن جو جد امجد) — موڙ (مور) — اوٺو — ويرير (وير) — سانڌ — آلو — ڦل

جام انڙ ← جام تماچي ← جام سانڌ يا جام ساند

موڙ (مور) ← سارا (ساريو) ← ڦل

ڦل: جام لاکو ڦلاڻي — گوڙو

گوڙو: ڏيدو — سيتو — پووارا يا پرا

جام سانڌ يا جام ساند: جام جاڙو — ويرجي

جام جاڙو ← گود ورتو

ويرجي: جام لاکو جاڙيجو — لاکيار

جام لاکو جاڙيجو: گاھو — رتو رائڌڻ

رتو رائڌڻ: اوٺو جي (راجا پور جو حاڪم) — ڏيدو يا ڏيدڙ (ڏيدڙ جو جد امجد ۽ ڪنڌڪوٽ جا راجا) — گجڻ (باراجو جو راجا) — هوٿي (هوٿين جو جد امجد)

اوٺو جي: گاھو يا گوڙو — ڦل — دل

گاھو يا گوڙو: ويھڻ — پٿو (پٿن جو جد امجد)

ويھڻ: سرلوجي — ڏيسر

سرلوجي: ڪايو يا ڪانيو — باراچ (باراچن جو جدامجد) — ريل ريا (ريلڻ ذات جو جد امجد)

ڪايو يا ڪانيو: امرجي — ويراول (ويرو) — پچارو (پچاريو) — ورمسي — نانگيو — اوستو (اوستو جو جدامجد)

ڏيدو يا ڏيدڙ: جيھاجي — رواجي

جيھاجي ← باراچ ← جاڙو ← پٽ

رواجي ← لاکو ← جيھاجي (جيھو) ← ڏيدڙ (واگھڙ يا واگڊ وارو)

گجڻ: هالو (هالن جو جد امجد) — انڙ — جيو جي

هالو ← جام رائڌڻ ← کيرو ← هرڌل ← هرپال

انڙ ← تماچي ← هريم ← هرڌل ← لاکو ← جام راول (باني ننگر 1539ع)

جيو جي: ابڙو (ابڙن جو جدامجد) — موڙو (موڙن جو جدامجد)








نوٽ: سمن جي ڪن شجرن ۾ انڙ ۽ سانڊ جي وچ ۾ تماچي جي جاءِ تي ڪاڪو، رائڌڻ، پرتاب ۽ پلي جا نالا ملن ٿا. (جيمس برگس)




نوٽ: ڪن ماهرن جي مطابق تماچي بدران سمو- ڪاڪو- رائڌن پرتاب يا پلي- نالا. چام انڙ ۽ چام ساند جي وچ ۾ اچائن ٿا (جيمس برگس)

## شجرو اولاد گجڻ+جاڙيجو-ٻيو




نوٽ:- منهنجي مطابق هن شجري وارن مان ڪن جي اولاد چام لاکو جاڙيجو جي نسبت سان رڳو لاکو ذات سڏائي ٿي.

## شجرو اولاد اوٺو (ٻيو ملڪيل شجرو)



## شجرو اولاد راءِ ڪنگهار (ٽيون مليل شجرو)



## شجرو اولاد اوٺو (چوٽون مليل شجرو)






Scanned with CamScanner

# ترخان

سنڌ تي قنڌار جي حاڪم شاهه بيگ ارغون ان ڪري چڙهائي ڪئي جو بابر جي طاقت روز بروز وڌندي پئي ويئي، هن 910هجري مطابق 1504ع ۾ سندس ننڍي ڀاءُ مرزا محمد مقيمڪان ڪابل کسي ورتو ٻي طرف محمد خان شيباني پهرين محرم 913هجري مطابق اپريل 1907ع تي ڪرڪ جو پٽڻ ٽپي خراسان تي ڪاهه. شاهه بيگ ارغون جو پيءُ قنڌار جي حاڪم مير ذوالنون بديع الزمان طرفان ازبڪن سان وڙهيو. جنهن ۾ هو قتل ٿي ويو. محمد خان شيباني خراسان فتح ڪري قنڌار تي چڙهائي جو ارادو ڪيو تڏهن شاهه بيگ ارغون ۽ محمد مقيم محمد خان شيباني ڏانهن ماڻهون موڪلي پنهنجي اطاعت جو اظهار ڪيو.

انهيءَ سال بابر ڪابل ۽ غزني جو لشڪر ساڻ ڪري قنڌار ۽ داور تي چڙهائي ڪئي. جنهن ۾ شاهه بيگ ارغون ڪي شڪست ملي. بابر پنهنجي ڀاءُ سلطان ناصر الدين ڪي قنڌار جو انتظام حوالي ڪري پاڻ ڪابل واپس هليو ويو. شاهه بيگ قنڌار ڪي حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ هو ڪامياب ٿيو ۽ سلطان ناصر الدين ڪابل واپس هليو ويو.

شاهه اسماعيل شعبان 917هجري مطابق نومبر 1511ع تي خراسان ڪي فتح ڪري محمد خان شيباني ڪي قتل ڪري ڇڏيو، جنهن ڪان پوءِ هن جو داهو ويهجي ويو، جنهن صورتحال شاهه بيگ ڪي پريشان ڪري ڇڏيو. هڪ طرف بابر هو ۽ ٻئي طرف ڪان شاهه اسماعيل، هن چالاڪي ڪندي بابر ڏانهن صلح جو پيغام موڪليو ۽ پاڻ شاهه اسماعيل ڏانهن هليو ويو، جنهن هن جي ارادن تي شڪ ڪندي کيس قيد ۾ وجهي ڇڏيو، جتان 20 سالن جي قيد ڪان پوءِ ڀڄي جان بچائي.

شاهه بيگ هڪ وقت ٻن طاقتن جي وچ ۾ هو، جنهن ڪري هن بهتر سمجهيو ته هو ڪنهن ٻئي ملڪ کي هٿ ڪري جنهن ڪري هن سنڌ جي اندرين حالتن معلوم ڪرڻ لاءِ ڪيبڪ ارغون ۽ ٻين کي سمه حڪمران ڄام فيروز ڏانهن ٽِئي موڪليو. جن کي ڄام فيروز پاڻ وٽ محافظ طور ملازم رکيو، انهيءَ دوران ڄام فيروز اندروني انتشار ۾ ڦاٿل هيو ۽ ساڳي وقت دولهه دريا خان تي بہ ڀروسو گهٽ هيس. انهيءَ گهريلو صورت حال ڪان شاهه بيگ کي آگاهه ڪيو ويو. جنهن عيسيٰ خان ترخان جي ڪمان ۾ ارغون، ترخان، ڪوڪلتاس، بلوچ، مغل ۽ ٻين وحشي قومن جي ماڻهن کي سپاهي طور ڀرتي ڪري لشڪر سنڌ ڏانهن روانو ڪيو، جنهن پهريان شال هاڙوڪي ڪوئيٽا تي قبضو ڪيو ۽ اڳتي وڌي 920هجري مطابق 1514ع ۾ سبي تي قابض ٿي ويا.

جنهن ڪان پوءِ هو آهستي آهستي سنڌ جي ٻين علائقن تي قابض ٿيندا ويا جو بابر 922هجري 1516ع ۾ قنڌار کي گهيري هيٺ آندو، جنهن سان شاهه بيگ معاهدو ڪري هڪ سال جي مهلت گهري، نيٺ هن 923هجري مطابق 1517ع ۾ قنڌار بابر جي حوالي ڪري مستقل طور سنڌ ۾ گهڙي پيو. آخر 11 محرم الحرام 927هجري مطابق 22 ڊسمبر 1520ع ۾ دولهه دريا خان جي شهادت ڪان پوءِ هو سنڌ جو حاڪم بڻجي ويو، جنهن ڪانپوءِ مغل، ترخان ۽ بلوچ هميشه لاءِ سنڌ ۾ رهجي ويا. شاهه بيگ 12 شعبان 930هجري مطابق 26 جون 1524ع ۾ فوت ٿي ويو. جنهن ڪان پوءِ سندس پٽ شاهه حسين ارغون پهرين شوال 930هجري رمضان جي عيد جي ڏينهن نصرپور ۾ سندس جاءِ تي سنڌ جو بادشاهه بڻيو.

شاهه حسن ارغون زندگي جي آخر ڏينهن ۾ ڪمزور ٿي ويو ۽ حڪومتي معاملا هن جي هٿ ڪان نڪرندا ويا جنهن ڪري عيسيٰ خان ترخان سنڌ تي حاڪميت جا خواب ڏٺا، تنهن محرم 962هجري مطابق ڊسمبر 1554ع ۾ بغاوت ڪري سندس جي خاص ماڻهن عربي گاهي، اسماعيل ۽ ٻين

ڪي قتل ڪري ڇڏيو.

شاهه حسن ارغون پاران سلطان محمود ڪوڪلتاش مرزا عيسيٰ خان جي وچ جنگ لڳي، جنهن ۾ هڪ معاهدو ٿيو، جنهن ڪان پوءِ مرزا عيسيٰ خان ترخان جو پٽ مرزا محمد صالح 4 ربيع الاول 962هجري مطابق فيبروري 1544ع ۾ شاهه حسن ارغون وٽ لنگهي آيو. انهيءَ دوران سلطان محمود ڪوڪلتاش ۽ مرزا عيسيٰ خان ترخان جي وچ ۾ معاهدو ٿيو ته جيستين شاهه حسن جيئرو آهي، تيستين ان جا تابعدار رهنداسين تنهن ڪان پوءِ هئي سنڌ کي ورهائي حڪمراني ڪندا، جنهن موجب لکي جبل ڪان ڏکڻ طرف وارو علائقو مرزا عيسيٰ خان ترخان جي حوالي هوندو ۽ ٻيو حصو لکي ڪان بکر تائين سلطان محمود وٽ رهندو.

شاهه حسن ارغون کي سندس زال ماهه بيگم زهر ڏنو، جنهن نتيجي ۾ 12 ربيع الاول 962هجري مطابق فيبروتي 1554ع ۾ علي پوٽن جي ڳوٺ ۾ ٽيپهري جي وقت سومر ڏينهن دم ڏنو. جنهن ڪان پوءِ مرزا عيسيٰ خان ترخان 9 جمادي الاول 962هجري مطابق پهرين اپريل 1555ع تي عملي طور ڏکڻ سنڌ جو حاڪم ٿي ويو.

مرزا عيسيٰ خان ترخان پنهنجي وقت ۾ سنڌ جي نصرپور وار علائقي جي سميجن مان شادي ڪئي هئي. جنهن مان ڪيس هڪ پٽ جان بابا هو، جنهن وري به پنهنجن ماماڻن مان شادي ڪئي، جنهن کي مرزا عيسيٰ ترخان ڪان پوءِ مرزا باقي گهريلو اقتدار جي ڪشمڪش دوران صلح ڪري ڪيس 978هجري ۾ مارائي ڇڏيو. جنهن جي اولاد نصرپور ۾ اڄ به مغل واري محلي ۾ رهي ٿي. جن جو شجرو آخر ۾ موجود آهي.

## ترخان سڏڻ جو سبب

ترخان هڪ خطاب آهي، پر ان جي لغوي معنيٰ آهي "خون ريز" رت وهائيندڙ بي رحم قاتل. انن ماڻهن کي ترخان چو سڏيو ويو، ان جي وضاحت پير حسام الدين راشدي مڪلي نامو ۾ ڏيءَ ڏني آهي:

(1) اها رعايت ۽ مراعات حاصل آهي ته هن جيڪي دنوي ۽ظاهري گناهه زيادتيون، وقت جي حاڪم جون نافرمانيون يا انجي حڪمن جي ڀڃ ڪڙي ڪئي آهي. تنهن جي مواخذي يا پڇاڻي ڪان آجو آهي.

(2) هو سرڪار جي لاڳو ڪيل طلبن ۽ ڍلن ڪان آجو آهي. اهو ان حڪم جو پابند نه آهي.

(3) جنگ جي ميدان مان حاصل ڪيل مال غنيت ۽ ٻيو هٿ ڪيل مال ۽ ملڪيت مان بادشاهه يا ٻئي ڪنهن کي ڪوبه حصو ۽ پتي نه ڏيندو، هو ان جو اڪيلو مالڪ ۽ وارث آهي.

(4) ماضي جي ڪيل ڏوهه ۽ خطائون معاف اٿس پر جي ترخان جي مليل خطاب ڪان پوءِ ڪوبه ڏوهه يا لاڳو ٿيندڙ قانون جي ڀڃ ڪڙي ڪندو ته جو پڇاڻو ٿيندو.

(5) ترخان خطاب حاصل ڪندڙن جي اولاد نون پشتن تائين مواخذي ڪان آجي هوندي.

(6) ترخان خطاب وارو جنهن وقت چاهي ته اڳواٽ اطلاع ڏيڻ جي بنا بادشاهه يا حاڪم وقت سان ملي سگهي ٿو.

ترخان لفظ جي خراساني لهجي ۾ معنيٰ آهي رئيس، شريف، سنو ماڻهو، معتبر، عزت دار. لغت شوستر جي مطابق پاراٽي راند جي سر پنج کي به ترخان چيو ويندو آهي. يوناني پنج هزار سپاهين جي سالار کي ترخان چوندا هئا. ان ڪانسواءِ ڪل پوڳ ڪندڙ، ٽوٽڪا ٻڌائي ماڻهن کي ڪلاڻ واري يعني مسخري کي به ترخان سڏيندا آهن. ترخان، ڦودني جهڙي هڪ سبزي کي چوندا آهن. ان ڪان علاوه ترخان هڪ علائقي، شهر ۽ مخصوص هنڌ جو نالو آهي ۽ ساڳي وقت ڪيترن ئي شخصن جو نالو به آهي.

## ترخان خطاب

تاريخي طور معلوم ٿئي ٿو ته ترخان جو خطاب سڀ ڪان پهريان تاتاري چنگيز خان ٻن نوجوان ڀائرن کي ڏنو هو جن ڪيس اونگ خان جي چڙهائي بابت اڳواٽ اطلاع ڏنو هو، جنهن ڪري سندس جان بچي ويئي. هن انهن کي ترخان جو لقب ڏيئي نون پشتن تائين ترخان ڪري ڇڏيو. چون ٿا ته ماورا النهر خراسان جا جان انهن ڀائرن جي نسل مان آهي.

مير علي شير قانع تحفة الڪرام ۾ لکيو آهي ته امير تيمور المعروف تيمور لنگ 18 سالن جي ڄمار ۾ شڪار ڪندي رستو ڀلجي پيو، جيئن ته سخت سياري جي موسم هئي، جنهن ڪري هڪ طرف سخت سردي ۽ ٻي طرف اونداهي رات، اهڙي حالت ۾ بچڻ مشڪل ٿي آيو ته سندس جون نظرون ٻن ٽن ڪارن گهرن تي پيون، جن وٽ پناهه وٺڻ لاءِ ويا اجا هو تنبن جي درن وٽ پهتا ته انهن ماڻهن هنن کي چور، لٽيندڙ سمجهي وڙهڻ لاءِ ٻاهر نڪري آيا، اها صورتحال ڏسي

امير تيمور سان گڏ ماڻهن ڪين هڪل ڪري آگاهه ڪيو ته هو شهزادو امير تيمور آهي، جنهن تي انهن ماڻهن هٿ ڍرا ڪيا ۽ ڪيس مان مرتبي مطابق خدمت ڪئي. جڏهن امير تيمور 34 سالن جي ڄمار ۾ تخت تي ويٺو ته هن انهن ماڻهن کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ مهمان نوازي جي عيوض ڪين نوازيندي ترخان جو خطاب ڏنو. يعني نوڪري کان آجو ڪيو. ترخان قبيلي وارا انهن جي اولاد آهن. منهنجي تحقيق موجب هي اصل ۾ بلوص هئا، جن کي اسان بلوچ سڏيون ٿا ۽ خاص ڪري اهي جيڪي سياه پاد سڏجن ٿا ۽ جڏهن شاهه بيگ سبي ۽ سنڌ جي ٻين علائقن کي هٿ ڪرڻ لاءِ هڪ وڏو لشڪر مرزا عيسيٰ خان ترخان جي ڪمان ۾ روانو ڪيو هو، هو ان ۾ شامل هئا.

امير تيمور لنگ پنهنجي هڪ امير اڪوتمر يا ايڪوتيمر کي تڏهن ترخان جو خطاب ڏنو جڏهن هو امير تيمور پاران وڙهندي تقتمش خان هٿان مارجي ويو، اهو خطاب سندس اولاد ڏانهن منتقل ٿي ويو ۽ سندس جاءِ تي ان جي عزيز شاهه ملڪ پٽ قلحفائي کي مقرر ڪيو ۽ کيس "مهر ڪلان" ۽ "مهر پروانه" ڏنو. تاريخ غزاني ۾ امير تيمور جي متعلق لکيل آهي ته انجو تعلق ڪرد قبيلي مان هو. جيئن لکيل آهي

"واتفاقي راک دلالت امير ايتقول کرده بود
و آن جماعت راميشنات ختہ اورا ترخان فرمود
ويرليخ فرمود تا همواره بہ تفحص مشغول باشد"

سنڌ ۾ رهندڙ ترخان مغل ان جي اولاد آهن ۽ انهيءَ سلسلي ۾ ظفر نامي ۾ لکيل آهي ته انهيءَ جنگ ۾ جن جوڌن پاڻ ملهايو هو، انهن سڀني کي ترخان سڏيو ويو، ڪتابن ۾ اهو به اچي ٿو ته بحوالو جغرافيائي سياسي ڪيهان ته ترخاني نالي سان هڪ قوم آهي جيڪا ايلات ڪرد مان آهي ۽ راوند جي حدن ۾ رهي ٿي. مغل بادشاهه اڪبر اعظم نور الدين محمد کي ترخان جو لقب ڏنو هو. جنهن کان پوءِ شايد ٻئي ڪنهن کي به ڪونه مليو آهي.

پير حسام الدين راشدي سنڌ جي ترخان گهراڻي متعلق لکيو آهي ته 861هجري ۾ تيموري سلطان ميرزا ابو القاسم بابر جي وفات کان پوءِ ميرزا جلال الدين شاهه محمود ۽ ميرزا سلطان ابراهيم جي وچ ۾ تخت ۽ تاج جي معاملي تي اختلاف پيدا ٿيا، جنهن ڪري ڪيترا معرڪا ۽ جهڙپيون ٿيون. انهيءَ ويڙهاند جي شروع ٿيڻ کان اڳ ۾ شاهه محمود جي وزير مختار امير شير حاجي هرات جي ترخاني اميرن کي سلطان ابراهيم جو طرفدار سمجهي 30 جمادي الاخر 861هجري جو هرات باغ "زاغان" جي ڪوشڪ ۾ ڏوکي سان قتل ڪرائي ڇڏيو. ان ڪانسواءِ امير اويس ترخان سندس پٽ يوسف ترخان، امير محمد ترخان، امير خسرو خان، امير نظام الدين احمد ترخان ۽ ٻيا ڪيترائي جنهن ڪري ترخاني قبيلي کي وڏو نقصان پهتو.

انهيءَ ڪار راز ۾ امير اويس ترخان، امير شير حاجي کي پيٽ ۾ ڇري هڻي شديد زخمي ڪري وڌو، امير غياث الدين محمد خان ۽ مولانا احمد يساول، انهيءَ مقتل گاهه مان پاڻي بچائي سلطان ابراهيم ميرزا وٽ پهتا، جنهن سندن جي دردناڪ ماجرا ٻڌي هرات تي لشڪر ڪشي ۽ 7 رجب جمع جو هرات جي باغ مختار ۾ پهچي سلطنت تي قبضو ڪيو.

سلطان محمود پاڻ بچائي مشهد پهچي ويو ۽ امير شير حاجي حصار ليزه تو طرف ڳمر ٿي ويو. ان کان پوءِ ٿوري عرصي اندر سلطان ابراهيم، شاهه محمود تي ٻيهر حملو ڪيو. جنهن ۾ امير نظام الدين احمد ترخان ۽ سندس پياءَ يعقوب ترخان بدلي جي باهه ۾ جذبي سان وڙهيو. هن دفعي به محمود مشڪل سان جان بچائي پهچي ويو.

سنڌ جا ترخان انهن اميرن مان ڪنهن هڪ جي اولاد يا انهن جي خاندان مان پاڻنجن ٿا. ڇاڪاڻ ته امير حسن بصري جو به اهوئي زمانو هو. ميرزا عيسيٰ خان جو والد ميرزا عبدالعلي سلطان محمود (899هه) بن ميرزا ابو سعيد (قتل 873هه) جي دور ۾ بخارا جو صوبيدار هو. جيڪو شيباني خان جي جنگ ۾ پنهنجن پٽن سميت قتل ٿي ويو، ان وقت ميرزا عيسيٰ خان ٻارهو جنهن کي شاهه بيگ ارغون جي والد مير ذولنون بيگ ارغون پالي وڏو ڪيو، جيسين مير ذولنون بيگ زنده هو ساڻس گڏ رهيو جنهن کان پوءِ شاهه بيگ ارغون سان رهيو.

مٿين بيان ڪيل تاريخي واقعن ۽ حقيقتن کان پوءِ اهو سمجهڻ ۾ دير نه ٿي لڳي ته ترخان هڪ ذات نه آهي پر هڪ خطاب ۽ لقب آهي جنهن بعد ۾ ذات ۽ قبيلائي صورت اختيار ڪئي. سنڌ جي ترخان گهراڻي جي وڏي امير نمر لاءِ تاريخي شاهدي موجود آهي ته هو نسلي طور ڪرد آهي پر تاتارن سان گڏ رهڻ ڪري مغل ٿي ويا. اهو گمان اجا به وڌيڪ پڪتو ٿئي ٿو جو ترخان شجري ۾ ڪيترن نالن جي ڪوٽ آهي. جنهن ڪري شجرو مڪمل نه ٿو ٿي سگهي. ترخان، لقب، ذات ۽ قبيلي وارا اڄ ترخان ڪو نه ٿا سڏائن، هڪڙا بلوچ ٿي ويا ٻيا

پٺاڻ آهن ۽ سنڌ وارا مغل سڏرائن ٿا. محترم خير محمد مغل نصر پور واري ڪان جيڪو شجرو مليو آهي، اهو فارسي ۾ لکيل شجري تان لکيو ويو آهي جيڪو پڻ محترم خير محمد مغل وٽ موجود آهي ۽ مون کي ڏيکاريو. بهر صورت ميرزا عيسيٰ خان جي پٽ ميرزا جان بابا جي پونيئرن نصرپور کي پنهنجو گهر سمجهي ڄمائي ويهي رهيا جو جان بابا جي امڙ اتان جي سميجن (جهيجن) مان هئي ۽ پاڻ جان بابا به ماماڻي خاندان مان شادي ڪئي. هن جا پونئينر نصرپور ۾ مغل واڙو يا مغل بڻائي مغل چورائڻ پسند ڪيو ۽ اهائي سندن سڃاڻپ آهي، موجود مغل محلو، نصرپور جي قديم ڇاوڻي جي ايراضي ۾ آهي. مان ساڻن سان مليو آهيان سڀ معتبر ۽ فضيلت ڀريا آهن ۽ خاص ڪري محترم خير محمد صاحب ته پنهنجو مٽ پاڻ آهي هنن مان خانداني ۽ بنيادي خوشبو اچي ٿي.


نصرپور جي ترخان (مغل) گهراڻ جو شجرو
(مرزا خير محمد جي ڏنل معلومات موجب)
چنگيز خان (اصل نالو تيموجن)
چغتائي خان
جوجي خان
تولي خان
اوغتائي خان
قبلائي خان
منگو خان
هلاڪو خان
اريخ جوڪا
تراغائي خان
اباقا خان
احمد تگودر
ارغون خان
گيخاتو
محمود غازان
محمد سلطان اولجائتو خدا بنده
امير الچي
سلطان ابو سعيد
امير ايڪو تيمور
امير اتلمش
ميرزا فضل الله ترخان
مرزا نور الله ترخان
مرزا عبدالعلي ترخان
مرزا حسين ترخان
مرزا عبدالخالق ترخان
مرزا عبدالعلي ترخان
(نوٽ: حسين ترخان کان مرزا عبدالخالق ترخان تائين چئن پيڙهين جي کوٽ آهي)
امير شنڪل (ارغون گهراڻو)
امير برتق
مير شيخو بيگ
محمود بيگ
يار بيگ
مير فرخ بيگ
مير بيگ (ميران)


مرزا عيسيٰ خان ترخان (سنڌ جو پهريون ترخان حڪمران)
احمد ولي بيگ
مرزا محمد صالح
مرزا ناصر
سلطان ابراهيم اول
مرزا جوهر
مرزا سليمان اول
مرزا زاهد اول
مرزا جان بابامرزا (نصر پور جي سميجن جي خاندان مان ماءُ هيس)
محمد باقي (سوڍي زال مان)
مرزا محمد غالب
مرزا سلطان ابراهيم ثاني
مرزا زاهد
مرزا سليمان
مرزا ابو الفتح
مرزا شاهه رخ
مرزا عيسيٰ ترخان ثاني
مرزا شاهه بابا
مرزا عمر بيگ
مرزا عبدالعلي مرزا
شابيگ ثاني
مرزا عنايت
مرزا محمد عاقل
مرزا جان بابا ثاني
مرزا فتح الله بيگ
مرزا محمد صالح
مرزا فتح الله
مرزا بهروز
مرزا اداداب
مرزا غازي ثاني
مرزا محمد مراد
مرزا مظفر ثاني
مرزا ايرج
مرزا محمد حفيظ
مرزا زبردست
مرزا شاهه رخ
مرزا مظفر بيگ
مرزا محمد پائينده
مرزا عيسيٰ
مرزا محمد صالح
مرزا عبدالعلي
مرزا نور الله
مرزا شاخ ر
مرزا بديع الزمان
مرزا فرخ
مرزا فيض الله
مرزا جان محمد
مرزا شاهه رخ
مرزا جاني بيگ
مرزا عبدالعلي
مرزا محمد مراد
مرزا اوپايو
مرزا غازي بيگ
مرزا عبدالفتح
فرخ بيگ
مرزا محمد حفيظ
مرزا محمد يوسف
مرزا فتح الله
مرزا بخش علي
امير حسن بصري
امير ذوالنون ارغون
مرزا شاهه بيگ ارغون
مرزا شاهه حسن
(آخري ارغون حڪمرا سنڌ - لاولد)


مرزا محمد مراد
مرزا فيض الله
مرزا محمد حفيظ
مرزا مريد علي
مرزا عيسيٰ
مرزا خير محمد
مرزا قربان
مرزا رجب
مرزا دور
مرزا محمد مراد
مرزا عيسيٰ خان
مرزا فيض الله
مرزا فيض علي
مرزا امام بخش
مرزا الله بخش
مرزا فيض الله
عرف پير محمد
مرزا مريد علي
مرزا يار محمد
مرزا يار محمد
مرزا علي محمد
مرزا محمد نواز
مرزا امام بخش
مرزا مريد علي
مرزا عيسيٰ
مرزا محمد بخش
مرزا الهچايو
عرف رب ڏنو
مرزا محمد صالح
مرزا محمد حفيظ
مرزا يار محمد
مرزا محمد صالح
مرزا غازي بيگ
مرزا اڪبر
مرزا يار محمد
مرزا فيض محمد
مرزا عبدالرشيد
مرزا رسول بخش
مرزا غلام غوث
مرزا الله بخش
مرزا مريد علي
عرف ساگر
مرزا علي رضا
مرزا محمد بلاول
مرزا شاهہ بخش
مرزا فيض محمد
مرزا يار محمد
مرزا محمد ساجن
مرزا محمد بچل
مرزا شاهہ بخش
مرزا عيسيٰ
مرزا شاهزيب
مرزا محمد مراد
مرزا حبيب
مرزا سهيل
مرزا پير محمد
مرزا ظهير الدين
مرزا شاهجهان
مرزا جهانگير
مرزا دارا
مرزا محمد بخش
مرزا حمزه
مرزا شاهہ حسن
مرزا مصعب
مرزا عبدالرؤف
مرزا اعجاز بيگ
مرزا سڪندر بيگ
مرزا رسول بخش
مرزا سليم بيگ



مرزا عبدالعلي
مرزا رستم
مرزا زبردست عرف سائين ڏنو
مرزا عبدالعلي
مرزا بنده علي
مرزا مهر علي
مرزا مهر علي
مرزا جان محمد
مرزا غلام حيدر
مرزا خير محمد
مرزا امداد علي
مرزا قربان
مرزا خيرمحمد
مرزا خير محمد
مرزا خان محمد
مرزا امداد علي
مرزا امير بخش
مرزا منير علي
مرزا تاج محمد
مرزا دين محمد
مرزا انور علي
مرزا شاهہ رخ
مرزا جان بابا عرف سالار
مرزا فرخ
مرزا صبحان
مرزا تيمور
مرزا دانيال
مرزا محسن
مرزا احسن دين
مرزا مجظتم
مرزا ابوعمر
مرزا اورنگزيب

# واهوچو

سنڌ ۾ رهندڙ اڪثر ذاتيون، مک قبيلن جي پاڙن ۽ نکن تي مشتمل آهي ۽ انهن جي نالي پويان سڏيون وڃن ٿيون انهن قبيلن جون ڪيتريون ذاتيون ڌنڌن، علائقن، ماڳ ۽ مڪانن جي نالي پويان سڏيون ويون انهن ذاتين مان "واهوچو" ذات به هڪ آهي.

درياءَ سنڌ مان نارا، ڪيترا ڦاڪ ۽ واهڙ نڪرندا آهن وري واهڙن مان نيڪر ۽ واهه نڪرندا هئا جنهن تي زمينون آباد ڪيون ويندڙيون هيون جيڪي آب ڪلاڻي جي موسم ۾ پريا وهندا هئا. هاڻي سنڌو جي اها موج ۽ مستي ڪونه رهي ڇاڪاڻ ته سنڌو جو پاڻي بند ۽ بيراج ٻڌي قابو ۾ ڪيو ويو آهي.

انهن ڦاڪن، واهڙن ۽ نيڪرن تي رهندڙن مان ڪن خاندانن ۽ ڳوٺن کي واهوچو سڏيو ويو يعني واهه- پاڻي جي واهه يا نيڪر جو رهندڙ. اهڙي طرح واهن ۽ آبادين جي پرسان رهندڙ ڳوٺ وارن کي مخصوص طور واهوچو سڏيو ويو يعنيٰ واهڙ يا واهه جي ڪناري وارا. اهڙي طرح هي ذات ڪن ماڻهن يا ڳوٺ وارن لاءِ مخصوص ٿي ويئي جيڪي تقريباً هڪ ڪٽنب يا ڪهول سان تعلق رکندڙ آهن.

اهڙي نموني وارهه تعلقي ۾ مير واهه جي ڀڪ سان رهندڙن جا به ڳوٺ آهن هڪ سوالي واهوچو ۽ ٻيو جاڙ واهوچو جن تي به نالو مير واهه تي رهڻ ڪري واهوچو پيو. هن ذات مخصوص هنڌن تائين محدود آهي، ڪجهه سرائڪي وارن علائقن ۾ به رهن ٿا جن کي سماٽ ۾ شمار ڪيو وڃي ٿو. هي سرائڪي ۽ سنڌي ڳالهائيندا آهن.

# ڏاوچ

جيئن ته قديم دؤر ۾ جت پنهنجن اٺن ۽ ڏاچن کي پنهنجي وڳ کان جدا ڪري ٻئي ڪنهن وٽ آڏاريو يا مخصوص رقم جي عيوض ڇڏي ڏيندا هئا جيئن انهن جي سارسنڀال لهن ۽ مال وڌي.

جتن مان انهي مخصوص ڪم ڪرڻ وارن کي ڏاوچ يا ڏاوچ سڏيو ويندو هو. يعنيٰ ڏاچن وارا. جت قبيلي مان زرداري صرف ڏاچن جي سنڀال ۽ گورن جي پالنا ڪندا هئا پر ڏاوچ انهي سان گڏ اٺ به پاڻ وٽ رکندا هئا. انهي ڪري آڏاري مال پالڻ واري ڪرت جي ڪري ڏاوچ سڏيا ويا.

هن ذات وارن جي اڪثريت دادو ضلع ۾ آهي، ڪجهه ٻين هنڌن تي به رهن ٿا. هي پنهنجو پراڻو پيشو ترڪ ڪري مختلف ڪمن ۽ ڪرت ۾ لڳي ويا آهن ۽ سرڪاري ملازمتون پڻ ڪن ٿا. هي سرائڪي ۽ سنڌي ڳالهائيندا آهن.

# درس

درس معنيٰ آهي سبق- چون ٿا تہ درس غوث بهاؤالدين زڪريا ملتاني جي غوثي طريقي جو وڏي مان وارو لقب آهي، جيڪي نيڪ ۽ صالح ٿيا تن کي درس ڪوٺيو ويو.

درس ذات سڏائڻ وارن جو تعلق ڪنهن بہ هڪ قبيلي يا مخصوص ذات وارن تائين محدود ڪونہ آهي. هن ذات ۾ مختلف ذاتين جا ماڻهون شامل ٿي وڃن ٿا جن کي "عمل صالح" بنجڻ ڪري درس جي خطاب سان نوازيو وڃي ٿو. بعد ۾ ان جي اولاد بہ پيءُ جي لقب پويان درس سڏجڻ لڳي جنهن ڪري مختلف ذاتين مان هڪ نئين ذات درس وجود ۾ آئي.

درس جو پهريون خطاب مگرين کي مليو پوءِ اهو سلسلو شروع ٿي ويو. هن ذات وارا وچولي ۽ لاڙ ۾ آهن تن ۾ گهڻائي مگريا ذات وارن جي آهي باقي انهن ۾ قلپوٽو، پنيرو، هالي پوٽو، لاڪا، سميجہ وغيره شامل آهن.

# گهانگهرو

گهانگهرو- گهانگ يا گهاگ مَان نڪتل آهي، سنڌي ۾ گهاگ، دلي، مٽ، ۽ چاڏي کي چيو ويندو آهي. دلو ۽ مٽ پاڻي پرڻ جي ڪم ايندو آهي، چاڏي کير يا ان مان ڏڌ ۽ مکڻ واسطي ڪم ايندي آهي. هي بنيادي طور مالوند ماڻهو هئا جيڪي کير، ڏڌ ۽ مکڻ ۾ شاهوڪار هئا. جنهن ڪري سندن گهاگيون يا چاڏيون هميشہ ان سان پريون پيون هونديون هيون. انهي ڪري مٿن نالو گهانگهرو پئجي ويو.

گذريل دورن ۾ مال وند ماڻهو کي خوشحال ۽ آسودو سمجهيو ويندو هو ۽ ان کان پوءِ آبادڪار کي جيڪي درياءَ جي نارن، واهڙن ۽ وهڪرن تي آبادي ڪندا هئا.

اي. ڊي ميڪليگن جي مطابق هي زراعت ڪار آهن ۽ هندو قبيلي ڪمبوه سان تعلق رکندڙ آهن. ڪمبوه پنهنجي وقت ۾ وڏا زراعت ڪار ۽ ماهر هاري هئا. جن جون پنهنجون رسيداريون هيون.

گهانگهرو ذات وارا بنيادي طور مال وند ۽ زراعت ڪار آهن جيڪي گذيل سنڌ جي وقت ۾ درياءَ جمنا جي علائقي ڪان پٽيالہ، پنجاب ۽ سرائيڪي علائقي کان ٿيندا سنڌ ۾ رتوديرو ڪنديارو تعلقن ۾ هين هنڌن تي آباد ٿي ويا، هاڻي بہ انهن جي گهڻائي نوشهري فيروز ضلع ۾ آهي.

هنن جي رنگ، هڏ ۽ ڪاٺ مان واضح لڳي ٿو انهن جو تعلق ڪنهن قديم ذات وارن سان آهي. هي راجا ڪرن جي نسل مان آهن.

گهانگهرو ذات سنڌ ۽ سرائيڪي علائقي ۾ ملي ٿي. سنڌ ۾ رهندڙ سنڌي ۽ ٻيا سرائيڪي ۽ پنجابي ڳالهائن ٿا.

سنڌ وارا سمہ قبيلي جو هڪ پاڙو ٿي ويا آهن ۽ ڪين سمات ۾ ڳڻيون وڃي ٿو.

رتوديري وارن گهانگهرا، سيني گهانگهرن جا وڏا مڃيا ويندا آهن انهن مرحوم پير بخش خان گهانگهرو مشهور ٿي گذريو آهي جنهن جو وڏو اثر و رسوخ هو. هو رتوديرو ۾ ڀٽي خاندان جو روايتي حريف هو ۽ شهيد ذوالفقار علي ڀٽو جي شروعاتي دوَر ۾ ان جو سخت مخالف هو پر بعد ۾ هو ان جو مددگار ۽ ساٿي ٿي ويو. ان خاندان مان علي نواز خان وڪيل ۽ علي حسن آهي.

# نون

نون اصل ۾ پنجاب جا رهواسي آهن، جن مان ڪجهه گهر لڏي اچي ٿر ۾ رانجهي خان جي تڙ سينگاري ۾ اچي ويٺا. نون پيڻين جو هڪ پاڙو آهي پر هو پيٽي چورائڻ بدران نون چورائڻ وڌيڪ پسند ڪندا آهن ڇاڪاڻ ته هو پنجاب ۾ پنهنجي الڳ حيثيت رکندڙ آهن. سرائڪي علائقي ۾ ملتان ۽ شجاع آباد ۽ ساهيوال ۾ رهن ٿا.

نون دهلي جي پرسان هڪ ڳوٺ نالي "واهڻ" مان هجرت ڪري آيا جن کي سيد جلال الدين جهانيان واري مسلمان ڪيو. هو پنهنجي نالي جي اڳيان راڻا جو لقب لڳائيندا آهن. هڪ شجري مطابق هو "راج وڏن" جي اولاد آهن جنهن کي چار پٽ هئا هڪ نون، ٻيو اوٿيرا ٽيون ڪنجر چوٿون ڪليار جيڪي پنهنجن ذاتين ۽ قبيلن جا مورث اعليٰ آهن هڪ ٻئي شجري جي مطابق جيء ۽ اٽيرا ٻئي نون ۽ جهڪڙ جا پائر آهن.

هي سنڌ ۾ مختلف شهرن ۾ رهن ٿا ۽ پاڻ کي سنڌين جو حصو سمجهن ٿا.

# شجراه

شجراه ٻن لفظن جو مرڪب آهي. شج – سج – راء. معنيٰ ان جو مطلب سج جو يعني سج جا پوڄاري جن کي سورج ونشي به چوندا آهن. ڪن جي مطابق هي ميراسي هئا، جيڪي خاندانن جا شجرا بزبان ياد رکندا هئا ۽ وقت اچڻ تي بيان ڪندا هئا ان ڪري کين شجراء مطلب شجرا بيان ڪندڙ سڏيو ويو.

شجراه يا شجراع سماٽ جو هڪ پاڙو آهي جن جي گهٽائي ڪنڊڪوٽ طرف رهي ٿي. هي سنڌ ۾ گهٽي تعداد ۾ ڪونه آهن سواءِ ڪن مخصوص هنڌن جي. چون ٿا ته هي پنو قبيلي جو حصو آهن ۽ ڪي وري انهن کي پيٽي ذات وارن جا مائٽ چون ٿا. ڪن جي راءِ آهي ته هي عرب نسل جا آهن. جنهن جي ڪابه تصديق نه ٿي سگهي آهي.

# وگڻ

سمه قبيلي جو هڪ پاڙو. ہي روايت موجب ابڙن مان- ھي سنڌ ۾ وارھ نوشهرو ۽ لاڙڪاڻي تعلقن ۾ پنهنجن ڳوٺن ۾ رهن ٿا باقي ٻين هنڌن تي نالي ماتر آهن. بنيادي طور هي زراعت سان وابسته ماڻهو آهن. انهن مان محبوب علي خان وگڻ هڪ مشهور زميندار هو جيڪو هر سال سيوهڻ ۾ لال شهباز قلندر جي ميلي تي وڏو اهتمام ڪندو هو. هن اتي مزار تي پنهنجي طرفان ڪافي ڪم ڪرايو هو.

# ڪراڙ

ڪراڙ هندو ذات ۾ شامل آهي جيڪي اصل ۾ مارواڙ ڪان لڏي ٿر ۽ پارڪر ۾ اچي آباد ٿيا. هي زراعت پيشه آهن. هي مارواڙي ۽ سنڌي ڳالهائيندا آهن هو وشنو آهن جنهن ڪري ٻين ڪان الڳ نظر ايندا آهن. ڪراڙ شايد سنڌن جو ڪو وڏو هو يا ڪنهن علائقي ۽ ڳوٺ جو نالو هو جنهن ڪري ڪين ڪراڙ سڏيو وڃي ٿو.

ڪراڙ ڪي مهيشوري بہ چيو ويندو آهي جيڪي واپاري ۽ شاهوڪار طبقو آهي.

# راهمون

راهمون يا راهما سمن جو هڪ وڏو پاڙو آهي جيڪي سڄي ٿر ۾ مختلف هنڌن تي رهن ٿا پر ڪانڙ ۽ ڏيپلي ۾ انهن جي اڪثريت آهي. هي بہ نهڙين وانگر زورآور قبيلو آهي جن جا وڏيرا پنهنجي نالي سان گڏ ارباب جو لقب بہ استعمال ڪندا آهن.

**پاڙا**

(1) اوٺو
(2) پرڪيو
(3) ڳاهو
(4) ڳوريو
(5) هالو
(6) ڄامڙو
(7) ڄامڙيا
(8) هيما
(9) ماهيا
(10) رڪڻ
(11) صدر
(12) ساتيا
(13) صاحبدين
(14) سار

# لڪ

لڪ ذات وارا سنڌ ۾ مختلف علائقن ۾ ٿوري تعداد ۾ رهن ٿا. هنن جو اصل تعلق پنجاب ۽ سرائڪي علائقي سان آهي. هو پاڻ کي پنهور راجپوت جي شاخ سمجهندا آهن. هي مال وند ۽ زراعت پيشه آهن جنهن ڪري هو پنجاب ۾ درياء چناب جي ڪچي وارن علائقن ۾ رهندا هئا.

راجا رنجيت سنگهه جي دؤر ۾ چناب ۽ پنجاب جي ڪن علائقن مان هنن کي رڳوان ڪري بي دخل ڪيو ويو جو هو مشهور مال چور هئا انهي دؤر ۾ ڪجهه لڪ گهر خيرپور رياست جي علائقي ۾ لڏي آيا ۽ هميشه لاءِ هتي رهجي ويا.

# چامڙو

چامڙو، معنيٰ ننڍي قد وارو. سنڌي ۾ چوڻي آهي ته فلاڻو چامڙو آهي، يعني جيئن نظر اچي ٿو ائين نه آهي، مطلب ته هن جي عمر وڏي آهي پر ڏسڻ ۾ ننڍو اچي ٿو.

چامڙو ذات جو قديم سنڌي ذاتين سان تعلق آهي انهي ڪري هنن کي سماٽ جو حصو سمجهيو ويندو آهي. هي خيرپور ۽ شڪارپور ضلعن ۾ ٿوري تعداد ۾ رهن ٿا ۽ هو پنجاب جي طرف قديم سنڌ جي ڊيره غازي خان ۾ آهن جتي هنن کي جت سمجهيو ويندو آهي. چامڙو جو اهو به مفهوم آهي ته چامن وارا، چام (لقب) جي اولاد يا سندن ڪو وڏو چام نالي هوندو جنهن ڪري چامڙو يا چامڙا سڏيا.

# گهلو

گهلو ذات کي اڪثر ڪهاوڙ ذات جو پاڙو سمجهيو ويندو آهي ڇاڪاڻ انهن ٻنهي ذاتين وارا سرائڪي ڳالهائيندا آهن ۽ اتر سنڌ ۾ گڏ رهندا آهن پر حقيقت اها آهي گهلو ۽ ڪهاوڙ ٻه الڳ ذاتيون اهن پر انهن جون هڪ ٻئي سان مٽيون مائٽيون آهن تنهن ڪري اها غلط فهمي پيدا ٿيل آهي.

گهلو بنيادي طور قديم سنڌ جي ملتان واري علائقي سان تعلق رکندڙ آهن ۽ انهن جي مادري زبان سرائڪي آهي، هي ملتان بهاولپور ۽ احمدپور شرقيه ۽ اچ شريف جي طرف گهڻي تعداد ۾ رهن ٿا. هنن جو تعلق راجپوت گهراڻي سان آهي. چون ٿا ته اچ شريف جي مخدوم جهانيان جهان گشت هنن کي مسلمان ڪيو.

هي سنڌ ۾ وارهه ۽ دادو ۾ رهن ٿا باقي سرائڪي علائقي ۾ آهن جتي هو زميندار ۽ هاري آهن.

## پاڙا

| | | |
|---|---|---|
| (1) هنبير پوٽا | (2) گهنون پوٽا | (3) ديپال |
| (4) جهانبو | (5) ڪوريال | (6) ڪانجي يا ڪانجو |
| (7) گج | (8) گهلو ڪنجانراه | (9) گهلو واڪنون |
| (10) واراهي | (11) دادوي | |

# جانڊاهي

جانڊاهي ڪنهن مخصوص قبيلي جي ذات نه آهي هي ڪرت ۽ ڪم جي ڪري ذات سڏي ويئي. جيڪا هڪ ڳوٺ نالي جانڊاهي تائين محدود آهي.

ڪلهوڙا دؤر ۾ ڪهاوڙن کي وڏي اهميت حاصل هئي ۽ هو انهن جا خاص ماڻهون هئا انهن مان ميان بشارت ڪهاوڙ ۽ ميان گاجي ڪهاوڙ به هئا. ميان بشارت جي نالي تي ديهه ۽ مشهور مقبرا ٺهيل آهن ۽ گاجي خان ڪهاوڙ جي نالي تي گاجي ڪهاوڙ جو شهر ٻڌل آهي. جتي ڪنهن زماني ۾ ٻه ڌرم وارن جو ٺل هوندو هو جيڪو هاڻي ختم ٿي ويو آهي.

ميان گاجي ڪهاوڙ جي وڏي زمينداري هئي ڪيس ڪاڇي ڪان وٺي وارهه ۽ ميهڙ تعلقن ۾ هزارين ايڪڙ زمين هوندي هئي جنهن لاءِ گل محمد واهه ۽ ٻيا واهه اولهند ناري مان کوٽرايا. انهي واسطي هن وٽ هر وقت هزارين ماڻهو هوندا هئا جن جي کاڌ خوراڪ جو بندوبست به پنهنجي ذمي هيس.

انهيءَ واسطي هن موجوده بشارت جي قبن جي سامهون هڪ ڳوٺ ٻڌرايو جتي ان پيسڻ (پيهڻ) لاءِ وڏيون وڏيون جانڊاهيون لڳرايون جن کي اٽ ۽ ڏاند ڪاهيندا هئا. انهي مخصوص ڪم لاءِ هن ملتان جي طرف کان مزدور آندا جيڪي ٻارين ٻچي اچي رهيا جن ۾ مختلف ذاتين جا ماڻهو شامل هئا، ڪهاوڙن جي زوال کان پوءِ اهي مستقل طور اتي رهي پيا جن کي مقامي ماڻهون جانڊاهي ڳوٺ ۾ رهڻ وارن کي جانڊاهي سڏيو. اهي ڪافي عرصي تائين انهي نالي کي پنهنجي سڃاڻپ طور استعمال ڪندا آيا پر هاڻي ان کي برو سمجهي مختلف ذاتيون سڏائڻ شروع ڪيو. جيئن. پٽا، قريشي، مگسي، چانڊيه، سومرو ڪهاوڙ ۽ ابڙو. هاڻي اتي جانڊاهيون ڪونه آهن پر ڳوٺ اجا تائين موجود آهي.

# مسڻ

مسڻ- معنيٰ اهو هنڌ يا مخصوص جڳهه، جتي ويدا مذهب وارن کي مرتئي کان پوءِ اگني سنسار ڪيو ويجي. مسڻ جي رکوالي يا مذهبي پوڄاري کي برهمڻ يا ٻائو سڏيو ويندو آهي. جن برهمڻن يا ٻاوان جڏهن پنهنجو اباڻو مذهب سنائي دين اسلام اختيار ڪيو ته سندن پراڻي مذهبي ذميوارن ڪري انهي ٻائي کي مسڻ وارو مسلمان ڪونيو، جيڪو اڳتي هلي مسڻ ذات ٿي ويئي ۽ آبڙ قبيلي ۾ شمار ٿي ويا. هن ذات وارن جي اڪثريت نصير آباد ۽ باڊهه ۾ رهي ٿي، جتي ڪنهن زماني ۾ وڏا مندر هوندا هئا برهمڻ ۽ ٻڌ مذهب وارن جو مرڪز هو، هون به انهي علائقي کي قديم دؤر ۾ "ٻڌيا" جي نالي سان سڏيو ويندو هو. هي ملتان ۽ سرائڪي علائقي ۾ رهن ٿا. جتي زراعت پيشه ذاتين ۾ شمار ڪيا وڃن ٿا. ان کان سواءِ لس ٻيلي ۾ پڻ هي سمن جو هڪ پاڙو آهي.

ڪيترن ذاتين جا پاڙا مسڻ پڻ آهن.

# پتوجو

پتوجو سنڌ جي قديم ترين ذات جنهن جو تعلق مهين واري دور سان آهي جنهن کي مهاڻو سڏيون ٿا. ڊاڪٽر غلام علي الانا جي مطابق اهي سنڌ ۽ مهين واري شهر جا اصلي ۽ حقيقي باشندا هئا يعني نج سنڌي نسل.

جيئن ته مهاڻن جو سڄو ڪاروبار بندرن ۽ پتڻ تان هلندو هو جنهن ڪري اتي رهندڙ يا ڪم ڪندڙن کي مختلف نالن سان سڏيو ويندو هو. اهڙي طرح پتڻ تي رهڻ وارن کي پتوجو سڏيو ويو يعني پتڻ وارا جن جو ڪم هو هر وقت پتڻ جي سار سنڀال رکڻ ۽ اچڻ ۽ وڃڻ واري مال جي حفاظت ڪرڻ. معني چوڪيدار

سنڌ ۾ هنن جي اڪثريت پراڻي لاڙڪاڻي ضلعي ۾ آهي ۽ سندن مخصوص ڳوٺن ۾ رهائش آهي. هاڻي هي پنهنجو پراڻو ڌنڌو ترڪ ڪري، زميندارن، هارپ ۽ ٻين ڪاروبارن ۾ لڳي ويا آهن پر اڄ تائين ڪين پراڻي ذات مطابق پتوجو چورائن ٿا پر پنهنجو پاڻ کي آبڙ مان سمجهن ٿا.

نسب نامر سنڌ ۾ آهي ته راءِ بنگاجي علامن ۾ هو جنهن کي جکري آزادي ڏياري هئي

# گوندل

گوندل ذات وارا اصل ۾ پنجاب جا رهاڪو آهن جيڪي 600 سئو سالن کان اتي رهن ٿا. سنڌ جي ڪن علائقن ۾ موجود آهن. جنهن ڪري شيخ صادق علي انهن کي سمه قبيلي جي پاڙي ۾ شامل ڪيو آهي. هي اصل ۾ چوهاڻ راجپوت آهن جن جي اڪثريت سرگودا ۽ منڊي بهاءُ الدين ضلعن ۾ آهي هي درياءَ چناب ۽ درياءَ جهلم جي وچ واري پٽي ۾ رهن ٿا. بنيادي طور هو زراعت جي پيشي سان وابسته آهن. جنهن ڪري پنجاب ۾ ڪين جاٽ ۽ سنڌ ۾ سمه سڏيو وڃي ٿو.

هي سنڌ ۾ ڪهڙي سبب جي ڪري پنجاب کان آيا يا هندستان کان سنوان سڌا پهتا معلوم نه ٿي سگهيو آهي. چون ٿا ته هنن جو وڏو نوشهره کان پاڪ پتن پهتو ۽ بابا فريد شڪر گنج جي هٿان مسلمان ٿيو. سنڌ ۾ رهندڙ گوندل ذات وارن جو پنجاب جي گوندل سان ڪو به تعلق ڪونهي. شاهان گجر جو مصنف هنن کي جتن ۾ به شمار ڪري ٿو.

# ورياهه

ورياهه ذات سمه قبيلي جو هڪ پاڙو آهي پر حقيقت ۾ هو پٽي قبيلي مان آهن، جيڪي راجستان يا جيسلمير مان لڏ پلاڻ ڪري اچي موجوده سنڌ ۾ آباد ٿيا آهن. سنڌ ۽ راجستان جي وچ ۾ اچڻ وڃڻ جا چوڏهن (14) رستا هوندا هئا. هونءَ به سنڌ ۽ راجستان جون قومون هڪ نسل ۽ نسب مان آهن ۽ انهن جي ٻولي سنڌي ٻوليءَ جو هڪ لهجو آهي.

ورياهه پٽي راجا جيسل جنهن 1156ع ۾ جيلسمير جو بنياد وڌو هو. تنهن جي چوٿين نمبر پٽ "راجا همر هيل" جي جت زال جي اولاد مان آهن.

راجا همر هيل جي چوٿين پيڙهي مان "راجا ڪوسٽ" هو، جنهن مان مهاراجا عاليٰ سنگهه هو جنهن پٽيالا جو بنياد وڌو، جيڪا سندس اولاد ٿي اها ورياهه، برياهه، براءِ، ورائي، بريائي ۽ پريال سڏي ٿي پر اهي حقيقت ۾ سڀ ورياهه جا مختلف لهجن ڪري مختلف نالا يا اچار آهن.

هي سنڌ ۾ ڪڏهن آيا تنهن جي تصديق نه ٿي سگهي آهي پر هنن کي ايترو وقت ضرور ٿيو آهي جو هو سماٽ جو هڪ حصو بڻجي ويا آهن. هي ٺٽي آدم، نوابشاهه ۽ سانگهڙ جي ڪن هنڌن تي رهن ٿا هي راجپوت نسل جا ماڻهو آهن.

# راهو

راهو سمہ قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. راهو، راهہ مان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ آهي واٽ دڳ ۽ رستو، جامع سنڌي لغات جلد ٽيون ۾ لکيل آهي ”راهو هندو فلسفي موجب اهو ديوتا جو سج ۽ چنڊ کي جهلي گرهڻ ڪرائي. هندن جو عقيدو آهي تہ اهو ديوتا سج يا چنڊ کي جڏهن ڳيهي ٿو تڏهن گرهڻ ٿئي ٿي. هڪ تاري جو نالو.

راهو جي اها معنيٰ بہ آهي تہ رهائي وارو هلندي ڇڪندي وارو، هر ڪنهن سان رس رهاڻ ڪرڻ وارو. راڄ وارن سان رهائيندڙ يا ائين ڪٿي چئجي چڱو مڙس.

جيئن تہ مان عرض ڪندو رهندو آهيان تہ سنڌي قبيلن جي پاڙن تي نالو، ڪرت، ماڳ و مڪان ۽ سنڌن وڏن جي نالن تان پيا آهن پر راهو ذات ڪان پوءِ معلوم ٿئي ٿو تہ سنڌي قبيلن تي چڱن ۽ وڏيرن جي روين، هلت چلت جي ڪري بہ پاڙن تي نالا پيا آهن. راهو نالو بہ اهڙيءَ طرح سمن جي هڪ پاڙي تي پيو ۽ اڄ اهو پاڙو بذاتخود هڪ قبيلو بڻجي ويو آهي.

شيخ صادق علي جي بيان ڪيل نسب نامي موجب سمن ۾ بہ پاڙا راهو نالي سان موجود آهن. هڪ ٽيپي جي اولاد مان راهو پاڙو آهي ۽ بيو انڙ جي اولاد مان. پر اهي ٻئي بہ سمہ نسل سان تعلق رکن ٿا. پر اسان جي تحقيق موجب شيخ صادق علي جا بيان ڪيل راهو، راهو ذات جا وڏا نہ آهن پر هنن جا نالا راهو آهن. راهو ذات جنهن جي اولاد آهن ان جو شجرو هيئن آهي.

راهو پٽ ساند پٽ راهو پٽ لاکو پٽ جوڻو پٽ هالو پٽ ساند پٽ پلي پٽ رائدن پٽ سمو پٽ انڙ پٽ لاکو جتان سنڌي قبيلن جي نسب جي شروعات ٿي وڃيڪ لاءِ ڏسو سنڌي قبيلن جو شجرو.

ذاتين جي انسائيڪلو پيڊيا جي ليکڪ مرحوم عبدالڪريم سنديلي جي حوالي سان لکيو آهي تہ موڙا سنگ جي هڪ پٽ جو نالو راهو هو، تنهن جي اولاد راهو سڏجي ٿي. پر ائين نہ آهي. هو خود لکي ٿو تہ ان راهو نالي واري جي اولاد مان هنگورجا ذات وارا آهن.

راهو ذات وارا ضلعي بي نظير آباد (نوابشاهہ) سانگهڙ، بدين، مٽياري ۽ ٺٽر جي ڪن علائقن ۾ رهن ٿا. راهوائي جيڪي پڻ راهو ذات ۾ شمار آهن. راهو ۽ راهوائي سڏجن.

## پاڙا

(1) آبساٽي
(2) رڪٽائي
(3) ڦوڳاٽي
(4) بابڻ
(5) بيسا
(6) آدي
(7) پهوڙ
(8) جماريا
(9) جعفر
(10) چاندا
(11) دورا
(12) دئيا
(13) ڪرن
(14) ماڪيا
(15) متوائي
(16) نيتا
(17) هوٽي

# راهوجو

راهوجا سمہ قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. جنهن جو تعلق انڙ قبيلي وارن سان آهي. راهوجا جي معنيٰ آهي راهہ وارا، واٽ وارا يعنيٰ سڌا سنوان ماڻهو. مطلب شريف ۽ عزت دار.

ڪن هنن کي سميجہ، ڪن وري مهاڻو ۽ ڪن ڪين ابڙن ۾ شامل ڪيو آهي پر حقيقت ۾ هي سمہ آهن. هي راهو پٽ صادق پٽ ساريو پٽ بابينو پٽ برد پٽ جوجو پٽ سمو پٽ هب پٽ انڙ پٽ ٽيبو پٽ انڙ پٽ سمو پٽ رائدن پٽ سمو پٽ انڙ پٽ لاکو جتان سنڌي قبيلن جي شروعات ٿي تنهن جي اولاد مان آهن. وڌيڪ لاءِ سنڌ جي قبيلن جو شجرو ڏسو.

هي لاڙڪاڻي، دادو ۽ ٻين ضلعن ۾ رهن ٿا.

## پاڙا

(1)راهوجو (2)راهوجاڻي (3)مهراڻي

# هراج

هراج ذات وارا سيال ڪوٽ يا جهنگ پنجاب جا آهن. جيڪي ڪنهن سبب جي ڪري لڏي اچي سنڌ ۾ ويٺا. هي سيال قبيلي جي هڪ ذات آهي. هو بنيادي طور زراعت ڪار آهن. جيڪي چناب درياءَ ۽ راوي درياءَ جي پر سان رهندڙ هئا.

ڪن روايتن موجب هو سيال ڪوٽ يا جهنگ کان ملتان ۽ سرائڪي وارن علائقن ۾ آيا ۽ انهن مان ڪجهہ گهراڻا پاڻ مرادو ۽ ڪجهہ سيالن سان گڏجي سنڌ ۾ آيا. هي خيرپور ۽ نوشهروفيروز ضلعن ۾ رهن ٿا. هن وقت سرائڪي ۽ سنڌي ڳالهائن ٿا پر مادري زبان سرائڪي اٿن. هن وقت سنڌي سماج جي حصي ٿيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا آهن.

# ساريو

ساريو سمہ قبيلي جو شروعات ۾ هڪ پاڙو هو پر هاڻي هڪ نندو قبيلو ٿي ويو آهي. هن کي سميجن ۾ بہ شمار ڪيو وڃي ٿو. هي بہ پاڻ کي عرب سڏائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن پر وٽن ڪو بہ دليل ۽ ثبوت ڪو نہ اٿن.

شايد هن ذات جو نالو سندن ڪرت تان پيو آهي. اوائلي دور ۾ آباديون ۽ فصل واهڻن، ڍورن ۽ گهاڙ واهن وسيلي ٿينديون هيون، جيئن خيرپور ناٿن شاهہ، ميهڙ، وارهہ، باڍهہ، قمبر ۽ لاڙڪاڻي وارو علائقو هميشہ سنڌو درياءَ جي ڪري پاڻي ۾ ٻڏل رهندو هو تنهن ڪري اڪثر اتي آبادي سارين جي ٿيندي هئي. ان آبادگار يا هاري کي سارين جي مخصوص پوک ڪرڻ ڪري ساريو سڏيو ويندو هو، يعنيٰ ساريون پوکيندڙ آبادگار.

انهي ڪري هن ذات ۾ ٻيون ذاتيون بہ شامل ٿي ويون جن کي گڏيل طور ساريو سڏيو ويو هي بهادر ۽ نڌر قسم جا ماڻهو آهن. هي باڍهہ، ڪڪڙ، خان پور ۾ اڪثريت ۾ رهن ٿا ۽ ان کان سواءِ ٻين هنڌن تي بہ موجود آهن.

سماٽ جي ليکڪ هن ذات ۾ ڊاريجا، راهوجا، مناهيجا، فيروزيجا، ڪيريا ۽ منگواڻا کي بہ شامل ڪيو آهي. مهين واري لکت ۾ بہ هن ذات جو ذڪر آهي شايد انهي ڪري تہ هو آبادگار هئا. جنهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هي سنڌين جي هڪ قديم ذاتي آهي.

**پاڙا:**

(1) دائماڻي　(2) دزاڻي　(3) ڪاملاڻي
(4) ڪوسا　(5) ليماڻي　(6) ساريجا

# سپرا + سپرو

سپرا، سپر، سپير، سپڙا ۽ سپيرا حقيقت ۾ هڪ ذات آهي. جن جو تعلق سمہ قبيلي سان آهي. شيخ صادق علي هن کي بنسي پٽ ڌهر جي اولاد ۾ لکيو آهي. شاهان گجر جي مصنف سپرا جي هڪ نک جهمٽ جاٽ يعنيٰ زراعت ڪار ۾ شمار ڪيو آهي.

اي ڊي ميڪليگن جي مطابق سپرا اصل ۾ هندو راجپوت هئا "جيڪي بعد ۾ مسلمان ٿيا. انهن ۾ اڃا بہ ڪي هندو آهن. هو وڏيڪ لکي ٿو تہ هو جاٽ يعنيٰ زراعت ڪار قبيلو آهي. جيڪي گل قبيلي جو هڪ پاڙو آهي.

ذاتين جي انسائيڪلو پيڊيا جي مصنف لکيو آهي تہ سپڙ (سپڙا) رونجهن جو هڪ پاڙو آهي. جيڪي ڄام سپڙ رونجهي جي اولاد آهن. ڄام سپڙ سنڌ جو هڪ مشهور سخي ۽ ڏاتار هو.

سپرا، سپر لفظ مان نڪتو آهي. جنهن جي معنيٰ فيروز الغات موجب آهي. پناهہ، حفاظت، محافظ، مدد گار يعنيٰ جانٺو جوان بهادر، اي ڊي ميڪليگن هن قبيلي کي جنگجو ۽ بهادر لکيو آهي.

# سڏايو

سڏايو ذات دل قبيلي جو هڪ پاڙو آهي، پر سندن پنهنجي قبيلائي الڳ حيثيت آهي. انگريز سرڪار جي زماني ۾ سڏاين جي الڳ ۽ نمايان حيثيت هئي، هينئر هن قبيلي جو وڏو ذوالفقار علي خان سڏايو آهي. هنن زمينداري جيڪب آباد ۽ بلوچستان ۾ آهي، قبيلي جو هڪ حصو چٽ ۽ ڪڇي ۾ رهي ٿو. جيڪي آبڙ ۾ شمار ٿين ٿا. سڏايو. ساڌو مان نڪتو آهي. جنهن جي معنيٰ آهي. هندو درويش، دنيا کان لاتعلق. مذهبي ماڻهو فقير ۽ سنئون ماڻهو. شايد دل ذات وارن ۾ ڪو درويش صفت انسان ٿي گذريو هوندو، جنهن جي اولاد کي ساڌو سڏيو ويو جيڪو بعد ۾ سڏايو ٿي ويو.

هي لاڙڪاڻي ضلعي ۽ ٻين هنڌن تي رهن ٿا.

## پاڙا

(1) سڏايو
(2) سڏايو پوٽا
(3) پاروائي
(4) پرياڻي
(5) جاڳراڻي
(6) دراڻي
(7) ڏنداڻي
(8) سانداڻي
(9) ساهراڻي
(10) سخيراڻي
(11) صوياڻي
(12) صوبي پوٽا
(13) عمراڻي
(14) فريداڻي
(15) فريد پوٽا
(16) قاسم پوٽا
(17) قاسماڻي
(18) هاشماڻي
(19) هشاڻي

# سپيو

سپيا، سُپيا ۽ سپير، ٽئين هڪ ذات آهن. مختلف هنڌن تي مختلف لهجن ۾ استعمال ٿيندا آهن. هي سومرا قبيلو جو هڪ پاڙو آهي پر اڪثر پنهنجو پاڻ کي عرب نسل سان ڳنڍڻ لاءِ بني جريم جي اولاد مان سڏائيندا آهن.

شيخ صادق علي هنن کي سومرن ۾ شمار ڪيو آهي. سپيا بابت سمات ۾ الهرڪيو هڻ لکيو آهي ته ”سومرا ذات جا ڪيترا ماڻهو پنهنجي ڪرت ۽ ڌنڌي سان سڃاتا وڃن ٿا جن مان هي به آهن.“

منهنجي خيال موجب جڏهن سمن سومرن کان تخت ۽ تاج کسي ورتو ته هنن پيٽ گذر لاءِ مختلف ڌنڌا، ڪم شروع ڪيا جن ۾ ڪپڙا ڏوئڻ، ڪاٺ جو ڪم ڪرڻ وغيره شامل آهي. پر سومرن مان هڪڙن جو سمنڊ جي ويجهو هجڻ ڪري سمنڊ مان سپيون گڏ ڪرڻ جو ڪم شروع ڪيو جنهن ڪري مٿن انهي ڪرت ڪري سپيا، سپيا ۽ سپير ڪوٺيو ويو، يعنيٰ سپيون گڏ ڪرڻ وارا. اوائلي دور ۾ سپين جي پنهنجي اهميت هوندي هئي ۽ اڪثر گهرن ۾ ان جو هجڻ ضروري سمجهو ويندو هو چاڪاڻ ته ننڍي ٻار کي ستي وغيره سپيءَ سان پياري ويندي هئي.

# ٻُهڻ

ٻهڻ ذات سمہ قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. جيڪي نوشهروفيروز ضلعي ۾ رهن ٿا. ٻهڻ يا ٻاهڻ هڪ وڻ جو قسم بہ آهي. جنهن جي ڪاٺي نرم ٿئي ٿي. ڪشمور ۽ هالا واري جنڊيءَ تي ڪٽ جا پاوا ٺاهيندا آهن ۽ ان تي نقش و نگار ڪندا آهن ممڪن آهي تہ ان وڻ جي حوالي سان ان ذات تي نالو پيو هجي جيڪي ٻاهڻ جي ٻيلي جا وڻ وڍ رهاڪو هئا.

شيخ صادق علي پنهنجي ڪتاب ۾ ٻن هنڌن تي هن ذات جو ذڪر ڪيو آهي. لکي ٿو تہ مختيارڪار دادو لکيو آهي ٻهڻ، انڙ جي اولاد مان آهي ۽ ٻي هنڌ لکي ٿو تہ هو هوٿي جي نسل مان آهي.

اسان جي ڏنل سنڌي قبيلن جي شجري مطابق ٻهڻ هوٿي جي اولاد مان آهن. جيڪو پٽ انڙ پٽ سمو پٽ رائدن پٽ انڙ پٽ لاکو آهي. جتان ٻين سنڌي قبيلن جي نسبن جي شروعات ٿئي ٿي. هي نج سنڌي قبيلو آهي ۽ آبڙ ۾ بہ هن جو پاڙو آهي.

# ڀيو

ڀيا سمہ قبيلي جو هڪ پاڙو آهي جيڪو هاٿي هڪ قبيلو ٿي ويو آهي. هي شڪارپور ۽ جيڪب آباد ضلعن ۾ اڪثريت سان رهن ٿا. هي نڊر، بهادر ۽ ضدي قبيلو آهي، جنهن ڪري مشهور آهن، ڪن جو خيال آهي تہ هي راٺوڙ نسلن مان آهن، ڪن جو چوڻ آهي تہ هو ڪنهن عرب جي اولاد آهن پر اسان جي تحقيق موجب ائين ڪو نہ آهي. راٺوڙن جي پاڙن ۾ هنن جو ذڪر ڪو نہ ٿو ملي. عرب هجڻ بابت شيخ صادق علي هيئن لکيو آهي. ڀيا چون ٿا تہ هو عرب نسل مان آهن پر هنن لاءِ ڇيو وڃي ٿو تہ اهي ڏيهي آهن. هنن سمہ ذات جي سلسلي ۾ ڀيا ذات جو ٻن هنڌن تي ذڪر ڪيو آهي ۽ ڇيو آهي تہ هي سمہ قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. سنڌي لغت مطابق سنڌي مسلمانن جي هڪ ذات هن ڪي آبڙ جو پڻ هڪ پاڙو لکيو ويو آهي.

شيخ صادق علي انڙ جي اٺاويهہ پٽن جا نالا ڏنا آهن انهن ۾ هڪ جو نالو ڀيو آهي. ان موجب هن جو شجرو ٻيهي ٿيو. ڀيو پٽ انڙ پٽ سمو پٽ رائدن پٽ سمو پٽ انڙ پٽ لاکو جتان سنڌي قبيلن جي شروعات ٿي.

## پاڙا

(1) پائيخاني
(2) ٻلالاٽي
(3) گوهراٽي
(4) جاگاٽي
(5) حاجاٽي
(6) حملاٽي
(7) خاڪاٽي
(8) معارفاٽي
(9) ڪيٽاٽي
(10) مقصوداٽي
(11) ملوڪاٽي
(12) واحداٽي

# نظاماڻي

نظاماڻي ٽالپرن جا ويجها عزيز آهن. هنن کي ڪلهوڙن جي دور ۾ وڏيون رعايتون مليل هيون ۽ سرڪاري عهدا هوندا هئا. تلاهه خان نظاماڻي ميان نور محمد جو خاص "نديم" ۽ صلاحڪار هو. نديم وزيراعظم جي برابر عهدو هو. غلام علي خان نظاماڻي، ميان نور محمد جي فوج ۾ چار هزار فوجي دستي جو ڪمانڊر هو. غلام حسين نظاماڻي ميان نور محمد جو ڪاردار هو. نظاماڻين جو مورث اعليٰ نظام خان کي گوني، محبت ديرو، بدين، گهوڙا باري، شهداد پور، موري ۽ عمر ڪوٽ، تعلقن ۾ جاگيرون مليل هيون. نظام خان ۽ گاگن خان پاڻ ۾ ڀائر هئا. گاگن جي اولاد "بلبلاڻي" سڏجن ٿا.

## پاڙا

(1) اسماعيلاڻي (2) مبارڪاڻي (3) ٻهليلاڻي
(4) ڪرماڻي (5) عالواڻي (6) قتوناڻي
(7) لشڪراڻي

# ڪڇي

ڪڇي چوهاڻ قبيلي جو هڪ پاڙو آهي. هو اجمير جي حڪمران ڪڇي خان جي اولاد آهن. جنهن ڪري ڪڇي سڏيا ويا. چون ٿا ته هو اجمير کان دهلي ۽ مغل دور ۾ ان جي اولاد مان سيسن ۽ وڌر موجوده پنجاب ۾ ملتان، ميلسي ۽ ستلج وٽ آباد ٿيا ۽ اتان پوءِ سنڌ جي طرف به لڏ پلاڻ ڪئي ۽ سنڌو درياءَ جي ڪناري سان لاڙڪاڻي ضلعي حد ۾ اچي پنهنجا ڳوٺ ٻڌا جيڪي اڄ تائين ڪڇي ڳوٺن جي نالن سان سڏيا وڃن ٿا. ڪڇي ذات وارا سرائڪي علائقي ۾ اچڻ کان پوءِ مسلمان ٿيا. ڪن جي مطابق هو بهاءُ الدين ذڪريا جي وقت ۾ مسلمان ٿيا پر حالات ۽ واقعات مان معلوم ٿئي ٿو ته هي ان جي پوءِ لڳن ۽ پوئين جي ڪوشش سان مسلمان ٿيا. هو بنيادي طور مالوند ماڻهو هئا. جيڪي قمر سنگهه نڪئي (سکن جو پاڙو) جي وقت ۾ زمينون کيڙڻ ۽ آباد ڪرڻ لڳا.

شاهان گجر جي مصنف لکيو آهي ته، ڪڇي بنيادي طور قديم سنڌي آهن، جيڪي اوائلي سنڌ ۾ ڪيچ مڪران طرف رهندا هئا. انهي ڪري ڪڇي سڏجن ٿا ۽ هو اتان آيا هئا. ڪڇي ڪيترن ذاتين جو پڻ هڪ پاڙو آهي. جنهن ڪري ڪڇين جي الڳ سڃاڻپ ڪرڻ ڏکي ٿي پئي آهي ڇاڪاڻ ته اهي سڀ پاڙا پنهنجي ذات ڪڇي ئي ٻڌائن ٿا.

# ڪيتاڻ

سنڌ ۾ ڪيتاڻ، بلوچستان ۾ رهندڙ ڪيتران ذات وارا اصل ۾ هڪ آهن. هي اصل هندستاني نسل جا ماڻهو آهن، جيڪي ڪوهه سليمان ۾ بلوچن ۽ پٺاڻن جي وچ واري ايراضي تي قابض آهن ۽ اڄ تائين سرائڪي ٻولي ڳالهائيندا آهن. سندس ذات ڪيتران يا ڪيتاڻ، ڪيتر مان نڪتي آهي، جنهن جي معنيٰ آهي، ڪيت يعني زمين، مطلب زمين آباد ڪندڙ هاري ۽ ڪتر هڪ واپاري راجپوت پاڙو آهي سنسڪرت ڪيشتراز، زمين ۽ ڀني ڪي چيو ويندو آهي. وڏيڪ ڪيتران ڏسو .

# دستي + دشتي

دستي بلوچ جي پاڙي رند ۾ شمار ڪيو ويندو آهي ۽ بلوچ روايتن موجب هي غلام قبيلي سان تعلق رکندڙ آهن. ڪي دستي پٺاڻ سان تعلق رکندڙ آهن. ڪي هنن ڪي دشتي. يعني دشت يعني بيابان جي حوالي سان سڏيندا آهن. موجوده بلوچستان ۾ صرف مڪران جي انهيءَ علائقي کي دشت سڏيو ويندو آهي، جيڪو تربت، منډ ۽ جيونِي جي وچ ۾ آهي، شايد انهيءَ علائقي مان اچڻ ڪري ڪين دشتي يعني دشت کان آيل سڏيو ويو. بهر صورت بلوچن جو هي غلام قبيلو هاڻي بلوچ چورائڻ ۽ ٺيٺ ۾ ڪامياب ٿي ويو آهي.

**پاڙا:**

(1) جلاواڻي
(2) ڏوگراڻي
(3) موراڻي
(4) عسياڻي
(5) بچاڻي
(6) جماڻي
(7) ٽيڏڪي
(8) مسواڻي
(9) لڏاڻي
(10) وچاڻي
(11) دستماڻي

# ڪانڌڙو

ڪانڌڙو سنڌ جي روايات ۽ قلمي مسودي موجب جکري راءِ بنگا کان ڪجھ ٻانها آندا هئا انهن ۾ هڪ ڪانڌڙو ٻه هو، جنهن جي نالي پويان ڪانڌڙا سڏيا ويا.

جکري ڪانڌڙي ڪانسواءِ پتوجو، ڪائو، مهيسر ڪانبڙا، چاچڙ جي ماءُ، چند، چانهيون، هڪڙا ۽ ٻيا پاڻ سان گڏ آندا هئا. ان ڪانسواءِ سيلرا لانبر به ٻانهن ۾ شمار ڪيا وڃن ٿا. هنن کي ڪانڌڙيا به سڏيو وڃي ٿو. هنن جا ڳوٺ ۽ اڪثريت وارھ تعلقي لاڙڪاڻي ضلعي ۾ رهي ٿي. بنيادي طور زراعت پيشا آهن.

# گورکو

هندستان جي تاريخ ۾ گورکن جو ڪيترا دفعا ذڪر آيو آهي. گورڪا اصل ۾ نيپال ۾ رهندڙ قوم آهي، جيڪا مختلف نسل جا ماڻهو آهن پر انهن ۾ تبتي عنصر به شامل آهي ۽ انهن جي دعويٰ آهي ته اهي راجپوت آهن جيڪي سنڌ ۾ اسلام جي اچڻ کان پوءِ لڏ پلاڻ ڪري اچي آباد ٿيا هئا.

گورکن جيئن ته راجپوتن نسل ڪانسواءِ تبتي نسل به آهي جن کي "مگر" ۽ "گورنگ" سڏيو وڃي ٿو. هي جنگجو قوم آهي. هي سنڌ ۾ نالي ماتر رهن ٿا. ورهاڱي کان اڳ ۾ شهرن ۾ رهندا هئا. جيڪي لڏي هندستان هليا ويا.

# گوپانگ

گوپانگ ذات وارا شيخ صادق علي جي لکيل ڪتاب موجب سمہ قبيلي وارن جو هڪ پاڙو آهي. پر بلوچ ذات ۾ بہ هو پاڙ ڪي شمار ڪرائيندا آهن. اسان جي تحقيق موجب گوپانگ، بلوچ نہ پر قديم سنڌي آهن جن جو تعلق ويدا مذهب وارن سان آهي. گوپانگ لفظ نڪتو آهي گوڦانگ مان - گو+ ڦانگ- گو جي فيروز الغات جي مطابق معنيٰ آهي پاءُ خانو. غلاظت، فضلہ، ڇيٽو وغيره. جنهن مان لفظ نهيو آهي گوبر يعنيٰ چوپائي مال جو فضلہ ۽ ڦانگ معنيٰ ڳئون. ان جي لفظي معنيٰ ٿيندي، ڇيٽو ڳئون جو. پر ساڳي وقت قديم سنڌي جو لفظ، گوال بہ موجود آهي. جنهن فيروز الغات جي مطابق معنيٰ آهي، ڳئون ۽ مينهن پالڻ وارو. انهيءَ ڪري گوڦانگ جي اصطلاحي معنيٰ ٿيندي، ڳئون پالڻ وارو جيڪو پوءِ بدلجي گوپانگ ٿي ويو. حقيقت ۾ گوپانگ مالدار ذات آهي، جن وٽ ڳئن جا ڌڻ هئا.

ايم- لونگ ورٿ ڊيمز هڪ انگريز آفيسر هو جنهن هڪ رٽا موجب بلوچ ذاتين تي ڪم ڪيو ۽ 1906ع ۾ هڪ ڪتاب The Ethnography And historical sketch of baloch race لکيو جنهن ۾ هن لکيو آهي تہ گوپانگ بلوچ نہ پر Servile يعني زيردست قبيلن مان هو. يعنيٰ غلام قبيلو هو. مر- ڪ پيڪولن لکي ٿو تہ، غير قبائل (بلوچ نہ پر ڏاريا يا ٻيا) جيڪي قديم زماني ۾ بلوچن جي تابع هئا ۽ پوءِ ان ۾ ضم ٿي ويا انهن ۾، دشتي، گبول، گوپانگ ۽ مستوئي بہ آهي. ٻن انگريز محققن جي مطابق گوپانگ نسل بلوچ نہ آهي پر هڪ غلام ۽ ڏاريو قبيلو آهي جيڪو بلوچن ۾ شامل ٿي ويو آهي ان جو مطلب تہ گوپانگ مقامي ۽ هن ڌرتي جو هڪ قبيلو هو. ان جي تصديق خود بلوچ عالم ڪن ٿا. مير گل خان نصير جنهن بلوچ قوت وڏائڻ لاءِ هڪ نئون نظريو ۽ خيال پيش ڪيو تہ بلوچستان جا بروهي ۽ بلوچ نسلي طور هڪ آهن، جنهن ان واسطي هڪ ڪتاب ڪوچ و بلوچ لکيو. ان بہ اهو تسليم ڪيو آهي تہ گوپانگ بلوچ نہ پر غلام قبيلو هو جيڪو پوءِ شامل ٿي ويو. هن لکيو آهي ”اهي پنج وڏا بلوچ قبيلا ۽ ٻيا قبيلن کان سواءِ ڪجھ هيٺين درجي جا بلوچ قبيلا بہ آهن جن متعلق اهو رايو آهي تہ اهي بلوچن جا خدمتگار هئا جن ۾ گولو، گوپانگ، گاڏهي ۽ دشتي آهن“.

جسٽس خدابخش مري 1974ع ۾ هڪ انگريزي ۾ ڪتاب لکيو جنهن جو نالو آهي ”سرچ لائيٽ آن بلوچيز اينڊ بلوچستان“ هن پنهنجي ڪتاب ۾ گوپانگ کي بلوچ نہ مڃيندي لکيو آهي تہ هي قبيلا بلوچ جي حيثيت وارا نہ آهن جن ۾ گوپانگ، دشتي، گولو وغيره، هو لکي ٿو تہ هڪ قديم رزميہ نظم ۾ انهن گهٽ درجي وارن قبيلن جي فهرست موجود آهي جن کي مير چاڪر پنهنجي پيٽ ٻانڙي کي ڏاج ۾ ڏنو هو. جنهن انهن سڀني کي آزاد ڪري ڇڏيو، اهو بلوچي رزميہ نظم ڪجھ هيٺئن آهي:

| | |
|---|---|
| ايشان غلام اند | اهي غلام آهن |
| مير چاڪري | مير چاڪر جا |
| بخشا تگت مائي بانڙي | اهي ڏنا ويا مائي بانڙي کي |

اي بخش نہ زڙٽ مائي بانڙي

اهي تحفہ مائي بانڙي قبول نہ ڪيا

اي مان حسابان درست نہ انت

اهي اسان جي حيثيت موجب صحيح نہ آهن

اي ڪل ڦسي خوني دونٽ

اهي هڪ ٻڪر جي رقم برابر آهين

(مائي بانڙي جواب ۾ چيو هو)

مسٽر لانگر ورٿ ڊيمز جنهن جو ذڪر مان اڳ ۾ ڪري چڪو آهيان. تنهن بلوچ قديم شاعري کي گڏ ڪري 1907ع ۾ رائل ايشيا ٽڪ سوسائٽي لندن پاران هڪ ڪتاب پاپولر

پوئٽري آف بلوچيز جي نالي سان شايع ڪيو. جنهن جو جسٽس خدابخش مري 1963ع ۾ ترجمو ڪيو. ان ۾ بلوچ حسب، نسب جو هڪ نظم آهي جنهن ۾ لکيل آهي ته:

گولہ او گوپانگ، دشتي — گولو، گوپانگ ۽ دشتي
رند تهالي آ، درين — رندن جي برادري کان ٻاهر آهن.

هيءَ اهڙي تصديق آهي جنهن کان پوءِ گوپانگ کي بلوچ سمجهڻ ۾ لکڻ جي ڪا بہ گنجائش نہ ٿي رهي. ڇاڪاڻ تہ سڀ بلوچ قبيلا پنهنجو پاڻ کي رند جو پاڙو سڏائڻ تي فخر ڪندا آهن. ڇو تہ بلوچ ٿيڻ لاءِ ضروري آهي تہ هو رند سان ڪنهن نہ ڪنهن نموني سان واسطيدار هجي. ڪو رشتو هجي. ڪا لڄ هجي پر هتي تہ گوپانگ کي بلوچ تہ ٺهيو پر غلام ۾ هيٺين درجو سمجهيو ويو آهي. اهو صرف ان ڪري تہ هو نسلاً مقامي قبيلو آهي. جامع سنڌي لغات ۾ لکيل آهي تہ گوپانگ سمہ قبيلي جا آهن.

اصل ۾ هي هندو قبيلي سان تعلق رکندڙ آهن جيڪي ”ڳئون ماتا“ جي رکوالي ڪندا هئا ۽ ڳئن جا وڳ ڌاريندا ۽ پاليندا هئا. جنهن واسطي مخصوص ”ڳئو شالا“ هوندا هئا. هو ڪنهن وقت ۾ اسلامي تبليغ کان متاثر ٿي مسلمان ٿيا ۽ ٻين ذاتين وانگر بلوچن ۾ شامل ٿي ويا. جيمس ٽاڊ تاريخ راجستان ۾ لکيو آهي تہ ”جڏهن هندن مان ڪري ڪو بہ مسلمان ٿيندو آهي تہ هو پنهنجو پاڻ کي بلوچ چورائيندو آهي“

گوپانگ يا ڳئو ڦانگ سنڌ ۾ لاڙڪاڻي ۽ خيرپور ضلعن کان علاوه پنجاب ۽ ٻين علائقن ۾ بہ رهن ٿا. هنن جي اڪثريت سرائڪي ڳالهائيندي آهي.

# لانگاهہ + لنگاهہ + لانگھو

(1) مسٽر اوبرائن جي مطابق هي سبي ۽ ڍاڍر کان اچي ملتان ۾ آباد ٿيا. هي تجارتي پيشہ ماڻھو. افغان قبيلي سان تعلق رکندڙ آهن. هو ملتان جا حاڪم بہ ٿي رهيا- ٽاڊ لکي ٿو تہ هي سولنگي يا چالڪ قبيلي سان آهن. لانگاهہ سولنگي راجپوت جو پاڙو آهن. هو سبي (هاڻ بلوچستان) ۾ اچي آباد ٿيا. انهن جي سردار راءِ سهرا 1443ع مطابق 874 هجري ملتان ۾ خود مختيار حڪومت قائم ڪئي ۽ مسلمان ٿيڻ کان پوءِ قطب الدين جو لقب اختيار ڪيو. اهي فرشتہ وارو هنن کي افغان قرار ڏئي ٿو. ابو الفضل کين سيوي قوم "لومڙي" مان لکيو آهي.

حقيقت اها آهي تہ هي اگني ڪل جي ذات سولنگي جو هڪ پاڙو آهي. جن جي اڪثريت راجستان ۾ رهندڙ هئي جيڪا قديم سنڌ ۾ لاهور کان وٺي سبي ۽ ڍاڍر تائين ڦهلجي ويئي. جن کي پٺين اٽڪل ست سو سال اڳ اتان نڪرڻ تي مجبو ڪيو. جڏهن سنڌ ۾ سمن جي سلطنت جو عروج هو تہ هو ملتان جا خود مختيار حاڪم هئا، هنن جا سنڌين سان خوني رشتا آهن. ملتان ۾ هنن جي حڪومت شاهہ حسن ارغون ختم ڪئي هئي.

مشهور صوفي بزرگ شاهہ عنايت شهيد ذات جو لانگاهہ هو. لانگاهہ ذات وارا، لاڙڪاڻو ۽ ٺٽو ضلعن ۾ رهن ٿا ۽ ان ڪانسواءِ سنڌ جي ٻين هنڌن تي بہ رهن ٿا. ڪافي سرائڪي علائقن ۾ آباد آهن ۽ پاڻ کي سرائي چورائيندا آهن. هي سنڌي ۽ سرائڪي ڳالهائيندا آهن. بلوچستان ۾ هنن کي لانگو سڏيندا آهن، هڪ پراڻي چوڻ موجب تہ لانگاهہ، پنو، ڏهر، شجراهہ ۽ نائچ ملهي جي پنجن پٽن جي اولاد مان آهن. شاهان گوجر جي مطابق راجپوت آهن ۽ گجرن ۾ شامل آهن. ملتان ۾ رهندڙ ڪجھ خاندان سلطاني لانگاهہ سڏجندا آهن.

# چشتي

”چشت“ خراسان جي هڪ مشهور شهر جو نالو آهي. اتي جي ڪن بزرگن ماڻهن جي روحاني اصلاح جو ڪم هٿ ۾ ڪيو، جنهن ڪري اتان مذهبي سلسلو ”چشتيہ“ شروع ٿيو حضرت خواجہ ابو اسحاق شامي (وفات 940ع) پهريون بزرگ جنهن جي نالي سان گڏ ”چشتي“ لفظ ڳنڍيل هو. هو اصل ۾ شام جو رهاڪو هو. اتان بغداد آيو ۽ حضرت خواجہ ”ممشاد علي“ دينوري (وفات 1910ع) ڪان روحاني فيض حاصل ڪيو. ان جي هدايت موجب ”چشت“ ۾ آيو، جتي هڪ روحاني تحريڪ جو بنياد وڌو. هي سلسلو بہ طريقت جي لحاظ ڪان حضرت علي ڪرم الله وجهہ سان ملي ٿو. هندستان ۽ پاڪستان ۾ هي سلسلو حضرت خواجہ معين الدين چشتي اجمير واري ڦهلايو. جيڪو غياث الدين بلبلن جي وقت ۾ هندستان آيو هن جو خليفو خواجہ قطب الدين بختيار ڪاڪي هو جنهن جي نالي تي دهلي جو قطب مينار آهي. ان جو جاءِ نشين بابا فريد شڪر گنج ٿيو. ان جي عقيدت مندن پاڻ کي چشتي چورائڻ شروع ڪيو تان جو انهن جي اولاد بہ چشتي سڏجڻ ۾ آئي ۽ چشتي ذات جو بنياد پئجي ويو. هي مذهبي سلسلو. جيڪو هاڻي ذات جي صورت اختيار ڪيو ويو آهي ۽ ”چشتي“ هڪ ذات جي سڃاڻپ ٿي ويئي آهي.

هندستان ڪان ايندڙن ۾ چشتي خاندانن جا ڪجھ گهراڻا ڪراچي ۾ آباد ٿي ويا آهن.

# تونيو

تنيہ اصل سنڌي آهن جيڪي پاڻ کي قريشي چورائيندا آهن ۽ پاڻ کي رسول جن جي دائي حليمان جي اولاد سڏيندا آهن پر حقيقت ۾ هي سمہ قبيلي سان تعلق رکندڙ آهن. هي تنيہ ان ڪري ڪوٺيا ويا جو هڪ سمي بزرگ پنهنجي ڪوئنري جي تن مان بگهڙن ماڻهن کي پاڻي پياريو هو. انهي تن مان پاڻي پيئندڙن کي تنيا سڏيو ويو. هي سمات قبيلو لاڙڪاڻي ضلعي ۾ اڪثريت سان رهي ٿو، ان ڪانسواءِ سڄي سنڌ ۾ هن ذات وارا پکڙيا پيا آهن. هندستان جي راڻي رضيہ سلطانہ جي پوئين ڏينهن ۾ شادي ملڪ تونيہ نالي امير سان ٿي هئي.

هن قبيلي جو وڏو گهراڻو وارهہ تعلقي جي ڳوٺ چوديرو ۾ رهندو آهي، جن جو انگريز سرڪار سان وڏو واسطو هو، جن انهن مان سندس چڱي مڙس قادر بخش خان کي "خان صاحب" جو لقب مليل هو. مشهور اديب ۽ افسانہ نگار روشن علي تونيہ هن قبيلي مان هو. هي وارهہ، قمبر، ميرو خان، شهدادڪوٽ، نوشهروفيروز، خيرپور، ميهڙ ۽ سيوهڻ ديرو ۾ اڪثريت سان رهن ٿا ۽ هنن جا پنهنجا ڳوٺ آهن. ان کان علاوه جهل مگسي، مڇي، ڍاڍر ۽ چٽ ۾ ڪافي تعداد ۾ رهن ٿا.

اڪثر تونيہ ملتان جي بزرگ بهاؤالدين ذڪريا جا مريد آهن.

## پاڙا

(1) نٽراڻي
(2) فاضلاڻي
(3) شهميراڻي
(4) صاحباڻي
(5) سبناڻي
(6) عيساڻي
(7) جوٽاڻي
(8) ناراڻي
(9) جهلاڻي
(10) بنگلاڻي
(11) نوحاڻي
(12) سهراڻي
(13) سندراڻي
(14) قبولاڻي
(15) سرداڻي
(16) ڪونراڻي

## بلوچستان ۾ رهندڙ تونيہ ذات وارن جا پاڙا

(1) طالباڻي
(2) آچراڻي
(3) روهيلو
(4) جهل واڻي.

# ڪهاوڙ

ڪهاوڙ- ٻن لفظن جو مرڪب آهي. ڪوهه+آور- ڪوهه معنيٰ جبل ۽ آور معنيٰ- آيل مطلب : جبل کان آيل. جڏهن مان ذاتين جو اڀياس شروع ڪيو ته ڪهاوڙ ذات جي بڻ بنياد کي ڳولهڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪيم. ڪنهن به ڪتاب ۾ حوالي سان ان جو ڏس پتو نه مليو پر تاريخ راجستان ۾ ٽاڊ ڪشواهه قوم جو ذڪر ڪيو ۽ ان جي پاڙي ڪوهارا جو. جنهن کي مان ڪهاوڙ ڪري پيش ڪيو. پر جڏهن تحقيق جو دائرو وڌندو ويو ته ڪهاوڙ ذات لاءِ اصل حقيقتون سامهون اينديون ويون، جيڪي هت پيش ڪجن ٿيون.

مقامي روايتن موجب ڇٽو، ۽ ڪهاوڙ ٻه ڀائر هئا. ڪنهن جنگ ۾ شريڪ هئا. جڏهن لڙائي زور وٺي ويئي ته ڀڄي وٺي ڀڳا، انهي ڀاڄ ۾ ڇٽو دشمن جي هٿان ڪان نڪري ويو ۽ ڪهاوڙ پٺي نه سگهيو ۽ دشمن جي ور چڙهي ويو. جيئن ته هو سفر ۾ ٿڪجي پيو جنهن کي ڪوهجڻ به چئبو آهي. انهي ڪري ان کي ڪهاوڙ، يعنيٰ ڪوهجڻ وارو چيو ويو ۽ ڇٽو جيڪو جان بچائي ڀڄي ويو تنهن ڪري ان کي ڇٽو چيو ويو.

ٻي روايت موجب جيڪا محترمه حميده کهڙو پنهنجي ڪتاب محمد ايوب کهڙو جرائتمندانه سياسي زندگي ۾ پنهنجي حسب ۽ نسب جي سلسلي ۾ لکيو آهي ته کهڙا سمن جي ابڙي پاڙي مان آهن ۽ پاڻ کي کهر جي آڪهه سان ڳنڍين ٿا جيڪو ٽن ڀائرن مان وڏو هو جنهن جا ٻيا به ٻه ڀائر هئا هڪ ٻئي ڀنيان ڪهاوڙ ۽ ڇٽو جن جي ڀنيان به سندن اولاد ڪهاوڙ ۽ ڇٽو ذاتين سان سڏائن ٿا. کهر جو ٻيو ڀاءُ ڪهاوڙ ڪڇي ۾ وڃي رهيو ۽ سندس پونئير اڄا اتي موجود آهن ۽ واهن ذريعي پوک هيٺ آيل ڪڇي واري پٽيڙ ۾ آباد آهن. ڇٽو ڪجهه وقت اولهه ڏي هليو ويو ۽ سندس پوئنير ڪيرٿر جبلن جي قطار جي دامن ۾ ڏسجن ٿا ۽ اڄا ڪي گهٽو لس ٻيلي ۾ رهن ٿا.

ٻن روايتن موجب هي پنڌ ۾ ڪهجڻ ڪري ڪهاوڙ سڏيا ۽ ڊاڪٽر حميده کهڙو جي مطابق درياءَ جي ڪڇي، ڪنارن ۽ واهڙن تي آبادي ڪن ٿا. اها حقيقت ته لس ٻيلي ۾ جبل وٽ ڪهاوڙ رهن ٿا. انهن سيني ڳالهين کي مدنظر رکي ڏسنداسين ته سچي حقيقت پٽ پڌري ٿي پئي آهي.

ڪهاوڙ ڪڇ جي سمن يا سومرن مان آهن جيڪي دودو ۽ چنيسر واري لڙائي ۾ پنهنجا ماڳ ڇڏي اچي ڪيرٿر جبل ۾ پناهه ورتي ۽ لس ٻيلي جي آسپاس رهڻ لڳا يا اهو به ممڪن آهي ته سومرن جي آخري دؤر ۾ جڏهن همير سومري ۽ ڄام انڙ جي وقت ۾ گهرو ويڙهه شروع ٿي ته ڪڇ ۽ لاڙ ڇڏي. لس ٻيلي وارو علائقو ۽ اتر سنڌ وسايو ۽ جڏهن سمن جي دور ۾ نومڙيا ذات وارا ڪڇ مان نڪري لس ٻيلي ۽ ڪوهستان ۾ آباد ٿي ويا ته هي انهن سان ملي ويا ۽ انهن جي پاڙي برفت ۾ شامل ٿي ويا. جيئن ته ڪوهه، جبل ۽ پري کي به چئبو آهي. انهي ڪري ڪهاوڙ جي معنيٰ آهي. ڪوهه- پري، آور- آيل. پري کان آيل. انهي ڪري لس ٻيلي جي سنڌين مٿان اهو نالو رکيو هو جيڪو بعد ۾ انهن جي سڃاڻپ طور ذات ۾ تبديل ٿي ويو.

جيئن ته لس ٻيلي جو علائقو باراني آهي ان ڪري اتي قحط واري صورتحال پيدا ٿي هوندي جنهن ڪري ڪهاوڙن جا ڪجهه خاندان لڏ پلاڻ ڪري لاڙڪاڻي جي اولهه ۾ سنڌو درياءَ جي وهڪرن جيڪي ڪشمور ۽ ڪنڌڪوٽ کان نڪري شهدادڪوٽ ۽ وارهه وهڪري جي نالي سان مشهور آهن، انهن جي ڪنڌن تي ويهي رهيا ۽ پوکي لاهي ڪرڻ لڳا.

جڏهن سنڌ ۾ ڪلهوڙن جو ستارو چمڪڻ لڳو ته هو مياں نصير محمد جي ميان وال تحريڪ ۾ شامل ٿي ويا. جيئن ته ڪلهوڙن جي مادري زبان سرائڪي هئي جو هو سري يعنيٰ لاڙڪاڻي جا رهندڙ هئا. تنهن ڪري هنن به سنڌي لاسي ٻولي بدران ان جي لهجي سرائڪي کي اختيار ڪيو ۽ سرائڪي ڳالهائڻ شروع ڪيو انهي ڪري ذاتين جي محققن انهن کي سرائڪي ذاتين ۾ شمار ڪيو آهي. هنن مان مشهور سرائي

گاجي هو جنهن جي نالي تي موجوده گاجي کهاوڙ شهر پڌل آهي هن کي وارهه ۽ ڪاڇي ۾ جاگيرون مليل هيون.

ٽين روايت ذاتين جي انسائيڪلو پيڊيا ۾ هيئن آئي آهي "جڏهن علاءَ الدين خلجي ۽ دودو سومري جي وچ ۾ جنگ لڳي، دودي هارايو. جنهن سبب سومرن مان ڪجهه ماڻهو ڊپ مان ڀاڄ، ڪئي جيڪي ڀڄي ويا سي ڇنا سڏجن ٿا ۽ جيڪي ڀڄي نه سگهيا اهي کوهه آور سڏجڻ لڳا ڪجهه عرصي بعد کوهه آور سنڌي صوتي روپ اختيار ڪري کهاوڙ سڏجڻ لڳا. ڪن جو چوڻ آهي ته هي ڪهجي پيا ۽ پند نه ڪري سگهيا، مقامي ماڻهن کين "کهڻ" (ٿڪل) چيو جو بعد ۾ کهوڙ ۽ کهاوڙ سڏجڻ لڳا.

چوٿين حقيقت اها آهي ته سمن جي قبيلي نومڙيا جي هڪ پاڙي برفت جي نک يا شاخ کهاوڙ آهي. جيڪي لس ٻيلي ۽ کيرٿر جبل جي وٽ ۾ رهن ٿا.

کهاوڙ سنڌ ۾ لاڙڪاڻي ضلعي کان علاوه ٻي هنڌ ذات ڪو نه ملي ٿي يا نالي ماتر آهن جن جي خبر نه ٿي پوي پنجاب جي ذاتين تي تحقيق ڪندڙن، ڊينزل ايسٽن، اي، ڊي ، ميڪليگن، اي ايچ روز ۽ مقامي محققن ڪنهن کهاوڙ ذات جو ذڪر نه ڪيو آهي. ان ڪانسواءِ افغان ۽ بلوچ ذاتين ۾ به کهاوڙ ذات ڪو نه ملي ٿي. گجرن، راجستان، مارواڙ ۽ هندستان ۾ ٻي ڪنهن به هنڌ کهاوڙ ذات ڪونه ملي ٿي. مان تحقيقات جي دوران هن ذات کي سرائڪي علائقي بهاولپور ۽ ملتان ۾ به معلوم ڪيو پر اتي به اهڙي نالي واري ڪا به ذات ڪو نه ملي. ڪن جو چوڻ آهي ته پنجاب جا خاور، کهاوڙ آهن پر جڏهن انهن سان رابطو ٿيو ته انهن کهاوڙن سان ڪنهن به قسم جو تعلق هجڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. ان مان اهو واضع ٿيو ته هي ذات رڳو لاڙڪاڻي ضلعي جي ڪاڇي واري ايراضي ۾ موجوده قمبر شهدادڪوٽ ضلعو آهي جتان نڪري لاڙڪاڻو ۽ ٻين شهرن ۾ آباد ٿيا آهن ان ڪري مقامي روايتن ۽ برفت جي پاڙي کهاوڙ کي مدنظر رکي حقيقت کي ڳولهڻ جي ڪوشش ڪنداسين. ٽن مقامي روايتن موجب هي نتيجو ظاهر ٿئي ٿو ته:

هي نج مقامي قبيلو آهي.

هڪ مخصوص ۽ خاص هنڌ تي رهن ٿا.

سمه نسل سان تعلق آهي.

مياں گاجي کهاوڙ جو تڪيو بشارت کهاوڙ جا قبا مشهور آهن. ۽ پاڻ ڳاڙهي ۾ ميان نصير محمد سان گڏ ساڳي مقام ۾ دفن آهي. سندس نالي تي اڄ به وارهه تعلقي ۾ ديهه بشارت ديهه بشارت ڪاڇڙي آهي. جيڪا قدرتي معدنيات سان مالا مال آهي. ميان گاجي کهاوڙ ديهه بشارت ۾ تڪيو به ٺهرايو هو. جيڪو اڄ تائين موجود آهي. اتي سندس تڪيي جي مقبري ڪانسواءِ چار مقربا ٻيا به آهن جن ۾ هڪ اٺپورو آهي. هن تڪيي واري هنڌ جي سماهون هڪ ڳوٺ پڌرايو هو. جتي جاگير جي رعيت ۽ ميان وال تحريڪ وارن جي کاڌ خوراڪ فراهم ڪرڻ لاءِ جانداهيون لڳرايون هيون جن کي اٽ چڪيندا هئا ۽ نار وانگر ڳول ڦيرائيندا هئا.

انهن جانداهين کي هلائڻ، سنڀال ۽ اٽي جي فراهمي کي برقرار رکڻ لاءِ ملتان جي طرف کان ماڻهون ۽ مزدور ٻارن ٻچن سميت لڏائي اچي ويهاريا ويا هئا. انهيءَ ڪري بعد ۾ اهو ڳوٺ جانڊهي جي نالي سان مشهور ٿي ويو هو ۽ اتان جي رهواسين کي جانداهي سڏيندا هئا. جيڪي پوءِ ڦري ذات ۾ تبديل ٿي ويئي. بعد ۾ اتان جي رهواسين اتان لڏ پلاڻ ڪئي ۽ پاڻ کي ڀٽو ذات وارو چورايو. پر اڄ تائين روينيو رڪارڊ ۾ ڳوٺ جانداهي آهي.

تڪيو عام قبرستان ۾ تبديل ٿي ويو ۽ ان جي آس پاس مختلف ذاتين وارن اچي قبضا ڪري ديرو ڄمايو آهي. دادو ضلعي ۾ مشهور گل محمد واهه کهاوڙن جو کوٽرايل هو جن پنهنجي جاگير کي آباد ڪيو. شهدادڪوٽ جا کهاوڙ وڏيرا (هاٿي سردار) ۽ جاگيردار طبقي سان تعلق رکندڙ آهن. انهن مان محمد حسن کهاوڙ مشهور هو جنهن ميان عبدالنبي جو ساٿ ڏنو ۽ ان پاران وڙهيو ۽ شهيد ٿي ويو.

کهاوڙ ڪلهوڙن جي امير طبقي جا ماڻهو هئا جن جون ملڪيتون گل محمد واهه کان وٺي شهدادڪوٽ تائين هيون جتي هاٿي به گابي کهاوڙ کان وٺي ميان شاهل محمد تائين پنهنجن ڳوٺن ۽ شهرن ۾ رهن ٿا. هي سمن پاران راجپوت نسل سان تعلق رکن ٿا ۽ ڪرشن جي گهر واري جامل جي اولاد مان آهن.

کهاوڙ جي باري ۾ هڪ چوٽي مشهور آهي.

کهاوڙ ٻي وڙ

شايد ان ڪري جو جڏهن دودو سان ساٿ ڏيڻ جو وقت آيو ته هو پنهنجي ڏيئي وٺي ڀڳا. انهي ڪري اها چوٽي عام ٿي ويئي پر عام زندگي ۾ هرو ڀرو ائين ڪونه آهن. نهايت معتبر، دلير، مهمان نواز ۽ دوستي ۾ ساٿ نڀائڻ وارا آهن. هنن جي ذاتي يا اجتماعي پنهنجي حيثيت ۽ بيهڪ آهي.

ڪهاوڙ پاڙا:

**گاجي ڪهاوڙ ۾ رهندڙ**

(1) گاجاڻي (2) رانجهاڻي (3) پڪاڻي (4) سائينداداڻي

**وارهه ۾ رهندڙ**

(5) جهانگراڻي (وارهه جو پڳدار پاڙو)

(6) فيرواڻي (7) باقراڻي (8) سائين ڏناڻي (9) لهو (لڳي) (10) ڪالراڻي (جيوناڻي) (11) بڪاڻي

**شهدادڪوٽ ۽ ميان شاهل محمد جي ڪهاوڙن جا پاڙا**

(12) ڏاتاڻي (13) بدواڻي (14 سارنگاڻي (15) تاجاڻي (16) ڪناڻي (17) بگاڻي (18) لڳي (19) گهلو

**گاجي ڪهاوڙ ۾ موجود شخصيتون**

(1) گل محمد ڪهاوڙ (2) ضمير حسين ڪهاوڙ (3) بشارت ڪهاوڙ

ڪن جو ذڪر شجرن ۾ موجود آهي.

**وارهه ۾ رهندڙ ڪهاوڙن جون شخصيتون جيڪي پنهنجي وقت ۾ اهم، معتبر ۽ لائق هئا:**

) سرائي گل محمد ڪهاوڙ
) مولوي محمد حسين ڪهاوڙ
) ڊاڪٽر بشير ڪهاوڙ
) ڊاڪٽر گل ڪهاوڙ
) مولانا الهر ڪيو
) سرائي دوست محمد ڪهاوڙ
) سرائي مير محمد ڪهاوڙ
) سرائي نبي بخش ڪهاوڙ
) ڊاڪٽر ارباب علي ڪهاوڙ
) سرائي احمد خان
) سرائي غلام رسول
12) ڊاڪٽر غلام مصطفيٰ ڪهاوڙ
13) محمد صديق ڪهاوڙ
14) علي شير ڪهاوڙ
15) محمد پريل ڪهاوڙ
16) محمد پنهل ڪهاوڙ
17) عبدالستار ڪهاوڙ
18) سرائي محمد نواز ڪهاوڙ
19) پروفيسر شاهنواز ڪهاوڙ
20) بخشو فقير
21) سرائي غلام حيدر
22) فقير علي مراد ڪهاوڙ
23) ڊاڪٽر غلام فريد ڪهاوڙ
24) سرائي رسول بخش ڪهاوڙ
25) سرائي بگو ڪهاوڙ
26) يار محمد ڪهاوڙ
27) محمد حسين ڪهاوڙ
28) برڪت علي ڪهاوڙ
29) يار محمد ڪهاوڙ
30) ولي محمد ڪهاوڙ
31) سرائي بخشل ڪهاوڙ

**يان شاهل محمد ۽ شهدادڪوٽ جون شخصيتون**

) سردار محمد بخش (2) سليم رضا (3) احمد رضا (4) مس ناهيد (5) سرائي لياقت علي

## شجرو ميان گاجي کهاوڙ ـ (ميانوال تحريڪ جو سرگرم اڳواڻ

(جنهن جي نالي تي گاجي کهاوڙ شهر ېڌل آهي تعلقو وارهہ)



## سلسلو گاجي خان ڪهاوڙ ـ ميان مبارڪ جو ڪٽنب



## سلسلو گاجي خان کهاوڙ – ميان مبارڪ جو ڪٽنب، بکو خان جي آکھ



## گل محمد خان جو ڪٽنب _ پهلوان خان جي آڪهه

- گل محمد خان
  - لالڻ خان
    - پهلوان خان
      - بچل خان
        - غلام رسول
          - احمد علي
          - روشن علي
            - منير حسين
              - بچل خان
              - احمد علي
              - مفصر حسين
          - زمان علي
          - همت علي
      - مير خان
        - بگو خان
          - محمد حسن
          - نياز حسين
          - شاهنواز
      - جعفر خان
        - سردار خان
          - جعفر خان
            - فيروز خان
              - نثار احمد
              - اختر حسين
                - ڏاتن خان
                  - شمشاد علي
                  - ضمير حسين
                    - عون محمد
                    - مهدي حسن
                    - تهذيب حسين
                    - زوهيب عباس
                  - امير علي
                  - سردار خان
                    - رمضان
                      - علي محمد
                      - علي حسن
                      - علي نواز
                      - مختيار حسين
                      - زاهد علي
                        - ثمر حسين
                      - ذوالفقار علي
                      - عبدالستار
              - شاهه محمد
            - مقصود علي
              - نجيب حسن
              - عمران علي
            - شير محمد
            - صفدر علي
              - سرفراز
            - مٺل خان
          - مير محمد
            - ڏنل خان
          - ڏاتن خان
            - محمد رمضان
          - نواب خان
            - صابر حسين
              - سائينداد
                - ڏنل خان
                  - عجيب حسن
    - سبز علي خان (الڳ شجرو موجود آهي)
    - محمد علي خان
    - در محمد خان (الڳ شجرو موجود آهي)



## گل محمد خان جو ڪٽنب ـ سبز علي جي آکھ ۽ محمد علي جي آکھ



## گل محمد خان جو ڪٽنب ـ در محمد خان جي آڪهه



## سلسلو ميان گاجي ڪهاوڙ ـ ميان سائينداد جو ڪهول ـ خان محمد جي آکه

- ميان سائينداد
  - گل محمد
  - خان محمد
    - مير محمد
    - پاجهي خان
    - علي محمد
    - ولي محمد
      - رحم علي
    - دوست علي (الڳ شجرو موجود آهي)
    - عرض محمد (الڳ شجرو موجود آهي)
    - غلام حيدر
  - جان محمد
  - لکو خان
  - شير محمد خان

- مياںداد
  - پير محمد
    - مير محمد
      - صادق علي
    - محمد خان
    - علي محمد
  - شاه محمد
    - الله وڏايو
      - حيدر علي
        - محمد رضا
        - آصف رضا
        - رميز حسين
      - غلام قادر
    - گلڻ
      - محمد بخش
        - ناهيد حسين
        - رياض حسين
        - نواز حسين
      - پاجهي
- رحيمداد
- خداداد
  - لکو خان
    - امداد علي
      - احسان علي
      - رستم علي
    - سجاد حسين
    - خداداد
      - مدثر
      - ڪرم عباس
      - لکو خان
      - ياسين رضا
- وليداد
  - عطا محمد
    - وليداد
    - غلام رضا
    - غلام نقي
    - غلام نقي
    - فرمان علي
    - عبدالحسين
  - فتح محمد
    - بخشل خان
    - ثابت علي
    - مختيار حسين
    - نواز علي
    - مبشر حسين
  - شير محمد
    - ذوالفقار
    - صدر الدين
    - پپو ڪاظم
  - راڃو خان
    - جعفر خان
    - اڪبر خان
    - ڪفايت حسين
    - رياض حسين
    - منصف علي
    - مظهر علي
    - فياض حسين
- مولاداد
  - خان محمد
  - پيروز خان
    - ارباب علي
    - خان محمد
      - نياز علي
    - مير نصرت علي
    - ضمير حسين
    - انور
- محب علي
- ولي محمد
- امام علي



## سلسلو ميان ڳاجي ڪهاوڙ ـ ميان سائينداد جو ڪهول ـ خان محمد جي باقي آڪهه



## سلسلو ميان گاجي ڪهاوڙ - ميان سائينداد جو ڪهول - جان محمد جي آکھ



## سلسلو ميان گاجي خان ڪهاوڙ ـ رانجهو خان جي آڪهه



## بلو خان جي آکھ




## قبول محمد جي آکھ



# جڙيا سنگهاڻي

جڙيا سنگهاڻي خاندان وارا اصل ۾ لاڙڪاڻي جا رهواسي آهن. جيڪي لاڙڪاڻي شهر ۾ اچڻ کان اڳ ۾ پير واري ڳوٺ نندا مهر ۾ رهندا هئا. هن خاندان جا فرد اڄ به لاڙڪاڻي شهر ۾ رهن ٿا. جن ۾ مشهور اکين وارو ڊاڪٽر ڪنيا لال آهي. هن جو والد نرسنگهه لعل 1938ع ۾ لاڙڪاڻي لڏي آيو جيڪو 1896ع ۾ ڳوٺ نندا مهر ۾ پيدا ٿيو ۽ پبلڪ ورڪس ڊپارٽمينٽ سنڌ ۾ اورسيئر طور پتي ٿيو ۽ 1952ع ۾ ايگزيڪيوٽو انجنيئر جي حيثيت سان رٽائر ٿيو. انهي دوران هن کي پهرين فيبروري 1937ع تي انگريز سرڪار طرفان رائو صاحب جو لقب مليو ۽ ٻارهين مئي 1937ع تي وائسراءِ ۽ گورنر جنرل آف انڊيا طرفان هڪ ڪانووڪيشن ۾ ”ڪنگ اسپرير“ جو ميڊل ڏنو ويو. هو 1982ع ۾ لاڙڪاڻي ۾ ديهانت ڪري ويو.

سن 1947ع تي پاڪستان ٺهڻ جي ڪري لاڙڪاڻي مان هزارين ۽ سنڌ مان لکين هندو لڏي هندستان هليا ويا. انهن ۾ لاڙڪاڻي جو جڙيا سنگهاڻي خاندان به هو، جيڪو پنهنجي وڏي جڙيا سکهه جي نالي پويان سڏجي ٿو. تنهن مان نرسنگهه لعل جو واحد گهر هو جيڪو لڏي وڃڻ جي مڪمل تياري ڪرڻ جي باوجود سنڌ ۾ رهي پيو. تنهن جو سبب اهو ٻڌايو وڃي ٿو ته جڙيا سنگهاڻي خاندان جو مرشد نالي فضل الله شاهه جيڪو ڳوٺ نندا مهر ۾ رهندو هو. سندس مزار اتي هئي پر درياءَ جي پاڻ ڪري سندس ميت قبر سوڌو ڪڍي اچي وڏن مهرن ۾ رکي جتي اڄ به جڙيا سنگهاڻي خاندان جا فرد پنهنجي مجتا لاءِ حاضري ڀريندا آهن. جڙيا سنگهاڻي خاندان جا فرد ان کان موڪلائڻ ۽ دعا گهرائڻ لاءِ ويا. سيد فضل شاهه نرسنگهه لال کي چيو ته هي هتي رهي پوي باقي ڀلي ٻيا سڀ هليا وڃن. جنهن ڪري رائو صاحب نرسنگهه لال مرشد جي حڪم کي مڃيندي پنهنجا ڀڏل ٽپڙ ۽ سامان کولرائي هميشه لاءِ لاڙڪاڻي ۾ رهي پيو ۽ سندس خاندان جا ٻيا فرد هندستان هليا ويا. جيڪي احمد آباد، ڪلياڻ ۽ الهاس ننگر ۾ آباد ٿي ويا جن مان ڪجهه فرد هاڻي لڏي دبئي ۾ به اچي رهيا آهن. هن خاندان مان هندستان جو مشهور سنڌي، اديب، عالم، محقق ۽ شاعر پروفيسر سترامداس سوڀيا سنگ جڙيا سنگهاڻي سائل آهي. جيڪو اتي به سنڌي علم جي خدمت ڪري رهيو آهي.

## شجرو جڙيا سنگهاڻي خاندان



# مصنف جو خاندان

منهنجي خاندان جو تعلق پاڳت ذات ۽ قبيلي سان آهي جنهن جو احوال اڳ بيان ڪري چڪو آهيان.منهنجا وڏا ميان نصير محمد ڪلهوڙي جا ساٿاري هئا جنهن ڪري فقير سڏيا ويندا هئا.

پاڳت ذات وارا اصل ۾ گجرات راجستان جا رهاڪو هئا، هو ڪنهن سبب جي ڪري سنڌ جي سري واري پاسي لڏي آيا ۽ سنڌو درياهه جي ڪنارن تي آباد ٿي ويا ۽ ڪن اچي ڪاڇي ڪي وسايو، جيڪو ان وقت سرسبز ۽ آباد هو ۽ جنهن کي سنڌو درياءَ جا ڪنڌڪوٽ، وارهه، قمبر ۽ لاڙڪاڻي واري وهڪري ڪان علاوه ننڍا واهڙ آباد ڪندا هئا ۽ اهو وارهه وهڪرو هڪ درياءَ جي صورت ۾ هو جنهن مان ڪاڇو آباد ٿيندو هو. سنڌوءَ درياهه جي وڏي وهڪري ڪري آبادي تمام گهڻي ٿيندي هئي تنهن ڪري لاڙڪاڻي ضلعي کي "چانڊوڪ" سڏيو ويندو هو، جيڪو چانڊوڪي طور ڪتب ايندڙ هو، جنهن جي معنيٰ آهي چاندي، استعاري طور ان جو مطلب آهي خوشحال، آسودو يا اک کي سهڻو نظر ايندڙ، هي اهو علائقو آهي حمڪر ...ڪنار ...سنڌوني جي وقت ۾ موسيڪانس ۽ سندس پاءِ آڪسي ڪانس اتان جو حاڪم هو.

هينري پاٽنجر پنهنجي ڪتاب سنڌ ۽ بلوچستان جي سير سفر ۾ اتان جي وهندڙ سنڌ جي وهڪري بابت لکيو آهي ته اتي وڏا پيلا، سر ۽ ڪانهن ايترو آهي جو ان مان لنگهڻ نهايت مشڪل آهي ۽ اهو علائقو تمام سرسبز ۽ آباد آهي." انهي درياني وهڪري جا اهڃاڻ اڄ تائين موجود آهن، اڪثر ان درياءَ کي ڪنب دريا سڏيندا هئا. ان جون مياڻيون ۽ ان تي آباد شهر اڄ به دڙن جي صورت ۾ موجود آهن. اتي ڪن ديسي ڪرڻن ۽ قلعن جا نشان به موجود آهن. راءِ خاندان جو ۽ ٻاري وارو دڙو ۽ سيسم وارو قلعو جنهن جو ذڪر چچ نامي ۾ آهي اهو پڻ ڊٺل صورت ۾ موجود آهي، جنهن کي مقامي ماڻهو ساڱئي نالي سان سڏيندا اچن ٿا. جيڪو هاڻي حمل ۽ ڪاڇڙي ڍنڍ ۾ وڏو پاڻي بيهڻ ڪري ان ۾ اندر اچي ويو آهي. شاهه عبداللطيف ڀٽائي واري بدامر پنري جو تعلق پڻ انهي علائقي سان هو ۽ اڄ تائين بدامر جو شهر ۽ قلعو دڙي جي صورت ۾ موجود آهي. انهي بدامر بهادر جي شهر جي سامهون مرزا پور نالي هڪ ڳوٺ هو جيڪو هاڻي پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ ڦٽي ويو آهي، انهي شهر جي اتر اوڀر طرف پاڳت اچي آباد ٿيا ۽ اڄ تائين اهو ڦٽل شهر پاڳتن جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو.

سنڌ جي اڪثر پاڳتن جو تعلق انهي ڳوٺ سان آهي. جڏهن ميان نصير محمد ڪلهوڙي زور وٺڻ شروع ڪيو ته اول هن ڪاڇي کي وسايو ۽ اتان جي راڄن ۽ عوام کي هم رڪاب بڻايو، جنهن ۾ پاڳت ذات جو فريد خان به شامل هو، جيڪو ميان نصير محمد سان گڏ گرفتار ٿي دهلي جي بادشاهه اورنگزيب جي قيد ۾ رهيو.

پاڳت ميان آدم شاهه ڪلهوڙي جا مريد هئا جيڪو چانڊوڪي پرڳڻي جي ڳوٺ هنڙي ۾ رهندو هو. هن جو اثر رسوخ ڏسي عبدالرحيم خان خانان جڏهن ٺٽي وڃي رهيو هو ته وٽس دعا گهرائڻ لاءِ آيو هو ۽ کيس چانڊوڪي ۾ گذر بسر لاءِ زمين پڻ ڏني هئائين، جنهن کان پوءِ ڪلهوڙن زور وٺڻ شروع ڪيو.

فريد خان پاڳت ميان نصير محمد جو همعصر هو ۽ ميان دين محمد جي وقت ۾ فقير پرمي خان پاڳت ۽ فقير سدو خان پاڳت به پائر هئا جيڪي پڻ سنڌ خاطر مغلن سان وڙهندا شهيد ٿي ويا. جيڪي غيبي ديري کان اولهه ڏکڻ طرف 6 ڪلوميٽرن تي دفن ٿيل آهن، اهي هاڻ "شهيد پاڳت فقير نالي مقام" مشهور آهي. چون ٿا ته فقير پرمي پاڳت، شهيد ولي

الله ڪرامت وارو هو. اڄ به ڪيترا ماڻهو سندس مزار تي دعا گهرڻ واسطي ايندا آهن. پرمي فقير ڪي ولي الله وارو رنگ ڪاڇي واري بزرگ ڪامل قريشي ڪان مليو. ڪيترن ياڳتن جون قبرون جن ۾ دائم خان، لڏو خان، ڪامل خان شامل آهي، دائوجي مقام ۾ آهن. ياڳتن جو چانڊيه سردارن سان دوستي ۽ محبت وارو ناتو ۽ رشتو هو.

ياڳت ڪلهوڙن جي آخري دور ۾ ڪاچو ڇڏي اچي دريا جي ڪچي ۾ آباد ٿيا جنهن ڪي هاڻي گاجي خان ياڳت جي نالي پويان گاجي ديرو سڏيو وڃي ٿو. معلوم ٿئي ٿو ته جڏهن ٽالپرن ڪلهوڙن سان غداري ڪئي ته چانڊيه ٽالپرن جي پاسي هئا ۽ ياڳت ڪلهوڙن جي طرف جنهن ڪري هنن اتي رهڻ مناسب نه سمجهيو ۽ پنهنجا اباڻا وٿاڻ ڇڏي موجوده ڏوڪري تعلقي ۾ درياهه جي ڀرسان پاسي پنهنجا ڳوٺ ٻڌي ويهي رهيا، جنهن کان پوءِ ياڳت ورهائجي ويا، انهن مان ڪجهه خيرپور، نوشهروفيروز ۽ نوابشاهه ضلعي جي حدن ۾ وڃي رهيا. جتي اڄ تائين پنهنجن ڳوٺن ۾ رهن ٿا.

اسان جو گهراڻو موجوده ڳوٺ گاجي ديرو ۾ ويهي رهيو جتي اسان جو تڙ ڏاڏو گاجي خان هو، جيڪو هڪ الله لوڪ فقير ۽ صاحب ڪرامت هو، جنهن جو مقبرو گاجي ديرو تعلقو ڏوڪري ۾ اڄ به موجود آهي. سندس وفات ڪان پوءِ سندس پٽن مان اسان جو پڙ ڏاڏو سائينداد ميربحرن سان گڏ ڳوٺ ڪان لڏي اچي يوسف ميربحر جي ڳوٺ ۾ ويٺو.

يوسف ميربحر جي ڳوٺ ڪي هاڻي خيرپور جوسو سڏيو ويندو آهي، مير مجاز ٽالپور جي جاگير اسراڻو ۾ رهندڙ ميربحرن جو ڪچي وارن ميربحرن سان تعلق هو جنهن ڪري انهن ميربحرن ۽ اسان جي گهراڻي جو پاڻ ۾ ياڻپي جو رستو هو. پوءِ جڏهن سائينداد پنهنجي ياڻرن ڪان ناراض ٿيو ته اهي دوستي وارا ميربحر ڪيس لڏائي پنهنجي ڳوٺ وٺي آيا. جڏهن ٽالپرن جو زوال شروع ٿيو ته مير مجاز ٽالپر انهن ميربحرن تي هٿ رکيو ۽ پنهنجي جاگير مان ڪجهه حصو ڪين ڏنو جنهن ڪان پوءِ هو ملڪيتن ۽ راڄ ياڳ وارا ٿيا ۽ ميربحرن جو اهو گهراڻو اڳتي هلي اسراڻو جاگير جي ڪري اسراڻ سڏجڻ لڳو جن مان انگريزن جي دور ۾ سرائي گهنور خان ڪي خان صاحب جو لقب مليو ۽ غلام محمد خان اسراڻ ڪي خانبهادر جو خطاب مليو.

خيرپور جوسي ۾ حڪم ته اسراڻن جو هلندو هو، راڄ ياڳ جي اٿي ويٺي ۽ شادي ۽ غمي جو بار اسان جي گهر جي مٿان هوندو هو.

16 جون 1906ع ۾ منهنجو والد گل محمد ياڳت خيرپور جوسو ۾ ڄائو، جيڪو پنهنجي والدين جو ڇهن ڀينرن مان اڪيلو پٽ هو. منهنجي ڏاڏي عربي پڙهيل ۽ ڪيس ديني تعليم جي ڄاڻ هئي. سندس والد جو نالو الهندو هو. جنهن جا ناناڻا ڳوٺ پنهون ڀٽي ۾ رهندا هئا. هن ڪي سونو، سلطان محمد، احمد ۽ نياڻي جنت خاتون اولاد هئي، جنت خاتون، خدا ڏنو خان اوڊو محمد پور جي زميندار ڪي ڏنائين جنهن مان ڪيس هڪ نياڻي پناهه خاتون پيدا ٿي جيڪا نيڪ محمد خان اوڊي ڪي ڏنائين، منهنجي ڏاڏي پرهيزگار ۽ نيڪوڪار عورت هئي جيڪا پنج وقت نماز پڙهندي هئي ۽ هميشه باوضو رهندي هئي.

منهنجو والد صاحب 1912ع تي خيرپور جوسي ۾ پڙهڻ لاءِ اسڪول ۾ داخلا ورتي ۽ 1917ع ۾ چوٿون درجو پاس ڪرڻ تي انگريز سرڪار ڪيس 3 رپيا اسڪالر ڏني. هن 1918ع ۾ پنجون درجو پاس ڪيو. انهي سال برساتن جي ڪري ٻوڏ ٿي ۽ فصل تباهه ٿي ويا ۽ ماڻهن رنگون ڪان آيل چانور ۽ ماني ڪاڌي ۽ ڪيترن ماڻهن مٽر موٺ، لوڙهه ۽ ڪل ڪاڌي پر اسان جو گهراڻو ان وقت به پنهنجي وارو هو ۽ انهي تي اهڙين حالتن جو اثر نه پيو. والد صاحب 1919ع تي فائنل جو امتحان ڏنو جنهن ۾ ناپاس ٿيو جنهن ڪري لاڙڪاڻي هليو ويو ۽ سڪي تلاءِ واري پرائمري اسڪول مان ماستر راڌا ڪرشن جي سرپرستي ۾ 1920ع ۾ فائنل جو امتحان پاس ڪيائين. تنهن ڪان پوءِ ڪيس تعليم ڪاتي ۾ نائب ماستر جي ملازمت ملي. اهو ڀهريان بوهڙ تعلقو قمبر ۽ اتان خيرپور جوسو ۽ نئون ڳوٺ ۾ رهيو ۽ 1922ع ۾ تعليم ڪاتي ۾ ريڊيڪشن جي ڪري سندس ملازمت ختم ٿي وئي.

1923ع ۾ پنهنجي دوست ماستر غلام حيدر سومرو، جيڪو ڊاڪٽر اڪبر سومري جو والد هو، ساڻس گڏجي ٽپيداري جو امتحان ڏنو. مسٽر گرين اسسٽنٽ ڪليڪٽر امتحان ۾ ذهانت ۽ هوشياري جي ڪري ڪيس 25 رپيا اسڪالر شپ ڏيڻ سان منتخب ڪيو، ساڻس گڏ ماستر غلام حيدر سومرو، الله بخش ڪلهوڙو ڪارڙا تعلقو لاڙڪاڻو، علي بخش جوٽيجو باڊهه، ڊينو مل وليد لاڙڪاڻو ۽ گوبند سنگهه پناڻ وارا پڻ چونڊيا ويا.

1924ع ۾ ٽپيداري جو امتحان حيدرآباد ۾ ٿيو جنهن ۾ ٽيون نمبر پوزيشن ڪٺي پاس ٿيو پر ان وقت ڪيس نوڪري جو

آرڊر ڪو نہ مليو. انهي زماني ۾ منهنجو والد صاحب نهايت ٺاٺ باٺ سان رهندو هو ۽ هميشہ ريشم جو ڪپڙو پهريندو هو جيڪو ان وقت صاحب حيثيت ماڻهو پهري سگهندا هئا. سرڪاري ملازمت نہ ملڻ ڪري خانبهادر غلام محمد خان اسراڻ پنهنجي ڪم ڪار جي سنڀال لاءِ والد جي (منهنجي ڏاڏي کان) ٻانهن گهري ۽ بابا 1925ع تي خانبهادر اسراڻ جي خانگي ملازمت اختيار ڪئي. ان وقت تعليم يافتہ ۽ قابل ماڻهو ٿورا هئا، جن مان هڪ منهنجو والد بہ هو. جنهن جي قابليت جي هاڪ هئي.

1926ع ۾ والد صاحب خانگي ملازمت جي جاءِ تي سرڪاري ملازمت کي ترجيح ڏني، سکر بئراج جو ڪم 1925ع ۾ شروع ٿيو ۽ 1926ع ۾ وارھ برانچ ۾ ورڪ چارج جي ملازمت ملي، جنهن ڪري وارھ جي طرف رهڻ لڳو. هو ڪجھ عرصو وارھ ۾ گل محمد جي اوطاق تي رهيو ۽ ڪجھ وقت الهڏني گهلو وٽ رهيو جيڪو سندس وڏن جو گستاخ هو. 1927ع ۾ وارھ برانچ جي تفصيل جو ڪم پورو ٿيو ۽ شاخن جي ڪيڻ بابت نشانن ڏيڻ جو ڪم شروع ٿيو. ان وقت ۾ انجنيئر ڊيوڊ، ديا ديسائي ۽ گپت هئا. انهيءَ سال 1927ع ۾ پهرين شادي لاڙڪاڻي جي شير محمد سيال جي ڌيءَ نوابزادي سان ٿي. شادي ڪرائڻ ۾ غلام محمد خان اسراڻ ۽ نواب امير علي خان لاهوري جو هٿ هو ۽ شير محمد خان جا اسان جي وڏن سان تعلقات هئا.

1928ع ۾ رائيس ڪئنال ۾ ڪم شروع ٿيو، جڏهن وارھ برانچ جي ڪم کان فارغ ٿيو تہ اتي ڊيوٽي ڪرڻ لڳو ۽ کيس ورڪ چارج جي ملازمت ملي. ساڻس گڏ راڌا ڪرشن، کيومل دربار قمبر واري جو مائٽ محمد وارث ڪانڊرو ۽ غلام حيدر ترڙي بقاپور وارو ۽ ان وقت رائيس ڪئنال جو انجنيئر راءِ بهادر جوهر مل هو.

1929ع ۾ مسٽر جڳت سروي سپرنٽينڊنٽ لئنڊ رڪارڊ حيدرآباد سروي ۾ ملازمت جو آرڊر ڏنو. 65 رپيا پگهار مقرر ڪئي ويئي. ان وقت سروي مختيارڪار رسول بخش ۽ سرويئر عبدالخالق هئا. هو سروي جي ڪم سان وارھ، جوهي، پيارو ڳوٺ، سيتا روڊ، ٻورڙي وغيره ۾ رهيو. 1930ع ڌاري سندس سوٽ دائم پاڳت کيس اچي ٻڌايو تہ سندس والد سخت بيمار آهي، جنهن ڪري هو خيرپور جوسي آيو پر سندس والد (منهنجو ڏاڏو) دستن ڪري بچي نہ سگهيو ۽ وفات ڪري ويو. "انا لله وا انااليہ راجعون." بابا والد جي وفات کان پوءِ سرڪاري ملازمت کي جاري رکي نہ سگهيو ۽ ڇڏي واپس خيرپور جوسي ۾ رهڻ لڳو. انهي دوران رئيس حسين علي خان اسراڻ سعيد خان کيس مجبور ڪيو تہ هو خانبهادر غلام محمد خان اسراڻ جو ڪم ڪار سنڀالي. هو نہ چاهيندي بہ خانگي ملازمت ڪرڻ لڳو. ان وقت خانبهادر غلام محمد خان اسراڻ بمبئي ليجسليٽو ڪائونسل جو ميمبر هو. سندس جاگير محمد باقر اوڍاڻو سنڀاليندو هو، جنهن تي منهنجي ڏاڏي جون وڏيون مهربانيون هيون. ان جي ماتحت 25 رپيا پگهار تي ڪم ڪيو.

1931ع تي خانبهادر اسراڻ بمبئي کان واپس آيو ۽ منهنجي والد صاحب لاءِ پڇيو. کيس ٻڌايو ويو تہ هو ماستر محمد باقر جي هيٺيان ڪم ڪندو آهي. جنهن تي خانبهادر ڏاڍو ناراض ٿيو ۽ پنهنجي ذاتي خط و ڪتابت جو ڪم سندس حوالي ڪيو. انهي ڦوھ جواني جي زماني ۾ دنيا جي کيس لڳي ويئي ۽ هڪ عورت جي محبت ۾ گرفتار ٿي ويو، جڏهن قمبر جو ڊپٽي ڪليڪٽر مسٽر وٽنٽ تي آيو تہ هن والد صاحب کي روينيو ۾ تپيداري جو آرڊر ڏيئي ديهہ ڳچل تي مقرر ڪيو پر پاڻ ڪنهن سبب جي ڪري نوڪري ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.

1932ع ۾ سندس پهريون اولاد پٽ قربان ڄائو، انهي دوران بيمار ٿي پيو. کيس محمد باقر اوڍاڻي اهڙو جلاب آڻي ڏنو جيڪو زهر بڻجي ويو هو. ان جي پيٽ سان حالت خراب ٿي وئي جنهن ڪري خانبهادر غلام محمد اسراڻ لاڙڪاڻي ڪٺائي آيس ۽ قاضي عمر سندس علاج ڪيو. جڏهن صحتياب ٿيو تہ ماسٽر محمد باقر جي دوست رامون مل خانبهادر غلام محمد خان اسراڻ کي بدگمان ڪيو تہ گل محمد کو بہ ڪم ڪري نہ ٿو سگهي ۽ توهان سان بي ايماني ڪري پئسا کائي ويو آهي. جنهن جي ڳالهين تي يقين ڪندي بابا تي 10000 هزار (ڏھ هزار) رپيا بي ايماني ڪرڻ جو الزام لڳو ۽ کيس ڏاڍو تنگ ڪيو ويو جنهن ڪري کيس کائڻ پيئڻ حرام ٿي ويو ۽ بارگاھ الاهي ۾ دعا گهريائين. انهيءَ رات هن هڪ خواب ڏٺو جنهن ۾ حضرت علي، حضرت امام حسن ۽ حضرت امام حسين جي زيارت نصيب ٿيس، جنهن ۾ حضرت علي سندس ٻانهن وٺي انهن جي حوالي ڪئي. صبح سان قدرت جو معجزو ظاهر ٿيو، انهي ڏينهن محمد باقر اوڍاڻي جي جنگهہ ڀڄي پئي، سندس دوست ماڻڪ راءِ جي ٻانهہ ڀڄي پئي (هنن جي والد صاحب سان دشمني هئي) ۽ ٻيا جن کيس

بدنام ڪرڻ لاءِ ڪوڙو الزام مڙهيو هو دربدر ٿي ويا ۽ ٽن مهينن ڪانپوءِ حساب ڪتاب ۾ ڪجهه نه نڪتو ۽ خانبهادر غلام محمد خان اسراڻ ڏاڍو پشيمان ٿيو. والد صاحب پنهنجي نوٽ ۾ لکيو آهي ته ”انهي دور ۾ رئيس حسين علي خان اسراڻ جون همدرديون وسارڻ جهڙيون نه آهن. خانبهادر غلام محمد خان اسراڻ پنهنجو سچو ڪم ڪار بابي جي حوالي ڪيو ۽ ڪيس عام مختيار نامو لکي ڏنو. سندس ايمانداري ۽ ڄاڻ ۽ قابليت جي چئوطرف هاڪ هئي. جنهن ڪان سڀ متاثر هئا. جڏهن اسراڻو جي ورهاست ٿي ته ان جو ڪم سندس حوالي ڪيو ويو. جيڪا 46-4-28ع تي بابا سائين جي ناهيل ورهاست موجب ورهائي وئي. بابا سائين نه چاهيندي به اهي سڀ ڪم مجبوري تحت ڪرڻ ڪان پوءِ لاچار هو. ڇاڪاڻ ته والد جي خاندان جا اسراڻ خاندان سان گهر جا پراڻا رستا ۽ رشتا هئا.

1934ع ۾ اسان جي ڏاڏيءَ 26 رمضان المبارڪ بروز خميس وفات ڪئي. سندس موت بابت پيشن گوئي هئي ته هوءَ خميس تي وفات ڪندي. انهيءَ ڏينهن شام جو مينهن وسندو ۽ جنازو مائي خانل ۽ سندس جو ايندو ۽ جنازه نماز حافظ عبدالهادي پڙهائيندو ۽ ائين برابر ٿيو. منهنجي ڏاڏي جي روڪ رقم ۽ زيور خانبهادر اسراڻ جي گهر حفاظت خاطر رکيل هئا. جيڪي سندس وفات ڪان پوءِ والد صاحب کي ڪو نه مليا. انهي دور ۾ والد جو گهڻو رهڻ وارهه ۾ ٿيندو هو. جنهن ڪري خيرپور جوسي ۽ آسپاس واري ملڪيت رسول بخش سامٽيو ۽ دائم پاڳت جي حوالي هئي. جنهن مان آخر ۾ ڪجهه به نه مليس ۽ سندس ملڪيت عزيز ڪٽي ويا. 1936ع ۾ سندس پهرين گهر واري نوابزادي سخت بيمار ٿي پئي ۽ لاڙڪاڻي ۾ وفات ڪري وئي جنهن کي ڪٽي خيرپور جوسي ۾ دفن ڪيو ويو.

پهرين گهر واري جي وفات ڪان پوءِ سندس رشتي جون ڳالهيون پئي هنڌ هلي رهيون هيون ته خانبهادر غلام محمد اسراڻ ۽ سندس ديري وارن، پنهنجي ڪمدار محمد حسن باريجي جي ڌيءَ صفوران سان رشتي جون ڳالهيون پڪيون ڪري ڇڏيون. آخر نه چاهيندي به خان بهادر غلام محمد اسراڻ صاحب جي خواهش تي 26-6-1937ع تي ڪمدار محمد حسن باريجي جي ڌيءَ سان حسين آباد تعلقي وارهه ۾ نڪاح ٿيو.

38-1-12 تي حج ڪري واپس آيو. انهيءَ سال 22 سيپٽمبر مطابق 27 رجب 1357ع هجري تي ٻي شادي ڪيائين جنهن مان پهريون ٻار اعجاز علي (وڏو ٻاءِ) 39-12-1 مطابق 4 ذوالقعد 1358ع تي حسين آباد ڳوٺ ۾ ڄائو.

منهنجو والد صاحب شڪار جو نهايت شوقين هو. سندس نشاني جي سڀ تعريف ڪندا هئا ۽ بابا کي شڪار لاءِ مخصوص آمريڪن بندوق هئي جنهن جو لائسنس به هو. هو 10-1-1940ع تي خانبهادر غلام محمد خان اسراڻ، پير عبدالستار جان سرهندي، رئيس حسين علي خان اسراڻ، رئيس غلام مصطفيٰ خان اسراڻ ۽ روشن علي اسراڻ (پٽ خانبهادر) سان گڏ ڪاڇي جي طرف ويا. گيريلو ۾ شڪار ڪندي شيخ نوتي (ولي الله هڪ بزرگ) جي مزار تي پڻ ويا. ان ڪان بعد ۾ ڪارڙه جبل جي پچڙ ۾ منزل ڪيائون. جتي پاڻيءَ جو چشمو هو. جنهن تي شينهن پاڻي سانگي گڏبن کي مارڻ لاءِ ايندا هئا. اتي رات جو ڪئمپ هنيائون. مٿن سڄي رات شينهن حملو ڪندا رهيا. صبح جو آهه ڪائي“ قوم تڙ ڪئي ته شينهن نڪتا جيڪي مار ڪان پري هئا ۽ ڀڄي ويا. انهي دوران هڪ گڊ نڪتو جنهن کي پير عبدالقادر جان ۽ رئيس حسين علي شڪار ڪيو. سندس دوستي انگريز ڪامورن سان پڻ هئي. هن 8-3-1943ع ۾ ڊپٽي ڪليڪٽر قمبر مسٽر فلپس ۽ خراس کي دعوت ڏيئي ديهه صفر تونيه ۾ شڪار ڪرايو ۽ هن جي دوست سيد اڪبر شاه نئي واري سان هئي. هو 51-2-15 تي ڪندو ديرو شڪار تي ويا. بابا سائين جيئن ته شڪار جو شوقين هو جيڪو سدائين دوستن کي گهرائي دعوتون ڏيئي شڪار ڪندو هو. جنهن ۾ گڊ، تتر ۽ سائبيريا ڪان ايندڙ پکي شامل هئا.

1941ع ۾ وارهه ۾ سيد علي اڪبر شاه حسيني نئي جي سيدن مان هو جنهن سان گهرا ناتا هئس. مختيارڪار ٿي آيو. جيئن ته منهنجو والد سدائين وارهه ۾ رهڻ لاءِ فيصلو ڪري چڪو هو، تنهن ڪري پهريان هو حسين آباد ۾ رهيو، تنهن ڪان پوءِ ڳوٺ ٽرڙي حاجراه ۾ جاءِ خريد ڪيائين ۽ پوءِ وارهه ۾ سڪونت اختيار ڪرڻ لاءِ پلاٽ وغيره ورتائين. 1942-1-31 تي محمد يعقوب کهاوڙ ڪان موجوده گهر 300 رپيا ۾ خريد ڪيو ۽ 1942-5-22 م خانبهادر طرفان مليل عام مختيار نامي تان دست بردار ٿيو. منهنجي والد سياست ۾ ڀرپور وڌ شروع ڪيو. هن جا ضلعي جي بااثر ماڻهن سان سنوان سڌا ۽ گهرا لاڳاپا هئا. جن ۾ نواب امير علي خان لاهوري، خانبهادر محمد ايوب کهڙو، قاضي فضل الله، عبدالفتاح ميمڻ انهن ڪان علاوه مقامي زميندارن مان گنهڙ جو

سيد جعفر شاهه، لالو رائنڪ جو مشهور حڪيم قاضي عبدالڪريم جن سان پڻ دوستاڻه ۽ گهرا ناتا هئا. انهيءَ ڪانسواءِ مقامي طور جرنيل خان چوليائي، فيض محمد لاشاري، دوست محمد چنا، خان صاحب مقصود علي خان وڳڻ، حيدرآباد جو ڊاڪٽر حسين بخش بلوچ، شهدادڪوٽ جو ڊاڪٽر غوث بخش سومرو، پير الهڏنو شاهه، سيد امداد شاهه ڊپٽي ڪليڪٽر ميرپورخاص وارو، لطف الله خان ٽيهو، مير محمد جانوري ميهڙ، سرهندي پير، گل محمد شاهه درگاهه نشين قلندر شهباز سندس ويجها دوست هئا. 1943-12-6 تي سٽيزن ڪاميٽي جي اليڪشن ٿي، جنهن ۾ حاجي گل محمد (والد صاحب) 136 ووٽ، ملان عبدالله ڀڳهيو 114 ووٽ، محمد عالم ڪهاوڙ 86 ووٽ، حاجي محبوب 3 ووٽ کنيا ۽ والد صاحب ڪامياب ٿيو ۽ 1944-1-13 تي سٽيزن ڪاميٽي وارهه جو چيئرمين سيٺ دولترام چونڊيو ويو هو. سٽيزن ڪاميٽي وارهه جو ٻه دفعا ميمبر چونڊيو ۽ هڪ دفعو سٽيزن ڪاميٽي وارهه جو چيئرمين رهي چڪو آهي. انهي اليڪشن سياست ڪري نواب امير علي لاهوري جي حمايت تان دستبردار ٿيڻ کان انڪار ڪرڻ جي ڪري رئيس حسين علي اسراڻ لاڙڪاڻي جي طوفان ميل هوٽل جتي هاڻي پاڪستاني چوڪ آهي 1946-1-12 تي چانهه ۾ زهر ملائي ڏنو ويو. ان هوٽل جي مالڪ جو نالو ”اوتر رام“ هو،ان جي نوڪر معرفت زهر ڏنو ويو. انهي ايم ايل اي جي چونڊ ۾ نواب امير علي لاهوري سان مقابلي ۾ رئيس حسين علي اسراڻ بيٺو هو، جيتوڻيڪ والد صاحب جو سنئون سڌو تعلق اسراڻن سان هو ۽ رئيس حسين علي خان اسراڻ ئي ڪيس نواب امير علي لاهوري سان ملايو هو. انهيءَ دور ۾ اسراڻن جي پاڙ ۾ اڻ ٻڻت هئي ۽ غلام محمد خان ۽ حسين علي خان هڪ ٻئي جا مخالف هئا ۽ اليڪشن دوران پاڙ ۾ نهي ويا ۽ نواب لاهوري مقابلي ۾ فارم ڀريو انهي دوران بابا سائين جا نواب امير علي لاهوري سان سنا ناتا جڙي ويا هئا ۽ ڪيس وارهه تعلقي جو چيف ايجنٽ مقرر ڪيو ويو. انهي وقت ۾ رئيس حسين علي خان بابا تي زور ڀريو ته هو هن جي مدد ڪري، جنهن تي هن انڪار ڪيو ۽ چيو ته اوهان برابر منهنجي واقفيت نواب لاهوري سان ڪرائي هئي پر هاڻي مان ان سان واعدو ۽ اقرار ڪري چڪو آهيان، ان ڪي ٽوڙڻ مڙس جو ڪم ناهي. اها چونڊ 46-10-23 تي ٿي جنهن ۾ نواب لاهوري کٽيو ۽ بابا زهر ملڻ جي ڪري بيمار ٿي پيو ۽ عملي طور نواب صاحب جي ورڪ ڪري نه سگهيو. علاج خاطر نواب صاحب مالي مدد ڪئي پر بابا سائين پئسن وٺڻ کان انڪار ڪيو. هو زهر جي ڪري مري مري بچيو. سندس علاج جاني دوست ڊاڪٽر غوث بخش سومري شهدادڪوٽ واري قمبر ۾ سرڪاري ڊيوٽي دوران ڪيو. هو 1946-4-28 تي لوڙي صحتياب ٿيو. انهي ڪان اڳ ۾ واره جي سياست ۾ بهرو وٺڻ جي ڪري ڪن جي سازش دشمني تي پئي. جنهن ڪري 1944-8-6 تي ملان عبدالله ڀڳهيو ۽ ٻين هڪ سيد خاتون شفاعت بي بي ڪان 342 قلم هيٺ ڪوڙو ڪيس داخل ڪرايو. قمبر جو ڪايڪٽر نالي سيد باز محمد شاهه جو پڻ انهن سان واسطو هو، جيڪو نواب امير علي لاهوري ۽ ٻين سان وعدو ڪرڻ باوجود ڪيس ۾ ڪيس سزا ڏيڻ پيو چاهي بابا جي وڪيل منارام ڪيس ٻڌائي ڇڏيو هو ته هو ڪيس ڪيئن به ڪري سزا ڏيندو جنهن ڪري ڪيس هو ڪيس ڪٽڻ لاءِ لاچار آهي. انهيءَ بيماري واري صورت ۾ بابا سائين پاڻ ڪٽائي ميروخان حاضريءَ تي ويو، جتي ڊپٽي جي ڪئمپ لڳل هئي. ان وقت ۾ لاڙڪاڻي ۾ ٻه ڊپٽي مقرر هوندا هئا. هڪ لاڙڪاڻو ۽ ٻيو قمبر، جنهن ۾ قمبر، وارهه، شهدادڪوٽ ۽ ميروخان هئا.

ڊپٽي والد صاب جي حالت ڏسي ڪيس ڪيس مان 1946-1-26 تي آزاد ڪري ڇڏيو. انهيءَ ڪيس جو اصل سبب اهو هو ته والد صاحب جي وارهه ۾ اچڻ کان پوءِ ان جو اثر رسوخ وڌڻ شروع ٿيو ۽ تر وارن سان سنا ناتا وڌيا ۽ ان وقت، جي ڪامورن سان سنا تعلقات هئا، جنهن ڪري ڪي ماڻهو جن ۾ هندو ۽ مسلمان شامل هئا. تن جو ساٽس ساڙ ۽ حسد پيدا ٿيو ۽ بابا سائين ڪي ڦاسائڻ لاءِ ڪنهن تاڙ ۾ رهندا هئا.

شفاعت بي بي سيد حيدر شاهه لاڪن واري جي گهر واري هئي. جيڪا بدچلن عورت هئي. هو پنهنجي ڌيءَ فاطمه سان لڏي اچي وارهه ۾ ويٺي، سندس گهر جي ڀرسان چوسول هو، جتي منهنجي والد صاحب جو دڪان هو. اتي حڪيم دين محمد ڀرڙي جو به دڪان هو، انهي دڪان تي والد صاحب جا دوست ۽ آفيسر جهڙوڪ ڊاڪٽر حسين بخش بلوچ (حيدرآباد وارو) عبدالله خان سب رجسٽرار، سپروائيزر غلام رسول سومرو PWD جو غلام حيدر عباسي ۽ ٻيا شام جو اچي ويهندا هئا، جيڪا ڳالهه بي بي جن کي نه وڻي ڇاڪاڻ ته انهن وٽ حاجي خان ڪلهوڙي جو ڊرائيور رمضان ڀرڙو ايندو هو. دڪان سامهون هئڻ ڪري ان کي اچڻ وڃڻ ۾ رڪاوٽ هئي ۽ ڪيس اهڙين حرڪتن کان باز رهڻ لاءِ به چيو ويو هو. هو ان کان پوءِ

برقعو پائي انهن جي گهر ايندو ويندو هو. انهيءَ ڳالهه تان تڪرار پيدا ٿي پيو. جيئن ته شهر جا ڪي ماڻهو سڙندا هئا، تن ان موقعي کي غنيمت سمجهي بي بي جن کي پڙڪايو جن ۾ ملان عبدالله ڀڳهيو به شامل هو. هندو جن جو نڪ ۾ دم ڪيو هو تن پاڻ ۾ 800 رپيا چندو ڪري بي بي جن سان ملي ڪوڙو ڪيس داخل ڪرايو. بابا گرفتار ٿيڻ کان بچي ويو ڇاڪاڻ ته ان وقت هيڊ منشي طوطا رام هو جنهن جا والد صاحب سان دوستاڻا تعلقات هئا جنهن ڪين 1944-8-25 تي فورن ضمانت تي آزاد ڪري ڇڏيو.

سيد باز محمد شاهه پنهنجي پٽ لاءِ فاطمه جو سڱ گهريو هو، جنهن ڪري انهن جي پاسداري ڪري پيو.

پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ پاڪستان مسلم ليگ سنڌ مسلم ليگ اسيمبلي ٺاهي هئي. والد صاحب ان جو ميمبر هو ۽ هو باقاعدگيءَ سان ڪراچي ۾ ٿيندڙ اجلاسن ۾ شرڪت ڪندو هو. جن مان ڪن اجلاسن جون تاريخون هي هيون. 1950-9-12 کان 1950-9-17 وارو اجلاس ڪراچي 1951-11-11 اجلاس ڪراچي، 1953-3-27 وارو اجلاس ڪراچي، 1951-7-8 تي جڏهن خانبهادر محمد ايوب کهڙو وزيراعلي سنڌ هو، وارهه آيو هو ته شهرين طرفان منهنجي والد کيس سپاس نامو پيش ڪيو هو ۽ سنڌس مان ۾ دعوت ڏني.

هو ون يونٽ ٺهڻ کان پوءِ سياست مان دلچسپي گهٽائي ويو ۽ جڏهن ايوب خان 27 آڪٽوبر 1958ع تي مارشل لا لاڳو ڪئي ۽ ساستدانن تي بندش وجهي ڇڏي ته هو سياست کي الوداع چئي چڪو هو.

والد صاحب زهر ملڻ کان پوءِ اسراڻ خاندان سان ناتا ٽوڙي ڇڏيا هئا پر جڏهن 1950ع ۾ کيس خبر پئي ته خانبهادر غلام محمد خان اسراڻ سخت بيمار آهي ته پاڻ ويچا وساري سنڌس عيادت ڪرڻ ويو ۽ سنڌس موت کان پوءِ اسراڻ گهراڻي سان ناتي ويٺي برقرار رکي. والد صاحب اسراڻن جي گهر جو ڀاتي هو، جيڪو سنڌس گهريلو معاملن ۾ به صلاحڪار هوندو هو ۽ ديري تي بنا ڪنهن روڪ ٽوڪ جي ايندو ويندو هو. خانبهادر جي گهر واري مائي حاجياڻي ڪلهوڙو کيس پنهنجو ڀاءُ سمجهندي هئي، انهي ڪري اسان جو خاندان اڄ تائين اسراڻ خاندان جي نهايت گهڻي عزت ڪندو آهي.

والد صاحب اسراڻن کي ڇڏڻ کان پوءِ پنهنجي ملڪيت ٺاهڻ ۽ وڌائڻ ۾ لڳي ويو هو. شراڪت طور پنج هزار جريب زمين جو مالڪ ٿي ويو. جنهن جو پنهنجو حلقو ۽ اثر هو جنهن ڪري ڪيترا ماڻهو ساڻس سان حسد ڪندا هئا. هن سرهندي پيرن سان دوستي خاطر پنهنجي زمين ٽرڙي حاجران واري مان 300 جريب ڏني. اهڙي طرح ديهه صفر تونيو ۾ 250 جريب زمين ميرپورخاص جي دوست ڊپٽي امداد شاهه کي ڏني. ان کان اڳ اسراڻ ساڻس ڦڏو ڪيو ۽ 750 جريب زمين ڪانئس ورتي ۽ 1946-4-28 تي پنهنجي سهري سان پائيواري ختم ڪري ملڪيت کي ورهايو. انهي کان علاوه ديهه ڪڙيو سبز خان ۾ هڪ دوست فيض محمد لاشاري سان پائيواري ڪئي جيڪا دوستي جي نالي تي ڪيس ڏيئي ڇڏي ۽ جيڪا باقي ملڪيت رهي اها ايوب خان جي وقت ۾ گرانٽ ۾ اچي وئي ۽ ان کي بچائي نه سگهيو ۽ آخري وقت ۾ ڪيس 113 جريب باقي زمين رهي هئي. هو 1946ع ۾ وارهه زميندار ايسوسيئيشن جو جنرل سيڪريٽري هو ۽ 1954ع ۾ هڪ انگريز سنڌ جي زميندارن جي گزيٽيئر ڪڍيو هو. ان ۾ سنڌس نالو وچولي درجي جي زميندارن ۾ شامل هو. جڏهن ڪن زميندار وٽ بگيون ۽ گهوڙا شان سمجهيو ويندو هو، انهي دور 1953-5-21 ۾ هن ڪراچي مان گڏلڪ ڪار خريد ڪئي هئي.

1955-5-8 ۾ بس نمبر 645 خريد ڪئي جيڪا ان وقت وارهه نصير آباد روٽ تي هلندي هئي، جيڪا پوءِ وارهه لاڙڪاڻو روٽ تي هلڻ شروع ٿي. ان کان پوءِ ٻي بس هڪ مهاجر احسان پائي سان پائيواري خريد ڪئي جيڪا پڻ ساڳئي روٽ تي هلندڙ هئي.

اهو حاجي گل محمد جيڪو وڏي شان شوڪت سان پليو هو، تنهن پنهنجي وقت ۾ ڪافي ملڪيت ۽ جائداد ٺاهي پر اها پوين ڏينهن ۾ اوترو نه رهي ڇاڪاڻ ته سنڌس سادي طبيعت خلوص جي ڪري لالچي ماڻهن جي ور چڙهي ويئي ۽ جڏهن سياست ۽ دنيا کان لاطمع ٿيو ته وڏيڪ ملڪيت ڏارڻ جو سوچيو ئي نه پر اباڻي ملڪيت جيڪا ڪچي ۽ ڪاچي هئي تنهن جي پڻ مالڪي ڪري نه سگهيو ۽ ٽوري کي گهٽو سمجهي ان تي گذر سفر ڪرڻ کي ترجيح ڏني.

مان هتي ضروري سمجهان ٿو ته پنهنجي ناناڻي آکهه جو به ڪجهه ضروري احوال ڏيان. اهو ته اوهان پڙهي آيا آهيو ته منهنجو نانو محمد حسن خانبهادر غلام محمد خان اسراڻ جو ديهه حسين آباد تعلقي وارهه جو ڪمدار هو، جيڪو باريجو ذات سان تعلق رکندڙ هو. باريجو سمن جي هڪ ذات آهي. انهن مان پير باري ڏاهرياڻي جبل تي رهندو هو، جيڪو هڪ فقير درويش ۽ بزرگ هو. چون ٿا ته جڏهن ڪاچي ۽ ان جي آسپاس ۾

ڏڪار ٿيندو هو ۽ ساوڪ ختم ٿي ويندي هئي تہ پير باري جو ڏڻ ڪڏهن بہ بکيو نہ رهندو هو. هو پنهنجي ڏڻ جي اڳيان هلندو هو تہ سندس چادر جو هڪ پلئہ زمين سان گسڪندو ايندو هو، انهي هنڌ سائو گاهہ اپرندو هو جيڪو سندس ڏڻ يا مال چرندو هو. انهيءَ پير باريءَ جي اولاد باريجو سڏجي ٿي. انهي ڪري باريجن کي فقير چيو ويندو آهي. پير باري جي پونيئرن مان پير ابراهيم ٿي گذريو آهي، جنهن جي زيارت هاٹي ضلعي خضدار بلوچستان ۾ آهي، انهي جو اولاد ابراهيم پوٽا سڏجن ٿا. منهنجا ناناڻا انهي ابراهيم جي اولاد آهن. جنهن ڪري ابراهيم پوٽا سڏيا ويندا آهن.

هنن جو اصل ڳوٺ ڪاڇي ۾ مينگلي جي قبرستان ويجهو آهي، جتي معرفاٽي ۽ باريجن جا ٻنا (بند) هڪ ٻئي سان لاڳيتو آهن ۽ هاٹي سندن ڳوٺ ويران ٿي ويو آهي، ڇاڪاڻ تہ اهي باريجا لڏي وارهہ ۽ ان جي ويجهڙائي ۾ آباد ٿي ويا آهن. منهنجو نانو محمد حسن 1963-3-6 ۾ وفات ڪري ويو. منهنجا ماما محمد سليمان، عبدالڪريم، محمد صديق ۽ واحد بخش هئا، سڀ فوت ٿي چڪا آهن ۽ سندس اولاد هاٹي وارهہ ۽ ڪراچي ۾ رهي ٿو.

والد صاحب سياست ڪان لاتعلق ٿيڻ ۽ دوستن جي وڇوڙي بعد پاڻ کي وارهہ شهر تائين محدود ڪري ڇڏيو ۽ گهڻو وقت زمين ۽ گهر ۾ رهڻ کي ترجيح ڏني پر جڏهن شهيد ذوالفقار علي ڀٽي ايوب خان ڪان عليحده ٿي پاڪستان پيپلزپارٽيءَ جو بنياد رکيو تہ ان جو ميمبر ٿيو ان ڪان اڳ ۾ پٽ اياز ياڳت جي اصرار تي آگسٽ 1968ع ۾ پنهنجي اوطاق تي ڪيس دعوت ڏيئي گهرايو هو ۽ جڏهن عبدالوحيد ڪٽپر جيڪو پ پ پ لاڙڪاڻي جو صدر هو تہ وارهہ ۾ پيپلزپارٽي جي آفيس کلي تہ هو ان ۾ نائب صدر جي عهدي تي نامزد ٿيو. والد صاحب مرڻ گهڙيءَ تائين انهيءَ عهدي تي ڪم ڪندو رهيو پر ڪڏهن بہ هن شهيد ذوالفقار علي ڀٽو ڪان ڪو بہ ذاتي ڪم يا فائدو نہ ورتو ۽ پاڻ پهرين مئي 1976ع تي لاچار ٿي پيو جنهن کي ڪٹائي لاڙڪاڻي آياسين جتي خبر پئي تہ ڪيس "دل جو دورو" پيو آهي. زير علاج رهڻ دوران سندس بلڊ يوريا وڌي ويو. جنهن ڪان ڪيس تڪليف وڌي ويئي ۽ 1 مئي 1976ع تي پنهنجي پالڻهار سان وڃي مليو. سندس وفات تي پيپلزپارٽي ضلعي لاڙڪاڻي جي سڄي قيادت، آفيسرن ۽ معززن تعزيت ڪئي ۽ شهيد ذوالفقار علي ڀٽو وزيراعظم جي حيثيت سان سندس وفات تي ڏک جو اظهار ڪيو ۽ تعزيت جو پيغام اماڻيو. لاڙڪاڻي اچڻ تي پروگرام رڳيو تہ پوءِ اليڪشن جو زمانو اچي ويو ۽ ان ڪان پوءِ سندس خلاف تحريڪ هلي.

پاڻ پنهنجي مرڻ جي پيشنگوئي اڳ ۾ ڪئي هيائون. جڏهن ڊاڪٽر عبدالقادر شيخ سندس صحت ڏسي چيو تہ "حاجي صاحب ٻن ڏينهن ڪان پوءِ اوهان کي اسپتال مان فارغ ڪيو ويندو تہ "والد صاحب کلندي جواب ڏيندي چيو هو "شيخ صاحب اوهان جي وڏي مهرباني جو اوهان دل و جان سان علاج ڪيو آهي ۽ مان بهتر ٿي ويو آهيان پر تون منهنجي حياتي وڌائي نہ ٿو سگهين ۽ مان پهرين مئي (1976) تي شام جو ڇهين بجي هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪندس. اُتي موجود سيني اهو ٻڌي چيو تہ حاجي صاحب بيماري مان تنگ ٿي چڪو آهي تنهن ڪري الٽيون سڌيون ڳالهيون ڪري ٿو. مون کي چڱي طرح ياد آهي تہ بابا مون کي بار بار چوندو هو تہ سيني کي سمجهاءِ تہ مان هرگز بچي نہ سگهندس، تنهن ڪري مان نہ ٿو چاهيان تہ منهنجو موت اسپتال ۾ ٿئي، تنهن ڪري پنهنجي گهر وارهہ وٺي هلو. آخر ٿيو بہ ائين حالت خراب ٿيڻ جي صورت ۾ سندس خواهش جي موجب ڳوٺ پهتاسين جتي هن گهر جي سيني ياتين سان ڳالهايو ۽ 6 بجي شام جو ڪلمو پڙهي دار البقا ڏانهن روانو ٿيو.

اسان پاڻ ۾ چار ڀائر آهيون ۽ پنجون ڀاءُ والد صاحب جي هوندي ئي ڏار ٿي چڪو هو ۽ باقي چار ڀائر بہ بعد ۾ الڳ الڳ ٿي وياسين. جن مان ممتاز علي دل جو دورو پوڻ سبب لاڏاڻو ڪري ويو ان ڪان پوءِ منهنجو وڏو ڀاءُ اعجاز علي ٻڻ دل جي دوري سبب خالق حقيقي سان وڃي مليو ۽ باقي بہ ڀائر آهيون.



**مزار ميان گاجي خان پاڳت**

گاجي ديرو تعلقو ڏوڪري، ضلع لاڙڪاڻو



**قبر شهيد پرمي خان پاڳت، اياز پاڳت حاضري ڀريندي دعا گهري رهيو آهي.**

غيبي ديرو، ڪاڇو تعلقو ۽ ضلع قمبر / جيڪو سنڌ جي آزادي لاءِ وڙهندي مغلن هٿان شهيد ٿيو.

## مصنف جو خانداني شجرو

هڪ روايت موجب ڪرشن جي اولاد
ٻي روايت ۾ رام چندر جي اولاد مان آهن

سندس اولاد مان

راجا استپال — جنهن کري سورج ونشي آهن

راجا جيءَ پال — سبڪتگين ۽ محمد غزنوي سان جنگ لڳيون

راجا آنند پال — محمد غزنوي سان لڙايون

راجا راجيا پال — محمد غزنوي 31 ڊسمبر 1008ع تي هن کان لاهور خالي ڪرايو

راجا ترلوچن پال — سن 1036ع

راجا سير پال

1196ع ۾ هن خاندان جي باقي حڪومت مڪمل طور ختم ٿي ويئي جنهن ڪري هن جي خاندان مان ڪيترن اچي اجمير ۽ راجستان ۾ پناهه ورتي انهن مان

ڪولر راءِ

پاڳو راءِ — جنهن جي نالي پويان سندس اولاد پاڳت سڏجي ٿي

بسنيل ديو پاڳت — سن 1228ع ۾ سلطان شهاب الدين غوري هٿان مسلمان ٿيو. سندس نالو ظفر علي خان رکيو ۽ کيس جيسلمير ۽ اجمير جي حڪومت بہ حوالي ڪئي

انهي خاندان مان

پاڳت يا پاوءِ راءِ — جنهن جي اولاد راجپوت چورايو

پاڳت يا پاوءِ راءِ جي پونيئرن مان لڏي سنڌ ۾ آيا ۽ ڪاڇي لاڙڪاڻي طرف وڃي رهيا جتي سندن قتل ڳوٺ اڃا تائين موجود آهي. جنهن مان

فريد خان پاڳت — جنهن جي نالي تي فريد آباد شهر ڪاڇو تعلقو ميهڙ ضلعو دادو
مياں نصر محمد جونيل ۽ ساٿي

پرمي خان — سڏو خان
شهيد پرمي ڪاڇي ۾ مقام آهي

ڪمال خان — داءَ جي مقام ۾ مقبرو آهي

لڏو خان

دائم خان

گاجي خان (وفات 1837ع) — جان محمد خان — رسول بخش — لال بخش خان

سائينداد — وفات 1890ع عمر اٽڪل 100 سال

محراب خان — ڪا بہ پٽ جي اولاد ڪونہ
پير بخش — پٽ جي اولاد ڪونہ
الله بخش — وفات 1934ع عمر 90 سالن کان وڌيڪ

گل محمد
ولادت 16 جون 1906

## مصنف جو ڪھول



حاجي گل محمد
پنج پٽ
پھرين زال نوابزادي
شادي 1927
وفات 1936
مان
قربان علي
ولادت 31_8_1932
وفات
زال زليخان خاتون
شادي 30_6_1957
وفات 8_12_1991
نذير علي
ولادت
18_12_1960
منظور علي
ولادت
1_12_1963
وزير علي
ولادت
30_8_1965
امير علي
ولادت
13_12_1967
نياز علي
ولادت
5_3_1969
نوابزادي (ڌيءَ
ولادت
5_6_1971


حاجي گل محمد جي ٻي زال
نالو صفوران خاتون مان اولاد
شادي 22_9_1938
وفات 7_11_2006
عمر اٽڪل 90 ورهيه
اعجاز علي
ولادت
16_12_1939
پهرين زال نوابزادي
شادي
7_2_1958
مان
ممتاز علي
وفات خمس ڏينهن
21 جولاءِ 2016 مطابق 16 شوال 1437
امتياز علي
اياز علي
اعجاز علي ٻي زال افوز خاتون شادي 1980_2_15
نسيم اختر ڌيءُ
ولادت
5_11_1959
شادي
27_5_1992
ڊاڪٽر مجتبيٰ
سامٽيو
شميم اختر ڌيءُ
ولادت
7_9_1960
شادي
سڪندر علي چانڊيو
تسليم اطهر ڌيءُ
ولادت
6_8_1962
شادي
24_2_2002
حاڪم علي چانڊيو
تنظيم ڌيءُ
ولادت
2_10_1964
شادي
ڊاڪٽر محمد صالح سومرو
وسيم اعجاز
ولادت
16_12_1965
سميع اعجاز
ولادت
9_12_1968
وفات 10_09_2013
فهيم اعجاز
ولادت
31_12_1969
ڌي صفوران
دانيال
17_1_1997
عائشه
27_2_2004
مليحه
15_8_2002
التمش
ولادت
30_3_2002
ملهار
ولادت
ياور گل
ولادت
23_3_1982
خاور حسين
عرف فهد
ولادت
20_10_1983
مصور حسين
عرف جمي
ولادت
1_11_1988


ممتاز علي
ولادت
24_8_1941
وفات 26_12_2003
شادي 29_5_1966
امتياز علي
ولادت
14_12_1942
زال اشرف خاتون
شادي 21_1_1967
وفات 20_1_1995
تقسيم ڪوثر
ولادت
23_8_1967
شادي
ذوالفقار علي باريجو
(وارهه)
تنوير ڪوثر
ولادت
10_11_1969
شادي شده
پروين ڪوثر
ولادت
28_10_1970
شادي
عبدالوحيد باريجو
(وارهه)
شازيه ڪوثر
ولادت
6_1_1975
شادي
الطاف ريڪي
(ڪراچي)
پونم ڪوثر
ولادت
4_11_1980
ثمينه امتياز (ڌيءَ)
ولادت 10_8_1979
شادي
عمران علي پاڳت (بابهڻ)
10_2_2002
اياز علي (مصنف ڪتاب)
ولادت
5_11_1953
زال افروز بيگم
شادي
8_2_1983
لاڏي اياز
ولادت
27_10_1983
گهر واري
نادر رفيع
پريات اياز
ولادت
10_6_1985
گهر واري
برهان احمد
پٽ
تجريز برهاني
مشڪ اياز
ولادت
31_12_1986
سونهن اياز
ولادت
4_9_1988



اياز ياڳت جو پائيتو سميع احمد ياڳت
ٽپيدار
تاريخ وفات: 10_09_2013



اياز ياڳت جي امڙ مرحومہ صفوران خاتون
تاريخ وفات: 7_11_2006



اياز ياڳت جو ٽيون نمبر وڏو ڀاءُ ممتاز علي ياڳت
رٽائرڊ مختيار ڪار
تاريخ وفات: 26_12_2003



اياز ياڳت جو وڏو ڀاءُ اعجاز علي ياڳت
رٽائرڊ اسسٽنٽ ڪمشنر
تاريخ وفات: 21_07_2016



اياز ياڳت جي ڪٽنب جي يادگار تصوير (سال 1947ع)



اياز ياڳت جي جوانيءَ جون يادگار تصويرون

# نسب نامو سنڌ

# عرف

## سنڌي قبيلن جو شجرو

### نئين سر ترتيب ڏنل

سهيڙيندڙ، سموهيندڙ، سنواريندڙ ۽ تحقيق

**اياز ياڳت**


ڪمپوزنگ: آصف حسين لغاري

فارميٽنگ: فهيم احمد سولنگي

# سنڌي قبيلن جو شجرو
## تعلق

### حضرت آدم عليه السلام کان حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وسلم تائين شجرو




حضرت نوح
سام
حام
تفصيل الڳ موجود آهي
يافث
منگول تاتاري ترڪ ياجوج ماجوج ۽ ٻيون قومون تفصيل الڳ موجود آهي
عامر
ٻوڙ ڪان اڳ فوت ٿي ويو
ڪنعان عرف يام
ٻوڙ ۾ ٻڏي مري ويو
ٻڏا
سنگها
ياڳرت
سنڌ ۽ هند جي قومن جو وڏو الڳ شجرو موجود آهي
همهمر
ارفخشد
عيلام لود
ارم
اشعر
ارفخشد (طبقات ابن سعد جي مطابق)
سام
ارفخشد (سنڌ)
شالغ
عابد (عابر)
يقطن
ڪيترن سنڌي قبيلن جو جدامجد
فالغ
راعو
ساروع (ساروغ سروج)
شالخ
عابد
يقطن
يوفر (اوفير)
جنهن جي اولاد سنڌي، هندي ۽ بندي آهن جن کي گڏيل طور سنڌي به چوندا آهن
ورتر
هڙاپا جي حاڪم جو نالو پر اهو نه آهي جنهن جو تعلق 1200 قبل مسيح سان هو.


ناحور (نحور)
آذر (تارح) (آچر)
حضرت ابراهيم
نحور
حضرت اسماعيل
حضرت اسحاق
عرف
اسرائيل / اولاد يهودي
قيدار
عرام
عوضہ
مزي
سمي
زادح
ناحث
مقصر
ايهام
افناد
عيصر
حاران
لوط
سارا
ملڪ
زال نحور
زال حضرت
ابراهيم ﷺ
ديشان
عيض
اردعوي
يلحن
يحزن
يثربي
سنبر
حمدان
الدعا
عبيد
عبقر
عيض
ماخي
ناحش
جاحم
طابغ

يدلاف
|
بلداس
|
خزا
|
ناشد
|
عوام
|
آبي
|
عموال
|
بوز
|
عوص
|
سلامان
|
هميسع
|
آو
|
عدنان
|
معد
|
نزار
|

مضر
|
الياس
|
مدرڪ (عامر)
|
خُزيمہ
|
ڪنانہ
|
نضر (قيس)
|
مالڪ
|
فهر (لقب قريش)
قريش قبيلو هن ذاتهن منسوب آهي.
|
غالب
|
لؤي
|
ڪعب
|
مرة
|
ڪلاب
|
قصي (زيد)



عبدمناف (مغيره)
عبد شمس
نوفل عبدالمطلب خلاف بنو عبدشمس وارن سان ٺاهه ڪيو
اميه
حرب
هاشم رسول جن هن عرف عمرو ڪري هاشمي سڏجن ٿا.
مطلب
هن جي نالي جي ڪري شيبه کي عبدالمطلب سڏيو ويو.
نوفل
مطلب جي وفات کانپوءِ عبدالمطلب جي ملڪيت تي قبضو ڪيو پر پوءِ عبدالمطلب جي مامي ابوسعد بن عدي جي مداخلت تي ملڪيت واپس ٿي جنهن ڪان پوءِ نوفل بني هاشم جي خلاف ٿي بيٺو
عبدالمطلب
عرف
شيبه
حارث
زبير
ابوطالب
عبدالله
حمزه
ابولهب
غيداق
مقوم
صفار
عباس
6 ڌيئرون
حضرت
علي رضي الله عنه
حضرت محمد مصطفي صلي الله عليه وسلم آخري نبي
ڪنهن به پٽ مان اولاد ڪونه هئي
صرف هڪ ڌي امائمه نالي واري هئي.
پاڻ جنگ بدر ۾ شهيد ٿيا.
اولاد عباسي جي نالي سان سڏجي ٿي; عباسي خليفه سندس اولاد مان آهن. حڪومت خاطر اهل بيت جو قتلام ڪيو.
بي بي فاطمه رضي الله عنها
بي اولاد علوي
حضرت علي ۽ بي بي فاطمه جي شادي تي اولاد سيد سڏجي ٿي.
محمد حنيفه
عمر
عباس
عبدالله
جعفر
عثمان
محمد اصغر
بيبي رقيه
اولاد علوي سڏجي ٿي
اولاد علوي سڏجي ٿي
عرف بيبي پاڪ دامن
سندس مزار لاهور ۾ آهي


حضرت علي
امام حسن
زهر ڏيڻي شهيد
ڪيو ويو.
امام حسين
نوفل جي شروع ڪيل
تڪرار جي نتيجي ۾ ڪربلا
جي ميدان ۾ شهيد ٿيو.
امام زين العابدين
بي بي زينب
بي بي ام ڪلثوم
ابوسفيان جنهن جي زال "هند" جنگ بدر ۾ امير حمزه جي شهادت کان پوءِ دل ڪڍي کاڌي.
معاويہ هند جو پٽ ۽ خانداني تڪرار سبب حضرت علي جي مخالفت ڪئي.
يزيد نوفل جي عبدالمطلب سان ڪيل تڪرار جي نتيجي ۾ خاندانن جي وچ ۾ دشمني پيدا ٿي. انهي تڪرار ۽ دشمني ڪربلا
جي واقعہ ۾ رنگ لاتو ۽ اهلبيت کي بي دردي سان شهيد ڪري خانداني تڪرار پوري ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي.



تفصيل اولاد حام (حامي نسل)
حام (زال نحلب مان)
ڪوش يا ڪش
مصريم
قوط (قبط)
(زال بخت مان)
ڪنعان
اولاد
نمرود ۽ بابل
جا حڪمران ديوتا
حبش
حبش
ايٿوپيا
سنڌ
هند
نوبہ
فزان
اولاد سنڌي جيڪي حامي نسل جا م آهن ۽
جيڪي ڪوش نسل مان سڏجن ٿا.
هن جي اولاد اچي سنڌ ۾ رهي
جيڪي سنڌي حامي نسل جا آهن
قبط
اولاد قبطي
قبيلو
برب
اولاد آفريڪا جا
بربر قبيلا
(زال ارتيل مان)
توبہ
قرآن
زنج
زغاوه
سيئي سوڊان ۾ ان جي آس پاس رهيا، سيئي ڪي سوڊاني
نسل جو چيو وڃي ٿو.
نوٽ: شجرو بہ الڳ موجود آهي


طبري جي مطابق
نوٽ:_ ارم کان سواءِ سڀ سندس زال صليب جي اولاد آهن.
سام
ارفخسند
هن کي سنڌ ۾ چوندا آهن
عابد
اشود
لاذو
زال شڪ بنت يافت مان
عويلم
ارم
فارس
جريان
فرس
طسم
يمن ۽ بحرين وارا هن جي اولاد آهن
قينان
شالخ
عابر
فالخ
جنهن مان حضرت ابراهيم عليه السلام آهي
قحطان
بحرب
يقطان
يمن وارا هنن جي اولاد آهن
ڪش يا ڪوش
خاندان نمرود ۽ ان جو خاندان الڳ شجرو موجود آهي
قوط
مصري ۽ فلسطيني ان جي اولاد آهن، الڳ شجرو موجود آهي
ڪنعان
الڳ شجرو موجود آهي

## تفصيل اولاد يافث (ايرانن ۽ ترڪن جو ڏاڏو)

يافث (زال اربسيہ مان)



## سنڌي قوم جو شجرو




برهما
اتر (اتري)
سمندر
چاند ـ چنب
ٻڌ مهراج
پر دروا
ايواد
چيني ۽ تاتارن جو وڏو
راجا هنس
راجا بجات عرف راجا پياتي
جادم عرف يادو
الگ شجرو ڏنل آهي
پورو
اردواس
راجا جنمجي
راجا پراچين ڊت
راجا پرور يا پرؤر
راجا سهنامو
راجا چارويگ


راجا سروت
راجا باهوگو
راجا سن يات
راجا هونگ يات
راجا دورسوا
راجا گريخي
راجا رتنو
راجا تنسو
راجا سومت
راجا ريبا
نامعلوم
راجا دشمنت
راجا پرت
راجا بهار رواج
راجا ورهشتر سوهتر
راجا هستني
هستناپور آباد ڪيو
راجا شانتي
راجا انگليند
جنهن انگليند ملڪ
جو بنياد رکيو.
راجا چيترا پاؤند
راجا پختر
راجا ارجن
راجا بهمن
راجا پيڪم
راجا برندو
راجا دسوال دان
راجا اولي سور
راجا ڏنڏپال
راجا دوسال
راجا اٿن پال
راجا ڪيم


راجا اجميت
هن اجمير شهر جو بنياد وڌو
راجا اروت
راجا پنوار
راجا پور
راجا ڪنهر
راجا ٽرٽ
راجا گلگت
راجا بندر
راجا ڪرن مهراج
ڪام ديو
ڪرم چند
هري چند
بجدي
ڪنڪ
اتمراءِ
نوح
ڪيوا
بجدي
ديوي
سنگر
سنبال
سونگر
برمال
توانہ
راءِ
راءِ جودهڙ
وڙ
جئسپال
راجا رجاپٽي
سجاول
راءِ پرٽي
راءِ دلا




نوٽ:- هي شجري ۾ سام پٽ نوح جي جاءِ تي حام پٽ نوح لکيل آهي.

# سنڌي قوم جو شجرو نمبر 2




هي شجرو مذهبي ڪتابن ۾ موجود آهي. پر حقيقت اها آهي ته هي شجرو نامڪمل آهي ڇاڪاڻ حضرت آدم عليه السلام ۽ حضرت نوح تائين هزارن سالن جو فرق موجود آهي جنهن ڪري هن کي ڪڏهن به مڪمل. شجرو نه ٿو چئي سگهجي پر اهو ضرور آهي ته هڪ تسلسل برقرار رکيو ويو جيئن نسب جي خبر پئجي سگهي سنڌي انهي حساب سان قابيل جي اولاد مان نه آهن.



سام
ارفکسد
اسور
عيلام
لود
آرام
عوض
حول
جثر
مس
سلح عرف شالخ
عبر عرف عابر
يقطان
فلج عرف فالج
سندس اولاد مان حضرت ابراهيم عليه السلام شجرو
ڏسو حضرت آدم کان حضرت محمد ص تائين
الموداد
سلف
حصار
ماوت
اراخ
هدورام
اوزال
دقل
عوبل
ابي مائيل
سبا
اوفير
حويله
يوباب
ورتر
هري-يريا
جو حاڪم
سنڌ جو نالو
حضرت سليمان
جي وقت ۾
ذڪر ٿيل آهي
سمبارا مهين ملڪ جو حاڪم
سمبارا جي پوين مان


شورسين
سور
نندو
ڪرشن
ڪرشن جو تعلق 10000 قبل مسيح سان آهي ڪن جي مطابق 3000 قبل مسيح کان اڳ هو.
جنهن جو رنگ سانورو هو ۽ هندن جو مشهور اوتار
رڪمني زال مان
چامل زال مان
يونانين ۽ ٻين نالو جاموتي لکيو آهي پر اصل نالو چامل آهي.
پرديومن
سندس خاندان جو شجرو الڳ ڏنو ويو آهي.
سمون
ڄاڙيجو (پوئيرن مان)
سنڌ جي سمات قبيلن جو وڏو
سمو
جنهن کي يونانين سامبس ڪري لکيو آهي. سيوهڻ جو حاڪم سڪندر مقدوني سان وڙهندي امر ٿي ويو.
ڄام سمون
ڄام سڏائڻ جا ٻه سبب آهن. هڪ هو ڪرشن جي چامل زال جي اولاد مان هو. ٻيو ڪرشن جو لقب سيام هو جيڪو بدلجي ڄام ٿي ويو هو.




نوٽ:- هي جادم جو روايتي طور آيل اولاد جو شجرو ۽ ذڪر آهي.

راجا يادو عرف جادم
|
ست جيت
|
راجا ڪرستا (ڪرسنا)
|
راجا درجنسو (درجنو)
|
راجا سواتي
|
راجا ارينڊ (ارينگم)
|
راجا چت رٿ (جت رٿ)
|
راجا سنبد
|
راجا شريرٿ (شرويت)
|
راجا سيڪا ڪوڪيسا (سجا ڪوڪيا)
|
راجا اوسن
|
راجا تيتگي (نيتگي)
|
راجا مورٿ
|
راجا ڪومل
|

راجا درسو
|
راجا اسڪو (رڪمو)
|
راجا رڪمتي (ريڪس)
|
راجا پرٿوڪمو
|
راجا نحومان (پوسمان)
|
راجا جموگ
|
راجا سوياتي (هويا پالي)
|
راجا دروب
|
راجا ڪيسڪ
|
راجا لوم پاد
|
راجا ورتي
|
راجا جمستا (جمنتا)
|
راجا رشبا
|
راجا پيم رت
|
راجا دورٿ


راجا سڪتنا
راجا ڪرشتڪ (ڪروتڪ)
راجا ڪر
راجا ديورٿ
راجا چيتر
راجا ماڏو
راجا ورسو (درسو)
راجا پرهٿ
راجا گني
راجا پروپ پرناپ (پدرپ)
راجا جنتو جاتو
راجا ستوتي (يادؤ ونس جي شاخ شروعات)
ديوپرٿ
پينسي
(تڪ) راجا اندڪ فرزند عرف تڪ
راجا ڪڪڙ (شجرو الڳ موجو آهي)



راجا ٻچن عرف ٻجمن
راجا دروپا (وداٿ)
راجا سورت (سور)
راجا سيني
راجا ٻوڄ
راجا راوڪ (راوس)
راجا ديوميد
راجا سور (ثاني)
راجا واسديو
يادؤ ونسي
بلرام عرف ٻدر
راجا ڪرشن
مهاراج
مهين واري لکت موجب
ٻدر آهي هن جي اولاد
بادڪا سڏجي ٿي. سنڌ
۾ رهندا هئا.
پرديومند
راجا سمون (رسامب)
(پريومن) پرديومند
شجرو موجود آهي.
ٻنهين ۽ ٻين سنڌي
قومن جو وڏو
راجا جهاريجه (جاڙيجو)
سنڌ جي سمه قبيلن
جو وڏو

## هڪ ٻئي شجري جي مطابق




راجا ستوتي
تڪ
ديوپرٽ عرف انندڪ
پينسي
راجا ڪڪڙ
جنهن جي نالي پوبان ڪاڪا حڪمران سڏجن ٿا جن ڪي
حڪمراني ڪي ڪاڪا راڄ سڏيو ويو جيڪا ٻڏيہ پرڳڻي
معنيٰ موجوده ڪڪڙ شهر ڪان وٺي جهل مگسي تائين هئي.
۽ ڪڪڙ جو شهر راجا ڪڪڙ جو ٻڌايل آهي جيڪو ان
جي گادي جو هنڌ هو. عطا محمد ڀنيرو جي تحقيق موجب
مهين واري لڪت ۾ ان خاندان جو ذڪر آهي. سنڌ ۾ ڪڪڙ
ذات رهي ٿي جيڪي هاڻي سماٽ ۾ شمار ٿين ٿا.
راجا ڀجن
راجا ستدان
راجا بلوم
راجا ڪپوت دوم
راجا آنو راتو
راجا انندڪ
راجا ڏنڏي
راجا ديرودت
راجا پروسو
راجا اڪوڪ
راجا اگرسين
راجا ڏيوڪ
راجا ڪنسس
هن ڪي مهاراج ڪرشن ماريو هو سندس مامو هو.

## سنڌي قبيلن جو شجرو نمبر 3 – تفصيل وار

### نوح (مانو) جي اولاد

سام — رام ـ پام) — نوح کي (4) عدد پٽ ٿيا جن ۾ سام وڏو هيو. نوح جي نمبر 2 پٽ جو نالو حام هيو جنهن کي برن ۽ ٽئين پٽ جو نالو مهيش (پانڊو) هيو جنهن کي يافث ٿا ڪوٺين بڌي ويو.

(سم) — (سيم) — عربي لوڪ سام ٿا ڪوٺين عبراني لوڪ سم ٿا ڪوٺين. هندي وڪ هن کي رام- پام ۽ سنڌي لوڪ هن کي شيم ٿا سڏين. هي بہ گندم گون هيو. سام جو مطلب طاقتور، بلند، مشهور رام جو مطلب آهي اڇو ڪٽڪ رنگو.

### سام (رام) جي اولاد

سام پٽ نوح کي مفسرين چون ٿا (6) پٽ هئا. جن جا سامي زبان ۾ پيءُ سام هن طرح نالا رکيا هئا. 1) ارفخسند 2) ايشور 3) يور 4) آرام 5) لود 6) عيلام.




سنڌه کي سامي زبان ۾ ارفخسنڌه ۽ عربي ۾ سنڌه ۽ هند کي ايشور- ور کي فارس، روم کي لود- ارم کي آرام ۽ عرب کی عيلان (غبلام) چوندا

| سنڌه | براوراس | |
|---|---|---|
| (ارفخسنده) | (سورج- ديپ) | سنڌه پٽ سام جو سامي زبان ۾ نالو ارفخسنڌه آهي جتان سنڌي قوم ۽ سنڌي قبيلن جنم ورتو آهي. هندي لوڪ سنڌه کي براوراس ٿا ڪوٺين. سنڌه ارفخسنڌه ۽ براوراس جي مطلب ۽ سچ- سورج روشني ٻرندڙ ڏيئو. سنڌي لوڪ هن کي ڏنو، ڏتو پٽ پڌري، سچ ۽ روشني ۽ مفسرين هن سنڌه کي ابل النبياءَ ٿا ڪوٺين، چاڪاڻ ته اڪثر وڏا رسول هن جي پشت مان پيدا ٿيا آهن. هي خطاب حضرت نوح (مانو) جو ڏنل اٿس. |

**سنڌه (ارفخسنده) جي اولاد** سنڌ پٽ سام کي گهڻي اولاد ٿي ڪجهه جا نالا هيٺ ڏجن ٿا. البته مالي (بربرا) جي اولاد گهڻي ويامي ۽ وڌي.

**مالي- سکر- بکر- ٺٽ- ملتان- گجرات- مانسر (شالخ)- تڪساس- هڙپين- ٽانڪ- هوارو مولا- بولا- جولوڏر- سورن ديب وغيره.**

| | | |
|---|---|---|
| مالي (شالخ) غابر (هود) | بربرا (دهشت وارو) ابرو (بلند) | بربرا (مالي) کي درهشمت (روبدار- روشن چهري وارو) به چوندا آهن. مالي سنڌي ٻولي جو لفظ آهي. هندي ۾ هن کي بربرا- عربي ۾ شالخ ۽ رنگت جي ڪري گندم گون ٿا ڪوٺين. بربرا ۽ مالي جو مطلب آهي دهشت وارو هشمت وار. هن کي ڪافي اولاد ٿي ليڪن ابرو جي اولاد ڏاڍي مشهور ٿي غابرڪ هود بلند ٿا ڪوٺين هندي لوڪ سنڌي هن کي ابرو ٿا چون جنهن جي معنيٰ آهي عزت وارو مان وارو. البت هن کي ڪافي اولاد ٿي ليڪن عيرا (رائو) جي اولاد وڌيڪ ويامي ۽ وڌي. |
| عيرا (عير) | رائو (مهاراجا) | عيرا سرياني- عربي زبان جو آهي. هن کي فارسي شاهنشاهه عالم. سنڌي لوڪ بادشاهه هندي لوڪ مهاراجا ٿا ڪوٺين. هن کي ڪافي اولاد ٿي البت يقطان (سروح) جي اولاد پکڙي. |
| يقطان (سپه سالار) | مهندر (جنگي) | يقطان فارسي- عربي سرياني ٻولين جو لفظ آهي جنهن جو مطلب آهي جنگي، سلار، هندي لوڪ هن کي سروج ٿا ڪوٺين. سنڌي لوڪ هن يڪ اڳواڻ، مهندار، جنگي سيد سالار هن کي ڪافي اولاد ٿي ليڪن يوباب (ناخور) جي اولاد مشهور ٿي جيڪو رگ ويد جو مهم سفر آهي. مفسرين چون ٿا يوباب يت صحيفه لٿا جن کي سفر يوباب ٿا سڏين. يوباب کي هندي لوڪ تيج، تيجا، فارسي لوڪ فن چور ۽ سرياني ۾ ناحور ٿا ڪوٺين هن کي ڪافي اولاد ٿي البت وشنو (آرزو) جي اولاد وڌي مفسرين يوباب کي ؟؟؟؟؟؟؟ ٿا ڪوٺين ته بهتر. |

نوٽ: تيج (يوباب) مبارين دوست هئا جن سان بحث ڪندو هيو. سوغي ۽ الفير

يوباب تيج

ايوب (بارني سن ٿال ڏرم)

**نوٽ:**

سفر ايوب اصل ۾ عربي زبان ۾ لٿو جنهن کي عربي زبان جو غير غنائي شاعري جو بي مثل بي نظير شاهڪار آهي. دنيا جو قديم ترين نظم آهي جنهن کي حضرت موسيٰ، عبراني زبان ۾ ترجمو ڪرايو. حضرت تيج (ايوب) صحتياد ٿيڻ کان پوءِ 140 سال زنده رهيو. سندس پٽ ذولڪذل به جيڪو جيڪو قيد ٿيو هيو. سندس (2) دوست هئا. سوفي ۽ لافيز هن پنهنجن اهڙي طرح اولاد مان پوٽا پوٽيون ڏهٽا ڏهٽيون ۽ انهن جي اولاد به ڏٺي.

اهڙي طرح حضرت يونس تي به صحالف لٿا جنهن کي يوناه چون ٿا جيڪي (4) بابن تي مشتمل آهن هن کي نينوا قوم لاءِ موڪليو ويو يونس جي پيءُ جو نالو مئي هيو. يونس جو پيو نالو يوناه هيو اُمتي سندس والده هئي. نينوا عراق ۾ شهر هيو جيڪو موصل جي علائقي ۾ هيو.

يوناد صحيف جو ذڪر توريت ۾ به آهي. نينوا تي آشوري حڪمران هئا. حضرت حذڪيل، يونس کان پوءِ آيو جيڪو يونس جو ساٿي هيو. يونس کي نون ۽ جوت جي لقبن سان سڏين ٿا. حضرت عزير جو تعلق هارون پٽ عمران سان هيو. عزير جي پيءُ جو نالو سروخا هيو جنهن تي صحيفه لٿا ان جو نالو خلقيان هيو. عزير جي قبر و دمشق ۾ آهي کي وري عراق جي شهر سائر آباد ۾ چون ٿا ملتان جي مبعد ۾ جيڪو بٿ هيو ان جي يوياب (تيج) جو مجسمو ٿا سڏين

| | | |
|---|---|---|
| **آرزو** (قهار) (ذولڪفل) ↓ ايوب جو پٽ هيو جيڪو قيد ۾ ٿيو هيو جنهن کي حذڪيل جو لقب مليل هيو. گوتم بند جو لقب به ذولڪفل هيو. | **وشنو** (محافظ ڪائنات) | ڪاشي تريا ۽ ويدن تي ايمان آڻيندڙ (آريہ) ڏرم تراشڻ، غير آريہ<br>تيج (يوباب) جي اولاد مان آرزو ۽ ذولڪفل مشهور ٿيا (وشنو) ٿا ڪوٺين. تبح سن ٿال ڏرم جو باني هيو. هتان آريہ، جاٽ، ميد، سيابچ، اساوره لقب ۽ لفظن جو استعمال ٿيو. آريہ کي هندي لوڪ ڪاشي آريا ٿا سڏين. وسوسنده لفظ اهي هن جو مطلب قهار آهي. هنن کي محافظ ڪائنات براين جي خاتمو آڻيندڙ آهي. وشنو جي اولاد مان بردوا مشهور ٿيو. |
| **برهما** (ابراهيم) | **ڪرشن** (دانشور) (ڪرشنا) (نارائڻ) | هنو ڪنارائڻ (ڪرشنا اندر برهما) جي عبادتگاهہ سدم آشرم ٿا سڏين. برهہ کي عام مفسرين حضرت ابراهيم ٿا ڪوٺين. عبراني لوڪ اپرهام سنڌي لوڪ براهم هندي لوڪ ڪرشنا (حقيقت) سروها- شنڪر- ڪرسن (دانشور عقلمند) سيون- ويٺيون بانسري وڄائيندڙ هن کي ڪافي اولاد ٿي ليڪن اٽرو (سم ايل) جي اولاد مشهور ٿي. برهما کي حقيقت مطلق خدا بہ سڏين ٿا. مفسرين چون ٿا تہ هن کان گهٽو پوءِ توريت ۽ انجيل لٿا. |
| **سم ايل** (اسماعيل) | **اٽرو** (ديوس پتا ۽ ديوتا) (لذيذ پاڻي جو چشمو) | عام طرح مفسيرين سم ايل کي حضرت اسماعيل ٿا ڪوٺين. سنڌي لوڪ سميل ٿا سڏين. هندي لوڪ هن کي اٽرو (مني پاڻي جو چشمو) هن کي ڪافي اولاد ٿي البتہ ڪرن جي اولاد وڌي. |

**(ارجي ڪرن (اندر)**

ڪي ڪيدر- اربند اندر ٻه چوندا هئا. ڪرن معنيٰ روشني ڪرن ڪي ڪافي اولاد ٿي البت (اتري) مشهور ٿيو ڪرن ڪي ارپي ٻه چون ٿا. ڪرن جي ٻئي پاءُ جو نالو ڪتب هيو.

**اتري** ڪي (3) عدد پٽ ٿيا نريح سمدر ۽ برهيت جنهن جي اولاد مالا چندر بنس ۽ ڪرشن جي مهاراج جنم ورتو

1۔ **نريح**

2۔ **سمدر**

3۔ **برهميت**

چندر- چندر بنس خاندان سڏجڻ لڳو چندر ڪي چندر مان ٻه چوندا هئا)

پرورا- هن جي نسل مان رام جي ڪرشن مهاراج جنم ورتو. هن ڪي ٻڌ ٻه سڏيندا هئا)

**سورج بنس خاندان نريح (مرهيج)**

نريح اتري جو وڏو پٽ هيو ٻيو نمبر پٽ سمدر هيو. نريح ڪي ڪافي اولاد ٿي البت سورج جي اولاد مشهور ٿي جيڪا سورج بنس سڏجڻ لڳي. بنس جي مطلب قبيلو نريه ڪي مرهيج ۽ ڪتب ٻه چوندا هئا.

**سورج (سج)**

هتان سورج بنس نسل جي شروعات ٿئي ٿي. هن ڪي ڪافي اولاد ٿي ليڪن ڪچوا جي اولاد ڏاڍي مشهور ٿي.

## سمدر پٽ اتري خاندان

**چندر بنس خاندان**

چندر مان کي (28) گهرواريون هيون انوسيا مان ٻڌ پيدا ٿيو جنهن کي پرورا به چوندا هئا

ٻڌ (پرورا) هن پنهنجي زال الاباس جي نالي شهر آباد ڪيو جيڪو بعد ۾ الهه آباد سان مشهور ٿيو

راجا پوريا: هن پرياگ نالي شهر آباد ڪيو

راجا آيو: مفسرين تاتارين ۽ چيني کي هن جي اولاد ٿا لکن

(راجا جنوڪ) هن کي ڪافي اولاد ٿي ليڪن (2) مشهور ٿيا. وڏو پٽ يتي هيو جيڪو اوتار ٿيو

- يتي (اوتار سڏجڻ لڳو)
- يايالي — هن کي پرتا جي به ڪوٺين ٿا
  - يادو ← هن کي بيو به چوندا آهن
  - پرو

**سورج بنس** هن جي پشت مان رام جي چندر جنم ورتو جيڪو ڪرشن وانگر اوتار سڏجي ٿو. رام ۽ سيات جو قصو مشهور آهي ڪراچي جو رام باغ هن جي نالي پٺيان هيو جيڪو هينئر آرام باغ ٿي پيو آهي. هن کي ڪافي اولاد ٿي ليڪن ٻڌ جي اولاد مشهور ٿي

↓

**ڪڇوا ٻڌ**

**ٻڌ** کي الله وارو- عارف ۽ ڪامل به چوندا آهن هن جو پيو نالو نرجن به هيو هن کي ڪافي اولاد ٿي ليڪن ششپال مشهور ٿيو.

**ششپال** هن کي اجيت، لڇن ۽ چٽون به چوندا هئا. هن کي ڪافي اولاد ٿي البته هم سان ڏاڍو مشهور ٿيو.

**هم سا** هن کي ست گر چالڪ به چوندا هئا. هن کي ڪافي اولاد ٿي البته آڏو چالڪ مشهور ٿيو.

**آڏو چالڪ** هن کي نينگر چالڪ به چوندا هئا. هتان لفظ چالڪ جي شروعات ٿئي ٿي. چالڪ معنيٰ موتين وارو ڪافي اولاد ٿي ليڪن نرمل چالڪ مشهور ٿيو

**نرمل چالڪ** هن کي راهول چالڪ ۽ گرگيان چالڪ به چوندا هئا. ڪافي اولاد ٿي ليڪن لڇمڻ چالڪ مشهور ٿيو

## چندر بنس خاندان



**سورج بنس خاندان** هن کی نراش چالڪ بہ چوندا هئا. هن کی ڪانی اولاد ٺی البتہ سروج چالڪ مشهور ٺيو

↓

**لچمڻ چالڪ**

**سروج چالڪ** سروج چالڪ کي سوريہ۔ يقطان مهندر چالڪ بہ چوندا هئا. هن کي ڪافي اولاد ٺي البتہ ماش چالڪ مشهور ٺيو

**ماش چالڪ** ماش چالڪ کی نرجن۔ پڏ چالڪ بہ چوندا هئا ڪانی اولاد هيس البتہ ارجن چالڪ مشهور ٺيو

**ارجن چالڪ** ارجن چالڪ کی ڪانی اولا د ٺی البتہ مالڪو چالڪ مشهور ٺيو

**مالڪو چالڪ** هن کي سورج چالڪ برما چالڪ پچن چالڪ بہ چوندا هئا هن کي ڪافي اولاد ٺي ليڪن ستگر چالڪ مشهور ٺيو

**ستگر چالڪ** هن کی همر سا چالڪ ۽ آليو چالڪ بہ چوندا هئا. ڪانی اولاد ٺيس ليڪن گيان مل مشهور ٺيو

## چندر بنس خاندان



**سورج بنس خاندان**



**گيان مل** کی لبلا مل بہ چوندا هئا. هن کی ڪافی اولاد ٿی البتہ امرت مل مشهور ٿيو

**امرت مل** کی گرومل بہ چوندا هئا. هن کی ڪافی اولاد ٿی البتہ گلاب خان ڏاڍو مشهور ٿيو

**گلاب خان** هن ڪي گل خان- بيدا خان بہ چوندا هئا. مل خان، سنگهہ شير هڪ لفظ آهي. هن ڪي ڪافي اولاد ٿي ليڪن حشمت خان ڏاڍو مشهور ٿيو

**هشمت خان** هن ڪي سرب خان بہ چوندا هئا. هن ڪي ڪافي اولاد ٿي البتہ پورو خان ڏاڍو مشهور ٿيو

**پورو خان** هن ڪي جوگ مل بہ چوندا هئا. هن ڪي ڪافي اولاد ٿي البتہ همر سا ڏاڍو مشهور ٿيو

**همساخان** هن ڪي تلمير تلپير ٿلمہ بہ چوندا هئا. هن ڪي امرت خان بہ چوندا هئا. ڪافي اولاد ٿي ليڪن راجا پوج راج مشهور ٿيو


راجا تنو پٽ متي نا
هن کي سومتي ڪوليندا هئا
ڪڪ (ڪاڪ)
هن کي الڪ رلن سورديدر ڦيا بہ چوندا هئا
ڪنت
هن جو نڪاح رشي جي ڌيءَ سان ٿيو
راجا پرت
هن کي ياروڙا بہ چوندا هئا. هن پورو هند فتح
ڪيو هن جي نالي پٺيان پارت (پرت ديش)
جيڪو بعد ۾ آريہ ورڌ جي نالي سان مشهور
ٿيو. هن کي (6) پٽ ٿيا ليڪن راجہ پومينو
مشهور ٿيو
راجا پومينو
راجا سهوتر
هن کي پلسو بہ چوندا هئا

## سورج بنس خاندان

**راجا پوچ راج**

هن کي سورج راج- ڪال راج بہ چون ٿا. هن کي ڪافي اولاد پيدا ٿي ليڪن سورج مکي راج- نهل راج- سمون راج ۽ مها سر راج مشهور ٿيا



## چندر بنس خاندان



**سورج مڪي راج جي اولاد** . هن کي ڪافي اولاد ٿي ليڪن ڪرن راج جي اولاد مشهور ٿي

**ڪرن راج** هن کي ڪافي اولاد ٿي ليڪن چندرسين - گيريسن ۽ لون سين جي اولاد مشهور ٿي



## چندر بنس خاندان

(جيم چيا) چَنُو پتو) پريچت

مفسرين چون ٿا هن مان

سورٿ

بدورٿ

سرب پوم

جئي سين

راڏڪ

آيو

**چندر سين راج** هن کي سوم سين نالي پٽ هو. ڪافي اولاد ٿيس البته گواسنگ سين ڏاڍو مشهور ٿيو

**گواسنگ سين** هن کي ڪافي اولاد ٿي ليڪن بالزاسين ڏاڍو مشهور ٿيو

**بالزاسين** هن کي ڪافي اولاد ٿي ليڪن دوديشي سين ڏاڍو مشهور ٿيو

**دوديشي سين** هن کي ڪافي اولاد ٿيو ليڪن هم ساسين مشهور ٿيو

**هم ساسين** هن کي ايوديہ- گنيش- تلمير - شرتا ۽ امرت سين پٽ ٿيا هئا
هن کي ڪافي اولاد ٿي البته مولراج ڏاڍو مشهور ٿيو

## چندر بنس خاندان

ڪروڙن پٽ آيو

|

يواتي

|

رڪيہ (رڪيو 2)

|

پيم سين

|

دليپ

|

ترميپ ← مفسرين چون ٿا هن کي 3 دد پٽ ٿيا هڪڙو وڏو برهمچا ٿي ويو

|

شان تانو ← مفسرين چون ٿا شان تانو جنهن بہ پوڙهي تي هٿ رکي ها تہ طاقتور ٿي پوندو. انهيءَ ڪريً هن کي شاہتو ٿا ڪوئين

**مولراج (راحت نيندڙ)** کي موتين وانگر چمڪندڙ ۽ راحت ڏيندڙ چوندا هئا. هن کي راجا بہ چوندا هئا. هن کي ڪايف اولاد ٿي هن طرح اهو خاص ڪري چالڪ. پنوار پرمار. سولنگي، پاٿي، چوهاڻ. گوربر ۽ چنيسر جي اولاد ڏاڍي مشهور ٿي

**راجا مولراج جي اولاد**




**چالڪ راج (چاڪ) چالڪوليہ)**

کي چاڪ چالڪيہ ۽ بي شمار موتين وارو ابو اجد رکندڙ چالڪ راڄ کي چار عدد پٽ ٿيا. سڀ جا سڀ معروف ٿيا. الله سوترڪ ڏاڍو مشهور ٿيو

**چالڪ راج جي اولاد**




چندر بنس خاندان
شان تو خاندان
دهاشتر
ڀيشم
هي مهارشي سڏجڻ لڳو
پدرچي
پاندو
دهر تراشت
هن جي ماءُ جو نالو انيڪا هيو هن جي پيدائشي انڌو هيو
ڪرو (ڪورون)
هن جي اولاد پان کي ڪرو/ڪورون سڏايو
ال جن
(اپ من)
ڀيمس
(برگ)
يدهستر
(ديوڪ)
ساهيو
(سهوتر)
نڪل
(سرمست)

**سوترڪ** ڪي ششترڪ ۽ درشھوار بہ چوندا هئا. سوترڪ
**(درشھوار)** معنيٰ بادشاهي تاج جو هيرو هن کي ڪافي اولاد
**(ششترڪ)** ٿي ليڪن سروها ڏاڍو مشهور ٿيو بيا بہ مشهور هئا.

### سوترڪ جي اولاد




### سروها جي اولاد

هي اولاد تہ گهڻي آهي پر هتي چند نالا پيش ڪجن ٿا



چندر بنس خاندان



ارجن جي اولاد



اپ من



پريڪچت



راجم چيا



شتانيڪ



سهرانيڪ

## ملهي جي اولاد



**نائچ** **نرئتيا (نائچ) جي اولاد**

**(وجهي)**

نائچ کي نرتيا- ٻوڏي- ٻوڏا- لڇوي- نچوي- وجهي- ناهيج بہ چون ٿا

1۔ ٻُچا

2۔ سُوهاوٽ

3۔ نول

4۔ ٽُور (تومرا)

5۔ ٻَچا

6۔ پَنائچ

7۔ سوهاوا

8۔ سوهاوڙ

9۔ وڙچا (وڙائچ)

10۔ ڏهانچ

11۔ نائيڪ (هيرا پيت)


چندر بنس خاندان
ڪيم راج
ڪيمن
ستيا
تونگ پال
راجا ڪنگ پال
مڪڙ پال
ڪاهن پال
ننگ پال
جئي پال
ڪنول پال
دڪو پال
جگ پال

**(تومرا) تور پٽ نائچ جي اولاد**

(تور تورِيہ)

تور کي تومرا ـ توريہ ـ تنوار ـ تنور بہ چون ٿا.

اج ڪلهہ جا خيل مثلا سبي خيل، آڪا خيل، شادي خيل، پڙائچ خيل، ڊانڊيا خيل بہ تور آهن




نوٽ: هن خاندان مان نامور بادشاهہ بڪرما جيت، موريا خاندان، گپت خاندان، راءِ خاندان نون خاندان پيدا ٿيا. ان کان علاوه اشوڪ اعظم بہ هن خاندان مان هيو.

